لوڪ ادب سلسلي جو نائون ڪتاب

# واقعاتي بيت

مرتب

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ



سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو، سنڌ

2017ع

چاپو پهريون | نومبر 1961ع | تعداد 2000
چاپو ٻيو | آڪٽوبر 2017ع | تعداد 1000



هي ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي سؤ سالہ جشن ولادت جي موقعي تي شايع ڪيو ويو.

قيمت: ٽي سؤ پنجٽيھ رپيا
(Price: Rs. 335-00)



خريداري لاءِ رابطو:
سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)
Email: sindhiab@yahoo.com
www. Sindhiadabiboard.org

هيءُ ڪتاب فلائنگ ٽريڊرز ۽ پرنٽرز حيدرآباد مان الهڏتو وگهيو سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ڇپائيندڙ پاران

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪنهن تعارف جو محتاج نہ آهي، سنڌي ٻوليءَ، ادب ۽ تاريخ لاءِ ڪيل سندس خدمتون يادگار آهن. سنڌي لوڪ ادب جي اشاعت لاءِ سنڌ جي هاڪاري عالم ۽ محقق جي ڪيل پورهيي جي تعريف ڪرڻ سج کي آرسي ڏيکارڻ برابر آهي. سنڌ جي هِن مانائتي عالم سنڌي لوڪ ادب کي سهيڙڻ ۽ ترتيب ڏئي منظرعام تي آڻڻ لاءِ پاڻ سموري سنڌ جا سير ۽ سفر ڪري لوڪ ادب جو گِهڻ ذخيرو هٿ ڪيو ۽ پنهنجي ڪارآمد راءِ ۽ گرانقدر رهبريءَ هيٺ جنهن عرق ريزيءَ سان لوڪ ادب تي محنت ڪري هيءُ اهم ڪم سرانجام ڏنو آهي، سو تہ پڙهندڙ پاڻ ئي ملاحظہ ڪري سگهن ٿا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لوڪ شاعريءَ جي جن صنفن کي سهيڙي، ترتيب ڏئي منظرعام تي آندو، تن مان ”واقعاتي بيت“ بہ هڪ اهم صنف آهي، جيڪا سنڌ ۾ قديم عرصي کان مروج هئي. واقعاتي بيتن ۾ چڱن مڙسن جون چڱايون ۽ سخي مردن جون ڀلايون، راڄ جون شاديون مراديون ۽ ملڪ جون آباديون، حاڪمن جون سختيون ۽ مردن جون شهادتون، ڌرين جا معاملا ۽ بهادرن جا مقابلا، مڪڙن جا حملا ۽ زمين جا زلزلا ۽ اوچتا حادثا ۽ نوان قانون ۽ قاعدا نظم ڪيا ويندا آهن. ڊاڪٽر صاحب پنهنجي تحقيق ۽ مطالعي جي آڌار تي سنڌ جي هِن قديم صنف جو تعارف ۽ تعريف، هيئت

۽ سناءُ، پيش منظر ۽ پس منظر لکي، ان صنف جي فني ۽ ارتقائي اهميت کي اجاگر ڪرڻ سان گڏوگڏ هِن ڪتاب ۾ ادائي سئو سالن جي تاريخي ذخيري پڻ محفوظ ڪيو آهي.

هيءُ ڪتاب ”واقعاتي بيت“ لوڪ ادب سلسلي جو نائون ڪتاب آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو نومبر 1961ع ۾ شايع ڪيو ويو هو، جنهن جو ٻيو ڇاپو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي سئو سالہ جشنِ ولادت جي موقعي تي شايانِ شان طريقي سان شايع ڪيو پيو وڃي. لوڪ ادب سلسلي جو هيءُ ڪتاب آءٌ پنهنجي اياماڪاريءَ ۾ شايع ڪندي فخر پيو محسوس ڪريان. جنهن لاءِ آءٌ بورڊ جي مانواري چيئرمن قبلہ مخدوم جميل الزمان صاحب جو بيحد ٿورائتو آهيان، جن پنهنجي مفيد مشورن سان منهنجي رهنمائي ڪري اشاعتي مرحلي کي آسان ڪيو.

اميد آهي تہ، اسان جي هيءَ ڪاوش ادبي حلقن سان گڏوگڏ مانائتن سگهڙن وٽ مانُ ماڻيندي.

**الهڏنوو گهيو**
سيڪريٽري

26 محرم الحرام 1439هه
17- آڪٽوبر 2017ع

# مهاڳ

سنڌ جي ”لوڪ ادب“ ڪي سهيڙڻ لاءِ هڪ تفصيلي تجويز، سنہ 1955ع ۾ ”سنڌي ادبي بورڊ“ جي سامهون رکي وئي، جا 1956ع جي آخر ڌاري بورڊ بحال ڪئي، ۽ ان جي عملي نگراني ۽ تڪميل بندي جي حوالي ھئي.

ان تجويز مطابق، جنوري 1957ع کان لوڪ ادب سهيڙڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو: انهيءَ سلسلي ۾ تعلقيوار ڪارڪن مقرر ڪيا ويا تہ ڏنل هدايتن موجب، ٻهراڙيءَ مان مواد گڏ ڪري موڪلين. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾، ”سنڌي لغت آفيس“ سان گڏ لوڪ ادب جي مرڪزي آفيس قائم ڪئي وئي، ۽ ڪارڪن مقرر ڪيا ويا، تہ مقامي طور گڏ ڪيل، توڙي ٻاهران آيل مواد ڪي هدايتن موجب ورچي ورهائي، پيٽي صاف ڪري، ڇپائڻ لائق بنائين.

پهريان ٻہ سال، 1957ع ۽ 1958ع، لوڪ ادب جي مواد سهيڙڻ ۾ صرف ٿيا. انهيءَ عرصي ۾ تعلقيوار ڪارڪنن، ڳوٺن مان گهربل ڳالهيون هٿ ڪيون؛ مرڪزي آفيس جي عملي ڇپيل ڪتابي ذخيري مان ضروري مواد اُتاريو؛ ۽ بنده ڪوشش ڪري سنڌ جي هر پاڱي جو گشت ڪري، سڄاڻ سگهڙن سان ڪچهريون ڪيون، ۽ عام سنڌي ادب جي هر پهلوءَ ڪي سمجهڻ ۽ ان جي خاص ذخيري ڪي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهي سعيي ۽ همت، بلڪ جذبي ۽ محبت سان قدري ايترو مواد گڏ ٿيو، ۽ ٿي رهيو آهي، جو ان جي آڌار تي عام سنڌي ادب جي هر پاڱي بابت،

نموني طور هڪ ڪتاب مرتب ڪري سگهجي. ڪتابن جي تاليف جو سلسلو ٿئين سال 1959ع کان شروع ڪيو ويو.

هت ٻہ ڳالهيون واضح ڪرڻ ضروري آهن:

پهريون تہ هن تجويز موجب، سنڌي ٻوليءَ جي عام ادب جون اهي جملي جنسون، جيڪي هن وقت تائين ڀهراڙيءَ جي عوام ۾ مقبول ۽ مروج آهن تن کي 'لوڪ ادب' جو ذخيرو تسليم ڪيو ويو آهي. انهيءَ ذخيري ۾ سنڌي ادب جون معياري جنسون پڻ شامل آهن، مثلاً: مداحون، مولود، ٿيهہ اکريون، ڪافيون وغيره؛ مگر جيئن تہ اهي هن وقت تائين ڀهراڙيءَ ۾ عام مقبول ۽ مشهور آهن، انهيءَ ڪري انهن کي پڻ 'لوڪ ادب' جي دائري ۾ شمار ڪيو ويو آهي. انهي لحاظ سان، هن تجويز هيٺ گڏ ڪيل 'لوڪ ادب' کي بعينہٖ 'فوڪ لور' (Folklore) جي مغربي مفهوم سان تعبير ڪرڻ صحيح نہ ٿيندو. اسان جي ملڪ ۾ شهري زندگي اڃا ايتري وسعت يا خاص نوعيت اختيار نہ ڪئي آهي، جو اها خواص جي زندگي ۽ تمدن جو، يا 'معياري ادب' جو سرچشمو بنجي. سنڌي زندگيءَ جو مرڪزي دائرو اڃا تائين ڳوٺ آهي، ۽ انهيءَ ڪري سنڌي ادب جو وڏو ذخيرو اهوئي آهي جو عوام جي زندگيءَ جو آئينو آهي. انهيءَ ڪري هن مرحلي تي سنڌي ٻوليءَ جي 'لوڪ ادب' ۽ 'معياري ادب' جي وچ ۾ حد فاصل قائم ڪري نٿي سگهجي.

ٻيو تہ هن تجويز ذريعي 'لوڪ ادب' جو سمورو مواد گڏ نہ ٿي سگهيو آهي، ان کي سهيڙڻ لاءِ وڌي وقت ۽ ڪافي ذريعن جي ضرورت آهي. لوڪ ادب جو سڄو ذخيرو سربستو گڏ ڪرڻ ڄڻ اٿاهہ سمنڊ سوجهي مڙني موتين ۽ ماڻڪن کي ميڙڻ جي برابر ٿيندو، جو ناممڪن آهي. البتہ جو ڪجهہ گڏ ٿي سگهيو آهي سو لوڪ ادب جي هر جنس بابت مثالي مواد آهي. انهيءَ لحاظ سان هن

تجويز هيٺ تاليف ڪيل ڪتاب اميد تہ آئينده ڪوشش لاءِ نمايان نشان ۽ نيڪ فال ثابت ٿيندا.

’لوڪ ادب تجويز‘ جي تحريڪ جيتوڻيڪ بنده جي طرفان ٿي، مگر ان جي عملي سربراهي توڙي تڪميل ۾ گهڻن ئي مخلصن جون ڪوششون شامل آهن. اول تہ ”سنڌي ادبي بورڊ“ جي ميمبرن کي جس جڳائي جن هن تجويز کي سنہ 1956ع ۾ منظور ڪيو. ان بعد گهربل مواد گڏ ڪرڻ، صاف ڪرڻ، ترتيب ڏيڻ، ابتدائي مسوّدا توڙي پريس ڪاپيون تيار ڪرڻ، ۽ آخر ۾ ڪتابن ڇپائڻ ۾ ڪيترائي ساٿي ٻانهن ٻيلي ٿيا آهن. هن تجويز کي ڪامياب بنائڻ ۾ تعلقيوار ڪارڪنن، مرڪزي آفيس جي باهمت فردن، سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن، توڙي انهن مڙني دوستن جو حصو آهي، جن بنده لاءِ سگهڙن کي ڳولي هٿ ڪرڻ ۽ ساڻن ڪچهرين ڪرڻ ۾ پنهنجي هڙان وڙان مدد ڪئي. بورڊ جي لائق سيڪريٽري محترم سيّد شاهہ محمد شاهہ، پنهنجي عهدي سنڀالڻ (آڪٽوبر 1961ع) بعد هن تجويز کي پايہ تڪميل تي پهچائڻ لاءِ بنده سان دلي تعاون ڪيو ۽ پڻ ڪتابن کي بنادير ۽ سهڻي نموني ڇپائڻ لاءِ فوري قدم کنيا.

هي ڪتاب ”لوڪ ادب“ سلسلي جو **نائون** ڪتاب آهي. ان جو بنيادي مواد جولاءِ 1958ع تائين گڏ ٿيو: سڄي مواد کي ڇڪاسي، مختلف روايتن کي پيٽي، ترتيب ڏئي، سيپٽمبر 1960ع ۾ ڪتاب جو مسوّده تيار ڪيو ويو: ۽ ڊسمبر 1960ع ۾ مسوّده جي آخرين تصحيح ڪري پريس ڪاپي شايع ٿيڻ لاءِ ڏني ويئي.

مرڪزي آفيس جي ٻين ڪارڪنن سان گڏ خاص طرح محترم غلام محمّد ميمڻ ۽ ممتاز مرزا هن ڪتاب جي مواد کي اُتاري، يڪجاءِ ڪرڻ، پيٽڻ ۽ دوباره صاف ڪري لکڻ ۾ تحسين جوڳو ڪم ڪيو، ۽ محترم شيخ محمّد اسمٰعيل ان سڄي ڪم جي

نگراني ڪئي، ۽ ڪتاب جي مسوّده تيار ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. ڪتاب جي آخري سناء، ترتيب ۽ تاليف لاءِ بنده خود ذميوار آهي.

سنڌ يونيورسٽي پريس ۽ سنڌ پرنٽنگ پريس حيدرآباد جي عملي هن ڪتاب ڪي ڇاپڻ ۾ مدد ڪئي، ۽ ولي محمّد طاهرزادي ان جا پروف پڙهيا.

سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد سنڌ — خادم العلم

15- نومبر 1961ع — نبي بخش

# فهرست

## ضميمو

ام للانسان ماتمنيٰo فلله الاخرة والاوليٰ

# مقدمه

سنڌ جو عوامي شاعر پنهنجي ماحول جو حقيقي مورخ آهي. انهيءَ ماحول ۾ سندس پرورش ٿي آهي، ۽ انهيءَ ماحول کان ئي هو متاثر آهي. هو پنهنجي سرزمين جو نيپاج آهي ۽ انهيءَ ڪري سندس شخصيت خارجي اثرات کان آجي آهي. جيڪي ڪي ڳوٺن ۾ وهي واپري ٿو ۽ جيڪي ڪجهه اڄ پاڙ ۾ هلي چلي ٿو، تنهن جو سندس خيالن ۽ ويچارن تي اثر پوي ٿو. چڱن مڙسن جون چڱايون ۽ سخي مردن جون ڀلايون. راڄ جو شاديون مراديون ۽ ملڪ جون آباديون، حاڪمن جون سختيون ۽ مردن جون شهادتون، ڌرين جا معاملا ۽ بهادرن جا مقابلا، مڪڙن جا حملا ۽ زمين جا زلزلا، اوچتا حادثا ۽ نوان قانون قاعدا- اهي مڙيئي واقعات سندس ويچارن تي وڏو اثر وجهن ٿا ۽ سندس شاعريءَ جا مکيه مضمون بڻجن ٿا. هيءُ ڪتاب اسان جي عوامي شاعرن جي چيل اهڙن 'واقعاتي بيتن' جو هڪ مثالي مجموعو آهي، جنهن ۾ گذريل اڍائي سؤ سالن جي ستر کن واقعن کي مختلف شاعرن ڳايو آهي. هيءُ عوام جي زبان ۾ بيان ٿيل تاريخي سرمايو آهي. جنهن ۾ گذريل ملڪي حالت توڙي سماجي زندگيءَ جي ڪن بابن جو تفسير سمايل آهي.

### مکيه مضمون

هن مواد جي مطالعي مان ظاهر آهي ته اسان جي ڀهراڙيءَ جي شاعرن هڪڙو ته اهي واقعات ڳايا آهن، جيڪي عام طور ملڪ ۾ پيدا ٿين ٿا ۽ جن جو اثر جيتوڻيڪ ڪافي وڏو پوي ٿو مگر اهو نسبتاً

وقتي ٿئي ٿو، ۽ وقت گذرڻ بعد مينجي، وڃي ٿو: مثلاً درياءَ جون اٿلون ۽ ٻوڏون (51، 191، 386، 394 ۽ 405)، سخت برساتون (170، 383)، مڪڙن جا حملا (158)، ڌرتي تي ڌٻڻ جا زلزلا (229، 439)، گاڏين ٽڪرجڻ جا حادثا (474، 367)، ڏڪار ۽ تنگيون (260)، نوان واهه ۽ آباديون (96)، ڪاج ۽ شاديون (104، 262)، دينداري جون اڏايل مسجدون (43، 47، 93 ۽ 306)، ڌرين جا جهيڙا ۽ معاملا (89، 315، 446)، اليڪشن جا مقابلا (377)، شخصي بهادريءَ جا ڪارناما (154، 207، 468)، چڱن مڙسن جون وفاتون (206، 478، 485) ۽ نالي وارن مردن جي مارجڻ جون وارداتون (99، 461). اهي طبعي واقعا ۽ حادثا، مقابلا ۽ معاملا، ڪم ۽ ڪارناما، وفاتون ۽ وارداتون جيڪر وسري وڃن ها، جيڪڏهن اسان جا عوامي شاعر انهن کي نه ڳائين ها. سندن بيت ۽ نظم انهن واقعن جو داستان ۽ دفتر آهن. حضرت عمرؓ عربي شعر بابت چوندو هو ته ’ان شعر جي حفاظت ڪريو ڇاڪاڻ ته اهو عربن جو دفتر آهي‘. ساڳيءَ طرح اسان جي عام سنڌي شاعرن پڻ پنهنجي شاعريءَ ۾ اسان لاءِ هڪ تاريخي دفتر ڇڏيو آهي.

## تاريخي مواد

اسان جي شاعرن ٻيا اهي واقعا ڳايا آهن، جن جو تعلق ملڪ ۾ عدل ۽ آزادي ۽ ماڻهن جي خوشحالي ۽ آباديءَ سان آهي. اهڙا واقعاتي بيت هڪ طرف قومي تاريخ جو اهم سرمايو آهن ته ٻئي طرف شاعرن جي قومي جذبي ۽ همدردي جو آئينو آهن. اسان جي عوامي شاعرن پنهنجي ملڪي حڪومت جي برخلاف آواز اٿاريو، جڏهن به ان عدل ۽ انصاف کان منهن موڙيو: ڌاري حڪومت جي خلاف ته هر حالت ۾ پنهنجن ملڪي ماڻهن جي پنيرائي ڪيائون. ٻيو ته هنن عوام جي خوشحالي خاطر آواز اٿاريو، ۽ جڏهن به ملڪ ۾ مالي تنگي ۽ تڪليف پيدا ٿي، ۽ ماڻهن جو گذر سفر ڏکيو ٿي پيو، ته هنن اهڙين حالتن پيدا ڪندڙن جي مذمت ڪئي. ٽيو ته جڏهن به ماڻهن پنهنجون شانائتيون

ريتيون رسمون مٿائي ذاريون رسمون ۽ رواج اختيار ڪيا تہ انهن کي پوريءَ طرح ننديائون.

سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت، پنهنجي ملڪ جي هڪ آزاد حڪومت هئي. سنڌ مان مغلن جي تسلط ۽ دخل ڪيڻ خاطر عوام سنڌ جي ڪلهوڙن اميرن جي حمايت ڪئي ۽ هنن بالاخر پنهنجي آزاد حڪومت قائم ڪئي. اوائلي ڪلهوڙا رهنما (ميان آدم شاهہ، ميان الياس محمّد، ميان شاهل محمد، ميان دين محمّد ۽ ميان نصير محمّد) نہ فقط امير هئا پر ساڳئي وقت فقير پڻ هئا. انهيءَ فقيريءَ جي ورثي سببان ڪلهوڙن حاڪمن کي ملڪ جي وڏي حصي پنهنجو روحاني رهنما ڪري ٿي مڃيو. باوجود انهيءَ جي، جڏهن ڪلهوڙن حاڪمن کان عدل ۽ انصاف خلاف واقعا سرزد ٿيا ۽ متئين طبقي وارن ڪٽي ماٺ ڪئي، تہ عوامي شاعرن بيباڪيءَ سان پنهنجو آواز بلند ڪيو. ڪلهوڙن جي اوائلي دور ۾ پهريون حادثو 1130هہ/ 1716ع ۾ صوفي شاهہ عنايت ؒ جهوڪ واري جي شهادت هئي، جنهن لاءِ تر جا ڪي وڏا ماڻهو ۽ ٺٽي جا مغل صوبيدار شروع کان وني ذميدار هئا. پر ان وقت اتر سنڌ ۾ ميان يار محمّد ڪلهوڙي جي حڪمراني هئي، جنهن پنهنجي ملڪ جي هڪ وڏي صوفي درويش جي مدد تہ ڪانہ ڪئي پر وچ وني مغليہ حڪومت جي ڪارڪنن سان گڏ هن معاملي ۾ اهڙي روش اختيار ڪئي جو بالاخر مغليہ حڪومت جي ڪارپردازن شاهہ عنايت ؒ کي شهيد ڪيو. درگاهہ جهوڪ جي معتقدن ۽ مريدن جي متفق روايت مرجب تہ جڻ ميان يار محمّد هن سازش ۾ شريڪ هو. پائي آسورام، جو درگاهہ جو مريد ۽ معتقد هو، سو پنهنجن بيتن ۾ شهادت جو ذڪر ڪندي ميان کي هن واقعي لاءِ جوابدار نهرائي ٿو ۽ ڪيس نندي ٿو تہ:

”ڪلهوڙي جي ڪار، لعنت لاڳ پرائيو“ (436) پائي آسورام انگريزن جي دور جو شاعر هو ۽ شهادت جو واقعو ڪانئس گهڻو اڳ

تي گذريو. پر خود واقعي واري وقت ۾ پڻ سنڌ جي عوام هن ظلم کي نِنديو.

ڪلهوڙن جي دور ۾ ٻيو دردناڪ واقعو ميان نورمحمّد جي حڪومت ۾ ٿيو، جڏهن 'کهڙن' (موجوده ضلعو خيرپور) جي پلاري عالم مخدوم عبدالرحمٰن کي حڪومت جي ڪارپردازن شهيد ڪيو. شاعر مخدوم غلام محمّد ٻُگائيءَ نهايت بيباڪيءَ سان حڪومت جي هن ظلم خلاف آواز بلند ڪيو ۽ وقت جي حاڪم (ميان نورمحمّد) توڙي سندس وزير راڄي ليکي کي ننديو ته:

چا راڄو، چا رعيتي، چا سورهيہ سپاها،
ههڙو ڪوپ ڪلور ڪيئون، اجا سرها سفيها،
هئي هئي ههڙي حاڪمين، ووءِ ووءِ وزير! (40)

انگريزن جي ڏاري حڪومت جي دور ۾ عوامي شاعرن هر حالت ۾ پنهنجن انهن سورهين جو ساٿ ڏنو جن انگريزن سان مقابلا ڪيا ۽ انگريزي حڪومت جا قاعدا قانون ٽوڙيا. سنہ 1896ع ۾ پهرين 'حُر تحريڪ' شروع ٿي ۽ مَڪيءَ جي مردن جڏهن انگريزي حڪومت جي عملدارن سان مقابلا شروع ڪيا، تہ عوام نفسياتي طور هنن سورهين جي سٿ کي ڏارين جي مقابلي ۾ هڪ 'باغي حڪومت' تسليم ڪري سندن اڳواڻن کي 'بادشاهہ' ۽ 'وزير' جا لقب ڏيئي ڇڏيا. انگريزي شهنشاهيت جي رعب تاب ۽ دٻاءَ واري دور ۾، "بچو بادشاهہ" ۽ "پيرو وزير" جو تخيل رائج ڪرڻ، ڏاري حڪومت خلاف نفسياتي جنگ کان گهٽ ڪونہ هو. انگريزي حڪومت جي دٻدٻي ۽ سختيءَ جي باوجود، عوامي شاعر 'مَل محمود پلي' مَڪيءَ جي مردن کي وڏي سڏ واڪاڻيو ۽ واهہ جو واڪاڻيو. هنن مردن جي مردانگيءَ کي ساراهيندي چيائين تہ:

اک نہ هين انگريز تي، ٻيو ڪنهن نہ مٽي ڪلٽر،
ماري سؤ سپاهين جا، تي لوڙهيائون لشڪر،

ڏسي هيبت حرن جي تي گهٽن چڙيا گهر،
پوءِ اُتي ويا افسر، ان جي ٽاٽن پئي ٽڪون جهليون. (67)

سنڌ جي عوامي شاعر هي آواز تڏهن اٿاريو، جڏهن انگريزي حڪومت خلاف ڪنهن کي چون چرا ڪرڻ جي به جرات ڪانه هئي. مَل جا اهي بيت ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مشهور ٿي ويا. سندس انهي ٽُڪ ته "اتي ويا افسر، ان جي ٽاٽن پئي ٽڪون جهليون" وڏو اثر وڌو، ۽ انگريزي حڪومت جي شان شوڪت جو چڻ وقار وڃائي ڇڏيو. شاعر مل کي گرفتار ڪيو ويو ۽ متس ڪيس هلائي پنجويهه رپيا ڏنڊ وڌو ويو، جو ان وقت ۾ هن مسڪين لاءِ پنجن سَون جي برابر هو. عملدارن کي هدايتون ڏنيون ويون ته ماڻهن تي دباءُ وجهن، جيئن "مَل" جا اهي بيت ڪٿي به نه ڇپيا وڃن.

انگريزن جي ڏاري حڪومت هڪ ته پنهنجي دبدبي سان ماڻهن کي هيسايو، ۽ ٻيو ته حرفت سان انهن کي هيٺو ڪيو. انگريزن وڏن سينين ۽ زميندارن مان گهڻن کي لالچائي پنهنجو ڪيو ۽ انهن جي پوري پنيرائي ڪئي، جنهنڪري هو راڄن جي طاقت بدران انگريزن جي زور تي ٽڳڻ لڳا، بلڪ حڪومت جي ٽيڪ تي پنهنجن ماڻهن سان وڙهڻ لڳا. انهيءَ ڪري عوام ۾ انگريزن خلاف حقارت ۽ وڏن ماڻهن خلاف نفرت جو جذبو آهستي آهستي وڌندو ويو. نه فقط انگريزن خلاف بغاوت ڪندڙن سان بلڪ سرڪش ڏاڙيلن سان پڻ نفسياتي طور عوام جي همدردي رهي، ڇاڪاڻ جو هنن نڪي عوام کي ستايو ۽ نڪي لچون لٽيائون: هنن هميشه سينين ۽ شاهوڪارن کي ڦريو، ۽ ڏاڙن مان هٿ ڪيل مال مان غريبن کي پڻ ورسارايائون ۽ انگريزن جي پوليس ۽ عملدارن سان مقابلا ڪيائون. عوامي شاعر به انهيءَ عام جذبي کان متاثر ٿي اهڙن ڏڱ ڏاڙيوالن توڙي ٻين اڙٻنگ جوانن کي ساراهيو، جن انگريزن جي پوليس جي ڪاڻ نه ڪڍي ۽ انهن سان مقابلا ڪيا، ٻَچي اِڃي (55)، عبدالرحمٰن بروهي (225)، عزيزالله ڪلهوڙي (312)،

پتافين (458)، ۽ هيبت شر (478)، جهڙن ارڏن مڙسن کي انهيءَ کري ئي عوامي شاعرن ڳايو. انهيءَ ساڳئي جذبي هيٺ ٻين نالي وارن مٽير مڙسن تي پڻ ٻهراڙيءَ جي شاعرن 'مورا' چيا ۽ بيت جوڙيا (124، 125، 136، 225، 256، 302، 328، ۽ 331).

جن سچاڻ مردن ۽ آزاديءَ جي علمبردارن، انگريزن جي ڏاري حڪومت خلاف سياست جي ميدان ۾ مقابلو ڪيو، تن جي البت عوام کي پوري پروڙ ڪانه هئي، ڇاڪاڻ ته ڪن ٿورن سُچاڻ سياستدانن جو عوام سان گهاٽو تعلق رهيو. مگر 'خلافت تحريڪ' واري وقت ۾، قومي ڪارڪنن قدري عوام سان لهه وچڙ ۾ آيا، جنهنڪري ماڻهن ۾ انهن جي قدرداني ٿي. رئيس جان محمد جوڻيجي انگريزن سان قطع تعلقات ڪري 'هجرت تحريڪ' ۾ نمايان حصو ورتو، جنهنڪري ڪيس ڳايو ويو. شاعر شيرل جا رئيس جان محمد جوڻيجي بابت جوڙيل بيت (118- 123) عوام جي انهن آزاديءَ جي علمبردارن سان همدرديءَ جي ساک ڀرين ٿا.

انگريزن جي حڪومت جي پوئين دور ۾، سکر براج جي کلڻ کري ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۾ ڦيرو اچڻ، ۽ بعد ۾ ٻيءَ عالمگير جنگ واري عرصي ۾ عام مهانگائي ۽ اَنَ توڙي ڪپڙي تي ڪنٽرول پوڻ، عوام جي زندگيءَ تي وڏو اثر وڌو. شروع ۾ سکر براج جي نئين سرشتي، اڳين دائمي آباد اراضي توڙي اقتصادي نظام کي ڊانواڊول ڪري ڇڏيو، جيستائين نوان پيچ قائم ٿيا ۽ نيون زمينون آباد ٿيون، تيستائين ماڻهن جي مالي حالت خراب ٿي وئي. هارين کي ڪي ٿوريون زمينون مليون ۽ سندن مالي حالت ۾ ڪو خاص سڌارو ڪونه آيو؛ ان جي برعڪس سال ۾ ٻه- فصليءَ سببان ڪم وڌيو ۽ هاري توڙي مزور ڏينهن رات ڪيتيءَ جي پٽ ڪوهه ۾ هڄي ويا. ٻئي طرف وري ڳرين ڍلن ۽ وڏن خرچن سببان زميندار پڻ قرضي ٿي ويا. براج وهڻ بعد پهريان

ڍاڪو ڪن سال اِها حالت رهي. نوان پٽ ۽ نيون اراضيون آباد ٿيون ۽ اڳيون پليون زمينون پاڻيءَ جي اڻاٺ سببان ٻُٺ ٿي ويون، انهيءَ ڪري اڳ جيڪي سکيا ساوا هئا سي سقيم ٿي ويا ۽ جن وٽ اڳ هڙ موڙي ڪانه هئي سي مندبل ڪرڻ لڳا، ۽ اجاين خرچن ۾ ڪاهي پيا. اصلي رهڻي ڪهڻي ۾ تبديل آئي ۽ نوان فيشن چالو ٿي ويا: جوانن جي پٽڪن جا پير ۽ پانچن جا گهير بدلجي ويا. بيڙي باڪس ۽ چاءِ عام رائج ٿي ويا. اصلي ريتين رسمن جي مَٽ عوامي شاعرن کي گهڻو متاثر ڪيو، ۽ هنن براج سببان ملڪ جي بدليل حالت کي انهيءَ جذبي سان بيان ڪيو (264، 308، 338 ۽ 480). سکر براج جي اثر سببان ملڪ جي مٽيل حالت کي خاص طرح حاجي روشن علي شاهه (444)، خانو پهنور (338) ۽ پانڌي آريسر (584) ڪافي تفصيل سان بيان ڪيو آهي.

سکر براج بعد، ٻي وڏي عالمگير لڙائيءَ جي وقت ۾ مالي مشڪلاتن سببان ماڻهن تي وڏو اثر پيو. ماڻهن جي مالي حالت ويتر ابتر ٿي وئي، ۽ اناج، ڪپڙي توڙي ٻين روزمره جي استعمال جي شين جي اڻاٺ ٿي وئي. 1942ع ۾ حڪومت ڪاڏي پيتي جي شين تي 'ڪنٽرول' وڌو. اهو 'ڪنٽرول' عوام لاءِ هڪ نئين ڳالهه هئي جا هنن اڳ نڪي سُڻي نه ڪي ٻُڌي هئي: ٻاڪ اها هڪ نئين مصيبت هئي، جا مٿن مڙهي وئي. عوامي شاعرن انهيءَ ماجرا کي پڻ پوري تفصيل سان بيان ڪيو آهي (275 ۽ 265) ۽ پنهنجي تفصيلي بيان ۾ ان وقت ملڪ جي ڪمزور اقتصادي حالت توڙي سماجي ۽ اخلاقي ڪمزوريءَ تان پڻ ڪنيو اٿن.

سنه 1947ع ۾ انگريزي حڪومت جو خاتمو ٿيو، قومي آزادي حاصل ٿي ۽ پاڪستان قائم ٿيو. اهو هڪ وڏو انقلاب هو، جنهن ۾ خاص طرح انگريزن جي ملڪ ڇڏڻ ۽ سنڌ مان هندن جي لڏڻ عوام کي گهڻو متاثر ڪيو. ڳوناڻي شاعر جي خيال موجب، انگريزن ڪاڏي پيتي

جي شين تي ڪنٽرول وڌا، ۽ بيا ظلم ڪيا انهيءَ ڪري سندن پاڙ پٽجي ويئي. باقي سنڌ جي هندن ڪي لڏي وڃڻ لاءِ ظاهري طرح ڪوبہ ايڏو وڏو سبب ڪونہ هو، انهيءَ ڪري انهن جي وڃڻ کي "ڏاتر جي ڏمر" ۽ "لڪئي انگ اکر" سان تعبير ڪيائون:

انگريز بادشاهہ هو ملڪ ۾، ناصارو نرڙ،
سو وجي ٿيو لنڊن ۾ ونئي لاءِ لشڪر،
پيو هو ڪنٽرول ڪپڙي تي ظلم هو ظاهر...
پئي آهي پڄ پائِيُن ۾، پيا اڳاڙين اوڏر،
اهڙي تي ڪانہ ڪا جهڙي ٿي هينئر،
وس ڪنهن جو ناهي، اهو اهي ڏاتر جو ڏمر. (359)

پاڪستان جي قائم ٿيڻ بعد ملڪ جي ڀلي لاءِ قائداعظم جناح ۽ لياقت علي خان جي ڪوشش جون ڳالهيون عوام جي ڪنن تائين پهتيون، ۽ انهن کي ساراهيائون. پر پوءِ ملڪ خودغرض سياسي مڪارن جي هٿ چڙهي ويو، جنهنڪري رشوت، چور بازاري ۽ مهانگائي وڌي وئي ۽ هر جاءِ آزار مچي ويو. 1958ع ۾ "مارشل- لا" لڳي ۽ ان جو اوائلي اثر اهڙو پيو جو رشوتخور، چور واپاري توڙي بيا چور چڪار جي جتي هٽا سي چپ تي ويا. فيلڊ مارشل محمد ايوب خان صدر بنيو، ۽ عوام تان جو يڪدم آزار لهي پيو سو محمد ايوب خان کي دعائون ڪيائون ۽ سندس صدارت کي ساراهيائون (ص ص 418- 419).

مطلب تہ هر اهم تاريخي واقعي عوامي شاعر کي متاثر ڪيو آهي، ۽ جنهن نموني هو متاثر ٿيو آهي انهيءَ نموني ئي هن هر واقعي کي ڳايو آهي. هن ڄاڻي ٻجهي ڪنهن خاص مقصد کي سامهون رکي محض پروپيگنڊا خاطر بيت ڪين جوڙيا آهن، سندس بيان سندس ذاتي تاثرات جو آئينو آهي ۽ محض سچائي ۽ صداقت تي ٻڌل آهي.

## مواد جو سلسلو ۽ ترتيب

هن ڪتاب ۾ شامل مواد جن واقعات سان تعلق رکي ٿو، تن مان سڀ کان اوائلي واقعو صوفي شاهہ عنايت ؒ جي شهادت آهي؛ جا سنہ 1130هہ/ 1716ع ۾ ٿي، ۽ سڀ کان پويون واقعو بالڪل اسان جي وقت جو ۽ هنن هلندڙ سالن جو آهي. اهڙيءَ طرح 1716ع کان وٺي هلندڙ سال 1962ع تائين جملي ستر کن واقعا، جن کي سنڌ جي عوامي شاعرن ڳايو آهي سي هن ڪتاب ۾ شامل آهن. اسان مٿي چئي آيا آهيون تہ هيءَ ڪتاب واقعاتي بيتن جو هڪ 'مثالي مجموعو' آهي، ڇاڪاڻ تہ سنہ 1716ع کان وٺي اڄ تائين ڪيترن ئي بين واقعن کي پڻ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ عوامي شاعرن ڳايو هوندو پر سندن اهي بيت زماني جي لٽ ۾ لٽجي ويا آهن ۽ جيڪي باقي بچيا آهن سي پڻ ڪتي ڪن وڏڙن ۽ سگهڙن جي سينن تائين محدود آهن. انهن سيني کي ٿوري عرصي اندر سهيڙي هڪ جلد ۾ سموهڻ مشڪل آهي. انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ هن قسم جو مواد اڃان سنڌ ۾ باقي آهي؛ خود هن ڪتاب جي ڇپائي هلندي ٻارهَن نون واقعن بابت بيت پوءِ هٿ آيا جي ضميمي ۾ شامل ڪيا ويا آهن. ازانسواءِ سنہ 1716ع ۾ صوفي شاهہ عنايت ؒ جي شهادت کان اڳ پڻ سنڌ جي عوامي شاعرن ڪن اهم واقعن کي ڳايو هوندو، حالانڪ وقت گذري وڃڻ سبب اهي بيت ضايع ٿي ويا آهن. تصديق خاطر، هڪ اڳاٽي واقعي ڏانهن هت اشارو ڪرڻ ضروري آهي. عام روايت موجب، ٺٽي جي حاڪم مرزا عيسيٰ ترخان جي وليعهد مرزا صالح ترخان، ڪرمتي بلوچن جي هڪ قبيلي کان سڱ گهريو، مگر هنن انڪار ڪيو؛ جنهن تي انهن مان ڪن کي نظربند ڪيائين ۽ ٻين تي سختيون ڪيائين. اِها ڳالهہ گجرات ۾ سردار مريد خان (ڀاڙو 'رَجهيرو'، ڪرمتي) بلوچ جي ڪن تي پئي، جنهن قصد ڪري اچي ٺٽي ۾ مرزا صالح کي ماريو. اهو واقعو 3- شعبان سنہ 970هہ/ 1563ع ۾ ٿيو، ۽ ان کي سنڌ جي ڪنهن

شاعر ڳايو، جنهن جا ڪي ڳفتا اجا تائين ميرپورساڪري طرف وڏن سگهڙن کي ياد آهن. مثلاً (مريد خان چيو):

گهگهيريءَ جي گار تان، ڪريان ڪنٽاري گهاء،
مرزا صالح ماريان، ٻي نہ ڪريان ڪا.

ان کان گهڻو اڳ 'ماموين وارا' مشهور بيت سمن جي اوائلي دور جي واقعي تي شاهد آهن، ۽ 'دودي چنيسر' جي ڳالهہ واريون ڳاهون، سومرن جي دور جي حادثي سان تعلق رکن ٿيون. ظاهر آهي تہ سنڌيءَ ۾ 'واقعاتي بيتن' جو سلسلو، جو اڄ تائين مقبول ۽ مروج آهي، سو ڪافي ڏگهو آهي ۽ اندازاً تيرهين صدي عيسوي کان وٺي ان جون ڪڙيون ملن ٿيون.

سواءِ ڪن ٿورڙن واقعن جي، هن ڪتاب جو سڄو مواد، بنده راقم پنهنجي ذاتي ذوق ۽ محنت سان سنڌ جي جدا جدا پاڳن مان گڏ ڪيو آهي. ڪي بيت خود شاعرن جي پنهنجي زباني قلمبند ڪيا ويا، ۽ ڪي بيت وري اهڙن سگهڙ راوين کان ٻڌي لکيا ويا جن خود شاعرن کان ٻڌي ياد ڪيا هئا يا مقامي طور تر جي ماڻهن وٽ سيني بہ سيني هلندا پئي آيا. پهرئين 'حر تحريڪ' بابت 'مل' جي چيل بيتن مان ٿورا گهڻا گهڻن ماڻهن کي ياد هئا ۽ اسان ڪي جي جتان پئي مليا اسان اتان پئي لکيا. ستن اٺن سالن جي مسلسل ڳولا بعد، اتفاق سان 13- ڊسمبر 1954ع ۾ اسان جي مرحوم حاجي برهان راڄر (وينئل ڳموري، تعلقو عمرڪوٽ) سان ڪچهري ٿي، جنهن کي حرن وارا اهي سربستا چاونجاهہ بيت توڙي هڪ مثنوي ياد هئي، جي سڀ هن سورهن ورهين جي ڄمار ۾ خود شاعر مل محمود پلي کان سکي ياد ڪيا هئا. حاجي برهان پوءِ سگهوئي گذاري ويو ۽ اهو محض هڪ اتفاق هو جو ڪانئس اهي سڀ بيت ملي ويا. ساڳيءَ طرح "ٻَچِـي اِڇِـي" بابت غلام حسين چانڊيي جا چيل بيت (55) اسان پير مرد شهداد خاصخيليءَ کان ڳوٺ "دنگ" تعلقي سڪرنڊ ۾ ٻڌي قلمبند ڪيا. سگهڙ شهداد پوءِ جلدئي

گذاري ويو. سگهڙ حاجي روشن علي شاهہ سان پڻ اسان جون ٻہ ٽي ڪچهريون ٿيون ۽ '1942ع ڌاري ملڪ جي حالت' بابت هن پنهنجو ڏٺو بيت (267- 274) پاڻ ٻڌايو، پر اسان بروقت قلمبند ڪونہ ڪيو. ان بعد حاجي روشن علي شاهہ ستت ئي گذاري ويو ۽ پوءِ ڳولا بعد سندس اهو بيت جو محترم اسدالله شاهہ حسيني وٽ لکيل هو، اسان کي هٿ آيو. جاڙي خان مري، خانو پهنور، غلام فقير ماڇي، ميهار مانجهند، حاجي حاميد خاصخيلي، الله ڏني فقير ماڇي ۽ ٻين شاعرن سندن بيت خود پنهنجي زباني اسان کي ٻڌايا. ٻيا واقعاتي بيت اسان اهڙن سڄاڻ سگهڙن کان ٻڌا جن کي انهن واقعن جي پوري پروڙ هئي. مثلاً ڪچ جي شاعرن جا چيل بيت (46 ۽ 93) اسان شاعر خليفي صابر درس کان ٻڌا. خليفو خود ڪڇ ۾ "ٻني" جو وينل هو ۽ پاڪستان بعد لڏي اچي منٽي تعلقي ۾ وينو آهي. ڪهڙن جي بزرگ مخدوم عبدالرحمٰن جي شهادت بابت مخدوم غلام محمّد بگائي جا بيت اسان جناب مخدوم امير احمد صاحب جن جي وساطت سان خود ڪهڙن جي مخدومن جي قلمي بياض تان نقل ڪيا. اهڙيءَ طرح هن ڪتاب جو سڄو مواد، جو اڪثر انوکو ۽ ناياب آهي، سو ڪافي ڪشالي سان خود شاعرن، سندن راوين ۽ ٻين سڄاڻ سگهڙن وٽان توڙي مستند قلمي نسخن مان سهيڙي گڏ ڪيو ويو آهي ۽ ان کي ڪافي احتياط سان صحيح نموني ۾ ڇاپيو ويو آهي.

سڄي مواد کي تاريخي لحاظ سان، سلسليوار سالن مطابق ترتيب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، البت ڪي واقعاتي بيت ڪتاب جي ڇپائي هلندي مليا، انهيءَ ڪري سلسليوار ڇپجي نہ سگهيا. سڄن سارن ٻارهن واقعن بابت چيل بيت گهٽو پوءِ هٿ آيا، جنهنڪري انهن کي ڪتاب جي "ضميمي" ۾ جاءِ ڏني وئي آهي. ڪن واقعن جي صحيح سال نہ ملڻ جي حالت ۾ اندازاً ان جو عرصو معلوم ڪري ان موجب انهن کي جڳهہ ڏني وئي آهي، اُميد تہ ٻئي ڇاپي ۾ واقعن جي

سچي سلسلي کي درست ڪيو ويندو. هن ڪتاب جو مواد گهڻو ڪري نئون آهي ۽ پهريون ڀيرو شايع ٿي رهيو آهي. ڪوشش ڪري شروع ۾ هر واقعي جو تفصيلي احوال ڏنو ويو آهي، جيئن اڳتي بيتن جو صحيح مقصد معلوم ٿي سگهي. شاعرن ۽ راوين بابت هيٺ حاشين ۾ ضروري احوال ڏنو ويو آهي.

هن مواد جي مکيہ مضمونن ۽ ان جي تاريخي اهميت تي هن مقدمي ۾ ذرا تفصيل سان روشني وڌي آهي، مگر سنڌ جي 'سماجي زندگي' جي مطالعي لاءِ پڻ هيءُ مواد وڏي اهميت رکي ٿو. ازانسواءِ نِج سنڌي ٻولي ۽ لغت جي لحاظ سان، مشهور نامور شاعرن جهڙوڪ مخدوم غلام محمد ٻگائي (25- 42)، مل محمود پلي (66- 87) ۽ ٻين جا چيل بيت برک آهن. 'جزئياتي تفصيل' جي لحاظ سان سگهڙ جاڙي خان مريءَ جا برسات بابت چيل بيت (171- 180) پڙهڻ وٽان آهن. فقير قلندر بخش صوفي جي شهادت بابت فقير يارو شر جا بيت (210- 214) شعر جي سهڻي سٽاء جو عمدو مثال آهن.

ن • ب

# مخدوم عبدالرحمان جي شهادت*

(چيل مخدوم غلام محمد بگائي**)

[ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دور حڪومت (1719ع-1753ع) ۾ گهڙن (تعلقو گنبٽ، ضلعو خيرپور) جي مخدومن جي خاندان مان هڪ برگزيدو شخص، مخدوم عبدالرحمٰن پنهنجي والد مخدوم محمد ڪان پوءِ مسند تي ويٺو. مخدوم صاحب شرع جو سخت پابند هوندو هو، تنهن ڪري سندس علائقي ۾ ڪير به ڪو غير شرعي ڪم ڪندو هو ته ان کي شرعي سزا ضرور ڏياريندو هو. انهيءَ ڪري ڪائونس ڪيترائي دولتمند ۽ اثر وارا ماڻهو خائف رهندا هئا ۽ هميشه انهيءَ ڳولا ۾ هوندا هئا ته ڪو اهڙو موقعو ملي جو مخدوم صاحب کي ختم ڪجي. ان وقت ميان نورمحمد ڪلهوڙي روهڙيءَ جي سيدن جون جاگيرون ختم ڪري ڇڏيون. انهي تي سادات، مخدوم صاحب وٽ دانهن کڻي آيا. مخدوم صاحب، ميان صاحب جي دربار ۾ ويو ۽ اتي تمام کليل لفظن ۾

---

* جناب مخدوم امير احمد ڪان دستياب ٿيل قلمي نسخي "شهداء مخدوم صاحبان کهڙو" تان ورتل.

** مخدوم غلام محمد بگائي، تعلقي موري جي ڳوٺ "ٻُگا" جو رهاڪو هو، جو پنهنجي وقت جو وڏو عالم ۽ عاشق رسول ﷺ ٿي گذريو آهي. مخدوم صاحب جي ڄمڻ توڙي وفات جو سال توڙي احوال ملي نه سگهيو آهي. ميان نورمحمد ڪلهوڙي (1133هه/1719ع - 1167هه/1753ع) جي زماني ۾ هن واقعي وقت زنده هو. نهايت ئي پرهيزگار ۽ راست گو هو. سنڌيءَ ۾ مولود، معجزا ۽ مناقبا منظوم ڪيائين. سندس ڪلام ۾ نالي واري مصرع اڪثر هن طرح هوندي آهي ته:

چوي "غلام محمدي" نالي غلاما،
ويٺا سي ايمان سين، جي ڪلمون چون مها.

ميان نورمحمد کي چيائين تہ: جيڪو ماڻهو خيرات يا صدقو ڏيئي واپس وٺي ٿو، اُهو ڪُتي مثل آهي، جو قيءُ ڪري وري کائيندو آهي. مخدوم صاحب جي اِها سچي ڳالهہ ميان کي نہ وڻي. وري جو اها خبر پيس تہ مخدوم صاحب جو اثر رسوخ نہ فقط سنڌ ۾ آهي، پر بلوچستان، پنجاب ۽ ٻين ملڪن ۾ بہ سندس مريدن جو وڏو حلقو آهي، سو هيڪاري سندس مخالف بنجي ويو. آخر پنهنجي روهڙي واري ڪاردار "معين ڏيتڙ" کي حڪم ڏنائين تہ مخدوم صاحب تي چوڪسي رکي وڃي. انهن ئي ڏينهن ۾، اتي جي سيّدن جي وچ ۾ هڪ نينگريءَ تان تڪرار ٿي پيو.

ڳالهہ هن ريت هئي تہ ٻن سيد ڀائرن مان هڪڙي سيد وٽ هڪ مگهڻهارڻ سريت وينل هئي جنهن مان هن کي هڪ پٽ ڄائو هو. ٻئي ڀاءُ کي پنهنجي نڪاح ٻڌي زال مان هڪ نياڻي هئي. قضا الٰهي ٻئي سيد ڀائر گذاري ويا. لنگهياڻيءَ جي پٽ دعويٰ ڪئي تہ اها نينگري منهنجي سؤٽ آهي، مان انهي جو شرعي وارث اهيان ۽ انهي سان نڪاح ڪندس. مخدوم صاحب وٽ اهو ڪيس پيش ٿيو جو مخدوم صاحب حقيقتن جي بنياد تي رد ڪري ڇڏيو ۽ مگهڻهارڻ جي پٽ کي وارث نہ ٺهرايائين. تنهن تي انهيءَ 'غير شرعي شاهہ' ٻين سيدن کي بہ پاڻ سان شامل ڪري اها نينگري زبردستي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ڇڏي. نينگريءَ جي ماءُ نينگري وٺي وڃي مخدوم صاحب وٽ پناهہ ورتي. مخدوم صاحب سيدن کي سمجهايو پر هو پنهنجي هوڏ تي قائم رهيا. نيٺ لاچار ٿي، مخدوم صاحب ڇوڪريءَ ۽ مائي کي، پنهنجي شاگرد جي سنڀال هيٺ، روهڙي واري ڪاردار معين ڏيتڙ ڏانهن اُماڻيو تہ هو پاڻ اُن جو فيصلو ڪري. پر انهيءَ کان اڳ سيّد 'راڄو ليڪي' وٽ پهتا، جو ميان نورمحمد جو وزير هو ۽ جنهن وٽ اڳ ئي ماڻهو مخدوم صاحب تي چغليون هڻندا رهندا هئا. وري مٿان جو اهو موقعو آيو

سو سيّدن کي حڪم ڏنائين تہ چڙهائي ڪري زوريءَ پنهنجو حق حاصل ڪريو. اهو حڪم ٻڌي سيّد پنهنجا ماڻهو وٺي چڱو موچارو لشڪر ٺاهي، مخدوم صاحب جي جاگير تي ڪاهي آيا، ۽ اُتي جي ماڻهن جو مال متاع ڦري پوئتي موٽيا. اهو ناحق ڏسي، اُتي جا سڀ ماڻهو مخدوم صاحب وٽ دانهين ٿيا ۽ عرض ڪيائون تہ: سائين! هيءُ تہ نسورو ناحق آهي. هاڻي موڪل ڏيو تہ مقابلو ڪريون. مخدوم صاحب چيُن تہ: پلي توهان وڃي پنهنجو مال موٽايو.

مخدوم صاحب جو حڪم ٻڌي، ڳوٺ جا سڀ ماڻهو، انهن ڦورن پٺيان پيا. نيٺ جتي سيّدن جي ماڻهن ساهي پٽي ۽ ڦندرون ڪُهي ديڳيون چاڙهيون هئائون، اُتي سندن مٿان وڃي پيا. چڱي موچاري ويڙهہ ڪان پوءِ، سيّدن جو هڪ همراهہ مئو ۽ ٻيا وٺي ڀڳا. مخدوم صاحب جا ماڻهو پنهنجو مال موٽائي واپس آيا. انهي واقعي ڪان پوءِ سيّد وري وڃي ڪاردار وٽ دانهين ٿيا. اهو تہ اڳ ئي مخدوم صاحب تي، ميان جي حڪم موجب چؤڪسي رکندو پئي آيو، سو هڪ شاهي خط ۾ ميان نورمحمد کي لکيائين تہ: مخدوم عبدالرحمٰن کهڙائي وٽ تمام وڏو لشڪر آهي. انهي ڪان سواءِ اهو بہ ڊپ آهي تہ متان ”چغدي“ (پناڻ) سان صلاح مصلحت ڪري، لشڪر وٺي توهان جي خلاف بغاوت نہ ڪري. انهيءَ جو ترت علاج ٿيڻ گهرجي.

ميان اهو خط پڙهندي ئي پنهنجي صلاحڪارن سان صلاح مصلحت ڪري، شورا قوم جو هڪ وڏو لشڪر، هڪ ”ڪاسائي“ سپه سالار جي اڳواڻي هيٺ، مخدوم صاحب تي چاڙهي موڪليو. انهي لشڪر جو سونهون يا مددگار هڪ ”پچارو“ شخص هو. انهي لشڪر اچڻ سان کهڙن کي گهيرو ڪيو. جڏهن مخدوم صاحب کي اها خبر پئي تڏهن پنهنجن مريدن ۽ شاگردن کي چيائين تہ: مهل اچي ويئي آهي، هيڏا نہ ٿجو، جيڪو نڪر نهيو آهي سو اوس

پڄندو. ربّ جي رضا کان منهن ڪونہ موڙيو. ويل اِها اتوَ، جن ڪنيو، تن ڪٽيو.

مخدوم صاحب جي هدايت گڏ ٽيل بہ سؤ ٻاويهن ماڻهن جي دلين تي وڏو اثر ڪيو. مخدوم صاحب ڪين ذڪر جاري رکڻ جو چئي، ٻاڻ حويليءَ تي موڪلائڻ لاءِ ويا. سيني کان موڪلائي واپس مسجد ۾ آيا ۽ اچي پنهنجي ذڪر فڪر ۾ مشغول ٿيا. ايتري ۾، ميان جو لشڪر مسجد تي چڙهي آيو. جنهن جا اڳواڻ، 'دائود'، 'سرمرو' ۽ 'ڏورو' هئا. انهن ٽنهي مخدوم صاحب تي حملو ڪيو. تلوار جي ٽن ڌڪن کان پوءِ مخدوم صاحب شهيد ٿيو. مخدوم صاحب کان سواءِ، سندس ڀاءُ مخدوم محمد عاقل ۽ ٻہ سؤ ٻاويهہ عالم، حافظ ۽ شاگرد بہ شهيد ٿيا. انهي ڪوس ڪرڻ کان پوءِ اهو لشڪر ڦر لاءِ گهرن ۾ ڪاهي پيو ۽ اُتان سمورو مال متاع ڪٽي واپس موٽي ويا.

انهي افسوسناڪ حادثي کان سڄي سنڌ ۾ واويلا مچي ويئي، پر ڪنهن کي جرات ڪانہ ٿي جو ميان نورمحمد کي انهيءَ ظلم بابت ڪجهہ چئي. هڪڙو مخدوم غلام محمد بگائي هو جنهن سڄي واقعي کي منظوم ڪيو، ۽ وجهہ وٺي جمعي نماز تي، ميان نورمحمد جي آڏو يري مسجد ۾ اهو نظم پڙهي ٻڌايائين تہ هيءُ جيڪو ڪِيس ٿيو آهي، جنهن ۾ سنڌ جا ڪيترائي عالم ۽ فاضل شهيد ٿيا آهن تن جو ڪو داد ٿيندو يا نہ؟ مخدوم غلام محمد جو اهو نظم انهيءَ تاريخي واقعي جو يادگار آهي.]

ساراهيان سو ڏٽي، جو وڏن وڏو آهہ،
بلند باري بزرگ، ربّ، رازق، رحيما،
نہ ڪنهن جيهو جَلّ جلالہُ، مانند مثالا،
"ليس ڪمثلہٖ شيءٌ وهو السميع العليم" طرح تصويرا،
جيئن جا رهيس تيئن ڪري، قادر قدرتا،

”يفعل الله مايشاءُ ويحڪم مايريد“ پاڻ وٽندا بادشاھ هلائي حڪما،
ڄاڻي ڄاڻ قديم تو، اَزلي ارادا،
”اِنيّ اعلم مالا تَعْلمون“ ٻجهن ڪين ٻيا،
ڳُجهي پٽري ڳالهڙي، مولـي معلوما،
”يعلم ما تُسرون وما تعلنون“ سائين سُڌ سيڪا،
صاحب سندي ڳالهڙي، مُدرڪ مَحالا،
جنهن ڪم ڪاريون پھ پنهنجا، سين حڪمت هلايا،
”فعل الحڪيم لايخلو عن الحڪمة“ انت اندازا،
ڇا ڪيائين، ڇا ڪندو، پيچ ماهيتا،
”لا يسئل عما يفعل وهم يسئلون“ جنبڻ جاءِ نہ ڪا،
وڏائي واحد جي، عظمت عظيما،
پرو پاند نہ لَيي، ڪامل ڪنهن اُتان،
انگ اڳيئي لکيا، پاڙڻ پوءِ پيا،
”جَفَ القَلمُ بِما هُو ڪائِنُ“ بيھر نہ لکيا،
دوست هٿانرا دشمنن ڪهائي قهرا،
”اَشد البلاء علي الانبياءِ ثم عليٰ الاولياءِ“، سڻو صحيحا،
اَوّل آدم سِر تي سهسين سور ڪنيا،
ٿيا نازل ’نوح‘ نَبِي تي اُپر اندوھا،
مجي ڪاتي ڪنڌ تي ’اسمٰعيل‘ اڳيا،
’يوسف‘ وڏو ويو ڪوھ ۾، ’يعقوب‘ ڏک ڏٺا،
ادا! قصو ’ايوب‘ جو، ڪر ذِڪر ’زڪريا‘،
ڪِينئن ڪاڏو، قوت ڪيو، مٿان لِڳن ماھ،
هن پَوندي ڪَرت ڪپار ۾، ڪڇيو ڪين مُنها،
ياد نہ ’يحيٰ‘ جو ڪرين موئي مذڪورا،
’جابر‘ ۽ ’جرجيس‘ ڪي، ڪافرن ڪِيرَ هنيا،

’موسيٰ‘ ۽ ’عيسيٰ‘ ڪَديا ڏس ڪيڏا ڪشالا،
ڪيڏا ’حضرت رسول ڪريمؐ‘ سين ڪيا عزيزن ايذا،
جيڪي سور جهان ۾، اندوهه اولاڪا،
سي موليٰ مهمانيون ڪري، محبت لاءِ مُڪا،
هو ڪربلا جو قصو، حيرت حسايا،
پر وري واقعو نه ٿيو، ههڙو حادثا،
قاضين قريشين سڀين، ڪيو قهر قضا،
هُئي ”عبدالرحمٰن“ تي ديني دستارا،
پٽ ”محمّد“ پٽرا، حامي دين هئا،
پوٽا ”عاقل“ اڳرا، قادر رب ڪيا،
پڙ پوٽا ”عبدالخالق“ جا عارف علّاما،
شاڪر شامل شرع تي، محڪم متارا،
قانع قناعت اڳرا، مانجهي مردانا،
قوي ڪرامت ڪرم سين، ولي واصل وصالا،
عالم، عاقل علم جا، فائق فقيها،
دائم هئا دين تي، غني غور ڪندا،
هم غم هورو شرع جو، ٻي پچن ڪار نه ڪا،
جانب جنبيا جنگ تي، ٿي راتيين روز مرا،
ڏيهن ۾ ڌهڪار هو، هڪل هيبت هميشا،
ڪافر قبضي تن جي، ڌوڪي ڏڪايا،
ماري مُبدِع ملڪ مان، مانجهين محو ڪيا،
تن ڪافر سڀ ڪنبائيا، همّت دين هٿا،
هاڪارا حملا ڪيون، ٿي چڙهيا چؤطرفا،
خاصا خليفا خلق ڪي، هئا چڱايون چوندا،
منڪر موٽائي دين تي، واري وات ڪيا،
”من أمر معروفا و نهيٰ منڪر افهوَ خليفة الله و خليفة،

رسوله والملائڪه والنّاس أجمعين“ هئا حِمايت دين
جي، خائِف خليفا،
آبرو اسلام جِي، طامع تَقويتا،
جي ٿي ڏنائون دين جا مخالف مهندا،
تہ شاهد موافق شرع تي، تن ثابت صحيح ڪيا،
محڪم نِهارين مسئلو ڪديون ڪتابا،
موجب موافق مسئلي وهائن وعدا،
ذرو زياده نہ ٿئي، هاتڪن هٿان،
توڙني سيّد سو هئي، ڪي مُلّو مخدوما،
ڪي پوٽو ڪنهن پير جو، صاحب سجادا،
ڪي قوي ڪامدار هئي، نادر نوّابا،
ڪي ظاهر زميندار سو، ڪي هڏهين حاڪما،
ڪي مائٽ سو مخدوم جو، اوڏو عزيزا،
تہ پڻ تفاوت تعذير ۾، هئا ڪمي ڪانہ ڪندا.
حدّ حڪم جنهن تي، جهڙو آيو اندازا،
جاري ڪيون جبر سين، هئائين حڪما،
تہ ”من رئيٰ منڪم منڪرا فليغيره بيده“ عامل انهي جا،
نہ ڪو ثاني سندن سنڌ ۾، مثل ملتانا،
هئو هندستان ۾ مس ڪو مثالا،
عَرب، عجم اهڙو، سجهي ڪونہ سوا،
جَبر جرات دين جي، ههڙي همّتا،
ڪنهن ۾ بجهي ڪانہ ڪا، منجهہ ظاهر زمانا،
آءٌ ڇا ڪندس وات سين تن جي تعريفا،
شوق شهادت شرع تي، ٿي قاضين ڪلا ڪيا،
هئن شادي شهادت جي، خواهش ڏانهن خدا،
عاقل ”عبدالرحمٰن“ جا سيئي ڪاڄ سريا،

جيڪا جماعت ٻي هئي، تابع تنن جا،
”ولا تقولوا لمن يقتل في سبيل الله اموات بل أحياءٌ
ولٰکن لا تشعرون“ اهي اهڃاڻا،
۾ ”ومن يقتل في سبيل الله حرم الله جسده علي النار“
ايڏا انعاما،
عاقل ”عبدالرحمٰن“ تي، ڏسيون منزل مرتبا،
شہيره شهادت لئي وڏا وَس ڪيا،
موجب نِيّت مرتبہي، مليا مقصودا،
جايون جوهر جنتون، تنن لاڳ لڌا،
هليا ٺَصّ حديث تي، راوي روايتا،
بيحد ٻي دينن ڪي هئو تن ڏانهن تعصب، تپت، تاءُ،
بدعتي ٻي دين تي منزل ڏسِي مُنا،
پر هئو حاڪم حرڪتي ”راڄو“ رهزنا،
يارو! منجهس يزيد جا اثر افعالا،
ڪي پوٽو شوم شداد جو، ڪي نسل نمرودا،
ڪي جاهل ’ابوجهل‘ جيئن عدُو اسلاما،
ڪي ڪوڙهيو قاروني چوان، عادي عدُوَا،
ڪي فاسق هو فرعون جو احمق اولادا،
ڪي حجّاج پٽ يوسف جو، پاپي ٿيو پيدا.
تنهن ڪي بدعتي بهتان ڪيون، هئا چغل چوريندا،
فتنن ۾ فساد جا، تن ڪيا حيلا هميشا،
تان شورش سيّدن ڪئي اچي ناحق نا وجَها،
نا مشروع نڪاح جي، ڪٽي داءُ دعويٰ،
جو هئو پٽ ’لنگهيءَ‘ جو غير شرعي شاهه،
حرڪتي حاڪم ڪي ڪيو ٻي دينن برپا،
هن ڪوڙهيي اڳهين ڪرهه جا، تي پيوند پهه پچايا،

هٽيو آيس هٿ ۾، تيس عيوض ڳالهه اها،
خوني خارج خوار تي، شورانئان شرفا،
تہ موچاري مخدوم سين، ڪريو ڪاهي قِتالا،
وچي تعلق تنهن جا ماريو مومنا،
ڦُرَ اوهان کي قبندي خون بہ خير ٿيندا،
لکي خط خبيث ڪئي موڳي مهر مٿا،
سو ناسو حق جو ڏسي خاطي خوش ٿيا،
سچ سيّدن ڇڏيو، حقاني حرفا،
شابس ڪارڻ شرع ڪان پنيرا پيا،
ڇڏي راهہ رسول جي وِنگي واٽ ويا،
دين ڇڏي، دنيوي . لالچ لڙهہ لڳا،
ميڙو ڪري مخدوم تي اچانڪ آيا،
جابر جي جاگير تي ڪاهي ڪل پيا،
ماري مومنن جا، ڦري مال متاعا،
ضرر، ظلم، زيادتيون تن ڪهڙا چوان ڪيا؟
ڪهڙي تپ تپائيا، ناحق نا وجَها،
قاضين ڪتابن جا، نا تہ مجيا تي مسئلا،
پر هو حاڪم سندي هٿ تي هچارا هئا،
ماري مومنن جا، هٽي ڏڻ هليا،
آهہ غريبان نہ ڊنا، نہ ڪنهن قهر خداء،
ماريندي مسڪين تي، ترس نہ پين تاء،
تڏهن مومن مڙي مخدوم ڏي، دانهين سپ ٻوڙيا،
تہ اي عادل! هٿڻ تنهنجي تا مرون مخدوما!
تڏهن قاضيءَ قريشي ڪونيا، مومن مقبولا،
مال موٽايو وچي، ورائي وٺو سِگها.
ٻوڙي دانهنءَ سان، اٿي اسلامي چڙهيا،

خائف لڳ خدا جي، هئا حامي همت ڪندا،
هاڻن تي حملو ڪري، پانوَ وجي پيا.
تن قنبرون کهي قر جون، تي مهندا ماھ پڪا،
غارت پراوا غصب ڪيون، تن ڪِليون تي ڪاڏا،
ڪين چليائون سيخون، چڏيائون ڪور نہ ڪا،
پنيرا پيا ڪي شرع سين، تي سامهان آڏا،
دين اُيا سي ئي قرن، هئن هاڻون هٿيارا،
حق هيڏنهن ڪي هن ڏنهن، تو تي تميزا،
هاڻن مان هڪڙو ٿيو، ڪلي ۾ قتلا،
حق سرائو جو هٽي، پوءِ پوي تنهن پاءِ،
'هو' نہ چڏي هي اڳهين، ماري موذي ماءِ،
ثابت شرع نہ ڪيو، اهڙو خون خداءِ،
"اُقتلُ المؤذيَ قبل الايذاءِ" موافق مسئلا،
نڪي مخفي مسئلو، نڪي اوکي ڳالھ اها.
پر جيڪي راهئن رد ڪري، مولي منجهايا،
سي نہ سمجهن سُفلا، ڪو حقاني حرفا،
اچي مومنن مخدوم ڪي، اتو عرض اڳيا،
شابس ڪارڻ شرع جي، ڪئي مدد مخدوما،
شال تِر تجاوز نہ ٿئي، فقه فرمانا،
مَرَ مَرجي حق تي، ثابت صوابا،
دُرست اُيجي دين تي، لاهي شڪ شبها.
سوپ سيّدن ڪتي، حاڪم ڏانهن هليا،
ڪتي آيا هئا جنهن وٽان، دعويٰ درس داءُ،
موتي کهڙا منهن وني، ڳهلا ڳالھ ڪندا،
تہ ڪلي مان کهين ڪڍي، اسين جيئن آيا.
حاڪم حرڪتيءَ وٽ، تن مٿان منهن پٽيا،

پئي مار "معين" تي، جنهن خونيءَ خط لکيا،
"ڏيتڙ" چور ڏقير جا، ڏاتر ڏار پڳا،
گهاء تيس، واهه ويس، پٽ مئس، تا جو تيس، خانو خرابا،
توڙئون تڙيو، اوکيءَ اڙيو، جاهل جڙيو،
پاپيءَ پڙيو، ظالم زنجيرا،
سگهو سوريءَ چڙهيو مفسد ملعونا،
خائِن خط کريب جا لکيا حرفت حروفا:
تہ ماڻهو سڀ مخدوم جا، تيا تابع تماما،
بيا لشکر لاکيڻا رکيا، سورهيہ سپاها،
نوان تيا نواب ڏنهن، تنهن کي منصب مرتبا،
چُري 'چغدي' سان کري، متان مصلحتا،
اڳهين کو علاج کريو، فکر في الحالا.
تڏهن کٽي خط کڙو کيو، طعني تيارا،
سڏائي سپاه کي، تنهن پڇي کئي پرکا،
'کاسائي' کونايائين، هن ڏي حکما،
'شورا' نيئي شيطان کيا، بيا تابع تنهين جا،
عساکر اِبليس جا، حکم ساڻ هليا.
جهالن جاڙ کئي، جيڏي جراتا،
شرم نہ پيين شرع تي، کيئون جاڙ جفا،
'پجاري' پاجيءَ سين، چڙهي چور هليا.
قاضي قريشيءَ وٽ هئا، جي مؤمن متارا،
سالک سيني کي ڏني، عاقل اِجازتا،
متان پوين تي پليت کن زيادتيون ضررا،
اسين قانع قضا تي، آهيون محکم مضبوطا.
عالم کي الهام هو، جيکي کيو پوءِ قضا،
تہ خارجي 'کهڙن' ۾، اچي لُندبُ لتا،

معلوم ٿي مخدوم کي، اچي ڳالهه اها،
تہ مُفسد مُحاصرو ڪري، ويـري وري ويا،
دانهہ دلاسا ڏئي تو، ڪديون ڪتابا،
تہ شيرو! شهادت جي آئي ويل اِجها،
ُجن ڪنيو، تن ڪٽيو، مثل مشهورا،
جالي ونبي جهڙي، هوندي ربّ رضا،
ُجو ڄائو، سو مرندو، پُني دام پُئاء،
پر سرهو جو شهيد ٿئي، مَرڪي دين مٿا،
آهي سوپ صبر ۾، حاصل حڪمتا،
ويندا گونڊر گذري، ساندهہ سک ٿيندا،
ساعت جي سختيءَ پنيءَ جشن جال ڪبا،
مولـيٰ سين مشغول ٿيو، يارو! يقينا.
ٿيا مؤمن موت جا مانجهي منتظرا،
جن سِسيون ڏنيون سَٽ ۾، تن جا سودا ثاب پيا،
امر ۾ أيي رهيا، ٿيا قانع قضا جا،
آيو وقت اڳينءَ جو، ٿيو سعيو فاصلواتا،
نِرمل نمازون پڙهي، ٿيا فائق فارغا،
توڪل ٻَڌي ٽُرهو، گهاتو منجهہ گهڙيا،
سَوڪائي سِير لنگهي، پَرينءَ پر پهتا.
هليو هاتڪ حرم ڏي، ڪري نرمل نصيحتا،
تو اچان اهل ڪان، ڪري موڪل معذرتا،
آيو پيهي اهل ۾، موٽي مخدوما،
ساريون سيڪنهن ڪان، ڪري آذار اِجازتا،
هول حادثو حرم ۾، ٿيو ماڳهہ ماتاما،
تہ ڪيئن ويندين شير! سُڄ ڪيون، ماري مسڪينا،
ڪرا، ڪيهر پانهنجا، سورهيہ سڏايا،

احمد ۽ محمّد اڳيان، واصل ويهاريا،
پيرَ کوٺي پٽ پانهنجا، کي سائين سُپاريا،
ابا! آهيو الله جي، پُٽ! پاڪر پناها،
اُبهيو اسلام تي، محڪم مضبوطا،
ڪريو دعوت دين تي، اِذن ساڻ الله،
سالڪ ڏئي پٽن کي، تو دانهہ دلاسا،
تہ حرم پاڻ حسين جي، ڪيا هئا ڏک وڏا،
ويهي وَسايو سِر تي، جهڙي سندي ربّ رضا،
صبر ڪري سختيءَ اتي، جاليو اچي جا،
اسان اڄ اُميدون پُنيون، مڙئي مقصودا،
قادر رب قبول ڪيا، سائينءَ سوالا.
قضا ڪنن سان جا سُئي، اکين ڏٺي اُها،
تا يزيدي يڪجاءِ تي، پاپي اچي پيا،
مؤمن مولـيٰ سين هئا، منجهہ مِهت مشغولا،
بانَ، بندوقون تن تي، تڙين تير هنيا،
۽ هُن راز اُتو هو ربّ کي، عرض احوالا،
قاضيءَ کي ڪن تي، اچي پهتو اهو آوازا،
هليو سالڪ سامهون، ولي ويرين ڏانهن،
سسي ڪيائين صدقو، مَرکي دين مٿا،
شرع تان شفيع جي، تيو قاضي قربانا،
جان دانهہ آيو در تي، شاڪر شير شجاعا،
عساڪر ابليس جا آڏا تي آيا،
هڪ 'دائود' نالي دوزخي، هئو شمر شيطانا،
ٻيو سوريءَ چاڙهيو 'سومرو'، 'دورو' دربانا،
اچي موچاري مخدوم کي تن هنيَن گهاوَ هنيا.
مون کي هِنيون نہ ڏي، تہ ڳالهہ ڪريان اها!

تان ڪيئن منهن ڏِسي، مفسدن، ڪوڙهين گهاوَ هنيا،
سالڪ پهرينءَ سيف سين، چئي طالب تڪبيرا،
صاحب ثاني سيف سين، ڪيو شاڪر شڪرانا،
تان ٻي ٽينءَ ترار سين سورهيہ ڏنو ساهہ،
شيس شهادت رسيو، مَرڪي دين متا.
پاڙي پرينءَ رسول ڪريمؐ جي، جنت ٽيس جاءِ،
هئو جهڙي لائق لاڏڪو، صاحب سروپاءِ،
پائوَ پاتي تهڙي، سا خائف خلعتا،
پير پڄائي پانهنجي، آندي ڳالهہ اڳيا،
اڻ ڏنن آڏو وري، ڏينين ڏانهن ڪيا،
سامهون سمي جهليون، پيٽين پاڻ پٽاءِ،
صبر لاڳو سو رهيو، متي ڏکن ڏاتارا،
سسي ڪيائين صدقو، خاطر لڳ خداءِ،
متي دين الله جي، فائق ٿيو فداءِ.
ٻيا جي مومن مهت ۾، واصل هئا وينا،
منجهن معذور محتاج مڙئي، ۽ حافظ هئا گهڻا،
عالِم، عامل تن ۾، سيّد ست هئا،
پيون ترارون تن ۾، اچي تير اُنا،
لوهہ مگر لِڳ تن جا، ڳاري ڳچ ڪيا،
نہ ڪنهن سورهيہ سبڪارو پريو، نہ ڪنهن اُتي آهہ ڪياءَ،
اڳهين روح الله هئا، جيڪس قادر ڪدايا،
بندوقون بهتان ٿيون، تراريون تني لاءِ،
دَسي گهوٽ گهڻن جيئن، تي ڪاساين ڪُنا،
پئي مِهر نہ پاپئين، هٽندي هتيارا،
موڳن ڪيو نہ مهت جو، اعرابين ادبا،
نہ آهي گهر الله جو، خانو خاص خداءِ،

جيڪو پيهي تنهن ۾، لتس موت متا،
”وَمَنْ دَخَلَهُ ڪانَ آمَنًا“ پينا سپ چُٽا.
ڪئين ماريئون مؤمن مهت مان، ڪامل ڪريما،
۽ ويني تِت وضو ڪيو ”عاقل“ علاما،
مانجهي مسح ۾ ٿيو، شير سو شهيدا،
گوهر گنج حڪمت جو، هئو ڪاڻ حيا،
ٻہ سا (سئو) ۽ ٻاويهہ ٻيا، شير شهيد ٿيا،
حامي ههڙي وقت ۾، سورهيہ ڪين سُئا،
جن سر سنباهي دين تان، ڏسو! ساهہ ڏنا،
هئا اڳين اصحابن مان، پر پيدا پوءِ ٿيا،
جن متئون سرور صدقو ڪرڻ، ڪنڌ قبول ڪيا.
سر ڏيئي سٽ ۾، يانوَ پيش پيا،
حضرت جي حضور ۾، لذا مانجهين منصبا،
حورن خُلا حڪمتي پيراهن پاتا،
زيور زينت اڳري، تَن ورن ڪاڻ وڌا،
آيون راڻيون رانئين راجيا، يلا يتارا،
سوين ساز سرود ٿيا، عجب الحانا،
ٿِي سدا سڪيون جن ڪي، سہيئي سيڻ گڏيا،
گهوريون گهوٽن جون هيون، ٿيون واڳيون ورن سان،
وٽي وينيون وَلها، سورهيہ گهوٽ شجاعا،
ڪکين ڪانڌ پنهان رهيا، ونا هي وَلها،
وَرَ ونا وَٽي پانهنجا، حورن هنج ڪيا،
ڪانڌ ڪنواريــين گڏيا، گهريــن گهوٽ ويا.
ماري مؤمن مهت مان، بدُو بي ادبا،
ڪوڙهيا ڪاهي ڪڙم ۾، پاپي پوءِ پيا،
جا هئي حويلي خلق ڪي، پاڪر پناها،

آڙيا عاجز تي آچيون، لوڏيا منجهہ لقا،
ڪوڙيپين تن گهرن ڪي، موڳن مگر ڏنا،
مال، مصحف مڙئي، ڪامل ڪتابا،
ڦُري فاسق هليا، عجائب اشيا،
ايڏا ڪم الله جا، وڏا ويراڳا،
جو وهندو وهائي وئي، ڳپن تان گهوڙا،
وليءَ ويرين هٿان، قادر ڪُهايا.
يارو! يتيمن تي وڏاندر وهيا،
ڪرا ڪيهر جا تيا وڃي ويچارا،
جن جي پيءُ جهان تي، تي هاتڪ هٿ ڏنا،
تن جي پٽن تي پويان، هڙا هر وهيا،
شينهن نہ سُجهي جُوءِ ۾، تيلانهن ٻَنا ٻاجهارا،
نہ تہ ڪيهر جي ڪرن ڪي، اچي ڪير اڳيا؟
سائينءَ ستر جن جا، رازق ربّ رکيا،
ڪنهن جي قدرت، جو ڪٽي اکيون انهن ڏانهن،
ڪهڙو ڪوپ ڪلور تيو، هڙو حادثا،
مون ڪي هِينيون نہ ڏئي، تہ ڪريان ڳالهہ ڪا،
ڪاساين ڪماٽيين، ڪهڙا ڪم ڪيا!
مت موچاري ماٺ جي، صبرئون ثوّابا،
چا راجو، چا رعيتي، چا سورهيہ سپاها،
جن تڙين ميل ڪيو مَنيءَ جو، نيّت نقصانا،
هڙو ڪوپ ڪلور ڪيئون، اَچا سَرها سَفيها،
هَي هَي! هڙين حاڪمين، ووءِ ووءِ وزيرا!
بناحق بي ديني ڪئي، توڙئون نا وجَها،
خطا جو خون سٽي، تان ڪر تحقيقا،
جي هوند مارائي حق تي، ۽ گنريا گواها،

ائين شرع خون ثبوتِ ڪيو، موجب مسئلا،
تہ پڻ ماريندڙ ماراءِ تون، ڪڍي ڪتابا،
”اِنّ النّفس بالنّفس“ ڪاريو قصاصا،
بہ سا ۽ باويهہ ڪيئن مؤمن ماراياءِ!
خائن هڪڙي خون ۾، اڇي مَتِ مُوڙهياءِ،
جيئن هاجو ڪن هڪڙا، ڏجهن پاڻ ٻيا،
سي ساوا ئي سَڙي وڃن، ٽِين پينگ پونگا،
جي قاضيءَ قريشيءَ سين هوءِ، تعصب تپت تاءُ،
تہ چو ڪيائين دين جي، رونق رواجا؟
تہ مارائي مخدوم ڪي، پنهنجي ڳالهہ پڄاءِ،
چاڪي غازي غربا، مؤمن ماراياءِ؟
ثابت شرع جنهن تي، ڪاريو قصاصا،
اُنهيءَ عيوض ۾ اُهو، ڪوني هوند ڪُهاءِ،
”ولا تذرو وازرة وزر اُخريٰ“ هوند پير پُرجهي پاءِ،
چَٽ چڱي ٿُرهي، بيڙي بوڙياءِ،
شال نہ هوندين سُرخرو، ڪوڙهيا! ڪانَ پياءِ،
پارئون پيغمبر پاڪ جي، اوياﻻ ايندءِ،
شافع جي شرع ۾، جيڏي جاڙ ڪياءِ،
ويئي حڪومت هٿ مان، پاپي! پٽ مرنداءِ،
ڊِنين ڊاءَ نہ ربّ جي، سُوريا سُج ڪياءِ،
آبرو اسلام جي ڪوڙهيا! ڪوهہ ڪدياءِ؟
هُل حويليءَ چِڏيُئي، سُجي ٽيئي سراءِ،
توڙئون هٿئون نڪري، ڳهلا ڳالهہ وياءِ،
جي ٽِـي شمع شرع جا ٻريا، سي ڪيئن اُجهاياءِ،
مشعل مؤمنن جا، قاضي ڪوهہ ڪُناءِ؟
ڪاتي پوندءِ قهر جي، ٻُنيان ڪا برنداءِ!

جهڙي كيئي جهان ۾، آذي سا ايندا،
اڇي كڙكي قهر جا، گهوڙا گهر پوندا،
هيڏي ڦر نہ ڦبنديئي، جڀي تو ڀيلاڙا ڀانيا،
ماڻهو مگر ظلم جي، ٻارڻ ٻارايا،
ظالم! زور زيان سين، سنڌ ساري سُكايا،
اصفهان ۽ ايران ۾، ٻانهن ٻچا وكبا،
عرب ۽ ايران جا، گهوڙا گهر ايندا،
سِگها زنجير ظلم جا، ڳٽ ڳانا ڳل پوندا،
اڄ يا سُڀان مرندين، پاپي! ڏينهن پُنا،
شاديون شكرانا كريو، كيو خير خدا،
ماريو مسفد، مؤمنو! ويهو جُڙي جاءِ بجاءِ!
چوي ”غلام محمّدي“ نالي غلاما،
ويندا سي ايمان سين، جي كلمون چون مُنها.
لا اِلٰه اِلّا الله مُحَمَّد رسول الله

ΩЖΩЖ

# ڏؤنرن هگّورن جي مسجد جو جڙڻ*

(چيل حاصل فقير شر♣)

[ڏهين صدي هجري ۾، ڳوٺ ڏؤنرن هگّورن (تعلقو حيدرآباد) ۾ هڪ سيّد هارون شاهه نالي رهندو هو، جو غريب هو ۽ ڇڪي تاڻي گذر ڪندو هو. چون ٿا تہ اتفاق سان هارون شاهه پارس لڌو جنهن سندس ڏينهن ئي بدلائي ڇڏيا. ڪڏهن تہ پورو کائڻ لاءِ ڪونہ هوندو هوس، پر پوءِ نوڪر چاڪر، توشاخانا، ترارون، گهوڙا گهوڙيون جام ٿي ويس. لنگرخانا هلي ويا، جن ۾ اوي سوي پيو کائيندو هو.

هڪڙي ڏينهن هارون شاهه پنهنجي ڳوٺ ۾ مسجد جوڙائڻ جو ارادو ڪيو. بس رڳو ڳالهہ ڪرڻ جي دير هئي. ڪمي ڪاسبي اچي گڏ ٿيا. سرن ناهڻ لاءِ سؤ چاليهہ سر بند آيا. سؤ سٺ اوڏ پنهنجن ڏڳن ۽ گڏهن سان اچي گڏ ٿيا. انهن کان سواءِ هاري ناري ۽ ٻيا ڪمي ڪاسبي اچي ويا. انهن سمورن جي رهڻ جو بندوبست هارون شاهه پاڻ ڪيو. ڪمين ڪاسبين جي وهنجڻ لاءِ پنڌرهن سؤ مڻ ميٽ ۽ تيرهن سؤ مڻ تيل ۽ خوشبوءِ جا آيا. ڪاڌي پيتي لاءِ اَنُ اُٽي کان سواءِ ارڙهن سؤ مڻ مُستيءَ جا ۽ اڻ مَيو گيهہ آيو. ڳچ ڏينهن کان پوءِ مسجد جُڙي راس ٿي ۽ سڄي ملڪ ۾ هن عاليشان مسجد جي هاڪ پئجي ويئي. ان زماني ۾ سنڌ اندر انهيءَ قسم جي ٻي ڪا مسجد ئي ڪانہ هئي. اها مسجد شڪستہ حالت ۾ اجا تائين ٽنڊي فضل لڳ، ڏؤنرن هگّورن جي ٿَنل

---

* هيءَ روايت وچولي (تعلقي سانگهڙ) مان سگهڙ صوف شر کان ملي.

♣ حاصل فقير پٽ شير محمّد شر، سنڌڙي (تعلقو ميرپور) جو ويٺل هو. سندس ڪافي ڪلام چيل آهي، جنهن ۾ ڪافيون، بيت وغيره شامل آهن. ڪافي عرصو ٿيو جو نوي ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. شاعر حاصل فقير شر غالباً اها مسجد تڏهن ڏٺي جڏهن آباد هئي ۽ ان جي شاندار نظاري کان متاثر ٿي هي بيت چيائين، جي اصلي واقعي تي نہ تہ بہ ان واقعي جي اهميت جي ساک ڀرين ٿا ۽ انهيءَ ڪري انهن کي هن ڪتاب ۾ جڳهہ ڏني وئي آهي.

ڳوٺ ۾ موجود آهي ۽ عمارت سازيءَ جي لحاظ سان هڪ بهترين آثار آهي. شاعر هن مسجد جي جُڙڻ بابت ڏهين سن ڏانهن اشارو ڪري ٿو جو تحقيق طلب آهي.]

سارھ ڪريان ٿو سبحان جي، جنهن جوڙي جوڙ جبار،
'ڏؤنرن هگورن' جا اچي سيل ڏنم سَٽُنسار،
جامع! اُنهيءَ جُڳ جي، تون ڏي مون کي خبر چارَ،
اُهي ڪامل ڪير هئا، جيڪي ديھ مٿي دهدار؟
اُتي ڪر اظهار، تہ مسيت مون کي معلوم ٿئي.

ڪير آهين، ڪيڏهون وڃين، ڪهڙا پڇين ٿو پار؟
ڪهڙيون پُڇين ٿو خبرون، ڪهڙا ڪي آچار؟
وڃ مسافر ماڻ ڪري، پرس پنهنجي ڏانهن پار،
ڏس نـــالـــو ناليدار، ذات زمات[1] پانهنجي.

آهيان شر شرع جو، جيڪا جوڙيم ذات جبار،
"حاصل" نالو منهنجو، ڏاھ سندو ڏاتار،
آهيان اُمتي نبيءَ ڪريم جو، سام سچي سردار،
آهيان گڏائتو غوث جو، پر عليءَ جي آڌار،
او! ڏس ڪارڻ ڏاتار، تو وٺ راجا ڪير رهي ويا؟

راجا سي بہ رهي ويا، ويھ سٺايائين پارَ:
'ڏهين سن' هن ڏيھ تي، هئا ديهي سڀ ديهدار،
جن مون کي جوڙايو، ڏيئي لک هزار،
هئا سيد سڦرا ڪامل ڪلان دار،

---

(1) ذات زمات = ذات جماعت.

ڪتوريءَ خوشبوءَ جا هوءَ هئا هٻڪار،
تن وٽ گلم غاليچا، پلنگ پترٽيون، طول ويهاٽا،
سيج هندن سينگار،
تن وٽ ناچن نؤچن ناچ ڪئي، ٻڌي چيرين جا چمڪار،
سونا ڏينيو سينڌ قل، هُئن لڙهين لال ڪنار،
بازو بند برهه جا، چوڙا ٻه چمڪيدار،
اجا بنگلي پريان ڏس بَنيون چمن ڪي چوڏار،
هئا نغن نغاري جا ڏٽي، سخي شاهوڪار،
جن جي اَٺ ويهان اوطاق هئي، جا جُڙ سان جنسار،
عطر اوطاقن ۾، يار ڏين ڪي يار،
ان ڪي علي شاه انعام ڏنا، ڏنن پئي ڏاتار،
هئي هڪل شاهه هارون جي، زمين توڙ تنوار،
هن جي اڳيون سَئيس سَنييل هئا، خاشا خدمتگار،
هن سان ڪئين چڙهندا هئا ڪيترا لشڪر لک هزار،
طرحين تازي تن جا هوند ڏسين هيڪار،
تن وٽ بور، ڪميتان، ڪاهيون، گرڙيون، روجهون،
مڪڙيون، سمندان، سرخيون، اهڙيون گهوڙيون،
ڏنگيون ڏوڙيون، پل پلوڙيون، وڳ وڳوڙيون،
سادِ ستوڙيون، ساوا نيلا، ڪنڌا ڪاڇي، هلڙ،
مهري، سر سونهري، دست بحري، ميناڪاري،
تن تي چڙهي ڪندا هئا شاهه شڪار،
تن وٽ ٻيلي ٻانها، ڪٺ خزانا، توشاخانا، گولا گاهيا، چاڪر چوڪيدار،
تن وٽ انڻ اتولا، ڪتون ڪتولا، ڀَهل پتولا، هنڌ
رتولا اوڇڻ اڪيچار،
تن وٽ تانُ تراڙيون، بان بندوقان، لسا لاريون،
ڪونيداريون، ڪمر ڪٽاريون، ٻڙڇيون سانگون،
ڪئين ڇڪانيون اهڙا هٿ هٿيار.

پوءِ جامع جوڙائڻ جو ڪيو سعيو اچي سردار،
ست ويهان سؤ سِرٻند هئا، خاصا خبردار،
اٺ ويهان اوڏن گڏ ٿي، ٻيلن سان بسيار،
تنهن وٽ هاري ناري، ٻٽ بيڪاري، ڪمي ڪاري،
ڪئين ڪوڏاري، هئا اتي ڪيچار،
پوءِ لکڻ واري لکيا، خرچ خزانا ڏار،
پنڌرهن سؤ مڻ ميٽ هو، مرچون چار خزار،
تيرهن سؤ مڻ تيل هو، پريو پَڙيدار،
ارڙهن سؤ مڻ مُستي هئي، گيهه ته گڏيچا ڏار،
پوءِ جامع جُڙي راس ٿي، اچي پيا ڏيهن ۾ ڏهڪار،
ڏيهه تماشو ڏسڻ آيا، جامع جا جنسار،
تنهن کي چاڙهيون حسلان، سونيون نيلان، پڙهن نمازون،
ڪيون صفيلان، سي دانهه ديندار،
تنهن ۾ هڪڙا مُلا قاضي، نيڪ نمازي، ٻيا خاصا
ڪتابي، چؤڏس هئا چوڌار،
سيّد سقورند، مور مصر جا، لال ڪبوتر، هئا ڪامل
ڪلادار،
سي وڃي ڪاڪ ڪنڌيءَ ٿيا، چڙي دار مدار،
ڪلمي جي آڌار، رسيا ميڙي محمد جام جي.
لا اِله اِلّا الله مُحَمَّد رسول الله

ﮃﮄﮃﮄ

# ڇَڇلي واري مسجد جي نئين سر اڏاوت*

(ڇيل رب رکيو جَت جيئنداڻي**)

[سوا سؤ سال کان اڳ 'ڪَڇ ڀُڄ' جي 'ٻني' علائقي ۾ سخت طوفان لڳا ۽ مينهن بہ گهڻا وٺا، وري مٿان سمنڊ جي زوردار وير چڙهي، تنهن سڄي ملڪ کي ٻوڙي ڇڏيو. ڇَڇَلي نالي ڳوٺ تي پڻ انهيءَ ٻوڏ جو اثر ٿيو، سڄو ڳوٺ پاڻي ۾ ٻڏي ويو. کوهن جو پاڻي کارو ٿي ويو. رستا ٻڏي ويا ۽ ٻنيون تباھ ٿي ويون. ماڻهو لاچار ٿي ڳوٺ ڇڏي، پنهنجو سامان سڙو انن تي لڏي، ٻيءَ واري علائقي ڏانهن هليا ويا. انهيءَ ڳوٺ ۾ جهوني زماني جي هڪ جامع مسجد ٻيٺل هئي، جنهن کي بہ پاڻيءَ ڏاڍو نقصان رسايو. پٽيون ۽ منارا سڀ شهيد ٿي ويا، باقي ڪو وچي محراب جو ٽڪر بچيو. اها حالت ڏسي 'سڪريي' نالي هڪڙو شڪاري، انهيءَ مسجد کي پنهنجو گهر ڪري ويهي رهيو. مِرون وغيره جيڪي شڪار ڪري آڻيندو هو سي اچي محراب ۾ ٽنگيندو هو.

سال کن کان پوءِ، جڏهين ٻوڏ جو پاڻي لٿو ۽ ماڻهو وري پنهنجي ماڳ تي موٽي آيا، تڏهن مسجد جي اهڙي حالت ڏسي، دل کولي ان جي اڏاوت لاءِ پيسا ڏنائون. 'ڀڄ' مان سيلاوٽ گهرايا ويا جن پٿر جي ٽڪ جو ڪم ڪيو. جيسلمير مان خاص قسم جو ڪاٺ آيو ۽ مسجد جي اڏاوت شروع ٿي. انهي کان سواءِ راڌڻپور جي سردارن بہ

---

* راوي ۽ سگهڙ صابر درس اصل ويٺل ٻني ڪڇ ڀڄ ۽ هاڻي تعلقو مٺي ضلعو ٿرپارڪر.

** رب رکيو جَت 'ڏاڏي آدم جي ٻني' ضلعي ڪڇ ڀڄ جو ويٺل آهي. راوي کان فقط ايترو معلوم ٿي سگهيو آهي تہ اٽڪل سؤ کن ورهيہ ٿيا تہ هو گذاري ويو.

مسجدِ جي اڏاوت لاءِ ڪافي مدد ڏني. ٿورن گهڻن ڏينهن کان پوءِ مسجد ٺهي تيار ٿي، جا اڄ تائين قائم آهي. شاعر رب رکيي مسجد جي نئين سِر اڏاوت ڪي هينئنءَ ريت ڳايو آهي.]

الله جلّ جلاله، صاحب ربّ ستّار،
مسيت! محبوبن جا، مونکي پڪا ڏئينم پار،
تہ ڪيڏانهن ويا قريب، منهنجا ونهيل ۽ وانديار،
ڳرا، تسبيحون ڪين ڏسان، تو وٽ تنهين وار،
مُلان هن ماڳِن تي، هئا عامي عملدار،
ختابي خميسون پنندا هئا، فائق فريهن دار،
نوري نيڪ نمازي هئا جوڙ پليءَ جنسار،
سدا هئي سبحان جي، وحدت وارو تار،
هئن مُنهن مصحف ۾، ساري سپ چمار،
نہ سي قاضي، نہ سي مفتي، نہ سي شائق شريعتدار،
نکي خطيب، نکي خطبا، نکا پڙهڻ پچار،
مونکي پڪا ڏئينم پار، تہ منهنجا ڪيڏنهون
خان ڪٽي ويا؟

چي فقير! تنهنجا خان ڪٽي ويا، سانجهہ سويرا،
هڪڙيون لٽون لڳيون، بيا تين ڪوهہ ڪارا،
ترت موڪليئون تڪڙا، نيهندُو نهارا،
وجهي بار بوتن تي، اوڏانهن ويا مانجهي متارا،
چانگن سر چڙهي ويا لائق لجارا،
جان ڪي ڏيان جيءَ ڪي آءٌ بَنا ۽ بارا،
تہ دهي سپ دها تيا مسيت مُنارا،
يا ربّ! ڪنهن سين نہ نِبهين پليءَ چمارا،
هڪيون پاٽي پالوٽين ڪيون، بيا گسن ڪيا گهارا،

سُور 'سڪريـي ميءَ' جا، مون ڪي آهن اندر آپارا[1]،
جنهن مرون رکيا محراب ۾، قاروني ءَ ڪارا،
ڏســـو جا ڏڦـيـــــر ڪي، ٻڌي بيشمارا[2]،
وره وِهايان راتڙي، آءٌ تڪيندي تارا،
آءٌ تي گهنگهر گهاريان، دوستن ريءَ ڏارا،
هٽي ويم هتن سـپـين، نيهن جا نظارا،
جانب ايندم جوءِ ۾، منهنجا سڄڻ سوپارا،
اڏي اوتارا، ماڻ ويهن مون وٽ اچي!

ماڻ ويهن مون وٽ، اچي جَت جوان،
اوتارو عاشق جو، پچي وجج پاڻ،
پانهه پير! انهي ”جت“ ڪي، منهنجا ڏج اهجاڻ،
ٻالهِيئڻ آهن ٻجهه جون، ساجن! توهي ساڻ،
اچڻ سان اسان جو، پڪو ڪج پرياڻ،
چيل تنهن چيچلي تي، ڪريون روح رهاڻ،
ساٽيهه ۾ سک تيو، وري تي وراڻ،
لتو ڏيهه تان ڏاڻ، جڏهن عالم سبي آباد تيو.

عالم سبي آباد تيو، لتو ڏيهه تان ڏن،
مينهن مانداٽا ڪيا، متي مڙن ملڪن،
لاتو ڏڪار ڏيهه تان، وسي وچڙين،
گسن گل قل موريا، رهُ ۾ ڪي ريلن،
جت ڏينهن ڏڄ ڪانئيا، بادل اُت برسن،
جهجهو تيو ”جت“ چئي، پاٽي پاڪ پٽن،
حڪمت ساڻ حڪيم جي، تيا ساوا گاهه سيمن،
ايءَ سٽيندي ٻالهڙي، ڪِيو سعيو سنگهارن،

---

(1) سيءَ = شڪاري. (2) ٻڌي = گهٽي

وري ملنداسين وطن ڏي، ڏاڏاڻي ڏيهن،
مڙي وينو مارڪو، ڪِي مصلحت ملوڪن،
ڪڏي پاجوڙون پٽرين تي، چگيون چوڙيلين[1]،
مايون مصر پَٽ جئن، ٽيون نهٽي ساڻ نُهن[2]،
ترت وڏائون تڪڙا، مٿي بار بوتن،
جانب گڏيس جوءِ ۾، ٽيو تازو ئي تن،
مهند ڪنداسين مسيت جي، ٻيون ڏيئي ٻن،
راجا راڏڻپور جا، تا سهيلاٽِي سُونهن،
باري ’يچ‘ شهر جا، شل الله! اوڏ اچن،
اچي ڪيو منڊل مسيت تي، ايندي تن اوڏن،
اٽياري ايي ڪي، گڙي تن خانن،
جهڙي وَنڪ وج جي، تهڙيون سفيليون سونهن،
لايو رنگ ”رب رکيو“ چئي، ٽنين ۾ توٽين،
سهٽي سر ڪنڊ ڪاڻ جا، وڏا در دوسن،
اڏي مسيت، لٽو اوسيڙو، ٽيون واڏايون وڙڪن،
جمعا اتهين ”جت“ چئي، تا پارس منجهہ پڙهن،
چيل تنهن چيلي تي، ڪيو ميڙائو ماڻهن،
جَتن سنديءَ جات جو، تون پرور رکين پَن،
اُميدون اوئين، ڪٽي پرور سي پڄائيون.

ᴥᴥ

---

[1] پاجوڙون = اُٺ تي بار ڪڻڻ جو رچ. (2) نهٽو = ڏوري ؛ نهن = ويڙهين.

# درياءَ جي اٿل*

(چيل جلال وو گهڙ✽)

[تيرهين صدي هجريءَ جي آخري ڏاري، ملڪ ۾ سانده ويهارو سال ڪن برسات نہ پيئي. سيد شاهہ مردان شاهہ، بڪار جاگير جي جاگيردار، فقير جلال کي طعني طور چيو تہ: فقير! نلهي ڪلام چوڻ مان ڪهڙو فائدو؟ ربّ کي ستاءِ تہ ڪو سڪار ٿئي. فقير خدا کي سوال ڪيو. قدرت سان انهي سال بدي جي مهيني ۾ اهڙيون تہ برساتون پيون جو چئني پاسي پاڻي ٿي ويو. مينهن جي ڪري درياءَ جي پاڻي ۾ بہ چاڙهہ آيو ۽ پاڻي بند ٽپي اُٿل ڪئي. مسو واهہ ۽ بلهاري واهہ، اهڙو تہ ڦوڪجي ويا جو انهن ۾ سيٽاهن سان لنگهندي بہ ٻڌپ ٿي ٿيو. گهگهہ ۽ نارو واهہ بہ تار وهڻ لڳا. ٻانڌي، لانگهي، اريڙي، وِڏَرَ، ۽ ويراءُ ڳوٺ ۽ ديهون سيئي ٻڏي ويون، تڏهن بہ درياءَ جي اُٿل جيئن پوءِ تيئن زور ٺيندي ويئي. ٻوڏ ڪڪورجي، ڀاڳلي، براهيم جو ڳوٺ، لنجاري، گوگڙو، ٻوهي، سيراول، ۽ ڏبرئي ڳوٺن ۽ ديهن کي بہ ڪافي نقصان پهچايو. چٽڪي ۽ ڏگهڙ، جهڙا پراٽا ۽ سڪل ڍورا بہ وري وهڻ لڳا. نيٺ بڪار جو سڄو علائقو ٻڏي ويو.

جڏهن پاڻي لٿو تڏهن ڪيترن هنڌن ڍنڍون بنجي ويون، جن ۾ تمام گهڻي مڇي ٿي. چوطرف ساوڪ ۽ سبزي ٿي ويئي. سڄي ملڪ ۾ وري سڪار اچي ويو.]

---

* هي روايت اُتر (تعلقي سکر) مان محمد عالم عباسي کان ملي.

✽ فقير جلال ووگهڙ ڳوٺ عارب ووگهڙ تعلقي پني عاقل جو وينل هو. تيرهين صديءَ جي آخر ڏاري وڏي عمر ۾ گذاري ويو. جيئن پنهنجي هڪ بيت ۾ چيو اٿس تہ:

"تيرهون سن تمام ٿيو، پچر جا پيئي"

مختلف روايتن مان معلوم ٿو ٿئي تہ جلال جو تمام گهڻو ڪلام چيل آهي جو ضايع ٿي ويو آهي.

پلو نانءُ پلي جو، جنهن پلي پلايو پال،
مالڪ آنءِ ملڪن جو، تون سائين! مجنڌين سوال،
توٽي ٽاڪ ٽڪن جو، تون آنءُ پارس پرور پال،
اُجهي تنهنجي آسري، هي ماڻهو سيئي مال،
پرور! پاٽيءَ مان پيدا ڪيئي، تو رند پري رهوال،
ويو ڏولائو ڏيهہ مان، قادر لاتو ڪال،
جڏهن بازيون ٿيون برحال، تڏهن آيو اوج عجيب ڪي.

آيو اوج عجيب ڪي، اچي ڪيائين سَمَن ۾ سيريون،
چڙهيو سانوڻ سارنگ سيج تي، ڪري پن بدل پيريون،
آئي موج مهراڻ ڪي، وجهي ٿو ڪن ڪپر ڪيريون،
بدي باتيون برسات جون، نازڪ نبيريون،
ڪجل ڪڪوريون ڪامٽيون، سي منهن ڌوئن ميريون،
جنهن جا ڏيهن ڏاج سينگاريا، سي آهن چپر چڳيريون،
پوءِ مرڪن منگهيريون، جن ماڳين مٿ ولوڙيا.

جن ماڳين مٿ ولوڙيا، اچي گهر گهر لڳن پاڳ،
نڪتا بحر بگي مان، جنهن والي ورائي واڳ،
ٿيون آهن موڪان ملڪن ۾، جهر جهنگ جهوڪان جهاڳ،
پوٽي گل ڪڪوريا، لوڙهہ لنگهي ڏس لاڳ،
ڪيئي مور، منگهہ، منگتا، ڪيئي رونشا رانديون راڳ،
ڪيئي بکيڙا بازر ۾، سايون، سرها ساڳ،
ڪيون دعائون ديرن ۾، تا لکين اڳاڙين لاڳ،
ٿيون آهن مبارڪ ماڻهن ۾، ڏسو پڙننگن ڪي پاڳ،
دورنگ ميٺي داڳ، جنهن اچي آتڻ اُجاريا.

جنهن اچي آتڻ اُجاريا، ڪيو تنگ تنگي،
ٻوڙيائين ’ٻانڌيءَ‘ ڪي ’لانگهي‘ ڪؤن تہ لنگهي،
چورنگ ٻوڙيو چنگ ڪي، ڪَري پرڙاٽ پنگي،

’مسو‘ ’مهاري واھ‘ کان لنگھن سيٽاهيا تہ سنگي،
رھوال ھليو ’آريڙيءَ‘ ڏي، پري جاري جرڙ جنگي،
’وڏِرَ‘ ۽ ’وَيراءَ‘ ۾، لاٿو رنگ رنگي،
ماڻھن جا ماڳن تي، ٿيا آھن خالي کرڪ کنگھي،
تن جي جوڙج جُوءِ ”عبد جلال“ چئي، لاھ تبار تنگي!
ھئي بہ دل درياءَ سان، آٽي عجيب انگي،
چر مان چاڙهين چيڀرين، ڪڍي آ درياءَ دنگي،
مان پئي توکان مھر منگي، تہ ملڪ وساءِ مصطفيٰ!
ملڪ وسايو مصطفيٰ، ڪنيو پاٽيءَ پيل پَرو،
’آئِتيءَ‘ کان اڳرو، تي چني نانگ ’نرو‘،
’گھِگھَ‘ نيھي ’ناري‘ جو، لھندو تانگھي ڪونہ ترو،
ليٽ تہ لالڻ پير جي، جنھن جو ٿيو آ اجا ظاھر ھڪ ذرو،
’ڪڪورجي‘ ڪاھي وجي ’ياڳلي‘ کي تہ پريو،
بائليون اتس ’براھيم جي ڳوٺ‘ کان، ڏيئي نينگ نرو،
لھريون اتس ’لنجاريءَ‘ کان، جنھن جو ھو ڍرو،
ڪيو آ جاڙين جود ”عبد جلال“ چوي، ڪنيو آ پاٽي پنج نند پيل پرو،
ابتڙو تي اڳي وھي ويو، ڪوھن کان ڪرو،
’گوگرو‘ تو گسا ڏي، ’بوھيءَ‘ کي تہ بُرو،
’سيراوَل‘ سٽي ڪري، لاٿو ’سوڙھيءَ‘ جو سور ڀرو،
’چٽڪي‘ وھي تي چاھ مان، جنھن ڪيو ’ڏُگھڙ‘ کي تہ ڏرو،
دم دم دعا ڪيو ’دُبر‘ کي، اوھان مومن تي تہ مرو،
ابليس آيو اتو اوھان جي اڳڻ، گرفتار تہ گرو،
جاءِ جنھن جي جھنم ۾ وڃي وڃندو تحت الثريٰ ترو،
لائي ذوق ذرو، وڃي رکيائين بحر ’بکار‘ تي.

وڃي رکيائين بحر ’بکار‘ تي، جتي ڏنيون باڙيءَ پئي ٻڙيون،
’ڍنڍي‘، ’آرکوھر‘ کان، ڪَنِ تا ڪُنَ رڙيون،

ڪَٽڪُن ڪين گهٽايو، ڪري ڳاهه ڳڙهيون،
سوين مٽين 'سگرار' ۾ ڏين تا ڏڙ ته ڪيئي ڏڙيون،
وهٽي هئي جيڪا وهي ويئي، وئي فرحيءَ ڪي ڦڙهيون،
مارن ميهه مڇيءَ ڪي، هٽن چڙ ۾ چوبَ چڙيون،
ڪنڌهه ڪو ڪولابن ۾، تا لائن دنگ دڙيون،
مڪ، مڇي، ڏوءِ، ڏرا، ڏين تا ٻانڌڻ تي ٻڙيُون،
ڪاتي ڪاتي ڪڪوريون ڪَٻهُ جون ته ڪڙيون،
موڙا ميهاريون ڏين، جيڪي پيئن ڪاسن ۾ ڪڙيون،
پوياڙيءَ جو پاٽيءَ تي، چُونگارين ته چڙيون،
منهنجون ٻه 'شاهه مرد' سان، لڳيون جيءَ جڙيون،
راضي ٿيو 'رنگپور' تي، جتي رِجيُون آهن تلهر تونگ تڙيون،
ٻڏي رب رڙيون، اچي ملڪ رجائيو 'ريل' جو.

ملڪ رجائين ريل جو، متي ماڳ مڙهيون،
لاتائين ياڳ پٽن ڪي، جيڪي پني سُرڪيءَ ڪي سڙيون،
ڪلمون پاڪ پڙهيون، شل ويندا سي ايمان سان.
لا اِله اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

ೞ೫ೞ೫

# بَچي اِچي جو مارجڻ

(چيل غلام حسين چانديو)

[اسي کن سال اڳ، ڳوٺ "نصير اِچو" (لڳَ ڏنگ، تعلقو سکرنڊ) ۾ بَچو اِچو نالي هڪ ڌاڙيل ساماڻو. جعفر ۽ حسن (ٻئي ڀائر)، سالو سِک، شهداد ٻلال، شيخو حاجاڻو، ڦتن اُنڙ سندس ساٿي هئا ۽ پاڻ انهن جو اڳواڻ هو. "جبهندي پڪي" محراب پُور واري ٻيلي ۾ هئي جتي سندن ٺاڪ هو. سندن دستور هو ته سيٺين شاهوڪارن کي چوائي موڪليندا هئا ته فلاڻي کي فلاڻي ڏينهن هيترا پئسا اسان کي "جبهندين" ۾ ڏيئي وڃو. جيڪڏهن ڪين مقرر تاريخ تي گهربل رقم ملي ته وهواهه، نه ته ڌاڙو هڻي مال هٿ ڪندا هئا.

بچو ڌاڙيل هن ڪري ٽيو جو هڪ ٻيري ٻڪريءَ جي چوري ۾ ڇهه مهنا ٽيپ آيس. آزاد ٿيڻ کان پوءِ جلدئي سڪرنڊ ۾ ڌاڙن ۽ ڦُرين سان ٻاهه ٻاري ڇڏيائين. سرڪار هن جي گرفتار ڪرائڻ لاءِ جيئندل شاهه (حسن بخش شاهه جو ڏاڏ) ۽ مراد علي خان چانديي تي بار وڌو. جن وري پار جي ڳائيچن کي گهرائي چيو ته: بچي کي وٺي وڃي پنهنجي پاسي ڪنهن جبل ۾ ويهاري ڇڏيو. جڏهن اهو بار ڳائيچن تي پيو تڏهن الله بخش ڳائيچي حرفت سان بَچي کي خالي بندوق ڏيئي جبل تي چاڙهي ڇڏيو ۽ پوءِ پوليس کي آڻي بيهاريائين. هڪ بروهي پوليس واري هڪل ڪري چيس ته: بچا! نڪري ٻاهر تي. بچو هڪل تي ٻاهر نڪري آيو ۽ بندوق هنيائين پر بندوق هئي خالي سا رڳو ٺڪ ٺڪ ڪندي رهجي ويئي. ايتري ۾ پوليس واري جي گولي اچي چيلهه ۾ نڪاءُ ڪيس. بچي رڙ ڪئي ته: ڳتو آهين. اتي وري ٻي گولي لڳس. هن هڪدم پنهنجي لونگي ڦاڙي چيلهه کي ٻڌي، بروهيءَ تي جلهه ڪئي پر ٽين گوليءَ سان وڃي ڪِريو.

بچي جي بهادري ۽ ڳائيچن جي چغليءَ کي سگهڙ غلام حسين چانديي هيٺينءَ طرح بيان ڪيو آهي.]

ساراهيان سچو ڏٽي، محمّد منهنجي مَن،
هڪل حضرت عليءَ جي سان، قلف ڪوٽ ڪرن،
اَچي پيئي اوچتي ڪلڪتي منجهه ڪن،
دانهون ديوانن جون، عريضيون بہ اچن،
تہ ڪي سورهيہ ٻجهن سنڌ ۾ گهليون گهوٽ هٽن،
هيڪاري هٽي ڪيا، ويتر وڏيرن[1]،
لُوئر داڙائي تيا، پوءِ نہ جهليو 'پوپن[2]'،
آٽي وير ونائيو، هٿ سان حرامين.
گُرواري گُونهہ ڪئي، گاندو 'گائيچن'،
هن جو نيهن بہ نوڙين سان، ڦاڙها ڦِڏ ڪُتن.
اهڙا مور مري ويا، واڻ ڪير وَٽن،
اهڙي 'عبدالله' ڪئي، ٻي 'چاڪر رند' چون[3]،
تو بہ پڙ ۾ پاواڙا ڪيا، دودي جئن ديمن،
تو جا سُرهي ساموهي[4] ڪئي، سا اول جهلو ابڙن.
توکي سگهڙ ساراهيو پنهنجي، گفتا "غلام حسين" چئي
مشهور منجهہ ملڪن،
پوءِ تنهنجي وئي وکن، اِهي 'اِجا' سڀ اُجاريا.

ꕥꕥꕥꕥ

[1] جئندل شاهہ ۽ مراد علي خان چانڊيي ڏانهن اشارو. (2) داڙائي ۽ پوپا گائيچن جا پاڙا.
(3) عبدالله کوسو ۽ چاڪر رند پهلوان ۽ ڏاڙيل هئا. (4) ساموهي = سامهين = آڏي جنگ.

# مڪيءَ جي حُرن جا مقابلا

[1857ع جي آزادي واري جنگ کان اڳ، جڏهن مغليہ حڪومت ختم ٿي، تڏهن مهاراشٽر ۾ مرهٽن ۽ پنجاب ۾ سکن پنهنجون پنهنجون حڪومتون قائم ڪيون. ارڙهين صديءَ ۾، سکن پنجاب فتح ڪري اُتر اوپر ڏانهن ڏوڪندي وڃي پشاور فتح ڪيو. اها صورت حال ڏسي، مجاهدِ اعظم سيد احمد بريلوي اُٿيو ۽ سکن خلاف جهاد جو عَلَم کڙو ڪيائين، ۽ پنهنجي رفيقن جي جماعت سان گڏ، دهلي کان پشاور روانو ٿيو. جيئن تہ اُن وقت پنجاب سکن جي قبضي ۾ هو، تنهن ڪري سيد احمدؒ راجپوتانہ کان ٿيندو سنڌ ۾ پهتو. حيدرآباد شهر ۾ ٽالپور حڪمرانن، انهي مجاهد مهمان جو شايانِ شان آدرڀاءُ ڪيو ۽ سندس مهماني تہ جهلي پر سندس مدد ڪرڻ کان ڪيٻايو ڇاڪاڻ تہ متان رنجيت سنگهہ سنڌ تي حملو ڪري.

سيد احمد حيدرآباد مان سڌو اُتر سنڌ ڏانهن ويو. جتي هن پير پاڳاري سيد صبغت الله (تجر ڌڻي) بن حضرت محمد راشد (روضي ڌڻي) سان ملاقات ڪئي. پير پاڳارو بہ حريت پسند هو، سو هن سيد احمد بريلوي سان پورو اتفاق ڪيو تہ سکن جي خلاف جهاد ڪرڻ جائز آهي ۽ مسلمانن کي سکن جي غلامي کان آزادي ڏيارڻ لازمي آهي. انهيءَ خيال هيٺ پير صاحب پاڳاري، سڄي سنڌ ۾ هڪ تحريڪ هلائي، مسلمانن کي جهاد جي ترغيب ڏني، ۽ پاڻ هڪ درزين جي جماعت کي سڏائي، مجاهدن جي جنگي ويس نهرائڻ جو حڪم ڏنائون. نيٺ پنهنجن مريدن ۽ محبن جي هڪ جماعت ناهي ڪين سيد احمد بريلوي سان گڏ روانو ڪيو، انهيءَ جماعت کي "حُر" نالو ڏنو ويو، جنهن جي معنيٰ آهي "آزاد".

پير صاحب پاڳاري، حُرن جي جماعت سيد احمد بريلوي سان گڏ اُماڻي، پاڻ سنڌ ۾ سندن مدد لاءِ ترسيو. پير صاحب پاڳاري ۽ سيد احمد بريلوي جن جي سڏ تي ڪيترائي عالم ۽ فاصل حُر جماعت ۾ شريڪ ٿيا، جن مان هڪ عالم قاضي عثمان سنڌي پڻ هو، جو شوڪانيؒ جي شاگردن مان هو.

سيد احمد انهي جهاد ۾ ڪيتريون ڪاميابيون حاصل ڪيون، پر آخرڪار ذوالقعد 1246 هجري ۾ غدارن جي هٿان شهيد ٿيو. ان کان اڳ پهرين رمضان 1246 هجري تي پير صاحب پاڳاري وفات ڪئي هئي گويا سيد احمد شهيد جو زور بازو پڄي چڪو هو.

بهرحال حُرن جي پهرين تحريڪ، آزاديءَ جي جنگ هئي. سنڌ مان حُرن مجاهدن جي دستن جو جهاد لاءِ وڃڻ وارو واقعو (29 -1830ع)، ان وقت هندستان ۾ انگريزن جي اُسرندڙ حڪومت کان ڳجهو ڪونہ هو. انهي ڪري جڏهن تيرهن ورهيہ کن پوءِ انگريزن سنڌ تي غاصبانہ قبضو ڪيو، تڏهن پير پاڳاري جي خاندان کي خاص طور اک ۾ رکيائون. انهيءَ ڪري ئي پير صاحب پاڳاري جناب حزب الله شاه (1847-1890ع) جي وقت ۾ حُرن توڙي عام جماعت جو رخ ڦري انگريزن جي خلاف ٿيو ۽ انگريزن خلاف نفرت جو اهو جذبو آخرڪار 1896ع ۾ ”حُر تحريڪ“ جي صورت ۾ ظاهر ٿيو.

## پوليس جي سازش[1]

سانگهڙ جي مڪيءَ جون مينهون خيرپور رياست طرف ڪاهجي ويون. هٿان هندن جي زور بار سان رضامحمد صوبيدار، ڪارو سپاهي کي چاڙهي موڪليو ۽ هو رياست ۾ چٽل پرڳڙي زميندار وٽ مينهن موٽائڻ لاءِ ويا. چٽل همت وارو هو سو مينهون تہ ڪونہ ڏنائين پر پوليس سان بہ جنيون ڪيائين ۽ اهي موٽي آيا. هاڻ هندن توڙي پوليس جي عملي جماعت جي فقيرن کي استعمال

---

[1] زباني بجر خان لغاري، وينٺ ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقو سنجهورو.

ڪرڻ چاهيو. خود پوليس جي وڏن آفيسرن ۽ ڪامورن جي سازش هئي تہ جماعت جي فقيرن کي اڳتي ڪري پوءِ انهن کي اڙائجي يا پير صاحب تي بار آڻجي. انهيءَ خيال کان جيڪي ڪجهہ همت وارا فقير هئا تن کي رضامحمد گهرايو، جن ۾ بچو خاصخيلي ۽ پير بخش وساڻ پڻ هئا. اڳ انهن جو ڪوبہ اهڙو ڏوهہ فساد ڪيل ڪونہ هو پر همت وارا هئا. کين چيائون تہ ”هٿيار ڪجهہ اسين تا ڏيون، ٻيا اوهين گڏ ڪريو ۽ چنل پرڳڙي کان وجي پلاند وٺو“. خاص طرح سانگهڙ جي صوبيدار سچو اهو بَن بنائي تيار ڪيو. فقير حد جي صوبيدار جي خوشنوديءَ خاطر تيار ٿيا. هتان ٻارهن ڄڻا گهوڙن تي چڙهيا. بچوءَ کي پير بنايائون ۽ پير بخش فقير وڏو خليفو ٿيو. گهڙيال پاڻ سان کنيائون. انهي طرح بهانو ڪري وڃي پرڳڙيءَ جي ڳوٺ ۾ لٿا. رات جو حملو ڪري وڃي پرڳڙيءَ جي ڪوٺ ۾ پيا. ڪيس ڪونہ ماريائون، باقي پيسا زيور ڦريائون ۽ هڪ ٻانهن بہ کنيائون. جڏهن مٿان اچي بار پيو تڏهن صوبيدار کين چيو تہ ”مکيءَ جو ٻيلو اوهان جي حوالي آهي، هاڻي وڃي پنهنجي همت سان رهو“. انهيءَ طرح هڪ طرف فقيرن کي همٿائيندا رهيا تہ ٻئي طرف سندن خلاف سرڪاري ڪارروايون بہ ڪندا رهيا. اتي فقيرن پنهنجي اڳواڻ بچوءَ کي ”پير“ جي بدران ”بادشاهہ“ ڪري سڏيو ۽ پير بخش فقير کي ”وزير“ ڪري ڪوٺيائون. ”خميسي“ کي ڪوتوال ڪري ڪوٺيائون ۽ باقي ٻيا سڀ هن مجلس جا ميمبر ٿيا. بچو قد جو پورو پُنو، رنگ جو ڳورو هو، سندس ڏاڙهي گهاٽي، شهپر وڏا ۽ وار ڀنوان هئا. پيرو قدآور ۽ همت پريو هو، ڏاڙهي ڇدي ۽ مٺ کن جيڏي رکندو هو. مهاندي جو پڪو سانورو پر ملوڪ ڏسڻ ۾ ايندو هو ۽ وار ڀنوان هوندا هئس.

## ٻارهن ڄڻا ڀرونيا

بچو خاصخيلي ۽ پير وساڻ جي همت ۽ جوانمرديءَ جي هاڪ ٻڌي سائس ٻيا حُر فقير بہ اچي گڏيا، جي ڪل ٻارهن جي تعداد ۾ ٿيا.

هنن کي عام طرح "ٻارهن ڀهروٽيا" سڏيو ويندو هو، جن جو تفصيل هن طرح آهي:

(1) ٻچو پٽ وريام ذات خاصخيلي وينل منژائو تعلقو سانگهڙ، جيئن تہ هي پهريون حُر فقير هو جنهن حرن جي اڳواٽي ڪري 'مڪيءَ' کي پنهنجو مرڪز بنايو هو، تنهن ڪري کيس "بادشاهہ بنايائون، جو پوءِ "ٻچو بادشاهہ" جي نالي سان مشهور ٿيو. پير صاحب جن جي نظربنديءَ بعد، سندن اعلان تي سردار محمد يعقوب وٽ سن 1898ع (؟) ۾ پيش پيو، جتان کيس گرفتار ڪري "عِيسي ڏاهريءَ" سان گڏ ميرپورخاص ڏياري موڪليائون؛ جتي اسپيشل جج "هارٽ ڊيويز" مقدمو هلائي کيس ڦاسيءَ جي سزا ڏني.

(2) پيرو پٽ صالح فقير وساڻ، وينل ڪنڌو تعلقو سنجهورو، "جهوڙي لئي" وٽ سن 1898ع 'ليوڪس' سان وڙهندي مارجي ويو.

(3) تڳيو چانگ پٽ دوسو وينل سماٽري تعلقو سانگهڙ، جهوڙي لئي وٽ 1898ع ليوڪس سان وڙهندي سِر ڏنائين.

(4) گلو پٽ پريو موچي وينل ڳوٺ نظاماڻي تعلقو سانگهڙ، جهوڙي لئي وٽ 1898ع ۾ ليوڪس سان وڙهندي سِر ڏنائين.

(5) ڀَلُو گلو ڳاهو وينل موجن تعلقو خيرپور 'مڪيءَ' وٽ غلام محمد جي گهٽ جي پريان ٽڪنبي (ٽڪندي) وٽ، پنهنجن ٻن ساٿين مصري ڳاهي ۽ عثمان هگوري سان گڏ اچي وينو ۽ 'ٻچو' جي صهري دينو کي ليوڪس وٽ موڪليائون تہ هاڻي اچي مقابلو ڪر. ليوڪس آيو ۽ مقابلو ٿيو جنهن ۾ ٽئي ڄڻا ليوڪس سان وڙهندي مارجي ويا.

(6) مصري ڳاهو پٽ خانڻ ويٺل بجر واهه تعلقو شهدادپور، مکيءَ وٽ غلام محمد جي گهٽ جي پريان ٽکنبيءَ وٽ ليوکس سان وڙهندي مارجي ويو.

(7) عثمان هگّورجو پٽ ملوڪ ويٺل چرائو تعلقو ٽنڊوالهيار، مکيءَ وٽ غلام محمد جي گهٽ جي پريان ٽکنبيءَ وٽ ليوکس سان وڙهندي مارجي ويو.

(8) عيسو ڏاهري بي همٿ ٿي هالن واري ٿاڻي تي پيش پيو. جتان ليوکس ڏانهن موڪليو ويو جنهن کيس بچو سان گڏ ڦاسي ڏياري.

(9) خميسو وساڻ پٽ سچل ويٺل باکوڙو تعلقو سانگهڙ گم ٿي ويو.

(10) سومار ڳاهو، پير صاحب جي انهي نوڪر کي مارڻ ويو جنهن پير صاحب طرفان حرن کي انگريزن جي پيش پوڻ جو اعلان ڪيو هو، پر پاڻ مارجي ويو.

(11) فتلو قاضي سومار سان گڏ مارجي ويو.

(12) راڻو وساڻ ويٺل باکوڙو، مرشد جي حڪم موجب پيش پيو، جنهن تي کيس ست سال ٽيپ ڏيئي ڪاري پاڻي موڪليو ويو.

انهن بارهن ئي حُرن پنهنجو مرڪز مکيءَ ڊنڍ کي بڻايو. جنهن جي ڊيگهه سورنهن ڪوهه ۽ ويڪر ٻٽيهه ڪوهه، اندازاً ايراضي پنج سؤ بارهن چورس ڪوهه آهي. سانوڻيءَ ۾ ڊنڍ پاڻي سان تار ٿئي تہ منجهس پبڻ، بهه، لوڙهه جام ٿئي ۽ سياري ۾ پاڻي لهي تہ منجهس ڪٽڪ، چٽا، مگ ۽ چؤنرا پوکجن ۽ مڇي بہ جام ٿئي. پاڻيءَ جي وچ ۾ بي انداز ٻيٽاريون ۽ ٻيلاٽيون آهن، جن تي اهڙا گهاٽا ٻيلا آهن جو منجهن سُونهين کان سواءِ وڃڻ محال آهي. تنهنڪري حُرن بہ انهي ايراضي کي محفوظ ڄاڻي، اچي

منجهس بينڪ ڪئي. ڌاڙن مان جيڪي مال خزانو هٿ ايندو هئس سو بہ اتي آٽي گڏ ڪندا هئا.

بچو بادشاهہ ۽ پيرو وزير ۽ اُن جي ساٿين جي ڌهڪاء سبب پوليس سرڪاري ٿاڻا ڇڏي ڀڄي ويئي. چوٽيارين جي آسپاس ۾ پوليس تہ نهيو پر ماٺهو بہ ڪو. نالي ڪي نہ رهيو. سيني ڀڄي وڃي پوليس ۽ فوجي سپاهين جي مسڪينن تي مار، سو ملڪ ۾ هيڪاري هراس پئجي ويو. جوالا سنگهہ نالي سانگهڙ جو دفعدار هو، جنهن حرن کي پڪڙڻ لاءِ ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر ڪيس ڪوبہ حر هٿ نہ آيو. سانگهڙ ضلعي ۾ هر سال مانگهہ مهيني ۾ ”ٻهرم ٻري“ جو ميلو لڳندو آهي. جوالا سنگهہ بہ حُرن جي گولا سانگي اچي ميڙي ۾ پهتو. جتي گُلي موچي هٿان مارجي ويو.

## جوالا سنگهہ جو مارجڻ[1]

ٻجر خان ٻڌايو تہ آءٌ ٻهرم ٻريءَ واري ميلي ۾ هوس تہ فقيرن جوالا سنگهہ کي ماريو. آءٌ جوان مڙس هوس. کهاڙي ساڻ هيم. پوليس کهاڙيءَ سڀان مون کي جهلي وڃي ڪئمپ ۾ نظربند ڪري وهاريو. ملاڪڙو ڀڳو، سچ لتو، اونداهي ٿي، ماني ڪن ڪاڏي ڪن اچا ڪانہ ڪاڏي، پوليس جي ڪئمپ ۾ گوشت جا ديڳڙا اچا چڙهيا پيا هئا جو جوالا سنگهہ مئو.

ڇهن ستن فقيرن جو ٽولو پير بخش فقير جي اڳواڻي هيٺ ميلي جي اُيرندي طرف ”ڇَن“ واري جهنگڙي ۾ اچي ويٺا. ”گلو“ ۽ ”تڳيو“ ٻئي انهيءَ ٽولي ۾ هئا. اڳ ۾ ڪمال خان نظاماڻي سانگهڙ جي زميندار کي موڪليائون تہ تون سونهون ٿي جوالا سنگهہ کي هلي مِل تہ اسين ڪيس سڄاڻون. لانديءَ جي ايرندن

---

[1] رئيس ٻجر خان لغاري، ويڻل ڳوٺ جعفر خان لغاري تعلقي سنجهوري جو اکين ڏٺو احوال.

جوالا سنگھہ منجي تي چڙهيو وينو هو ۽ آڌو مچ پئي ٻريو جو سياري جا ڏينهن هئا. ڪمال خان اچي جوالا سنگھہ سان مليو خوش خير عافيت ڪئي. اجا موڪلائي روانو ٿيو تہ فقيرن ٻہ ٻولائي پريان حملو ڪيو. ”گُلي“ موچيءَ بندوق هنيس جا پوري دن ڏاري لڳس ۽ وڃي ڪِريو. ان بعد فقيرن نعرا هنيا ۽ فائر ڪيا. اعلان ڪيائون تہ اسان پنهنجو دشمن ماريو آهي ٻيو ڪوبہ نہ ڊڄي ۽ نہ ڀڄي. پوءِ اُلهندي طرف مکيءَ ۾ هليا ويا. پر خوف ۽ هراس اهڙو ٿيو جو سيني جون متيون منجهي ويون. پوليس خود ڀڄي لڪي ويئي ۽ اهي گوشت جا ديڳڙا اساز متن تي رکي ڪنيا ۽ ڪوهہ ڪن ڏکڻ طرف سرنهہ جي ٻنيءَ وٽ اچي ڀُڳل گوشت کاڌوسين.

## جهوڙي لئيءَ هيٺ فقيرن جي شهادت[1]

پير صاحب حيدرآباد ۾ پير بخش فقير کي پيغام ڏيئي گهرائي چيو تہ: ”فقير! هاڻي وڃي سِر ڏي. داڻو پاڻي حرام اٿئي“. فقير چيو ”هائو قبلا!“ پوءِ اتان فقير سانگهڙ جي اُلهندي طرف ٿِمهون جي ڳوٺڙي ۾ آيو، جتي سندس پيڻ هئي. انهن کان موڪلائڻ آيو. مائي ماني ڪٽي آئي پر نہ کاڌائين جو چيائين تہ پير سائين فرمايو آهي تہ داڻو پاڻي حرام اٿئي. پوءِ مائي ڏونري جو وٽو آڻي ڏنس ۽ چيائينس تہ: هاڻي هي نہ کي اٿئي داڻو تہ نہ کي پاڻي. پوءِ اهو وٽي پيتائين. اتان ’جهوڙي لئي‘ واري ماڳ تي آيو جتي فقيرن جو ٺاڪ هو. ٻيا مڙس ٻہ ٻُڌي اچي انهيءَ جاءِ تي گڏ ٿيا. پير بخش فقير. پير سائين جو پيغام کين ٻڌايو ۽ ليڪو ڪڍي چيائين تہ: ادا! جنهن کي سر ڏيڻو هجي سو ٽپي هن پر ٿئي. پوءِ ’گلو موچي‘ ۽ ’تڳيو چانگ‘ ٽپي آيا. ٻين خبرون پڇيون. تڏهن هلندي خبر ڪيائون تہ: اسان کي حڪم سر ڏيڻ جو آهي، باقي

---

[1] روايت بجر خان لغاري، ويٺل ڳوٺ جعفر خان لغاري تعلقو سنجهورو.

’نوازي‘ موچيءَ کي نہ ڇڏجو. اهو ڪم فقير رحمت الله ڳاهي تي رکيائون ۽ کين ائين بہ چيائون تہ هن کي ماري وري پڇجو نہ.

’نوازيو موچي‘ پير صاحب جو ڪامي ۽ خدمتگار هو پر اندروني طرح بادشاهہ ۽ درگاهہ جي برخلاف هو. پوءِ ٽن چئن فقيرن وچي ’نوازي‘ کي ماريو ۽ بنا پيرن لڪائڻ جي ڳچ پنڌ درگاهہ کان ٻاهر وڃي هڪ جاءِ تي ويهي رهيا ۽ گرفتار ٿيا. نوازي موچيءَ، ڇٽل خان لغاري جهڙي لائق خدمتگار کي مارايو هو جنهن جو پير صاحب حزب الله شاهہ کي سخت صدمو رسيو هو.

حر تحريڪ انگريزي حڪومت ۾ ترٿلو مچائي ڏنو. بمبئي ۽ بڙودي جا ڪمشنر ۽ وڏا فوجي آفيسر بذات خود ’حر تحريڪ‘ کي ختم ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ آيا ۽ ڏيهي فوجون طلب ڪيون ويون. ”اسٽيل“ ۽ ”ليوڪس“ جهڙن زيرڪ آفيسرن ڪيترائي حيلا هلايا پر وريو ڪي بہ ڪين. نيٺ ديسي فوجون مَکي جي ٻيلي کي گهيرو ڪري ويهي ويون پر ٻيلي ۾ اندر گهڙڻ تي ڪنهن کي جرئت نہ ٿي. انهي وچ ۾ انگريز سرڪار پير صاحب علي گوهر شاهہ (محفي ڏٺي) کي حيدرآباد ۾ نظربند رکي مٿس زور آندو تہ حرن جا اڳواڻ فقير بخش پون. پير صاحب جن مجبور ٿي پنهنجي نوڪر هٿان اهڙو اعلان سيني حرن ڏي موڪليو تہ ”يا پيش پئو، يا وڙهي سر ڏيو!“ حرن فقيرن وڙهي سر ڏيڻ قبول ڪيو ۽ ٻارهن ٻهروٽين مان پيرو، گلو ۽ تڳيو ٽئي ڄڻا هٿيار ڪٽي ٻيلي مان نڪتا. رات وچ ۾ ”غلام“ نالي ڪيريي انگريزي فوج کي اطلاع ڏنو، جنهنڪري انگريزي فوجي گهَٽ جهلي لڪي ويهي رهيا. هي ٽئي ڄڻا صبح جو ٻيلي مان نڪري ميدان تي ٿيا تہ مٿن ”جهوڙي لئي“ وٽ چئني طرفن کان بندوقن جو وسڪارو ٿي ويو، ۽ ٽئي ڄڻا سورهيائي سان مقابلو ڪندي مارجي ويا.

ان بعد خميسو وساڻ، قاضي فتلو (جو حرن جو منشي هو) ۽ قاصائي ويهي مصلحت ڪئي ته پيرو جي مارجڻ جي ڪري اسان کي وڏو نقصان پهتو آهي، تنهنڪري هاڻي اسان کي به انهن بهادرن وانگر وڙهي سر ڏيڻ گهرجي. ان کان اڳ نوازي موچي نالي، پير صاحب جي نوڪر کي ماريائون جو انگريزي لشڪر کي اطلاع ڏيندو هو. ان بعد مکي مان نڪري ٻاهر آيا ۽ مقابلي ۾ مارجي سرخرو ٿيا.

اڃا به مکيءَ جي ٻيلي ۾ ڇهه سورهيه مڙس باقي هئا. جن مان هڪ يلو، ٻيو عثمان، ٽيون مصري پنهنجي منهن مکيءَ مان نڪري ميدان ۾ آيا. غلام ڪيريي جي اڳواٽ اطلاع تي پنج هزار سپاهين جو لشڪر کين وڪوڙي ويو. هي به پنجاهي کن سپاهين کي ماري سر ڏيئي سرها ٿيا. باقي ٽي ڄڻا بچيا جن ۾ بچو بادشاهه به هو.

انگريزن اعلان ڪيو ته حرن کي جيئرو جهليندڙ توڙي ماريندڙ کي بي انداز انعام ملندو. جوالا سنگهه صوبيدار جو پٽ "مياسنگهه" پيءُ جي وير ونڻ ۽ انعام جي لالچ ۾ سپاهين جي هڪ دستي جي اڳواٽي ڪندي مکي ۾ ڪاهي پيو، پر حرن جي گولين جو ڪاچ ٿيو. انهي ويڙهه ۾ "يَلُو" ڳاهو مارجي ويو. ڪيس سورهن ڏڪ سيني ۾ لڳا ۽ ٻانهون ٺونٺين وٽان نڪري پيون. تنهن هوندي به تلوار ڪڍي، گولين جي مينهن مان ڏوڪيندو ڪماني تي ڪاهي آيو: پر ڊنڊ جي پاڙيءَ ۾ ڪري، زخمن کان چور ٿي ساهه ڏنائين.

"بچو" بادشاهه ڪيترائي ڏينهن مکي ۾ لکو وينو هو. پر هڪڙو ته پير صاحب پاڳاري مٿان سختي، ٻيو عام خلق لاءِ فوج جو آزار، سو دوبدو مقابلي جي خيال کان بچو به مکيءَ جو محاذ ڇڏي نڪري نروار ٿيو. فوج جي ڪمانڊر چيس ته هٿيار ڇڏي پيش پئو، ته سرڪار توکي جيئدان ڏيندي. پنيلجي اچي پيش پيو، پر پوءِ ميرپورخاص ۾ مٿس ڪيس هلائي ڦاسي جي سزا ڏنائونس. ان بعد باقي حرن کي پوليس گرفتار ڪري، لوڙهن ۾ باند رکيو. آخرڪار

سالن جي عرصي بعد کين پير پاڳاري شاهه مردان شاهه جي دور ۾ معافي ملي ۽ لوڙها بند ٿيا.

حرن جي مقابلن ۽ جوالا سنگهه جي مارجڻ تي شاعر مل محمود پلي تفصيلي ڪلام چيو هو جو هيٺ ڏجي ٿو هن ڪلام چوڻ ڪري شاعر مل محمود پليءَ تي انگريز سرڪار طرفان پنجويهه رپيا ڏنڊ پيو هو. ان کان سواءِ سگهڙ امام بخش شر پڻ حرن جي بهادريءَ جي ساراهه ۾ هڪڙو بيت چيو آهي جو هتي ڏجي ٿو].

•

## بچو بادشاهه ۽ پيرو وزير ۽ سندن ساٿين جا مقابلا*

(چيل مل محمود پلي❁)

وصف ڪجي واحد جي، جنهن جوڙيو جڳ جهان،
ٻيو ساراهجي سيّد کي، جو عربي اُمت ضمان،
ٽالپر وڏي ٽيلي سان، هو متي سنڌ سلطان،

---

* هيءَ بيت اسان حاجي برهان پٽ جيئو راڄڙ (ويٺل ڳموري، تعلقي عمرڪوٽ جو، ٽي چار سال ٿيا جو اسي ورهين جي ڄمار ۾ گذاري ويو) جي زباني قلمبند ڪيا. حاجي برهان خود 'مل' کان اهي بيت سکي ياد ڪيا. حاجي برهان سان 'مل' جي ياراني هئي جيئن ته "مجمع العجائب" ۽ "ليليٰ مجنون" ۾ خود مل چيو آهي ته "حاجي برهان راڄڙ يار منهنجو- مٺو محبوب سو دلدار منهنجو- الخ" (ن — ب).

❁ محمود پٽ طالب ذات پلي پاڙو اجيجاڻي درس (سنڌن فاقيرو گهر هئڻ ڪري کين درس سڏيندا هئا)، ڳوٺ حاجي عبداللطيف پليءَ جو ويٺل هو، جو عمرڪوٽ کان 12 ميل ڏکڻ طرف آهي. فقير محمود، حاجي عبداللطيف وٽ پڙهيو هو جو دائره وارن بزرگن جو شاگرد هو. حاجي عبداللطيف جي ڏاڏي آجيج جي استدعا تي ٿي ميين علي محمد شاهه 'سنڌي' جوڙي جنهن ۾ اجيج جو ذڪر آهي.

⇐

ٻڌل تنهن جو ٻارهين سن کان هو ڏيهن متي ڏان،
تيرهين ۾ اچي تاب پڳو، فرنگيءَ ان فرمان،
انگريز ڏاڍو جوان؛ جو پرڏر سڏائي پاڻ کي.

انگريزن جي صاحبيءَ ۾، چوڏهين صدي سِير،
پرڏر اچي پيدا ٿيا، بانڪا بي نظير،
ٻارهن ڄڻا ٻاهروٽيا، هئا مکيءَ پاسي مير،
’بچو‘ ان جو بادشاهه، ’پيرو‘ اڳيان وزير،
کري ڏاکي سان دلگير، تن ڏيهه ڏکائي ڇڏيا.

ڏيهه ڏکائي ڏيا سان، کيائون زير زبر،
اک نہ هُين انگريز تي، ٻيو کنهن نہ متي کلتر،
ماڙي سَوَ سپاهين جا، تي لوڙهيائون لشکر،
ڏسي هيبت حُرن جي، تي گهٽن ڇڏيا گهر،
پوءِ اُتي ويا افسر، انهن جي ٽاٽن پئي ٽُکون جهليون.

(هلندڙ حاشيہ ص 00)
فقير محمود بہ اتي پڙهي قرآن شريف جو ياد حافظ ٿيو. پوءِ فقير جي شادي وري ”ڪانوڙي“ وارن راڄڙن مان ٿي. کيس اولاد ٽي پٽ- طالب، علي محمد ۽ دائود- ٿيا ۽ هڪ نياڻي مائي حليمان نالي ٿي جا قرآن شريف پڙهيل ۽ نيڪ خصلت و نيڪ سيرت اڃا زنده آهي جنهن جي عمر اٽڪل 50 ورهيہ آهي ۽ هوءَ اولاد ۾ وڏي آهي. فقير تي ’مل‘نالو انهيءَ کري پيو جو هو بدن ۾ سنهون ۽ قد جو ڊگهو هو، جهڙو چوُنري جو ’مل‘ (انداران چوُنري جي جهل لاءِ ڊگها ڪايا جن مان هر هڪ کي ’مل‘ چئبو آهي). کيس دوستن انهيءَ نالي سان ڪوٺيو تہ پاڻ بہ ڪٿي اهو نالو شعر ۾ آندائين. سندس ڪلام ٻن جلدن ۾ ڇپيل آهي: (1) مجمع العجائب ۽ (2) ليليٰ مجنون، جنهن جي آخر ۾ نصيحت نامون پڻ ڏنل آهي. انهن ٻنهي ڪتابن کان سواءِ سندس غير مطبوع ڪلام مان ’حرن جا بيت‘، ’سيد هاشم شاهه ڪيجراڙي واري جي پٽ جي شاديءَ جا بيت‘ ۽ ٻيو بہ ٿورو گهڻو شعر اڃا نہ ڇپيو آهي. فقير سنہ 1350هه ۾ وفات ڪئي.

تاڻن پئي ٺڪون جهليون، ويا اُتي عملدار،
قاضين قضائون ڇڏيون، نڪري تيا نروار،
پڄي چڙهيا پيڙ تي، ڪامورا ڪوٽار[1]،
هئو رڳو ڦهڪو ڦاڏين جو، چيلهن تي چوڏار،
نہ رهيو ڪو نالي ڪي، چوٽيارن چوڏار[2]،
سنجهيئي 'سانگهڙ' لنگهيا، مڪيءَ جا مختيار،
ايڏي ڏيا ۽ ڏهڪار، هو ڀهڪو ڀهروٽين جو.

سٽي ڀهڪو ڀهروٽين جو، ويا چيڪ چڳيدار[3]،
پير نہ ٽڪيا پوليس جا، ڀڳا پئي ڀُلڪار،
آيو هٿ حُرن ڪي، هڪڙو سرڪاري سوار[4]،
وجهي وارنڊ تنهن ڪي، ڪيائون قيدين سندي ڪار،
ڪوڙي اڌ ڏاڙهيءَ جو، ڀُٽي نچايائون نروار،
ايڏا جن اختيار، تن ڪي سورهيہ چو نہ سڏيان!

سورهيہ چو نہ سڏيان، هوءَ جي مُنگهہ متير[5]،
اڪين مهندان ڏونري ڏينهن جو، تا ڏاڙا هڻن ڊير[6]،
ڪُڇن پُڇن ڪينڪي، واٽيا تنهين ويہر،
پوءِ اُتيو پوڪارون ڪيو، خبرا ڪن ڪولہير،
چي: سائين! اسان جي سچ ڪري، هتان لنگهيا هيہر،
گرو جو سنهن گس تي، پيا آهن "پلي" چئي تن جا پيہر،
هو مڪيءَ جا متير، نِيمي سپ ناش ڪري ويا[7].

---

[1] پيڙ = ٻي جاءِ. (2) ڦاڏيون = تراريون. (3) چڳيدار = ڳاڙهن چڳن يعني پٽڪن وارا، پوليس وارا. (4) سوار = رحمت الله جوڻيجو اصل تڙ احمد جو ويٺل، ڳموريءَ ۾ جاني وڏيري جو پوليس پيري هو، پوءِ وڃي پوليس ۾ سوار ٿيو. حرن کي هٿ آيو چيائين تہ آءٌ مريد آهيان، پوءِ ست اَٺ ڏينهن رهائي، ڇڏي ڏنائونس. (5) مُنگهہ = زبردست. (6) ڏونرو = اُڄو، صاف. (7) نِيمِي = مُوڙِي، مُور.

مانجهي مرد مڪيءَ جا، غازي ڪين گُسن،
عداوتي اونداھ جو، تا ڏِئـي تي ڏسن،
ٺڪيائون، تت هنيائون، وري تر نہ گُتو تن،
رڳا چغل چُٽيا، بات متي بانڪن،
اِني ڪي انصاف جا مجرا تا ملن،
ڳالهيون پيون ڳائجن، تن مردن جون ”مل“ چئـي.

ڏسو مٽيا مردن جي، ايڏا جن ايمان،
ٻارهن سِر سچي ڏيھ ڪي، سامهان تيا سلطان،
حاڪمن متن هلائون ڪيون، ٻيا طرحين طرحين طوفان،
پُرين سوڏا پيڙجي ويا، اڇي جند ڳاري جوان،
تہ بہ اڪر هڪڙي انگريز جي، ڪاڻ ڪديائون ڪانہ،
بانڪن پنهنجي بهادريءَ سين، چڙيو توري اُپ آسمان،
آخر خاڪ مڪان، هتان هر ڪو ويندو هليو.

هتان هر ڪو ويندو هليو، پنهنجو وارو وڄائي،
هيڪر دانهن دهليءَ سوڙي، چڙيائون نالو ڪڍائي،
ميڙي ’ٻهرم ٻري‘ جي تي آيا ڪنڪ ساڻ ڪاهي،
بندوق جوالا سنگ ڪي، ٻُٽيائون ٻولائـي،
موڙي گلي موچيءَ جي، اها ڪٽئي آهي[1]،
ڏهلـي چڙيائون ڏر تي، ڪُتو ڪيرائـي[2]،
ڏيئي پڙهو سي ويا، سيني سٽاٽـي،
متان ڪو اِن حساب ۾، صبح غريب گهِلائـي،
ڏجي ان جي ڏائـي، تي گهٽن رضائون گهريون[3].

[1] موڙي = ٻاهرين گهوڙن جي بنا بندوق. (2) ڏهلـي = چيري ڦاڙي. (3) رضائون = نوڪريءَ کان استعفيٰ جي موڪل.

تي گهٽن رضائون گهريون، ڏسي مردن مارو مار،
حضور اسان کي حڪم ڏئي، تہ وجي ڏسون ٻچا ۽ ٻار،
جنهين پنيان جيءَ جوکو، گهوري سا پگهار،
تي سِڪَ وانگي سنگسار، متان اتي مارجي وجون[1].

پُرسن اُتي پڙهو ڏيئي، ائين الايو،
تہ: مدعي ماري پانهنجو، اٿئون ڪولُو ڪپايو،
اسين نانءُ نہ وٺون ڪنهن جو، مَر ڪي ميلو ڦتايو،
ماڻهو وسهيا ڪينڪي، پورن ائين پانيو،
تہ هتيڪو حملو ڪري، مون متئون آيو،
پوءِ سيني ات سعيو، پري ڪيو پجڻ جو.

پري ڪيو پجڻ جو، پيئي ڊاڊا ڊوڙ،
نانوائي تيا راهي، ڇڏي ٻوٽيون ٻوڙ،
مهاٽيون وجي اڏاٽيون، ڪينديون ڳٽتي ڳوڙ،
چڙهيا ڇڏيائون ڇُلهن تي سندا شيخن ڪوڙ،
اهڙي سختي سوڙ، اچي خلق ۾ خوف پيو.

اچي خلق ۾ خوف پيو، اهڙو ڊپ ڊاءُ،
تِڪي سگهي ڪونہ ڪو، رعيت توڙي راءُ،
سيڪنهن مِنو ساهہ، ڪنهن نہ قبوليو موت کي.

جيڪي هئا اُن حملي ۾، آيل اوٺي سوار،
تن پاڪڙا ڪيا متن تي، ورتئون مَيَن مهار،
تاڻيو وجن توڏن کي، ڪندا گويا ۽ گفتار،
تہ هوند ڪٽي هلڪا ٿيون، وجهي بودن متي بار،
پر تِهانءَ اڳي تڪرار، مرد اچي مارو ڪندا.

(1) سِڪَ = جوالا سنگهہ

مرد اچي مارو ڪندا، پُرس پنيان اچن،
اجل جيئن اوچتا، تا ماڻهوءَ متي پون،
پڇاڙيون نہ ياد پيون، تڪڙ منجهان تن،
هَنن منجهہ هاڏيون، گهٽيئي ڏند پِيهَن،
ٻَڌا پير جن جا، سي ڪيئن وهڻ هلن،
متيون تن مردن، گَنڌجي اچي گُر تيون.

مُوڙهِي مَت مَهتن جي، جن ڪي ڪانہ اُجهي ڪائي،
هڪ اڳيئي واٽيا، ٻيو نڪا سئائون تي رات اونداهي،
پوءِ پاڻهي تا پروڙيو، اُتان معلوم مڙيائي،
ڏِس اُڪلين ڪانہ ڪا، جيڏانهن رَمِي تين راهي،
سُتي پئي ڏوتين ۾، تنين تير وهائي،
هَڪل ڪيائون گُروءَ ڪي، جو سندن آگو اِلاهي،
اري رام! تون رکين، پردو پناهي!
وندبيرا وڙهي پيا، قشيرن ڳالهہ ڦٽائي،
پوءِ سينين سجائِي، ڪٽي انگو چا آلا ڪيا.

انگوچا آلا ڪيا، تِيري تنهين وير،
نڪا ساڻ ناهہ چڙي، دَهلِي ويا دَلير،
ڪيائون مار مجتائن تي، باسيائون سڪائن سير،
پَڪو مَڻ پر ميسَر! نيت ڏيندا سون، ڪندِ منائي خير،
ليڙيِيَن جي لشڪر ڪان، جي تا بچون هير،
تہ مور نہ ايندا سون ميڙي تي، ٻيهر پري پير،
پوءِ اچي ڪنڌ گُذائي ڪير، مڪيءَ جي مردن هتان؟

ٻارهن چڙا ٻَهروتيا، سورهيہ هئا بہ ستر،
لندبن سوڏا لکجي ويا، زور پريا زبر،

راڻيءَ ڏاڍو روڄ ڪيو، سڻي خوب خبر،
ونيو سنڌ ساري تا، هاڻي وڄن ڇُر،
ڪري ڪؤنسلون پاڻ ۾، پيا منجهہ پچر،
'دِليءَ' ديباچا ويا، 'ڪلڪتي' ڪاڳر،
'پوني' دانهن وڃي پڳي، اُتي 'امبراسَر'.

'لکنو' ۽ 'لاهور' کان چڙهيا 'گڊگام' کان گورنر،
'سبي' بندر، 'بڙودي' جا، ڪئين آيا ڪمشنر،
اسپيشلون آئيون، ڪٽي فوج اُپر،
'اسٽيل' بيهي رهيو، پنهنجا ويڙهائي وَرَ[1]،
'لِيُوڪس' اچي لوڪ جا، ڪاٽـي ڪانيا گهرَ[2]،
بي قانوني ڪيترا، تنهن هلايا هُنر،
تہ بہ آيا ڪين ڪَپَر، انگريزن جي اَمر ۾[3].

انگريز لکي روس تي، چني منجهان چاهہ،
جنهن سان جنگ جُدا هُيس، وڏي ويڙهہ وڏاء،
تہ ويهہ مانجهي ماٺ ڪري، بانڪا تون برجاءِ،
هينئر منهنجي حاڪم سين، لڙائي هتي آهہ،
'مَڪي' نالو مُلڪ جو ۽ 'بچو' بادشاهہ،
سو فتح ڪري صُباح، پوءِ ايندس تو انجام تي.

'بچو' جي بادشاهيءَ جي، هُئي دليءَ سوڏي دانهن،
انگريز اخبارون مُڪيون، پيرن ميرن ڏانهن،
تہ ڏاڍو انصاف ان ڪي، ڏاج انهيءَ ڏانءَ،
جيڪو وني ٻانهن، ٻارهن ڀهروٽين جي.

---

[1] اسٽيل هڪ انگريز ڪمانبر جو نالو. (2) ليوڪس هڪ انگريز ڊپٽي ڪمشنر. (3) ڪَپَرَ = جوڙا.

ٻارهن چٽا ڀڙوتيا، سُورهيه هُئا سُجان،
ڏسي هيبت حُرن جي، دڙڪو ۽ دهمان،
پُوڙي پؤ نه جهليو، پيو هائو هندستان،
مددون مڱيائين رائن ڪان، ڏيئي تارُن جا طوفان،
چؤڏس چؤڪيون بيهي ويون، دنگن تي دربان،
ڏاڍا مڙس ڏيسِي، آيا جوڌپور ڪؤن جوان[1]،
ڪي جنگي جيسلمير ڪان، ڪي مانجهي ڪان ملتان،
ڪي ڪوپا ڪراچيءَ ڪان، آيا پنگجي پهلوان[2]،
ڪاپون اچي ڪنيون تيون، ميڙا منجهه ميدان،
پر جهلي ڪو ايمان، مور نه لڙي مڪيءَ ڪي.

ڪو مور نه لڙي مڪيءَ ڪي، جتي ويڙهيون وڏا وڻ،
ٻاهران وينا ٻيٺا ٿيو، ڪين مانين سندا مڻ،
پوءِ اهڙا جن لَڪڻ، تن ڪي چُتو چو نه چئجي ڪٽي.

ماري منڪر ڪيترا، ڏهليا تن ڏقير،
هوند ڪين ونائن ڪنهن ڪان ها ڪنهين يت پير،
پر مجي أمر مرشد جو، آيا أني وير،
’پيرو‘ سندي پادر ۾، بيو قدم وجهي ڪير!
ڪتان لين ڪوڏيا، ’ڳلي‘ جهڙا شير،
اڙٻنگ ڏيئي اُلير، آيا مَلهه ميدان تي.

آيا ملهه ميدان تي، سانگو پلي ساهه،
ماٺهو سُڪائون مير ڪي، جو ’ٻچو‘ بادشاهه،
ته: لڙائي اٿئون لوئر سين، تون سگهو اچ صباح،
تنهان اڳي چغلي هئي، ”ڪيريي“ ڪري ڪاهه[3]،

---

[1] ڏيسِي = ڏيهي ماڻهن جو لشڪر. (2) پنگجي = سنيري، تيار ٿي. ڪيريو = نالو- غلام ڪيريو.

تنهن تي ڪامپ چڙهي ڪيتري، جنهن جي نہ سڌ سماء،
ڏسي هيبت حرن جي، دهلي ويا داناھہ،
منشين مُٺ موڙها، سُڪي ويڙن ساھہ،
تہ: آهيون اجل سامهان، ڪهڙو ورندو واءُ؟
اُيا گوڙيون ۽ گوگاء، ڪن ٽيئي ٽِيلي وچ ۾.

ٽيئي ٽيلي وچ ۾، هلن هاڏيون ڪن،
وِڪ نہ وڌي ڪنهن جي، جو اَچي مَل مَٽن،
پري ڪان پستولون تي سجيون سولجرن،
تفنگون گهٽيئي توانيون، پر چا سن سي چٽڪن،
هڪڙو هٽن همٿ ڇڏي، ٻيا ڏونرا پيا ڏڪن،
تاسين تاسِيرو ڏنو سامهون سوپارن،
رئفلن وٺي رانياھہ ڪيا، سُڪا ساھہ سين،
ٽڙڪا ٽاڙهو ٽاڙ ڪري، لڳا ڪان ڪٽن،
گهوري ٽپاچا گهوٽن، اچلي ڪٽي اڳاهان ڪيا.

اچلي اڳاهان ڇڏيا، آيا اوچي ٻَاٽ،
لڳا ڪان ڪوٽن ڪي، سامهان ڪري سوسات،
ڇٽڪيون ڏادي چوھہ مان، ٽوٽتين ڏنا ٽاٽ،
دارُن تي ڌڌڪا ڪيا، جيئن وجون ڪن ڪڙاٽ،
ٽيئي پرس پڙ ۾، ڪري پيا ڪنوات،
سورهيہ انهيءَ سات، غازي گوءِ ڪٽي ويا.

غازي گوءِ ڪٽي ويا، ٽيئي منجهان ٽيلي،
”پيرو“ توکي پيدا ڪيو، يلي رٻ يلي،
وھہ واھہ! تنهن وساڻ جي، ٻَلِي! ڙي ٻَلِي،

ٻروچ ڏي ڀڪي سان، تو هاڏيون ڪيو هلي،
ڪوڏئون وچي ڪُلهو هڻيو. غازين سان گُلي،
موڏين هٽي موچيءَ کي، ڪيو ڏار ڏلهي،
تہ بہ ڪوڏيو منجهہ قلعي، وڙهيو تي ويرين سان.

وڙهيو تي ويرين سان، سِينو ڪيو سِپر،
اَڏائڻ گهرجي ان جي، قبو مٿان قبر،
ڏسي فوج فرنگيءَ جي، هو هاريا ڪين حُر،
پوءِ سورهين ڏيئي سِر، مکي سيٽ ملهائي.

"خميسو" وڏي ڪيڏ سين، ورنهہ ساڻ وساڻ،
ٻيو 'فتلو' قاضي فلڪ سين، جنگي مرد جوان[1]،
ٿيو ڪاسائي ڪيهر وانگي، سورهيہ هو بہ سجان،
پوءِ اعليٰ عقل ساڻ، آيو پهہ پرسن کي.

پُرسن ويهي پاڻ ۾، ايءَ ويچاريو وَرُ،
تہ "پيروءَ" مارڀي پير کي، ڏاڍو ٿيو ڏمر[2]،
هاٿي ڪنن پر ڪپي اچون، نوازيو نوڪر،
جو چُغل وڏي چوڪ سين، مَنگهُرو مُنڪر،
تہ ڪامل تان قهر، لهي اک انگريز جي.

لهي اک انگريز جي، بات انهيءَ بيان:
تہ: ماڻهو ماري مرشد جو، ظالم ڪري ويا زيان،
بيشڪ مدعي پير جا، آهن بنا غير گمان،
ملندو ماڻُ مرشد کي، انهيءَ شرط سان،
پوءِ پنهنجا سر قربان، جي مُئاسون انهين ماري.

---

[1] فتلو = حُرن جي لکپڙهہ وارو منشي. [2] ڏمر = ڪاوڙ جو سبب تہ نواز نوڪر انگريزن وٽ چغليون هڻندو هو.

پوءِ سانگو پلي ساھ جو، جوکو سندو جند،
ھڪل ڪري ماريئون، نوازيو نند[1]،
پوءِ نڪي پڳا، نڪي لِڪا، وينا راھ وني رند،
پرھ ڪِڙيءَ پنڌ، ڪٽڪ ڪاھي آئيو.

ڪٽڪ ڪاھي آئيو، ڪري ميڙ مَتن،
پيراڻي پوليس ڏي، ھٽ نہ سَجيو ھُن،
ٽيئي اُت ٽڪرا ٿيا، پڳڙا جيئن پُڄن،
سيّد پاران سِر ڏيئي، عيوض پريو اُن،
گھوريون گھورون متان تن، مجي اَمر جي مُئا.

پر مرد اجا مَڪيءَ ڏي، سورھيہ تا سُڄن،
ٻاھروٽيا ٻنين ۾، راتو ڏينھن رھن،
ھڪ 'پلو' ٻيو 'عثمان' ٽيو 'مصري' ھو بہ منجھن،
'جويـي' وجي جُوٽي ڪنئي، منڪر ڪنھن متن(2)،
'غلام' نانءُ تنھن گانڌوءَ جو، ڪيريو ذات ڪھن،
پوءِ ويني وريامن، فوجون ڦري آئيون.

فوجون ڦري آئيون، گگھٽ ڪري گھمسان،
پنج ھزار پلٽڻ جا، سامھون ٽي انسان،
پر ھِنياڻِي حُرن ڏي، ڪنھن جي ٽئي ڪان(3)،
پري ڪان "پِلي" چئي، ڪيائون توفن جا طوفان،
لڳي جنگ غوغاء ٿيو، ڪر گجن تا آسمان،
بغل وجي، بانشا بتليا، اچن جلھ ڪيو جوان،
"پلو! متان پجين" ٽي آکيو ائين "عثمان"،
"او مصري! منجھ ميدان، مَرونتان مان لھون!"

---

(1) نند = نثر. (2) جويــي = جوءِ جھڙي، زالائـي، زنانـي. (3) ھِنياڻي = ھمت، دليري.

پوءِ بالڪن بهادريءَ جا، جانڪِي بَڏا جَڪَ[1]،
مُڙڻ واري مردن ڪي، توڙان هئي نہ ٽَڪَ،
ٿيئي اڙٻنگ اُرڏا، سورهيہ ري ئِي شڪَ[2]،
ڏوڪِي ڪِڍيائون ڏڪ، پنجاهہ هڪڙي پڙ تي.

پنجاهہ هڪڙي پڙ تي، هٽي ڪڍيو حرن،
سهسين ستي سولجر، ڪيرايا ڪونڌرن،
چِتڪيون آمهيون سامهيون، بندوقون بالڪن،
هيڪاهين هٻڪاءُ ٿيو، ڪر گنگا اُٿ گجن،
هڪڙي گوڙ گوئرن جي، ٻيو دهڪو ڌُنالين،
پوءِ ٿنهي تِسينگن، گهُر هٽي گهايل ڪيو[3].

گهُر هٽي گهايل ڪيا، ڦهري لڳِن ڪانُ،
ڪِري وِير ويچارن تان، اٿليا آسمان،
ماريا مُڙيا ڪينڪِي، اهڙا جوڌ جوان،
سؤ سؤ پيرا صدقو، تن ڪونڌن تان قربان،
ڳِلا تن غازين جي، لائِينُ ڪَن لعان،
بي قدرا لوڪ ۾، آهن بيشڪ بي ايمان،
جي پاڳون ٻڌي پرس تيا، آهن جوين مثل جوان،
ڪانئر ويهو ڪنڌ ۾، شاهي هٽن شونان:
تہ چِتن منجهان ڪين ٿيو، ڪيئون ڪائي مڙسي ڪان،
پر هلي منجهہ ميدان، مرڻ ڏاڍو مشڪل آ.

پر شاعر! ان شڪايت ڪي، ڪيم ڪر تون ڪَن،
هي لوڪ منهن موڪ، تنهن ۾ ڪئين ڳالهيون ٿين،
نڪي مُڙيا نبين تان، نڪي مٽان يارن،

---

[1] جانڪِي = چُست ٿي. [2] ري ئي شڪ = شڪ کان سواءِ. [3] گهُر = خدا جي گهُر، سڌ، رضا اِلاهي.

ڳِلا انبيائن جي ڪِي تي ڪافرن،
بغض اصحابن ڏي، رکيو رافضين،
جي اهڙن مڙسن تا نہ مُڙيا، سي هنن تان ڪيئن ٽرن!
تون وک مَ وجاءِ ڪنهن جي، چئج سچ سين،
هِتي سوڀ ڪٿي وجيٰ ستا، ڏيئي ٻانهن سِرن،
هُتي جي قيام هُت رهي، ڄاڻي مالڪ ڏٺي مُلڪن،
تون انصاف ڏي اُن، جن سامهان اچي سِر ڏنا.

مڪيءَ جي مردن جي، ڪي گاندو ڳِلا ڪن،
تہ: گهر پنهنجا گهوٽيا، ڇڏيو چو رُلن؟
آءٌ جوڙيو ٿو جواب ڏيان، ترت مهندان تن،
تہ هِنئان مَهند مانجهي جي، سورهيہ تا سُڄن،
ڄڀيون وٺي جنگ ۾ آنديون ڪي انهن؟،
جي ياٺيين پرم رهي، تہ ويهہ قابو منجهہ ڪڪن،
بہ گدرا مُٺ ۾، اصلي ڪين اچن،
غازي نالو پاڻ تي، راوت جي رکن،
اوءِ لاڳاپو لوڪ جو، لاهيو لڄ وتن،
سر صدقا جن، کهڙيون ميارون تن تي.

مڪيءَ جي مردن جي، اها ڳالهہ اور،
چون پيا ڪي ڪي، گاندو ڳِلا خور،
تہ: ٻڙ ۾ تہ پٽرا تيا، چوتي لِڪا لغور؟
مڙس وڙهن ميدان ۾، چوريءَ وڙهن چور.
عاقل انهيءَ ڳالهہ کي، پڇيو ڪن پور،
جو مارڻ ڏاران مارجي، ان ڪي چؤ نہ اُتور،
جو مدعي ماري پوءِ مري، گهورون تن تان گهور،
سي پلي مرڪن مور، جن مڪي سيپ ملهائي.

مشهور ڪيو ملڪ ۾، انگريز ايءُ اشتهار:
تہ باقي جنهن مان هڪڙو، ڪو وٺي ڏي وينجهار،
تہ انهيءَ کي انصاف ڏيان، هِيرا ڪئين هزار.
ايءَ سٽنڌي ڳالهہ، ٿيو سنيري سِڪ تيار،
نامر وڏي نروار، 'مياسنگ' پٽ 'جوالا سنگ' جو.

مياسنگ مَتجي آيو، تابش رکي تمامر،
هيس اميد اهائي من اندر مدامر،
تہ وير وٺان بابي جو ٻيو انگريز ڏيندم انعامر،
تيسين نڪا ٿيس نوڙهہ ۾، ڏيئي ڪان اڏامر،
ڪائي بل بدنامر، اتلي وجي اوٺو ڪريو.

اتلي وجي اوٺو ڪريو، ٿيو زير زبر،
آس تنهن آسيءَ جي، پوري نہ ڪِي پرور،
يڃي ڪٽس پُڪو ڪيو، پهرئين ڪان ڪَتر،
چئو انصاف ان جا، جهليئين سورهن تير ستر،
سورهيہ اڃن سامهان، ڪُڙها ڪٽيو ڪر،
وُنا ڪربل جان ڪڪر، ينيءَ رات "يَلُوءَ" تي.

"يلو!" توکي يَلِين مَر تہ جائو ماءُ،
سورهن ڏڪ سيني ۾، هئا گهاتو تنهن کي گهاءُ،
هٿ يڃي يڪو ٿيو، نونٺ بہ چڏيو ناهہ،
تہ بہ ڏيئي لهريون لاهہ، آيو ڪاهيندو ڪٽڪ ۾.

آيو ڪاهيندو ڪٽڪ ۾، تکي ڪٽيو تلوار،
"ياعلي ياعلي!" ڪري سو پيو منجهہ پاتار،
آڏي نہ هجي ها ان کي، پاٽيءَ سندي پار[1]،

---

[1] پار = ڍنڍ.

نہ اهڙو هوند اگهہ ڪري ها، ڪمانيءَ سان ڪار،
سو ٻلو هوند بيهار، مور نہ ڏري ها مڪيءَ کي.

بارهئين چٽا ڀهروٽيا، هوند هڪڙي مُٺ هجن،
تہ ڪُتا ڪامپن منجهہ سي، اهڙا وڍ وجهن،
تہ جيئرا هن جنگ جون، ڳالهيون ڪيئي ڪن،
پر فوجون ڦري آئيون، ڏارو ڏار سين،
اصل انهيءَ يت هو، مرڻ متيرن،
پوءِ مڪيءَ جي مردن، وڻ بہ وجائي ڇڏيا.

ڪين ڏسنديئنءَ ڪڏهين، مڪي! اهڙا مور،
ڳوڙها وڏيءَ ڳالهہ سين، اڙٻنگ اگهور،
هڪڙا سهٽا صورت جا، ٻيا چلن چگي ٽور،
اهڙا ئي اتور، ڇڳير توکي ڇڏيا ويا.

سر سپيئي سُجا ڪري، مري ڇڳيرن،
مڪيءَ پاسي 'مل' چئي، ڪوهہ نہ ڦاڏڙيا ڦرن،
جڏهين جٿرو ناهہ جوءِ ۾، 'پيرو' يَر پيرن،
تيون مالهاريون مرڪن، جڏهن باز مري بَس تيا.

'ٻچو' وڏو بهادر هو، جهڙا چئنچل کي چئجن،
وڻايو تنهن وير کي، قضا جي ڪَرمن،
هڪ مرشد متي مامرو، ٻي روڪ متي راڄن،
پوءِ انهين اولانين، نڪري اڇي نروار ٿيو.

نڪري اڇي نروار ٿيو، پر ايءَ ڪچي ڪيائين،
جو هتيار پنهنجي هٿن سين، چوڙي ڇڏيائين،
جيڪي جوڏو جنگ ڏيئي، مري ها مُنهائين،
تہ سوپ سوا لک جي، هوند خاصي ڪٽيائين!

پر هيس جا حق ۾، سا لاشڪ لڌائين،
تنهن نر جي نِلائينءَ، ڪرڻ موچاري ڪينڪي.

بد نيڪي 'بچو' جي، ڪرڻ ڪين جڳءِ،
وَرُ ويچاري سيڪو، هِنيون ڪري جاءِ،
اچڻ موت سامهون، ٿوري ڳالهه نه آهِ،
ايءُ انصاف اُن جو آهه، جو سورهيه اچي سلام ڪيو.

سورهيه اچي سلام ڪيو، پير پٽر پائــي،
بي انصافي انگريز جي، ايءُ وڏي آهيــي،
جو پاڻهي پاٽاري آيو، قيري ڏنائينس قاهي،
جي پرڏر سو پاڻ ڪي، ٿو سورهيه سڏائي،
ته اچي 'مل' مڪيءَ تي، ڪٽڪ سان ڪاهي،
هزارن مهندان هڪ جي، ڇاتي وري ڇاهي،
باهران وينو ٻان ڪيو، ٿو راڄ رنجائي[1]،
مڙسي آءٌ مور نه ڇوان، اتڪل رڳي آهي،
پوءِ ڏاهپ ساڻ ڏاهــي، 'بچو' وني ٻاند ڪيو.

'بچو' وني ٻاند ڪيو، انگريز ڪري اتڪل،
هوند ڪين وناٿين ڪڏهين، هو مڪيءَ سندا مَلَ،
پُرس سپيئي پهلوان هئا اهڙا جوان جبل،
ڪري مرشد ساڻ مهل، نڪري اچي نروار ٿيا.

نڪري اچي نروار ٿيا، هِينون جهلي حُر،
سيّد ياران پانهنجا، سورهين ڏنا سِر،
صد رحمتون تن شيرن ڪي، جن لِڪ نه ڪاڏي لِڙَ،
محابي مرشد جي، جُڙندين جنت قصر،

(1) ٻان = حيلو.

قادر تون قبول ڪرين، جيڪي آکيو هن احقر،
جهڙي سُيم ڳالهڙي، ڪن ماڻهو معتبر،
تهڙو بيت بنائي بيهاريم پورا اکر،
وڏ گهٽ معافي ڪرين، تون ڏيهه ڏٽي ڏاتر!
مرسل! ”مل محمود“ جو، سڻ سوال تون سرور!
ٽيندو اوڪيءَ آڌر، ڪلمون ڏينهن قيام جي.
لا اِلٰه اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

ᗢᗣᗢᗣ

## جوالا سنگهه جو مارجڻ*

(چيل مل محمود پلي)

ٽيو سن چوڏهون اچي رونما،
’مڪي‘ ملڪ جو ٽيو ’بچو‘ بادشاهه،
اڳيان تنهن جي مختار ’پيرو‘ وزير،
اڪابر وڏي عقل، اعليٰ امير،
سوين بيا سپاهي ٻه نوڪر سندن،
ٻَڪر جيئن پوساٽيو، عَدو کي ڪُهن.
ڪليڪٽر تي هئي ڪين تن جي نظر،
ڪديئون ڪاڻ ڪائي نه تي ڪمشنر،
ڪُٽي ، تن ڪامورا لڏائي چڏيا،
سوين تن سپاهي پجائي چڏيا،
صوبيدار ’سانگهڙ‘ ۾ سوڙها ٿيا،
جمعدار، مختيار ڳوڙها ٿيا.

---

* هنن بيتن جو مدار، ٿر (تعلقي عمرڪوٽ) مان حاجي برهان راڄڙ ۽ محمد عمر معمور يوسفاڻي ڪان مليل روايتن تي آهي.

’مکي‘ ملڪ کي جو ڏيري، سو مري،
گهَٽو ڪَرَ بگهاڙن نظر تو چڙهي.
متي ميل پنڌ تي هٽن جي بندوق،
گُسن ڪين غازي ڪڍهن تل ملوڪ.
اچي هٿ حُرن کي ڪو ڪٿهين سوار،
تہ ڪن خلق ساريءَ ۾ ان کي خوار.
اچي اهڙي قر مار بانڪن ٻڌي،
وٺي ڪونہ تن کي ڪو ورنهہ وڌي.
زبردست هو سِڪَ هڪڙو تمام،
چون تنهن مرونءَ جو ’جولاسنگ‘ نام،
متو تنهن مجوسيءَ جو هئڙو قريل،
هئو چست چالاڪ، پختو پڙهيل،
هنئي تي وڏي واڪ تنهن بڪَ شڪَ:
”ڏسان هوند ڪريان ڏڪن ساڻ ڏڪَ،
پوَن وَر سندم اڄ اهي حُر اچي،
پوي هوند ڏاڍو مزو ڪو مچي“.
ٽيو ڏينهن ميڙي جو ’ٻهرم فقير‘،
مڙيا سهسين ماڻهو اچي مير پير،
سپاهي ۽ سالار سهسين هئا،
هليا تي لڳو لڳ صفون ڪيو پُٺا.
وچان تن آيا حُر هليا جلد سي،
مُڙيا ڪين ميڙي مٿان مرد سي،
ڪري سڌ شتابي ’جولاسنگ‘ ڪي،
وڏئون چاڻ تنهن مرد اڙٻنگ کي.
”اُٿي مرد مانجهي! تي هوشيار هاڻ،
مٿان پوءِ چوين ائين، ڪيئون ڪونہ چاڻ“.

متان رات كاري لڏاري هئي،
مگر خلق کي هوشياري هئي،
هنيائونس هڪڙي ڏونالي پري،
لڳس ڪان قابو سو ڪڙڪو ڪري،
لڳو ناڻ لڪايو 'جولاسنگ' تنهن؛
"ڳُتو آهين!" ڪئي بات اڙٻنگ تنهن.
"ڳسٻي ڪين منهنجي هٿان جا چُتل،
سنڌ جسم کي جوان! هونئي سا ڪل:
اها آهہ 'موچي ڳُلٻي' جي بندوق،
متان ٻيو جهلايو ڪري ٻوهہ چوڪ".
ڏنائون پڙهو منجهہ ميڙي سڀي:
"متان کو بہ ماڻهو پئي پؤ پڇي،
وٺون ڪين نالو ڪنهن ٻئي جوان،
سندي مدّعي کي ڪيو سون زبان".
هٽي نعرو سي جوان، هو کو پري،
تيا راهہ نروار ٽولو ڪري.
عجب ۾ پئي خلق ڏسندي جوان،
هئا مرد مانجهي، فرشتہ نشان،
اجل جو هي لشڪر عيان آيو هيئن،
بندو هيئن بندي کي ڪندو قتل ڪيئن؟
چڏي ميڙو ماڻهو اچيو تا پڇن،
جس باز بحري پيو منجهہ پڪين،
پڳا نانوائي چڏي بوڙ کي،
هٿن منجهہ ڏويون ويا ٻور پي.
مهاٽيون اڏاٽيون تيو واءُ وجن،
پڪا گوشت، مڇيون چڏيا ماهہ تن.

ڪريان تو حڪايت ’جتن‘ جو بيان،
ستو سا هِنيـين سان ڏري دل ڏيان:
گهٽن پاڪڙن کي ڪنيو سر متن،
مهارون مَيَن جون هيون منجهه هٿن،
انن تي رکڻ سان ٿئي تي اوير،
اچي پرس پهچن متان هو متير،
ائين پاڪڙن کي ڪٽيو پئي ويا،
اولاٽن انن کي هٽيو تي ويا.
هئا سوار جي اتهين گهوڙن سندا،
ڪَشي تن ڪمربند جوڙي ٻڌا،
چڙهيا چوٽ سان تي سي جلدي جوان،
پچاڙيون تڪڙ مان پيبون ياد تان نہ،
هَنن منجهه هاڏيون[1] پيا ڏند پيهن،
ٻَڌا پير وهٽن، اهي ڪيئن هلن!
مُنا جيئن تہ ’مهتا‘ ويچارا اچي،
پڇن رات جو ڪيئن؟ متي تن ڪچي،
پڇڻ ڪان سي قابو، پيا ڏاڻ تن،
ستي ڏوتين ۾ پيا سي پُسن،
’متي جا ڪچي‘ سيڪ سا ڪيئن سَهي!
ڪيو پيٽ واڪا ويچارن وهي،
پيا ’رام‘ کي جام ڪارون سي ڪن،
”ونديئرا، قشيئرا پَرهيان[2] شل مرن!“
حرن جي حڪومت ۾ هيبت ٻهون،
۽ انگريز جون تن منجهايون قيهون،

---

[1] هاڏيون = دانهون. (2) پرهيان = پري.

ونائين ورنهہ نہ ڪنهن وجهہ سان،
وڙهيا تي شتڙي اهڙي سجهہ سان،
نہ هئي جاءِ تن سان ڪا فوجن سندي،
اچي ڪيڏ اهڙي جوانن ٻڌي.
هئا مرد مانجهي، ارڙ سي اپار،
ونايا سي ورنهہ وڏي ڪنهن لاچار،
متي پير پنهنجي سٽائون تي جَهل،
تنهان پوءِ تن جا سُڪا ٻيئي ڳل،
پُٽا سي جهنگل منجهہ روئندا رهيا،
”جيئڻ جاڙ جٹ آهہ“ چوندا هئا،
”هلو تان هلي هاڻ پاٹهي، مَرون،
مرڻ ڪان اڳي ڪيئن پوئتي ورون؟
’پکي پير‘ مَرڪي پلي شاهہ پيو،
مريدن جنهين تان فدا ساهہ ڪيو“.
متي پير پنهنجي سٽي سخت ڳالهہ،
اچي هوءِ حاضر ٿيا از مَهال،
پلي ’حر‘ سڏائن اهي مرد تا،
ڪنان موت مانجهي مُڙن جي نہ تا.
سڏائي پلي پرس ’پيرو وساڻ‘،
جنهين گهوٽ گهوريو متان پير پاڻ،
سڏائي پلي مڙس ’موچي گلو‘،
ملهايو جنهين جوان ڪوپي ڪلو،
هجن رنگ شابس ’تڳئي چانگ‘ کي،
چڏيو جنهن حياتيءَ سندي سانگ کي،
ٺيئي مڙس پڙ ۾ مري ڳاهہ ٿيا،
سڄي لوڪ ۾ موڪ وهہ واهہ ٿيا.

مٽان جنگ پلٽڻ نہ مانجهي مُڙيا،
ڏيئي جنگ اڙٻنگ ورنهہ وڙهيا.
وڙهي جي مرن سي 'ٻهادر' چون،
پڄن جي پنيرا سي 'ڪانئر' ڪهن،
مري نيٺ بلڪل ويا هوند سي،
انهيءَ موت سُرها تيا چوندڊ سي،
پلي 'حُر' سڏائن اهي مرد تا،
ڪنان موت مانجهي مُڙن جي نتا.
جهڙو ماهہ مرشد مڪمل سندن،
تهڙو پـير پريو سچو تن حُرن.
لکيا مون ارادي بنان بيت هي،
بيان سو ڪيم ڳالهہ جا ھئي صحي،
ڪري بيت پورا پڄائي ڇڏيم،
حرن کي تہ ڳائي وڄائي ڇڏيم.
مرن تان ڏوهہ ڪيڙا اندازئون اَپر،
محالي چگن جي مڙئي معاف ڪر!
اتم آس خاص نبيءَ چام ۾،
وِلهن جي وسيلي ۽ وريام ۾،
ڪندو "مَلّ محمود" تي سو شفا،
جو شافع شفاعت جو روزِ جزا.
پڙهو ڪوڏ ڪلمون نبيءَ چام تي،
ڪندو جو شفاعت امت عام تي.

لا اِلٰه اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

ઌઌ

# مکيءَ جا مرد*

(چيل امام بخش شر✤)

ساراهيان سچو ڏٽي، جنهن کي موليٰ ڏنو مان،
قادر جي قدرت جي، ڪمي آهي ڪانہ،
مردَ ساماٽا ’مکيءَ‘ ۾، سورهيہ جوان سجاڻ،
اڙي پوندا هئا لشڪر ۾، مست اهي ميدان،
دونالين ڏوڙيا هئا، اُڀ گجي آسمان،
سي تہ وارو وڃائي ويا، سوڀارا سلطان،
غازي گڏيا گوندر ۾، لاءِ پير پاڳاري پهلوان،
اجا صوبا گهٽا سنڌ ۾، جن جا پير هئا پهلوان،
لڪا گهمن لوڪ ۾، جوڳي منجھ جهان،
نوڙت سڀ نماز، پڙ ڏرم وڏو ڏيان،
جيڪو پرهيز ڪندو پيرجي، تنهن کي الله ڏيندو ايمان،
پڙهہ ڪلمون قلب سان، سڀ مٿي اٿئي مڪان،
سفر جو سامان، هي اٿئي ”امام بخش“ چئي.



* هيءَ روايت وچولي (تعلقي سنجهوري) مان علي اڪبر لغاري کان ملي

✤ امام بخش شر، شهر ٻوٻي تعلقي سنجهوري جي اُيرندي طرف هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ رهندو هو. سندس ولادت ۽ وفات جي تاريخ وغيره معلوم ٿي نہ سگهي آهي. ڏاڍو رحمدل ۽ خوشمزاج شخص هو ۽ ڪچهريءَ جو ڪوڏيو هوندو هو. هو پنهنجي وقت جو وڏو سگهڙ ٿي گذريو اهي. ڪيتروئي ڪلام چيو اٿس، جنهن ۾ ڏور، ڳجهارتون، ۽ خصوصاً هنر جا بيت تمام مشهور آهن.

# ٽکڙ جي سيّدن جو معاملو*

(چيل حافظ حامد ٽکڙائي*)

[افغانستان ۾ امير ايوب خان ۽ امير عبدالرحمان واري جنگ ۾ عام مسلمانن، امير ايوب خان جو طرف ورتو ۽ انگريزن وري امير عبدالرحمان جي مدد ڪئي. امير ايوب کي شڪست آئي. امير عبدالرحمان تخت تي ويهڻ شرط مخالفن تي وڏا ويل وهايا، جنهن ڪري اهي افغانستان مان هجرت ڪري ٻين ملڪن ڏانهن وڃڻ لڳا. حضرت خواجه عبدالرحمان سرهنديؒ هڪ بزرگ عالم شخص هو، جو سيّد ميران محمد شاهه اول جي عرض تي ٽکڙ (وسي ملوڪ شاهه) تعلقي گوني ضلعي حيدرآباد ۾ اچي رهيو، جتي گهڻا سادات اچي سندس مريد ٿيا جن ۾ سيّد غلام محمد شاهه به هو.

جيئن ته غلام محمد شاهه کي اولاد ڪونه هو تنهن ڪري وفات کان اڳ ۾ ئي پنهنجي سموري جائداد ۽ ملڪيت مرشد خواجه عبدالرحمان سرهندي کي لکي ڏنائين، جنهن تي شاهه صاحب جي ٻين غريب مائٽن احتجاج ڪيو؛ ڇاڪاڻ ته غلام محمد شاهه جي وفات بعد سموري ملڪيت انهن ۾ تقسيم ٿيڻي هئي. انهيءَ معاملي ۾ سيدن جون به ڌريون ٿي پيون، هڪڙي ڌر، سرهندي

---

* هيءَ روايت 'ارمغانِ حامد' مطبوع هاشمي پريس حيدرآباد سنڌ تان ورتل آهي.

* حافظ حاجي حامد ٽکڙ (وسي ملوڪ شاهه) تعلقي گوني ضلعي حيدرآباد جو ويٺل هو. ٽن ورهين جي عمر ۾ ماتا جي بيماريءَ ۾ نابين ٿيو. قرآن شريف جا صرف اٺ سيپارا سنڌ ۾ حفظ ڪري، باقي 22 سيپارا مديني شريف ۾ وڃي فقط اٺن مهينن ۾ ياد ڪيائين. هو اتي رهي، به حج پڙهي وطن ڏانهن وريو. عربي جي تعليم ملاڪاتيار ۾ ولي محمد درس وٽان حاصل ڪيائين. آخرڪار شادي ڪري پنهنجي ڳوٺ ۾ ڪپڙي جو واپار شروع ڪيائين. سندس ديوان "ارمغان حامد" مشهور آهي. سن 1315هه/1896ع ۾ جوڌپور علائقي جي "ڄاريلي" مڪان ۾ وفات ڪيائين.

پيرن جو طرف ورتو ۽ ٻيءَ ڌر سيّدن جو، سيّدن واريءَ ڌر ۾ حافظ حامد ٻه اچي وجي ٿو. آخر اهو معاملو وڏي وجي ڪورٽ تائين پهتو. ڳوٺ جي ڪيترن هندن ۽ مسلمانن سرهندي پيرن جو پاسو وٺي ڪوڙيون شاهديون ڏنيون ۽ غريب ساداتن جي خلاف بيان ڏنا. ڪورٽ فيصلو پيرن جي حق ۾ ڏنو. جنهن ڪري ملڪيت سرهندي پيرن کي ملي.

حافظ حامد بي انصافي جي هن واقعي کان دل شڪستو ٿي پيو ۽ ڳوٺ کي هميشه لاءِ ڇڏي ويو ۽ وري ٽڪڙ ۾ نه آيو. وفات به جوڌپور علائقي جي ”جاريلي“ ڳوٺ ۾ ڪيائين ۽ ڪيس اتي ئي دفن ڪيو ويو. انهيءَ واقعي تي پاڻ هڪ منزل چيائين جو تمام مشهور آهي، اڄ به ڳوٺ جي گهٽڻ ماڻهن کي ياد آهي. هن هزل جا گهڻا شعر پهاڪن طور به استعمال ٿيندا آهن، مثلاً:

ڪين لاوڻ کي لڄايو وقت تي ”وريام خان“.
ڪيئن بلوچاڻو پلا بنياد ٿيندو بيوفا؟

يا:

ڪوڙ تي ڪلمون پري انصاف ”آگو شاهه“ ڪيو،
غرق ٿيو غوطو هٽي سادات سُڪيءَ ۾ صفا.

قاسم، ارباب، سامي، مانومل مکي، خميسو، منٺار سمي پوٽو، آگو شاهه ۽ سليمان، سرهندي پيرن جي طرفان ڪوڙا شاهد هئا؛ جن کي حافظ صاحب پنهنجي هزل ۾ ڪوڙ جا ڪوڏيا ڪوٺي شرمايو آهي. يوسف ڳنيير، منو ميمڻ، حاجي محمد، وريام خان ۽ معروف سيّدن جي پاسي هئا جن کي شاعر سچا سورهيه سڏي ساراهيو آهي.

حافظ حاجي حامد جي وفات کان پوءِ سرهندي پيرن، سيدن غلام محمد شاهه جي سموري جائداد ۽ ملڪيت سندس عزيزن کي موٽائي ڏني].

مومنو! دل سان ٻڌو منهنجي مڙي هيءَ ماجرا،
ڪيئن مسلمانن مڙي آلِ نبيءَ سان ڪيو ايذا.
هن تہ پنهنجو حق چڪيو، سرڪار ۾ سادات تي،
تنهن ڏسي مومن مڙئي شاهد لڪايا شهر جا.
زور لائي ظالمن ڪاريو گواهن کي گناهہ،
سي ڪڏي هليا قسم، ڪوڙي تي ڪورٽ ۾ ڪُتا.
ٿيا منجهن مومن مگر ڪي دل سچيءَ سان ديندار،
جي نہ ٻَو ڪنهن جي ڪان پليا، ربّ جي ڳوليئن رضا.
نام ان جا تو ڪريان نروار آءٌ هن نظم ۾،
جي ٿيا مومن موافق يا مخالف ٿيا مُنا.
پهرين پيئڙو پاپ ۾ 'قاسم' قسم ڪاڻو ڪٽي،
سخت جاتي ڪين سُنهَن جي تنهن جهڙيل جاهل جزا.
أو ٻهر آيو تہ ٻيو ڪورٽ وري ڪوڪاريو،
لالچي ليندو لبوسي پوڪ اتيو بيحيا.
ايءُ نہ هو ارباب اصلي، هُئي پٽس تي ڪانہ پڳ،
چم ڪٽي جاموٽ بنيو ڪالهہ يارو! سين قضا.
ساڌ تي 'سامي' هليو تي پئنچ پُٽ پڳڙي ٻڌي،
ساک پنهنجيءَ جا تي سيڪنهن وٺ ڪيئين ڪوڙا قصا.
رام سپ راهون منجهايس، نيو الک اوڙاهہ ۾،
نام پئي ويو نرڳ ۾ هندو وهائي سِر هچا.
حيف هونئي تئين حلالي ڪين 'مانو مل مُکي'!
هر طرح حقدار جو ڪائي نمڪ تو ڪئي خطا.
ڪانہ خوبي ڪئي 'خميسي' جو اسان پانيو امين،
ٻُڌ چڏي ٻاڀي جي پٽ، ٿيو حق چوندي تنهن حيا.
ٿُف هجئي ڙي 'ساندسما'! ڪاڻ توکي ڪانہ هئي،
ڪيئن ڪتا! ڪوڙي قسم جي بي سبب ڪاڏين بلا؟

ڪيئن مُنين ’مننار‘! وڏپڻ ۾ وڃائي دزد دين،
ساک ڪوڙيءَ جي سمي پوتا! سِگهو ڪيندين سزا.
ڪوڙ تي ڪلمون پري انصاف آڳي شاهہ‘ ڪيو،
غرق ٿيو غوطو هٽي سادات سُڪيءَ ۾ صفا.
توکي سربستي ’سليمان‘! هئي حقيقت حال جي،
ڏوهہ ۾ پئي ڏيهہ ۾ گاندو! ڪرائي چو گلا؟
هي تہ ڪوڏيا ڪوڙ جا باطل پلايا بي نصيب،
هاڻ حامي حق جا سارايان تو سي سورهيہ سچا.
پهرئين ان مان پڪاريئون يک دليو ’يوسف ڳنيير‘،
تنهن اتي ايمان سين آندو بهادر حق بجا.
ڪين لالچ ڪنهن جي لرزايو نہ پؤ بادين ڪيو،
ڪئي ’مِني ميمڻ‘ ڪي ايءَ مردانگي آڳي عطا.
جي ڏُريئون دل ۾ رکي ’حاجي محمد‘ هو هليو،
لفظ سي الله ڪارڻ ڪيئين امانت سين ادا.
ڪين لاوڻ ڪي لڄايو وقت تي ’وريام خان‘،
ڪيئن بلوچاڻو پلا بنياد ٿيندو بيوفا؟
سچ چوڻ جو صاف سچ پچ مرد تي ساريو نہ مپ،
رمز سين رس ۾ جهلي ’معروف‘ آندا بئي متا.
شاهديءَ جي شرع موجب حرف ”حامد“ جي چيا،
سي لڳا منهن ۾ مخالف جي تراڙين ڪان تڪا.

ଔଡଔଡ

# ڏاڏي آدم جي ٻنيءَ ۾ مسجد جو ٿهڻ*

(چيل صابر درس⁎)

[ڪڇ ٻج جي ڪنهن علائقي ۾ راءِ پراڳمل جاڙيجي جي سرداري هئي. تنهن زماني ۾ ”راجسينءَ پوٽا“ پڻ گهٽي تعداد ۾ اتي رهندا هئا. هڪ دفعي ڪين راءِ پراڳمل طرفان ڪوٺ تي. راجسين پوٽن جا جملي چڱا مڙس، سردار جي سڏ تي وڃي حاضر ٿيا. سردار سندن ڏاڍي مرحبا ڪئي ۽ چيائين ته: توهين جاڙيجي پوٽن سان هميشه وفادار ٿي رهيا آهيو، توهان جا ڪل ٻارهن پاڙا هتي رهن ٿا، چو نه اوهين ”پنڌياري“ علائقي ۽ ان جي آس پاس ۾ وڃي رهو! سردار جي انهيءَ صلاح موجب راجسين پوٽا لڏي وڃي انهي هنڌ تي وينا. ”لڏي“ ۽ ”گل محمد“ نالي ٻن چڱن مڙسن اچي ڏاڏي آدم جي ٻنيءَ وارو ڳوٺ آباد ڪيو. راجسين پوٽا نماز جا سخت پابند هئا ۽ سيني پائرن گڏجي هڪ اهڙي ته عاليشان مسجد ٺهرائي جنهن جي هاڪ پري پري وڃي پهتي. ان بعد اسي سالن جي عرصي ڪان پوءِ، اُها مسجد نهايت ضعيف ٿي ويئي: پٽيون پڇي پيون ۽ ڇت مان نريا نڪري هيٺ ڪرڻ لڳا ۽ شهيد ٿيڻ تي هئي. مسجد جي هن حالت راجسينءَ پوٽن جي پوين کي ڏاڍو ڏک پهچايو، انهن ويچار ڪيو ته ماٺ ڪري ويهڻ مان ڪي ڪين ورندو، مسجد جي مرمت ڪرڻ اسان جو فرض آهي، جنهنڪري هن نيڪ ڪم ۾ دير ٿيڻ نه گهرجي. سو الله جي آسري تي همت جو سندرو ٻڌي اُتي ڪڙا ٿيا. خدا سندن ڪوشش کي ڪامياب ڪيو، سڄي ضلعي جا رازا ۽ ڪاريگر سندن سڏ تي اچي مڙيا، تورن ئي ڏينهن ۾ مسجد سڳوري وري پنهنجي اڳوڻي اوج کي پهچي ويئي. چاليهارو سال ڪن اڳ جي انهيءَ واقعي کي شاعر ’صابر درس‘ پنهنجي ڪلام ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي.]

---

* خود شاعر جي زباني ٻڌي قلمبند ڪيل.

⁎ راوي ۽ سگهڙ صابر درس اصل ويٺل ٻني ڪڇ ٻج ۾، هاڻي تعلقي مٺي ضلعي ٿرپارڪر جو رهاڪو آهي. سندس عمر هن وقت 85 سال ڪن آهي.

الله جل جلالهُ، صاحب ربّ ستار،
خدا خلقيو نُور مان، سيّد سچو سردار،
خلقيئين چارئي يار رسول جا، دوست سندا دلدار،
خلقيئين ڏوهٽا نبيءَ جام جا، مانجهي مٽيادار،
اهڙيون قدرتون ربّ جون، آءٌ ساريان سڀ چمار.
راجسين جي راڄ جي، هئي ڳالهه سندي گلذار،
راجسينءَ راءِ گهرايا، جاڙيجي جونجهار،
راجسينءَ گنڍجي پاڻ ۾، هلي ويا هيڪار،
راءِ پراڳمل سين وڃي ڪلي ڪيئون ڪينڪار.
راءِ چيو: اوهين آهيو دعاڳو درٻار،
ٻارهو تڙ ٻنيءَ ۾، اوهان جا قائم ڪيا ڪلتار،
وڃي ويهو 'پنڌياري تي، چئين ڪنڌين چوڌار،
'لڌي' ۽ ' ڳالهه محمد' ڪي ڏني سوڀ ستار،
اچي وينا ٻنيءَ ۾، سانگي سڀي سنگهار،
ڪي عابد اُن ۾ هئا، نمازي نيڪو ڪار،
ڪي خٽابي خميسون پنندا هئا، فائق فرحين دار،
نوري نيڪ نمازي هئا، جوڙ پليءَ جنسار،
ڪري ڦوڙيون پاڻ ۾، ويا بيت اڏائي يارَ،
اهڙي مسجد ٻنيءَ ۾، تي نيڪيءَ نامدار،
ملڪان ملڪ مشر آهي، چؤڏسين چؤڌار.
اَسي ورهيہ آن ڪي ٿيا، سا جهوني تي جهونجهار،
سا جڳا جُڳ نہ جيئندي، ساري سڀ چمار،
پٽين پاهڻ ڪريا، ٿريا نڪري ٿيا نِروار،
پائرن گنڍجي پاڻ ۾، ويهي ڪيو ويچار:
تہ پاڻ تي حق مسيت جو، ٻي نہ ڪريون ڪار.
ٻڌي ثابت سندرو، ڪيئون الاهي ٿُهار،

پاڻ سين مدد مرسل ڪارٽي، حامي ٿيو هموار.
آيا رازا ضلعي جا، جن هنيان چگا چٽ چوڏار،
هيري ۽ جواهر جا، گل بنيا گلذار،
تن مسجد اڏي راس ڪِي، سهٽا رکيئون سينگار،
ست رنگيون سونِ جون، گهٽا پڙچ اُپار،
نيون نمازون پڙهن، صفون ڪيو سينگار،
عاجز هن "صابر" جي، وائي ڪلمي وار.
لا اِله اِلا الله مُحَمَد رسول الله



# ڪپري واهه جو وهڻ*

(چيل شيرمحمد لغاري*)

[اٽڪل 60 سال اڳ ٿر ۾ ڪپري واري واهه وهڻ شروع ڪيو. هن واهه جي وهڻ سبب ٿر جي سالن جي سِڪايل زمين خوبصورت گلن ۽ سهڻي ساوڪ جو ويس ڪيو. ڦٽين، ڪمند، ڪڻڪ، مٽرن، مگن، ٻاجهر ۽ سارين جون پوکون ٿيون. زميندارن جون آسون پوريون ٿيون ۽ انهن خوب ناڻو ڪمايو. غريب ڪڙمين ۽ ڪاسبين، جن پوکن نه ٿيڻ سبب اڳ بيروزگاري ۽ مفلسي ۾ پئي گذاريو. هن واهه انهن جي زندگي ۾ به سرهائي پيدا ڪري ڇڏي. درزين وٽ ڪپڙن جا انبار لڳي ويا. هن خوشحالي ۽ سرهائي جون خبرون ٻڌي ٻين علائقن کان ڪولهي، ڀيل، پنجابي ۽ ڪڇي ذاتين جي ماڻهن اچي ٿر آباد ڪيو. سگهڙ شيرمحمد خان لغاري هن واقعي کي پنهنجي ڪلام ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي].

واهه عجائب 'واهه' ٿرن مان، حاڪم هاڻ کڏايو آ،
'ناري' مان تي 'نارو' وهيو، جنهن تان ٻَرو وَسايو آ،
ٿر بر ۽ بيبان پٽن مان 'جمڙائو' کان آيو آ،
شوق منجهان پئي حاڪم ان تي، 'ڪپرو' نام رکايو آ،

* وچولي (تعلقي شهدادپور) مان ظفر بلوچ کان پهتل.
* شيرمحمد خان ولد غلام شاهه لغاري بلوچ، ڳوٺ غلام شاهه لغاري تعلقي سڪرنڊ ۾ سنه 1298هه/ 1880ع ڌاري ڄائو سنڌيءَ جا ڇهه درجا ۽ فارسيءَ ۾ ڪريما، پند نامه، گلستان ۽ بوستان ڪتاب پڙهيائين. عمر جا 35 سال پنهنجي ڳوٺ غلام شاهه ۾ رهيو پر پوءِ ٻوڏ جي ڪري اباڻو ڳوٺ ڇڏي ڳوٺ گل محمد لغاري تعلقي شهدادپور ۾ وڃي رهيو، جتي سنه 1365هه/ 1945ع ۾ وفات ڪيائين. ننڍي هوندي کان شعر شاعريءَ جو شوقين هو. سندس ڪلام قديم طرز جو آهي. وفات کان پوءِ سندس گهڻو ڪلام ضايع ٿي ويو آهي.

ترن برن ۾ سبزي ساري، واهه عجب رنگ لايو آ،
مُلڪ سڄي ۾ واهه اُهو اڄ، سڀ ڪان سرس سوايو آ،
پوڪون پوڄ پياري وَهه جو واهه وهايو آ.
قتل ملڪ وَسائي وريو، باريءَ رنگ بنايو آ،
هاري ناري، مال متاع ڪل، واليءَ اڄ وڌايو آ،
آباديءَ جو راتو ڏينهان، سڀ ڪي شوق سوايو آ،
موڪون موڪ پچائي پوڪون، هر ڪنهن ڪي هي سعيو آ،
واهه! پيدايش ڪٽن تا ڪڙمي، ڪوڏان جن ڪمايو آ،
سڄ منجهان تي وسندي ساري، ربّ سندو هي رايو آ،
بنيا باغ بهاري بيحد، سيڪنهن شهر ٻڌايو آ،
نڪتيون شاخون، وَهيا واتر، حاڪم ڪم ڪرايو آ،
’ڪپرو واهه‘ ڪري اڄ موجون، پٽن ڪي جنهن بنايو آ،
زينت زيب زمين اتي ڏس، سائينءَ پاڻ سُنهايو آ،
رعيت ڪاڻ ڪيو هي حاڪم، سالم ڪم سڄايو آ،
ونئڻ ٿتي، ڪن ڪمند، ڪٽڪون، جيئن جنهن ڪي پانيو آ،
ماهه، مٽر، مڱ، موٺ مڙيئي، جنسون ٻج پوڪايو آ،
پاٽو پاڻ، ولائتي وَليون، باغن جيئن برسايو آ،
چانهان، رانهان، ونگا، گدرا، ولين فرش وڇايو آ،
جَوئر، مڪايون، ساريون، ٻاجهر، سنگن سر نمايو آ،
باغن پٽ برن ۾ برسي، چانون ساڻ ته چانيو آ،
آسودو ٿيو ملڪ اهو اڄ، هارين هر سنباهيو آ،
زميندار زمينن وارا، سيڪنهن خان سڏايو آ،
رکي حڪم هارين اتي، وهه جو چم چمايو آ،
ڪيئي مرد مزوريءَ وارن، ڏکيو وقت لنگهايو آ،
تن ڪي ويس وڏاندر اڄ، پرور ڏس پهرايو آ،
وٽن درزي خوب سلايون، ڪپڙو جن سبايو آ.

ڪمي ڪڙمي، ڪسبي ڪاري، ماڻُ وڏو اُت پايو آ،
پورهيت ڪن پيا اڄ ات پوڪون، هيڪل پيهر ڪاهيو آ،
ٻني ٻارو ڪري ٿو هرڪو، ديرو درس لڳايو آ،
ڪليا هٽ بازاريون بر ۾، پاٽي پٽ ٺهايو آ،
جنسون ڪن خريد واپاري، جن ڪن هٽ وڄهايو آ،
حرص ڪيا حيران هزارين، سيڪنهن سڪ ڦٽايو آ،
زالن لئي پيي زور ڪمائي، پورهيو پنهنجو پرايو آ،
پري پرانهون عالم آيو، گاڏي ملڪ گڏايو آ،
ڪولهي، ڀيل، پنجابي، ڪڇي، پوکڻ مان تہ پرايو آ،
دعائون ڪن سي حاڪم ڪي، جنهن ’کپرو واهہ‘ ڪٽايو آ،
قدرت هيءَ سپ قادر جي، جنهن باريءَ بر بنايو آ،
پيٽن خاطر هٽڙا هٽندي، سارو وقت وڃايو آ،
روزيءَ جو سو ضامن آهي، جنهن آگي عرش اڏايو آ،
حڪمت سان تنهن هر شيءِ ڪارڻ، هاديءَ روز هلايو آ،
ٿيندو نيٺ فنا هي فاني، هي تان حرص اجايو آ،
سالم سودو آهي هتي، جن رب سان روح رلايو آ،
پاڻ ئي ماري، پاڻ جياري، سپ کي روز رسايو آ،
شب روز شڪر ڪر ”شيرمحمد“، جنهن ڪلمون پاڪ پڙهايو آ.

لا اِله اِلا الله مُحَمَد رسول الله

# سيّد محمد شاهہ سنائي جي شهادت

[سيّد محمد شاهہ (مشهور سياسي اڳواڻ محترم جي- يم سيّد جو والد) شهر سن ضلعي دادو جو وڏيءَ عزت ۽ دبدبي وارو شخص هو. سندس سياءُ اهڙو هوندو هو، جو ننڍين خواه وڏن سان پيار ۽ محبت سان هلندو هو، ۽ هرڪو ڪيس عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏسندو هو. سندس عدل ۽ انصاف جي هاڪ پري پري پکڙيل هئي. سندس مريد توڙي ڪوهستان جا ماڻهو پنهنجن فيصلن لاءِ وٽس ايندا هئا. شاهہ صاحب جي اها نيڪ نامي ۽ شهرت سندس سوٽ 'ستابي شاهہ' کي نہ وڻندي هئي. ازانسواءِ ٻنهي جي وچ ۾ زمين تان تڪرار تي پيو، جنهنڪري ستابو شاهہ کيس مارائڻ جا گهات گهڙڻ لڳو. آخرڪار هن 3- رمضان 1323هہ/ 1- نومبر 1905ع رات جو 3 بجي، جڏهن 'محمد شاهہ' پنهنجي دستور موجب مسجد ۾ تهجد پڙهڻ وڃي رهيو هو تڏهن خان نوڙهي، ساماڻي چانڊئي، عبدالله چانڊئي، حاجي گاڏيچي ۽ ساٿي ڇڇر کي موڪلي کيس مسجد جي پٽ وٽ شهيد ڪرائي ڇڏيو. محمد شاهہ جيئن تہ هڪ هردلعزيز ۽ نيڪ خصال بزرگ هو، تنهنڪري سن خواه سڄيءَ سنڌ ۾ سندس هن دردناڪ موت تي ڏاڍي ڏک ۽ افسوس جو اظهار ڪيو ويو ۽ ڪيترن شاعرن هن واقعي بابت ڪلام پڻ چيا. انهيءَ واقعي تي شاعر سليمان فقير، ۽ عثمان سنگراسي جو چيل ڪلام هتي ڏجي ٿو. عثمان سنگراسي نہ فقط سيّد محمد شاهہ سنائي جي شهادت جو ذڪر ڪيو آهي پر ان کان پوءِ ستابي شاهہ جي مارجڻ جو پڻ بيان ڪيو اٿس تہ: محمد شاهہ جي عزيزن ستابي شاهہ کان وير وٺڻ جو ارادو ڪري هڪڙي رات اوچتو وڃي ستابي شاهہ جي ڪوٽ کي گهيرو ڪيو. انهيءَ حملي ۾ ڪوهستان کان آيل مريد بہ شامل هئا، جن وٽ ڀالا ۽ بندوقون ۽ ٻيا هٿيار هئا. بچو، ڪنير، حاجي، گنبو شاهہ ۽ عمر هن ٽولي جا مکيہ ماڻهو هئا. انهن جي بندوقن جو ڌڌڪو ٻڌي

ستابو شاهه لِڪي ويو ۽ سندس نوڪر ساماڻو پڄي ويو. گنبي شاهه، ستابي شاهه کي هڪل ڪئي تہ: تون لڪي پاڻ کي نہ لڄاءِ، موت جو هڪ ڏينهن مقرر آهي تنهنڪري ميدان ۾ اچي مرد ٿي مقابلو ڪر. پر ستابو شاهه، ننڍڙي معصوم پٽ سميت وڃي هڪڙي ڪچي جاءِ ۾ لڪو. تنهن تي 'عمر ۽ ڪنير' گڏجي انهيءَ جاءِ کي ڪٽي باهه ڏني. ستابي شاهه کي چيائون تہ: تون پنهنجي معصوم پٽ کي ڇو ٿو پاڻ سان گڏ مارين، ان کي ڪڍي ٻاهر ڪر. جنهن تي پٽ ڪڍي ڏنائين، باقي پاڻ اتي ئي سڙي مري ويو.]

(1)

# سيّد محمد شاهه جي شهادت*

(چيل سليمان فقير ملاح)

ساراهيان سچو ڌڻي، ساراهيان ستار،
قادر ڌڻي قدرت جو، خالق خلقٹهار،
'محمدشاهه' سن ۾، مرد هو مٹيادار،
وارث والي ملڪ جو، سيّد هو سردار،
مير وهي مجلس ۾، جئن ڪڙي ڪنٹهار،
دهشت منجهس اهڙي، ڪو نيڻ نہ ڪٽي نروار،
عقل جو اڪابر هو، ٻارن ساڻ ٻار،
گهوڙي مٿي گهوٽ جي، هو سونو سڀ سينگار،
ڪنڌيءَ ۽ ڪوهستان جو، ڪندو هو عدل ۽ آچار.
سڄي سندس سوٽ کي، اچي ٿيو وهم وڏو ويچار،
اهو هوند آءٌ نبيريان، جيڪو اُن اختيار،
سڀ سڏي تو پانهنجا، سنگتي سينڌا يار،
وهاريو جاءِ جڳهہ جاسوس، اهو ڪري اظهار،

* هي روايت خود شاعر کان سندس زباني نقل ڪئي وئي.

”جو شهيد ڪري محمدشاهہ ڪي، تنهن ڏيان جوان هزار،
جيڪو ڪري ڏي ڪمر تيار، تنهن خان وهاريان ڪٽ تي“.

’محمدشاهہ‘ لڏيو ’سن‘ مان، گهوٽ ٿيو گهورو،
سوئي شهر ’سَن‘ جو، جتي شرو نڪو تورو[1]،
’محمدشاهہ‘مير سان، ٿيو ناحق نِسورو،
’محمدشاهہ‘ مورو، مري مير شهيد ٿيو.

مري مري شهيد ٿيو، ٿي تقدير ربّاني،
چوٽون پائو سنڌ جو، ٿيو مري مير زياني،
ملڪن ۾ مشهور ٻجهي بيشڪ ٿي ’سَن‘ بيگاني،
چُٽون چور پيچي ويا، جني مور نہ ملي ماني،
مِنِي ’محمدشاهہ‘ سان، ڪئي مالڪ مهرباني،
الله ڪئي آساني، مني ’محمدشاهہ‘ تي.

(1)

## محمد شاهہ جي شهادت ۽ ستابي شاهہ تي حملو*

(چيل عثمان سنگراسي)

موتِي ’محمدشاهہ‘ تي، راڄهي ۾ رمضان،
شاهہ سُتو هو سيج تي، ڪٽ وڇائي خان،
ويريءَ جي وڙهڻ جي، ڪل پيئي هئي ڪان،
ڪئين ڏنگ دارون جا، صوبي وٽ سامان،
ڪئين گهرايائين ڪيترا، درن تي دربان،
پوءِ دانهہ رکي ڏيان، آيس ويري ويجهڙا.

---

[1] شرو = شرع، انصاف
* هي روايت قاسم ٻگهيي ويڻل شاهہ حسن کان ملي.

آيس ويري ويجهڙا، ڪري ڪاه ڪتا،
’حاجِي‘ تي هٿ وڌا، سي يي تانءِ نہ پتا،
ڪئين هئا ڪيترا، ’سَن‘ متي سُتا،
ڪير ايندو ڪونتر تي، جن جي سائن مهتا،
سيّد ستابا شاهہ! پُر وجائي اٿئي پانهنجي.

پُر وجائي اٿئي پانهنجي، تون هوش ڪري هلجان،
’ڪوسا‘ خان وڏا آهن، غازي ڳڙدن سان،
سڌ نہ پونديئي ”سنگراسي“ چئي، ايندا مرد متان،
پوءِ پنهنجي پاڻ هٿان، تي سڌ ڪياء سوريءَ ڪي.

سوريءَ ڪي تي سڌ ڪيائين، عليءَ لڳ اچن،
جوان آيا آهن جبل مؤن، يالا بڙڇ هٿن،
ڪئين ڪٽاريون ڪيتريون، سونهريون بہ سين،
’بَڇي‘ هنيون بنگلي مؤن، ’نوڙهي‘ نڪاون،
’ڪنير‘ هنيون ڪست مؤن، دو ناليون دهڪن،
پهريدار پچر چڙي ويا، چڙي چؤڪسي چڱن،
پتيون ٿا پچن، تن ڪي ڪوٽ جهليندا ڪيترا.

پڳو ’ساماٹو‘ سِر ڪٽي، وجي ’چانديا‘ چتائي،
’حاجي‘ حلالي آ، سو باهر تو ٻولائي،
لڳو ڏڪ، ڏڏڪو ٿيو، ڪان وڏو ڪيرائي،
’گنبو شاهہ‘ گهٽين ۾، بينو در متي دانهي،
سيّد ستابا شاهہ! توڪي تو لِڪڻ لجائي،
پڙ چڙيو اٿئي پانهنجو، تون ڪندن ۾ پيو آهين ڪاهي،
اڄ سياٽي آهي، آخر موت متي تي.

آخر موت متي تي، توکي خلقيو پاڻ خدا،
نالو تنهنجو نديءَ تي، تون وسئون نه وساء،
ڏِسي تاوَ ترارين جا، تون جُنگ جهلين ها جاءِ!
'عمر' چيو 'کنير' کي، تون وجي دَن ڌُکاءِ،
کانا کهجر کيترا، تون ڦوکي ڏين باهه،
کانَ گُسن کينکي، پر اندر آ اوندهه،
سيّد ستابا شاهه! وٺ صلاح، پُٽ کڍي ڏي پانهنجو.

پُٽ کڍي ڏي پانهنجو، جوان بينا جاري،
وٺي وجهه وڙهڻ جو، گهٽ جهليائون گهاري،
ڏاڍو ڏيهه ڏٺي سو ڏونگر تو ڏاري،
نالو جنهن جو واحد قهار، سو کنهن جي کانه کري،
پنهنجي تو پاري،
انهيءَ ذات کي "عثمان" چئي، منهنجو اندر تو ساري،
پوءِ منٺ ۾ ماري، بئي کوپا ويا کنڌيءَ جا.



# سيّد جلال شاهہ کيجراڙي واري جي شادي*

(چيل ملا محمود پلي♦)

[مُهراڻي، تعلقي عمرڪوٽ ضلعي ٿرپارڪر جي ڳوٺ 'ڪيجراڙي' ۾ هڪ وڏو زميندار سيّد هاشم شاهہ نالي رهندو هو. ڪيس 'جلال شاهہ' نالي پٽ هو، جنهن جي شادي 15- رجب 1323 هجري ۾ ڪرايائين. جيئن تہ ان وقت شادي وهانءُ جي موقعن تي وڏن ڪاڄن ڪرڻ جي رسم عام هئي، دولتمند ماڻهو ڪاڄ ۽ ڪاڄ تي هزارين رپيا خرچ ڪرڻ ۾ فخر سمجهندا هئا، تنهنڪري سيد هاشم شاهہ بہ پنهنجي پٽ جي شاديءَ تي دل کولي دولت خرچ ڪئي ۽ اهڙي تہ ڌام ڌوم سان شادي ملهائي جو چؤطرف واهہ واهہ ٿي ويئي. ساندهہ چار مهينا شاديءَ جو ڪاڄ پئي هليو. روزانو هزارين مهمان پيا ايندا هئا ۽ طرحين طرحين طعام پيا تيار ٿيندا هئا. غريب غربي ڪائي ٿي شاهہ جي سربخت کي دعائون ڪيون. طعام جي ڪائڻ ۽ ڪٽڻ جي ڪنهن کي بہ جهل پل ڪانہ هئي. غريبن تہ اهو پت سُڪائي رکيو جو پوءِ بہ ڪيترن ڏينهن تائين پي ڪاڏائون. مسلمانن ڪان سواءِ، هندن، مينگهواڙن ۽ گهڻ ذات جي ماڻهن لاءِ بہ ڪاڌي پيتي جو جدا انتظام هو. غريبن کي ڪيترائي انعام اڪرام ٿي ڏنا ويا. عزيزن شريڪن توڙي لاڳ وننڊڙ مڱڻهارن، پِنَن وغيره کي هزارن جي تعداد ۾ لنگيون ۽ اجرَڪُون وغيره مليون. هن ڪان اڳ ٿر ۾ اهڙي شادي ۽ اهڙو زبردست ڪاڄ نہ ٿيو نہ ٿيندو. اڄ ڏينهن تائين مهراڻي جا ماڻهو انهيءَ شاديءَ کي ياد ڪندا آهن ۽ جيڪي ماڻهو هن ۾ شريڪ نہ ٿيا هئا سي پنهنجي ڀاڳ

---

* هيءَ روايت ٿرپارڪر (تعقلي عمرڪوٽ) مان معمور يوسفاڻي ڪان ملي

♦ ملا محمود ولد طالب درس پلي، تيرهين صدي هجريءَ جي آخر (1280/ 1290هہ درميان) ۾ ڳوٺ حاجي عبداللطيف پلي تعلقي عمرڪوٽ ۾ ڄائو. راوي حاجي برهان راڄڙ جي روايت موجب 1350هہ/ 1931ع ۾ وفات ڪيائين. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو حاشيه ص 42.

ڪي پٽيندا آهن. اڄ ڏينهن تائين پهاڪو مشهور آهي ته: ’جلال شاهه جي ڪڇٽي ڪانهي جا اوي سوي پيو ڪائيندو‘- يا ’جلال شاهه جي شادي ڪانهي‘.

شاعر مل محمود پلي ان شادي ۽ ڪاڄ جو احوال جيئن ٻڌو آهي، تيئن پنهنجي نظم ۾ تفصيل سان بيان ڪري سيّد جلال شاهه جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي]

چوان حمد تنهن ڪي جو هادي حڪيم،
ڏٽي پاڪ پرور ۽ قادر ڪريم.
ريبارو ڏٽيءَ جو محمّد رسول،
يلارو، سونهارو، سو ڪامل قبول.
يلارا نبيءَ جا چوڪا چار يار،
’ابوبڪر‘ تن ۾ هئو يار غار.
ٻيو يار اعليٰ هو عادل ’عمر‘،
ڪُهي ڪيئي ڪافر ڪيائين ڪتر.
ٽيون يار اعليٰ هو ’عثمان شاهه‘،
ڏنا لک جنهين تي لٽيو لڳ الله.
چوٿون يار اعليٰ ’علي شاهه‘ هو،
پيجي ڪوٽ خيبر جو جنهن فتح ڪيو.
يلا نور مغفور ’حسنين‘ ٻئي،
سچا شير، شاڪر شهيدين ٻئي.
يَلو پير پِيرن سَندو پير جو،
ڪندو مهر ’مهران مهدي‘ مير جو.
ڪريان ڳالهه هڪڙي تو ساري سٽو:
ڏيئي اون عاقل! هنئين سان هٽو.
تيرهن سؤ ٽيويهه سن جي آ ڳالهه هيءَ،
ڏنم روءِ اکين سان هلي چال هيءَ.

’سيّد هاشم‘ سامان سعيو ڪيو،
وڏي ڪاج جو راز رايو ڪيو.
ڪڙم تنهن ’بخاري‘ ’هاشم شاهه‘ نام،
رهي ’ڪيجراڙي‘ متي سو مدام.
علائقي ’عمرڪوٽ‘ جي ڳوٺ جو،
ڪنان ’ڪوٽ‘ هڪ چوٿ، جي پنڌ جو.
ٻني ميل پنڌ جا، ڏکڻ ڏس تي،
ٽري ۽ ڏاڏيءَ جي وچين گس تي.
ڪيائين تي شادي بہ فرزند جي،
اکين ٺار، دلدار، دلبند جي.
اسم تنهن سڳوري ’سيّد شاهه جلال‘،
وڏي بخت وارو سو ڪرمي ڪمال.
بہ تاريخ پندرهين رجب ماهه جي،
جمعي رات شادي رٿيئون ’شاهه‘ جي.
ٿيو ڪم شروع جام ڇيڙون چليون.
ڪکن ۽ ڪانن تي چوڌاري چليون.
اندر ڇيڙ ماڻهو هئا ائين اپار،
پنجين ٽڪ پوري ٿي ڪاڏ خرار.
پريا چار مهنا هليو ڪم پئي،
نہ ڪو ڏينهن هڪڙو پيو خم پئي.
هِڪن ماڳ ميدان، پَٽ پئي گهڙيا،
بين هنڌ اوطاقون، ڇَنا پئي جڙيا.
ڇنا ۽ اوطاقون اهڙيءَ طور هئا،
قصي جي ڪرڻ کان گهٽو زور هئا.
ٽوٽيءَ منجهه ٽوٽي لڪائي ڇڏيئون،
ڪا ڇڻ شاهي بازر بنائي ڇڏيئون.

خاصن لاءِ خاصيون اوطاقون گُدامر،
عامن لاءِ عامي چنا عام جامر.
خاصن لاءِ ڪٿون، گلمر، گاديون وڇاڻ،
عامن لاءِ ٽڪون، پڙڇ، سامان ساڻ.
گهوڙن لاءِ داڻو ايندي ساڻ هو،
سوارن لئي شربت وهندي ساڻ هو.
نہ ڪا دانهن ڪوڪار هئي هٿ پوڪار،
گهرڻ ڪان اڳي هئڙو سڀ ڪجهہ تيار.
خاصن جي اڳيان خاص نوڪر هئا،
عامن جي اڳيان ڪيئي چاڪر هئا.
اهڙي خوب خدمت ڪرائي ڇڏيئين،
مدعي منگهرا سڀ برائي ڇڏيئين.
آئي گيهہ ڪنڌ جا ڪيائون انبار،
اٽو، ميدو، انڊئون خارين خرار.
اچي نانواين بنائي بني،
پڪائون لڏون بي منائي مني.
پري صاف شيري جو چاڙهيئون ڪڙاهہ،
هلايائون حلوو چگي ساڻ چاهہ.
منجهان صاف شيري پريئون پاءُ پل،
۽ آنڊئون حلوو نلن جا بہ نل.
سوين بورچي بوڙ مانيءَ سندا،
چگا ڪيڻ خاصا انهن پئي رڌا.
پلاهہ لاءِ پَهرُو، گهڻا ۽ بڪر،
ڪروڙين ڪنا پئي اندازئون اپر.
سوين مرد مانجهي گلڻ تي هئا،
بيا تن ڪي بيلِي جهلڻ تي هئا.

وڏڻ ۽ ڪٺڻ تي شتابي هئا،
رڌڻ ۽ وڌڻ تي حسابي هئا.
نہ تي ڪم خطا جو ڪيئون دم دير،
هئا هڪ ٻئي ڪان اپر شينهن شير.
هيڪو ڏس ديڳين لٿو پٽ تي،
ٻيون لس ديڳيون ٿيون چٽ تي.
ديڳين ۾ ڏوين جو نہ ڪڙڪو هئو،
جوانن سندو ٻوڙ ڏڙڪو هئو.
هيون ديڳيون اُت گهٽيون بيشمار،
ٻُجهي مون ڏٺي سو تنين جو شمار.
رڌي طعام ڪيئي ڪيائون تي دير،
انهيءَ مهل اٿيا تي مانجهي متير.
ٻڌي جوان سندرا ٿيا سنيري تيار،
”آڻيو جلد گاڏيون، چڙهيو دير يار!“.
اچي گهاٽ گهوگهاٽ گاڏين ٻڌو،
ٿيو گوڙ غوغاءُ متو تن مُنڌو.
ڇَني منجهہ ماني ملي موڪ ويئي،
ڪِٺڻ ۽ ڪٺڻ جي نہ ڪنهن روڪ هئي.
ڪريو شاهہ هڪلون اُيو چوءِ ائين:
”ڪاٺڻ ۽ ڪٺڻ جو اَٿيان اڄ هي ڏينهن،
منهنجي آهي موڪل وٺي سو ڪٽي،
متان ڳالهہ ان کي ڪو هٽڙا هٽي.
ڪيو آهي خيرات مون مال کي،
وجو سيئي وسهي انهيءَ ڳالهہ کي.
نہ ڪا نيندي ڪنهن ڪان تو: پائي ونان،
ونان جي نہ سا ڏوڙ چائي ونان“.

سجي صاف ٻاجهر سنگن سان لُٽي،
ڏنئون گاھ گھوڙن اڳيان او ڪٽي.
گھوڙا ۽ گڏھ گاھ ڪائي تڪا،
آئي ڪَر تنهين ڪي اصل ڪانہ ڪا.
داڻي لاءِ ٻاجهر نئين ۽ سني،
نڪا ڏوڙ چائي منجهس ڪا مٽي.
’پٽورو‘ ’اڏيرو‘ ڪر ميڙا ٻيا،
هيڏا ماڻهو گڏ ڪين ڪٿهين ٿيا.
اچي منهن ڪييو يَت متي جڏهن قوم،
لڳي هونگ ويئي رڳي ڏم ۽ ڏوم.
وني جا اُڏائيون پيرن سان پٽي،
ڪيو لُڙ پِٽُن ۾ تنهن هڪدم هٽي.
اچيو مثل مڪڙن ڏيو وَر ورن،
پيرا ڏيو متي يَت ڊونگر جيئن ڊرن.
ڪاڏائون تي تورو ڪنيائون گھٽو،
تہ پي ڪَر نہ آئي، ڪنيئون ڪر ڪٽو.
سُڪائي سوالين رکيو گڏ ڪري،
ٻُلاهن جا پينو ويا اُٺ ڀري.
گھٽو ياد پينو ڪندا ڪاج ڪي،
اهڙي ڪاج جي ڪاج ميناج ڪي.
جاسين هن جهان ۾ حياتي هوندا،
تاسين يت هن جون پيا ڳالهيون ڪندا.
گھٽا گھرج وارا ڪري پُر چڏيئين،
پينوڙين سان بيٺي ڪري ڦُر چڏيئين.
جيڪي ڪين آيا انهيءَ يت تي،
سٽيو پوءِ ڳالهيون رُنا رت تي.

ڪُنيو پيٽ، پاسا پڪارون تا ڪن،
ويا وگھہ وري ڪين واپس ورن.
ٻُڌي سون گھٽڻ ڪان خبر ايءَ ڪري:
”ڪري شاھہ شادي ويجھي من وري“.
جيڪو شاھہ شادي ڪري هاڻ تو،
آڳاٽو اسان کي پوي ڇاڻ تو.
ايندا سون هتيڪا سين ڪان سوير،
ڪنداسون ڊؤ ڪائي پيهُن جا ڍير.
ايندا سون سمورا نندا ۽ وڏا،
اُنائي اُنن تي لڏائي لڏا.
ويني ورهيہ سارو وڃايو سون سال،
لنگھي ويو سرامڻ، بدو ٿيو بحال.
ويا جي وهاڻو تي وٺي سڀ وڳر،
ڪري اوءِ آيا سياري ثمر.
اسان جي تہ ڪرمين لکيل هو اياڳ،
آرس ڪان اُتڻ جي ٿِئي ڪانہ جاڳ.
مٿان ڪيجراڙي، وسي مينهن ويو،
اڳي رات هئڙي، هاٽي ڏينهن ٿيو.
ويئي رات گذري ڪيو شمس شعاع،
نڪٽ تيا نمايان انهيءَ جي اُهاءِ.
پڇي آيو پَت جو ’مهراڻي‘ تي مينهن،
وُنو تي وڏاندر بہ راتيون بہ ڏينهن.
هئي پُر پلاھہ مان جيڪا ڇت پهر،
پريا ساڻ شيري ڏناسون ڏهر.
پلاھہ پَت، شيرو هنتو هنڌ هئا،
نہ ’ترپارڪر‘ پر سڄي ’سنڌ‘ سُئا.

اوِير ۾ اتر ڏي ڪٽي ڪاچ ويا،
ڏڪڻ ۾ اولهہ جا ڏئي راڄ ويا.
سڪيا شيري خاطر ويچارا ڪنيار،
ڪائي خوش ٿيا تن جا ٻچڙا ۾ ٻار.
مٺا ساڏ[1] تي ڪاڻ شيري سِڪيو،
نہ هو تن هميشه چڱو پت چڪيو.
وريا ساڏ شيري تي مُڇا ڪري،
وهيَن جيئن وروڪي وينا پٿ پري.
سوڙها تيو شيري تي تا ائين گهات ڪن،
'پتوري' جي ماڙيءَ تي جيئن جات ڪن.
پڳن چڪ چو هي ڪائي خوش ٿيا،
پلاهہ ۾ شيري سان پري وهٽ ويا.
چِڏيو شِيڪو 'اوڏن' اندازو اڳيون،
ڪِريون مائنن جون پيري تن پڳيون.
ڏسي صاف شيري سندي اُت بَني،
رڏل مسلمانن جو ڪاڏئون وٺي.
'مڪڻ' جا تہ پوتا پُرياتڙ پنڻ،
سٽي يَتَ- ڳالهيون لڳا سي اڏڻ.
اُچي پٿ پر ۾ لاتائون لڏو،
چِڏيائون نہ پنتي ننيو ڪو وڏو.
اچڻ ساڻ اهڙي ڪئي دانهن تن،
ٻچن پاس ٻڙڪو جيئن ڪانگ ڪن.
هيڪر ڪاچ ڪايو، ڪٽيو ٻيو وجن،
گهڙيءَ جو گهڙيءَ ۾ وريو ڪوڪ ڪن.
اسان ڪي نہ يَت جو ملي ٿو گراهہ،
اسان جو تہ ٻڪ سان پڄي ٿو پساهہ.

---

[1] ساڏ = مينگهواڙ

اچي کل خواري، ڦيڪاري ٻڌائون،
هٽي خلق ساري آزاري وڌائون.
’لنگهن‘ کان لنگهي ويا نه ڪا جاءِ ’ڀتن‘،
ڪٿيو خاص ’ڪَبَرَن‘ جو ڪاڏو اتن.
نه تان هوند اهڙي ڪري ويا دعا،
مڙئي چيز موجود اتهين هئا،
گهريائون تي ڪاسو ملين تي خرار،
انهيءَ بات بس ڪيئون ڪچڻ ٿيو لاچار.
ويا پُر تي پاهون دوشالا ڪري،
سيئي لاڳ لٽئون، جيڪي من گهري.
ڀنگون، چرس، گانجا پيتئون پُر تي،
نشي ساڻ سيڪنهن ڪيائون ڦر تي.
لڏيو ڪين شه جو هنيو ڪي حرام،
ڏسي قوم ڪاري اُتي عام جام.
پاڻان وير وڌندو ڪيو تي خيال،
هيس ڪانه دل ۾ مُڙڻ جي مقال،
اچي پاڻ تن جو ٿيو اُو پري،
ڪرايئين غريبن چڱي چاڪري.
غريبن ڪي اهڙي ڏنائين تي جيءُ،
جهڙي ڪين محبت نه ڏي ماءُ پيءُ.
هيس اوڇرن تي هيڪائي هڪل:
”لٽيوڙي، لٽيو! آئين ڇڏيو بخل“.
خاصن پيش خاص تي مانيِ هلي،
صبح ساڻ نيرن منائي ملي.
ڪائڻ لاءِ ڍاڪون، بلوري گلاس،
هئا لاءِ تن جي جيڪي خاص راس.

چڱا کيڻ، خاصا رنگينا رجهيو،
آيا تي اني جا سي خونچا کڄيو.
ڇَنهي منجهه شربت جهجهو ڀال هو،
منو گل گلابي اپر آل هو.
جيڪي مير ماڻهو هئا حاڪمان،
انهن لاءِ آيا اهڙا ڏاڪئان.
منائي هئي مڻ نه کي پنج چار،
سوار تور، اَٽُ مَئِي، اَلُٽ ۽ اُپار.
منائي نه هئي لئي رڳي عام خاص،
هئي لاءِ سيني جيڪي خاص راس.
ڇڏيو شاهه وهائي هو شيري سمنڊ،
اچي نهر پلٽي سندي گيهه کنڊ.
اوڍاڻيون، انعامون ڏنائين هزار،
پئي ڪونه کو تن سندو ڇيهه شمار.
چُنيون بيشمارا اندازئون گهٽيون،
هيون جي اندازاً نه کنهن کان ڳڻيون.
لُنگيون، اَجرڪون، بخملون بيشمار،
پيا عام ڪپڙا هزارين هزار.
جيڪي خان، ارباب، اعليٰ هئا،
تني لاءِ ڪپڙا سي بالا هئا.
جيڪي خاندانا، مشائخ امير،
اوڍايائين تن کي به کهنبيون گٽي.
لنگها جيڪي ڏانڍي، اگهاڙا اتيت،
اوڍايائين تن کي چڱي رسم ريت.
ڏني 'شاهه' دعوت سڀجي خلق کي،
نه هڪڙو، نه ٻاڻي، سڀجي ملڪ کي.

پنو لعل ڳاڙهو جو حلواڻ هو،
نہ کو چيھ تنهن جو کو پرياڻ هو.
چني منجھ ساري وچي تاڙ ويئي،
لُنگين، اجرکن جي لڳي ڳاڙهہ ويئي.
ٻيا روپ رانديون عجائب اَپار،
هوايون، حرفتا، هزارين هزار.
دمامان، دهل، خوب نقرا هئا،
وڳيون ٻينون، باجا سي سفرا هئا.
ٻيا هئڙا ڳائڻ ۽ ڪافيون غزل،
لڳي ويو تماشو، شغل ۾ شغل.
ٻني جا 'هندن' جي اها ڏار هئي،
اتي پوڙ، ماني، پلاهہ پي ٿهي.
اتي ڪارخانو بہ اهڙو هئو،
مگر مسلمانن نہ جهڙو هئو.
ٻيا رنگ رنگبنا هزارين هئا،
ڏنا مون نہ اکين، ڪنن سان سئا.
چڙي 'شاهہ' پت جي تہ چوٽي هٽي،
ويو گوءِ غازي ڪُلن کان ڪٽي.
'هاشم شاهہ' هٽي ڪيو سخا جو سنتو،
ٿهڙو پَت ڪٿهين نہ ٻيو ڪو ڪندو.
اها پير پَت جي وڄائي چڙيئين،
هڪل منجھ ملڪن ڪڍائي چڙيئين.
جتي ٻانهن ٻئي جي رسي هٿ نہ پير،
ڪٽي 'محسنائين' کان ٻيو ڪٿر ڪير!
مرڪ 'محسنائين' کي اعليٰ جڙيو،
چٽا چرڪ ان کان جو تارو ڪڙيو.

جيڪي پت پليرا لنگھيا تي اجھاڳ،
چڙهي 'شاهہ' واري انهن تان تہ لانگ.
اڳيان پت پيجي سڀ ڪيئين ناس ائين،
ڪري اگھہ ڪرن ساڻ هاتي تو جيئن.
مٿان ڪاچ ڪُل جي قري راج ويو،
سندو نام نرمل تي مقبول ويو.
ڪاڇن جي ڪرڻ جي چڙهيئين اڏ ڏوئي،
ويا سڀ وڏيرا فڪر منجهہ پوئي.
ماڻهن منجهہ حيرت، عجب ايءُ پيو،
هيڏو مال اسباب ڪيئن گڏ ٿيو؟
سندو ٻوڙ ماني، پلاهہ جو ڪڪر،
وسي ڪَرَ اي ويڙو چنن تان چمر.
اچي ڏوءَ 'ڏاتين' ٻڌي پَت تي،
تہ پيي پت تورو ٿيو ڪين تي.
ڪري 'شاهہ' هڪلون ايي ائين چيو:
"ڪٿو ڙي، ڪٿو! اج اتان ڏينهن اهو"،
اڳيان سور ساڙا بہ ساري ڪيو،
منجهيو درد دل جو ٻهاري ڪيو.
لڪيءَ تان لنڻ جا ڪري چيهہ چڙهيا،
انعامن سان عالم ڏيئي ڏيهہ چڙهيا.
پهرايائين پينو، لنگها، مگٽهار،
ڏيائين 'ڏاتين' ڪي اوڏاٽيون اپار.
جنين اڳ سڏايو سخا جو سمنڊ،
اُهي سيئي تارا، 'هاشم شاهہ' چنڊ.
پلي 'شاهہ' ٥رڪي 'مهراڻي' جو مير،
جنهين لڪ لٽايا، ڪروڙين ڪثير.

ڄٽيو ڄام ڀھڙو نہ ڪنھن ماءُ ڪو،
نہ اڳ ڪو ڏنوسون، نہ ھاڻي ٿيو.
سما، سومرا ھت ھئا ڪئين ھزار،
ھيڏي ڪنھن ڪي ھمت نہ ٿئڙي ڄمار.
اڇي 'شاھ' جي نڪتي نيڪي ناموس،
سڙي وئڙا دشمن، ڪڙھي سي ڪنجوس.
ھئا جي حرامي مدعي، مٺ گھرا،
لڳن موچڙا منھن، طالع تي ترا.
ڏٽي پاڪ! توکي ڪريان ٿو سوال،
سٽي سوال منھنجو پلا! ڪر ڪو پال.
ڪيئين بخش جنھن کي نيڪي ۽ ناموس،
رکين تنھن کي محفوظ ڪان ھِيس ھوس.
ڪنان ھوڪ ھاويءَ بچائج ڏٽي!
ٿين تنھن جا دشمن بہ پرزا پٽي.
رکج پوش پردو 'ھاشم شاھ' جو،
لڄا، پت ۽ ست تنھن عاليجاه جو.
نبيءَ آل جو خير خاوند! ڪريج،
ھتي ۽ ھُتي ڏک ڏھيلو مَ ڏيج.
سدا دين ۽ امن ايمان سان،
ھجي شال ھردم شرف شان سان.
ھجي 'شاھ' ھردم سدا خوشروءِ،
وڏي ساڻ اقبال ۽ آبروءِ.
ڪيم ڏوھ ڏاڍا اندازئون اپر،
محابي چڱن جي مڙئي معاف ڪر.
اٿم آس خاصي نبيءَ ڄام ۾،
ٿيندو شاھ ساٿي اڇي قيام ۾.

ڪندو ”مل محمود“ تي سو شفا،
نبي ڪارڻي جو منو مصطفيٰ.
پڑهو ڪوڏ ڪلمون نبيءَ جام تي،
ڪندو جو شفاعت اُمت عام تي.
لا اِلٰه اِلّا الله مُحَمَّد رسول الله

ಆಐಆಐ

# جان محمد جوڻيجي جي هجرت ۽ وفات*

(چيل شيرل جي)

[جان محمد جوڻيجو، سنڌ جي سياسي ميدان جو سورهيه سپاهي هو. پاڻ جيتوڻيڪ لنڊن مان بئريسٽري پاس ڪئي هئائين پر انگريزن جو سخت مخالف ۽ سنڌ ۾ "تحريڪ خلاف" جو سرگرم ڪارڪن هو. سندس ئي ڪوشش سان سنڌ ۾ تحريڪ خلافت جا ڪيترائي عظيم الشان جلسا ٿيا. لاڙڪاڻي ۾ 6- 8 جون 1920ع تي ٿيل محمد علي، مولانا شوڪت علي، مولانا آزاد، مهاتما گانڌي ۽ ڊاڪٽر ڪچلو جهڙا سياسي ليڊر به شريڪ ٿيا هئا. 1920ع ۾ "ترڪ موالات" جي تحريڪ مطابق پاڻ سرداري جي ڪرسي، ميونسپل ڪمشنري، لوڪلبورڊ جي ميمبري ۽ بئريسٽري جي ڊگري ترڪ ڪرڻ سان گڏ حڪومت کي ڍلن ڏيڻ کان به انڪار ڪري ڇڏيائين. انهن ئي ڏينهن ۾ "تحريڪ خلافت" ڪميٽي طرفان فيصلو ڪيو ويو ته 'برصغير هندستان جا مسلمان هن ديس کي ڇڏي، مسلمان ملڪن ۾ وڃي آباد ٿين، ڇاڪاڻ ته هي ملڪ انگريزن جي حڪمراني سبب، ڪافرن جو ملڪ بنجي چڪو آهي'. افغان حڪومت طرفان پڻ هندستان جي مسلمانن کي اهڙا دلاسا ڏنا ويا ته أهي يلي افغانستان ۾ اچي رهن. جيئن ته 'جمعيت العلماء-هند' پڻ هن تحريڪ جي حمايت ڪئي، تنهنڪري هر هنڌ هجرت ڪميٽيون نهڻ لڳيون. سنڌ ۾ رئيس جان محمد جوڻيجي کي هجرت ڪميٽي جو سيڪريٽري چونڊيو ويو. جولاءِ 1920ع ۾ لاڙڪاڻي شهر مان هڪ اسپيشل ٽرين ذريعي ساڍن ستن سون

* 'مهراڻ- سوانح نمبر' سنه 1957ع تان ورتل.

مهاجرن جو قافلو ساڻ ڪري، افغانستان روانو ٿيو، جنهن ڪري ڪيس رئيس المهاجرين يعني هجرت ڪندڙن جو اڳواڻ سڏيو ويو.

ان وقت افغانستان ۾ امير امان الله خان جي حڪومت هئي. هندوستان جي مختلف شهرن مان هزارين مجاهدن جي افغانستان پهچڻ سبب افغاني حڪومت لاءِ انهن جي آبادڪاري جو هڪ زبردست مسئلو پيدا ٿي ويو. اناج جي قلت ۽ رهائشي جاين جي ڪمي مهاجرن کي سخت پريشان ڪيو. آخرڪار افغاني حڪومت مهاجرن کي پنهنجي وطن موٽي وڃڻ جو حڪم ڏنو. رئيس جان محمد پاڻ امير امان الله خان سان گڏجڻ ويو، جتي 'مولانا عبيدالله سنڌي' اڳيئي موجود هو. امير امان الله ڪين ڏاڍي عزت ڏئي پاڻ سان گڏ ماني ڪارائي. هن موقعي تي رئيس جان محمد، امير امان الله کي چيو تہ اسان پنهنجا گهر گهاٽ ڇڏي توهان جي ملڪ ۾ اچي پناهہ ورتي آهي، هاڻي اسين هتان هرگز نہ ويندا سون، پوءِ ڪٽي اسان جو سر ڇو نہ لهي وڃي. پر ڪن سياسي مصلحتن سبب امير امان الله سندن سات نہ ڏنو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ڪيس پشاور ڇڏي وڃڻ جو حڪم مليو، جنهنڪري لاهور هليو آيو. 1921ع ۾ مولانا محمد علي سان گڏ خلافت ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اجمير ويو، جتي ڪيس اوچتو بخار اچي ويو. جنهن سبب 16- اپريل 1921ع تي 30 ورهين جي ڄمار ۾، خواجہ معين الدين چشتي اجميري جي درگاهہ ۾ وفات ڪيائين. ڪيس اتي ساگر تلاءُ جي ڪناري تي دفن ڪيو ويو. شاعر "شريل" جو مرحوم جان محمد جوڻيجي سان هجرت واري زماني ۾ گڏ هو ۽ سندس وفات وقت بہ موجود هو، تنهن پنهنجي ڪلام ۾ هن سموري واقعي جو هينئنءَ ريت بيان ڪيو آهي].

جان محمد جوڻيجو سورهيہ ساماڻو،
راضي تنهن تي ربّ ٿيو، تنهن کي واحد وڏايو،

سخي هو سخاوت ۾، ڪيائين روح اندر رايو،
ڳالهه اها ڳايو، مرد تنهن ملوڪ جي.

مرد تنهن ملوڪ کي، ڏاتر ڏنا ڏاڻ،
عهدو وڪالت بئريسٽريءَ جو ورتائين همت ساڻ،
علم پڙهي عالم ٿيو، هيس انگريزي اهڃاڻ،
هاڻ ڪيان روح رهاڻ، ساراهه سپرين جي.

ٻڌو ساراهه سپرين جي، جنهن کي موليٰ ڏنو مان،
هٿ هوس حاڪمن جو، شاهي جنهن جو شان،
ڪامل ٿي ڪورٽون ڪيون، ٻڌي بات بيان،
جيءَ اندر آهن جولان، سڪ تنهنجي ساهه کي.

سڪ تنهنجي ساهه کي، اندر نه آهي آرام،
ڪائڻ نه آهي خوشيءَ جو، چش نه ڏئي طعام،
هجرت تي سنيري هليو، ڪري اهو انجام،
اڳ ۾ تي امام، قافلو ڪيائين ڪيترو.

قافلو ڪيائين ڪيترو، لکين خرچ ڪٽي،
جيڪا رضا رب جي، واهه تنهن کي وٽي،
مهاجرن جي محبت ۾، پاڻ ڪيائين پٽي،
’لاڙڪاڻي‘ تي لقب هٽي، ريل تي چڙهي
’رڪن‘ ڏي هليا.

ريل تي چڙهي ’رڪن‘ کؤن، ٿيا سکر روانا،
عرض ڪيائين الله کي، اسين آهيون تنهنجا ٻانها،
داڻي پاڻي نصيب جي آهي انهي ۾ معنيٰ،
پوءِ اچي ملتانا، ڏيهرو ڪيائين ڏينهن جو.

ڏيهرو ڪيائين ڏينهن جو، هليا چڙهي لاهور،
اتي عزت ملي امير کي، سر ڪيائون گهور،
ڪاٺڙ آندائون خوشيءَ مون، ڏنائون زور،
اهڙي ئي دستور، 'راولپنڊي' رڙهي هليا.

'راولپنڊي' رڙهي هليا، 'ڪانولپور' ڪاهي،
واڳ وس نہ پنهنجي، ڏور وڏي ڏاهي،
گاڏي چڙي چوهہ مؤن، ڏس چا منجهؤن چاهي،
'پشاور' ۾ لاهي، ڏينهن چڙيائون ڪيترا.

اتي ڏينهن رهي ڪيترا، هليا پيادا ڪلي پنڌ،
رفيق ٽياسون راهہ مون، راهي متي رند،
رکيائون سڪ سرير ۾، خودي ڪيائون بند،
اچي ٽياسون هڪ هنڌ، 'بيني ڪوٽ' جنهن کي چون.

'بيني ڪوٽ' جنهن کي چون، رکيائون
'جلال آباد' جوش،
عقل چڏي ويو اڳ ۾، ڪونہ رهيو هوش،
ڪونہ وڙهي ڪنهن سان، دشمن توڙي دوس،
مڙني ڪئي خاموش، محبت رکي من ۾.

محبت رکي من ۾ 'ڪابل' ڪيائون ڪاهہ،
دونهان درد دکائيا، عشق اندر آڙاهہ،
پند اڙانگو پٽيون، رهي آيا راهہ،
اهڙو ئي آهہ الله، 'امير صاحب' ڏنائون اکين سان.

امير صاحب عزت ڏني، مولوي عبيدالله صاحب سڏائي،
دعوت ڪاڏائون دل سان، راتيون رهائي،

’سنڌين‘ چيو سڪ مان، آيا اهيون سرڙا لهرائي،
توڙي وجهين ڪُهائي، ’جان محمد‘ چيو جوش مان.

’امير‘ ڪي ائين نہ گهربو هو، ڏنائين مهاجرن ڪي موڪل،
سيءُ رکيائين سرير ۾، نہ ڪيائين توڪل،
ڳجهہ اندر جون ڳالهيون، تون جوش اندر ۾ جل،
راهي ٿيا رلمل، موٽي پنهنجي ملڪ تي.

موٽي پنهنجي ملڪ تي، آيو ’جان محمد‘ جائي،
رات ڏينهان روح ۾، هيس وات اها وائي،
دانهون ڪيائين درد مؤن، ڪونهي حال يائي،
نصيب داٿو پاٿي ڪائي، هلي آيا ’هندستان‘ ۾.

’هندستان‘ ڏي روانا ٿيا، خواجہ اجمير شريف،
سڪ رکيائين ساهہ ۾، کهڙي ڪريان تعريف،
ملڪ ڇڏي مسافر ٿيو، سهي گهٽي تڪليف،
اکيون ڪڪوريون ڪيف، مانجهي تنهن ملوڪ جون.

مانجهي تنهن ملوڪ جي هئي، عمر ٽيهہ ورهيہ پوري،
رضا تي راضي رهيو، ڪيائين صبوري،
مرڻ جي مهل تي، موت رکيائين منصوري،
آيا ملائڪ حضوري، سڪرات ڏنائين ڪانہ ڪا.

سڪرات ڏنائين ڪانہ ڪا، ساهہ ڏنائين سنهنجو،
”شيرل“ چوي شهيد ٿيو، وطن ڇڏي پنهنجو،
سوال ڪريان توکي سيّدا! ڪر نہ ڪانيارو ڪنهن جو،
هٿ آهي منهنجو، دامن دستگير جي.

’جان محمد‘ جوءِ مان، ويو ڪست منجهان ڪاهي،
مال مڏيون ڦٽيون ڪري، ويو لاڳاپا لاهي،
جنهن کي سِڪ سرير ۾، ڏور وڏي ڏاهي،
اجمير ۾ آهي، مقبرو ملوڪ جو.

مقبرو ملوڪ جو، جوڏئون جوڙيائون،
جهنڊا تنهن جوان جا، خوب کوڙيائون،
ماتم ڪيائون من ۾، ڳل ڳوڙها ڳاڙيائون،
پريت پاڙيائون، جو صوبو هو سنڌ جو.

صوبو هو سنڌ جو، ملڪن جو مير،
صاحب ٿي صاحبي ڪئي، جو بادشاهي وزير،
شهيد ٿيو شوق مان، نيڻن وهايان نير،
اتر وارا پير! پناهه ڏيندين پرديسيءَ کي.

پناهه ڏيندين پرديسيءَ کي، جنهن صدقو ڪيو ساهه،
ميڙي محمّد ڄام جي، توکي آڻيندو الله،
حضرت ٿيندءِ حامي ڪندءِ سنئين راهه،
باري آهي بيپرواهه، آهيان سامر اوهان جي سيّدا!
لا اِلٰه اِلّا الله مُحَمَّد رسول الله

ଓଷ୍ଠଓଷ୍ଠ

# آڏيگام جو ڏاڙو[*]

## (چيل گل فقير)

[تعلقي ننگرپارڪر جي ڳوٺ آڏيگام جا باشندا چڱا دولتمند ۽ آسودا هئا. جنهنڪري ڏاڙيلن جي هڪ ٽولي، فيبروري 1921ع ۾ ڏينهن ڏٺي جو اچي هن ڳوٺ تي حملو ڪيو. ڏاڙيلن بندوقن جا هوائي فير ڪري ماڻهن کي خوفزده ڪيو ۽ ڪين سندن گهرن کان ٻاهر ڪڍي، پنهنجي مرضي موجب مال ميڙيو. جيئن ته آڏيگام ۾ مينگهواڙن ڪنڀارن ۽ چارڻن جي اڪثريت هئي، جي گهٽو ڪري بي هٿيار هئا، تنهنڪري انهن ڏاڙيلن سان ڪوبه مقابلو نه ڪيو. سانده چار ڪلاڪ ڳوٺ کي ڦرڻ کان پوءِ ڏاڙيل موٽي ويا. هن واقعي تي شاعر گل فقير جو چيل هڪ بيت ڏجي ٿو، جنهن جون آخرين مصرعون ٿري زبان ۾ آهن.

'پريمچند' جي پئسن جي، هئي 'چارڻن' کي چِرِيَر،
نڪر چاڙهيو ناهوڪر، جنهن جي 'پڳو' جهلي پر،
انهيءَ 'آڏيگام' ۾، هئا زريون ٻيا زيور،
ڪوريون ليکيان ڪيترين، ٻيا آڏيا هئا اپر،
آر، رنبو، هٿ نڙو، ڪٽي منهنجي ڪمر،
هروئي هلو ساڏانَ موران، تروٿان راتر،
ڀلان ايئي واٽئي رين، مُجان موڙي مر،
مينگهواڙن کي منو چاڙي، ڪونڀاران ني ڪسر،
'پڳو' پهلي ٻهر، اُڏڪيو 'آڏيگام' کي.

ଓଃଓଃ

[*] هيءَ روايت ٿرپارڪر (تعلقي ننگرپارڪر) مان منگهارام اوجها کان ملي.

# اسلام ڪوٽ جو ڌاڙو

[اسلام ڪوٽ، ٿرپارڪر ۾ مٺي شهر کان 28 ميل اوپر طرف آهي. جتي گهڻو ڪري دولتمند هندو واپاري رهندا هئا. فيبروري 1922ع ۾ هڪڙي ڏينهن صبح جو پنجين بجي ڌاڙيلن اچي اسلام ڪوٽ تي حملو ڪيو. هن ٽولي ۾ کوسا، مياڻا ۽ ڪولهي ذاتين جا ڪل 52 ڌاڙيل هئا، جن جو اڳواڻ مير خان کوسو هو، جو اُن وقت مشهور ڌاڙيل ليکيو ويندو هو. شهر ۾ گهڙڻ شرط ڌاڙيلن پهريائين پوليس ٿاڻي تي ڪاهيو ۽ اُتان ساڄن نالي سوار کي ڀڄائون. باقي مريد خان کوسو سوار ڪنهن طرح کسڪي ويو. ٻه ڌاڙيل ٿاڻي مان گهوڙا چوڙي ان جي پنيان ويا پر هن وڻ جي اوٽ مان بندوق سان ٻئي گهوڙا ماري وڌا جنهنڪري ڌاڙيل موٽي آيا. ٿاڻي تان علي خان جمعدار ۽ رکيو خان سوار به ڀڄي وڃي گهر لڪا. اهڙي طرح ڌاڙيلن پوليس جي عملي کان ميدان صاف ڪري شهر ۾ ڦر ڪرڻ شروع ڪئي. ميروخان ڌاڙيل وچ بازار ۾ ڪرسي وجهي ويهي رهيو. ڇئن ڌاڙيلن مٿس پهرو ڀئي ڏنو ۽ ٻين پئي شهر کي ڦريو. ڌاڙيلن سيني ماڻهن کي سندن گهرن مان ڪڍي هڪ هنڌ جمع ڪري سخت مارڪُٽ ڪئي ۽ پوءِ گهرن جا دروازا ۽ پيٽيون ڀڃي سون ڪپڙو ۽ قيمتي مال پنهنجي اڳواڻ مير خان کوسي جي اڳيان آڻي تي رکيو. هندو جيئن ته صلح پسند ۽ ڪي قدر ڀڄڻا به هئا. تنهنڪري ڌاڙيلن جي هن حملي سندن وايون ئي بطال ڪري ڇڏيون، ڪيترا ويچارا خوف کان پنهنجا گهر ڇڏي ڀڄي وڃي منيءَ ۾ نڪتا ۽ ڪيترا ٻين هنڌن تي وڃي لڪا. 'جان آهي ته جهان آهي'، سو شهر جا پنچ ۽ سردار به هن موقعي تي گهر ڇڏي ڀڄي ويا.

ڌاڙيلن جي ڦر لٽ ۽ مارڪُٽ جو سلسلو ٻئي ڏينهن شام تائين جاري رهيو. جنهن کان پوءِ ڌاڙيل پنهنجي سردار مير خان کوسي جي

گهوڙي کي ڦرلٽ جي سون سان سينگاري روانا ٿيا. رستي ۾ ’هيمو ڪولهي‘ گڏين جنهن جو نڪ وڍي آڏيگام وٺان اُڪري ويا. هن ڌاڙي ۾ ماٺهن جي اٽڪل هڪ لک روپين جي ملڪيت ڦرجي ويئي. هن ڌاڙي اسلام ڪوٽ جي هندن تي ڏاڍو اثر ڪيو ۽ هنن وڏن ڪامورن ۽ انگلينڊ جي پارليامينٽ ڏانهن درخواستون موڪليون، جنهنڪري بارڊر تي 600 سپاهين جو پهرو مقرر ٿيو ۽ ڌاڙيل مير خان ڪوسي جي گرفتاريءَ لاءِ انعام مقرر ٿيو. هڪ ڏينهن مير خان پنهنجي ساهرن ۾ آيل هو تہ پوليس کي پتو پئجي ويو، جنهن ڪيس گهيري ورتو. مير خان ڏاڍي جرئت سان مقابلو ڪيو پر آخر مارجي ويو. هن واقعي تي گهڻن ئي شاعرن ڪلام چيو هو جن مان محمد هارون، لعل خان خاصخيلي ۽ منگي فقير جو ڪلام هتي ڏجي ٿو.]

# اِسلام ڪوٽ جو ڌاڙو*

(چيل محمد هارون♣)

الله جل جلاله، صاحب ربّ سبحان،
واڪاڻيان واحد کي، جنهن جوڙيو سڀ جهان،
قادر جي قدرت جي، ڪمي آهي ڪانہ،
پرور ڪٽي پيدا ڪيا، جوڌا سي جوان،
تن ساهُوئن تي صلاح ڪئي، مهندا ’ميرخان‘:
تہ واٽين ملڪ وڃايو، ٻيا ماريائون مسلمان،

* هيءَ روايت ٿرپارڪر (تعلقي مٺي) مان رائچند کان ملي.

♣ محمد هارون پٽ حاجي محمد، موسي پوٽو ٿيبو، پهريائين تپيدار هو ۽ پوءِ ايڪسائز ۾ ملازم ٿيو. اڪثر ننگرپارڪر ۾ رهندو هو. اٽڪل سنبت 1996 ۾ 60- 70 جي عمر ۾ وفات ڪيائين.

ڪجي غور غريبن جو تہ آگو ڪندو احسان،
چڙهيو نر ڪني نيشان، ’ڪوسي‘ ڳالھ ڪري ڪئي.
مٿس راض رسول جو، چونڪي چئن يارن،
اولياء سڀ اُن سين ٿيا، پاڪيريو پيرن،
اول گوڙ ’گجرات‘ ۾، ڪٺي مچايو مردن،
اٿڪلون ’انگريز‘ جون منجهايون مردن،
هلي ڪونہ هنن سين، ڪو هنر حاڪمن.
ايڏي خبر ’اسماعيل‘ ڪي وجي بڌائي بين[1]:
مَل چڙهيا ٿي ”ماريــي“ جا، سورهيہ ٿا سُڄن،
اچي پڙ پيڙا ٿيا، مليا ملوڪن،
’ڪاني‘ ’ڪولهي‘ ڪيترا، ٻيا هئا ’مياڻا‘ منجهن،
پُوميا تن سين پيڙا ٿيا، ڪئي رهاڻ رجپوتن.
گام نہ چڏيائون گائڪواڙ جو، ڪراڻ لُوٽيو تن،
سَت جٽا ’سَرِي‘ تي، موڪليا مردن[2]،
لوئي لاپ خورن ڪي، موٽيو ماڳ اچن،
ڪي پهتا ’پارڪر‘ تي، ڪي ’آڏيگام‘ اچن[3]،
ڏٺو بيني ڏينهن جو ڪُلني ڪامورن،
سُٽي ڏوڏات دُنالين جي، ڪيا خبرا ڪوليئڙن،
اُت ناهي جاءِ جنگ جي، لڪيو لَڪ چڙهن.
گهٽا ڏينهن ’گيڙي‘ جي، هئي سڪ ساهُوئن،
ڦاڙي پيٽ ’پڙي‘ جو، لاٿو لاڪيٽن،
ڪٺي مال موذين جو، پريا بغدي بلوچن.
ڪي سڄاڻو سيٺ جا، مرد هئا منجهن،
پتو پيو پوليس ڪي، تل جيترو تن،

[1] اسماعيل مياڻو، ماريــي ڳوٺ جو رهاڪو هو. (2) سَرو = تعلقو ڏيپلو. (3) آڏيگام = ننگر ڪان ٽي چار ڪوھ اولھ طرف هڪ ڳوٺ.

تہ ’کيڙ‘ ڳوٺ کنڊيءَ تي، آهي ڪاڏو ’خوابن‘،
هلي ڏسون ڏينهن جو، من لاٻ خور لين،
خان چڙهيو تي خوشيءَ سين، جو هو موچارو منجهن،
ڪئي ڪاهہ ’ڪيڙ‘ تي، مَرڪي ’مياڻن‘،
ڪٽي مال موذين جو، ڪيون پٽيون پوشيدن،
پنيان پوليس وارن جون، چليون ٽيون چٽڪن،
جهڙو ميڙو مؤواڙن جو، تهڙي تابش تن[1]،
سٽيون خبرون سورهين جون، ويجها ڪين وڃن،
بندوقون بهادرن جون، ڪڏهن ڪين گسن،
سي ڪٽيو سيئي خيرن سان، موٽيا ماڳ اچن.
اچي ٽولي ’اسماعيل‘ جي، جو مانجهي مياڻن،
مهندار مڙني ’ميرخان‘، ٻيو ’محمدخان‘ منجهن،
سامهان ’سلام ڪوٽ‘ تي اُڏاڻا اچن،
لعنت هجي ’لنجي‘ ڪي، ’مُتوڙو‘ منجهن[2]،
ويساهہ ڏيئي ويري ٿيا، ڪيو ڪارو منهن ڪيڄرن،
ڀهرين ٻڌايائون پوليس ڪي، پوءِ تا ’واٽين‘ وٽ وڃن،
لک ٽڪون ’لنجي‘ ڪي، ٻيون ’هندو‘ ڪي هٽڄن،
’ڏيوو‘ چغل ڏيهہ ۾ ٿيو، ’سڄڻ‘ هو ساڻن[3]،
اهي ٿيئي چغل ٽڪ جيئن، مشهور ٿيا منجهن،
ساري خبر سينين ڪي، وڃي ٻڌائي ٻَرڙن،
تہ: ٻاونجاهہ ٻاهروَٽيا، اِجهو تا اچن.
سوجهاڪي جو اسلام ڪوٽ تي، ڪيا دَٻا ڏونالين،
سُتي چڏيا چرڪ ۾، پٽڪا پليتن،
اگڙي نہ نهي انگ تي، ڪو ليئو لانگوٽن،

[1] مؤواڙا = گجرات جي غريب ماڻهن جا لڏا، جي پورهئي خاطر سنڌ ڏانهن مٽيندا هئا.
(2) متوڙو لنجو، ڏيوو ٺڪر ۽ سڄڻ ٺنهي چُغلن اڳوات اچي اسلام ڪوٽ ۾ خبر ڏني.
(3) متوڙو لنجو، ڏيوو ٺڪر ۽ سڄڻ ٺنهي چُغلن اڳوات اچي اسلام ڪوٽ ۾ خبر ڏني.

چيڪ ۾ چڙهي ڏنيون، ڪٽي لڄون ’لوهاڻن‘،
لعنتون ’لوهاڻن‘ کي، لکيون ٽيون لڳن،
گهٽي پچا ’گوپال‘ جي، ٻيو ٽا ’پمنداس‘ پچن،
لڳا موچڙا ’مُورج‘ کي، ٻيا ٽا ’والجي‘ تي وسن،
پئنچ پڳو پيڙ ۾، جت ’ڪِراڙ‘ ٽا ڪهن،
ڏٻي وڏو ڌهل ۾، ’راڌي‘ کي رنن،
سوٽتا هٽي ’ساجن‘ کي، ڪٽي ٻڌو ٻاهروٽين،
موچڙا هٽي ’ماڻڪي‘ کي، ٻڌو ٻيلاين،
پيئي مار ’ماڻڪيي‘ تي، ڪيو چُٽو چماٽن،
لِنڊ چڙيائين لانگوٽي ۾، جو لکيو ’لوهاڻن‘،
ٻہ فوٽ ٻارهن آگر تي، ارڙهن انچ چون،
ليکو تنهن لنڊ جو، سينيا ٽا سمجهن،
ڪانهي ميار مڪيءَ تي، جو ’گوپو‘ ناهي گهرن.
پنج چٽا پوليس وارا، ٽا سلام ڪوٽ سڄن،
عملدار انهن جو، هو صوبدار سندن[1]،
’قطباڻي‘ مان کين ٽيو، پڳو ڏانهن پٽن،
ڪائي ڪئي ڪانہ ڪا پوئواري پرين.
’مريد خان‘ مرد هو، مَنِيوال مَنجهن[2]،
پڄندي اهڙي پيڙ ۾، سامهون ٽير سورهين،
گهوڙا ٻئي گڏي وڏائين، ڪونهي جوڪو جوانن[3]،
ورندي ڏنو وات تي، ٻنهي ٻاهروٽين،
’لنجو‘ ’چيچر‘ لُوڪڙ جيئن، پيا ڪبڙ ۾ ڪسڪن[4]،

---

[1] صوبدار ڪوسو قطباڻي (جمعدار). (2) مريد خان مَنيوال ڪوسو (پوليس سوار). (3) گڏڻ = مارڻ: ٻاهروٽين هڪل ڏني تہ ٻروچ هجين تہ بيهي رهہ. اُتي هن پنهنجا گهوڙا ماري چڏيا تہ متان ڦري وڃن ۽ خواري ٿئي. پوءِ پاڻ بيهي رهيو. (4) مُتوڙو لنجو، چيڙٽال جو ۽ منوچيچر، ڪهڙيءَ جو. ٻئي چغلخور. منو پوءِ اچي مليو هو.

چنبا هنيو چُتن کي، بينا نر نچن،
کيون لک ’لنجي‘ کي نيشانيون نرن،
چگّا پادر چغل کي، لکيا تا لڳن،
چوکون ڏيئي چتوءَ کي، ونيو اُت وجن،
همڪاري هٿن مان، ميڙيو مال کٽن.
سرهي سلام ڪوٽ تي، بينا ٽؤنر ٽِلن،
لُونگيون بڌي لعل تيا، وينا خان کلن،
آٽي تاڪ اجرڪن جا، ڪيائون آڳونيون اُنن[1]،
ڪڍي سونهريون سيگهہ مان، چکيو چکر ڪن،
سجو ڏينهن سوپارن کي، ڳايو ڳيتارن،
ڏؤنري ڏينهن ڏاڙيلا، ونيو واٽ وجن.
ڍارو ڪري ’ڍينڪاري‘ تي، ڪيو پيهو پوشيدن[2]،
ڏيئي خيراتون خوشيءَ مان، گهوٽ چڙهيا گهوڙن،
اڳيان مَيو اُٺ ’متوڙي‘ جو، جهليو جوانن،
ڪاهي پهتا ’ڪاٺڻ‘ تي، تا ’پنجُو سيٺ‘ پچن[3]،
گهوڙو چوڙي گهر منجهان، بينا ڳاشو گهرن،
پنجوءَ گهوڙو پلاڻي ڏنو، وجهي هَنو ساڻ هٿن.
ڪيڏو ’ڪمال خان‘ جو ڪيو ادب اشرافن[4]،
نهاريائون ڪونہ ’ننگر‘ ڏي، تا ’آڏيگام‘ اُڪرن،
اُت ياٽيجو ’يڳلي‘ جو، آيو منهن مردن،
وڏي نڪ نيشان لاءِ، ڪيو چائو چالاڪن[5]،
تہ پٽرو هجي ’پاڪر‘ ۾، بيا پڻ ڏيهہ ڏسن،
اهڙي حالت ’هيملـيـ‘ سان جوڙي جوانن،

[1] آڳوني آڏو، جيئن گهوڙي جي ڏُنبجي پويان. [2] ڍارو ڪرڻ = لڙڻ. ڍينڪاري = تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ڳوٺ. پيهو = پيئو. [3] ڪاٺڻ. تعلقي مٺي ۾ هڪ ڳوٺ. [4] ڪمال خان ڪوسو تعلقي ننگر جو. [5] چائو = مشهوري.

بڏي ڀاهروتين، ڪُتو ڇڏيائون ڪنڌيءَ ۾.
ڪُتو ٻڏي ڪنڌيءَ سان ٻلاٽيائون پاڪيٽ[1]،
هٽي نعرو حيدري، ونئي هليا واٽ،
پهرين منزل ’مهاڻي‘ جي، جت ڪاهي پهتا ڪنواٽ[2]،
پنيان واهر پوليس جي تي، اهڙا گهڙي گهاٽ،
ڪيائون ٽي ’ڪمال خان‘ ڪي، لِڪ لِڪ ۾ لولاٽ،
مڙن ڪي موٽڻ جي، البت هئي اُچاٽ،
ٻڏي رائفلن جا رونگاٽ، واهر وريا وطن تي.

## اسلام ڪوٽ جو ڏاڙو*

(چيل لعل خان خاصخيلي♣)

ساراهيان سچو ڏٽي ۾ مرشد موچارو،
ڪوڙ ڪپت جو هئو واٽين ڪي وارو،
والي انهن جي واهر ڪئي، اچي ڏاريائين ڏارو،
اُسر جو هو اپريو تيج منجهان تارو،
سنيري آيا سلام ڪوٽ تي، نر هٽي نعرو،
مردن جي مقابلي جو اچي لڳو نغارو،
ڳجهن ڳاهٽ ٻڏي، ڪيو پڪين پسارو:
ڪائي خوش ٿيندا سون، ماهه به متارو.
سڏا پُڳا ’ساڪرئي‘، اجا به انڌارو،

---

[1] پاڪيٽ = وڏا اُٺ. (2) مُحاڻي جو جبل پيلهي لڳ ۽ مُهاڻي جو ڳوٺ پيلي کان اپرندي طرف.

* هيءَ روايت ٿرپارڪر (تعلقي ساماري) مان رائچند کان ملي.

♣ لعل خان خاصخيلي، ڳوٺ جوڳي مڙهي تعلقي مٺي جو رهاڪو هو. اڻ پڙهيل هو. پوليس کاتي ۾ نوڪري ڪيائين، جتان هيڊڪنسٽيبل جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. هن واقعي کان سواءِ سندس ٻيو به ڪيترو ئي ڪلام چيل آهي.

ڪِني ڏينهن ڪٽيو ڏرڙن ۾ اَڏي اوتارو،
لِڪڻ ڪان ”لعل خان“ چئي آهي مرڻ موچارو،
ساهه تي ويساهه ڪونهي، هي اندر اُڏارو،
هي دم آيو نه آيو فنا ڦوڪارو،
منهن ۾ گڏيو ’موڙجي‘، جنهن ڇڏيو گپ گارو،
وجهي گَٽ گِچي ۾ ڪيئونس مهند موچارو،
بيهاري گهر اڳيان، ڪڍيائون پيسن جو پارو،
مڙي آيا مُکين تي، وجائي وارو،
ڪڍيو ’گوپال‘ گودڙين مان، ڏينهن جو ڏيڪارو،
ٻَنبي رکيائون پوڙهي کي، ڪري سوٽن جو ساڙو،
’ساجن‘ سوڀارو، ٻڌي ڇڏيائون ٻُوهه سان.

پوليس وارن پَهه ڪري، جهلي پٽن جي پر،
ٻت ٻچايائون پانهنجو، ڪنهن عقل جي آڌر،
سڏي ڏيل سامهون اچن، ڏاڍو جن جو ڏر،
ڏيئي ٻاهه بندوق کي، دشمن ڪريون در،
ڪڏندي ڀڳائون ’ڪولهين‘ جا نلها ٽائُو نڪر،
گهوڙا ماري گهر جا، وڌئون فند فڪر،
چرڪي ويا چوڪر، ڏسيو دونهان دونالين جا.

ڇڏي ٻار بندوق جو، ٿيو ’راڌو‘ روانو،
مُٺي ماڻهن ۾ پُسايائين پروانو،
وجي نڪتو ’لونڊار‘ تان، رکي ڪوٽ مٿي ڪانو،
مردود پهچي ويو ’مِٺي‘ ۾ ظاهر زنانو،
چئي: سير، ساهمي، آنو، آٽي ڏيو اورتي.

ساهميءَ جي سک جو وينو ڪريان واپار،
مون جو تيج ’سلام ڪوٽ‘ ۾ ڏنو الاهي اسرار،

واءُ وانگر ويڙهي ويا، ڪيائون ڏوتي بت کان ڏار،
لڳن لڙءُ لڙءُ متي مَت، چڏي ويئي سار،
وهلي ڪج وهار، مرليڊر! ڪا مدد تون.

پئنچ ۽ پرواني ڪان، مون توبهه ڪئي زاري،
اهو ڪاٺ ڪرسيءَ جو آهي بلڪل بي اعتباري،
گلم ۽ غاليچي ڪي، آءٌ باهه ڏيان باري،
کٽي ڪڙيو کلهي تي، آءٌ وڃايان واري،
ڳوڙهي رنگ گناتن جي، آءٌ سُڌ لهان ساري،
سٿيان سوپاري، ساجهر سوئڙي هٿ ۾.

ساجهر 'سلام ڪوٽ' تي، جوانن ٻڌي جنگ،
توبچين ترين تي، سرها رکيا تي سنگ،
وينل سڀ وارو چڙهي ويا، وڄي وڏائون دڙن متي دنگ،
ڪونہ بيهي بازار ۾، ڏکيا لڳن تا ڏنگ،
سهٽي هن 'سلام ڪوٽ' ۾، لڳو ٻاهروٽين ڪي ٻنگ،
ڪائي پي خوش ٿيا، ڪري رهاٽيون رنگ،
خوب ڪنيائون خزانو، ٻڌي توڏن تنگ،
جهر جهاڳي جهنگ، رڙي ڊريا 'رڻ' ڪي.

واٽين جي وکر لئي، مرڻ مناسب ناهي،
وڃي سُتا 'سينهار' ۾، لاڳاپا لاهي،
ٿهري وينا ٽاٽن تي، پاپڙ پچائي،
آيا بت بچائي، لکي "لعل خان" چئي.

دشمن چڙهيا جبل تي، جت ٻڌائون لام ۽ لوڏا،
انهن جا ڪان اچيو ڪرن ڪنڌيءَ ڪي اوڏا،
پوءِ گسائي گوڏا، مرد موٽي آئيا.

ꕤꕤ

# اسلام ڪوٽ جو ڏاڙو

(چيل منگو فقير*)

ساراهہ الله جي ڪريان جو راق آهي رحمان،
ڪيهر شينهن ڪاهي هليو، سومهندان 'ميرخان'،
ڏاڍا مرد ڏونگر مان آيا جبل منجهؤن جوان،
جوانن جهنڊيون هٿ ۾، نيزا ٻيا نيشان،
پنجاهہ مڙي پٽرو ٿيو، صحيح سروغان،
ڪيترا ڪارتوسن ساڻ هئا، ٻيا سِيهي جا سامان،
لنگهيا مردن متي تي، طرحين طرحين جا طوفان،
ويو نصارو نڪري، فرنگي فريشان،
'سلام ڪوٽ' ۾ ڦڙڦوٽ پئي، مهتن ۾ ماتم،
مهجڻ جي "منگو فقير" چئي، ننڊ ڦٽي آرام،
اِها مصيبت مهتن ۾، ربّ وڏي رحمان،
هٿيون هٿ خالي ڪري، خالق ڪيا کهمان[1]،
پوليس زور پيرن تي، تڪو رکيو تمام،
لڪي ويا ٻچي، جند بچائي جان.
گهاءَ تن گهاتوئڙن جي، نهوڙيا نريان[2]،
ٻہ گهوڙا "ٻروچ" چئي، ماڳ رهيا ميدان.
گُسين جا 'گوڪڙيي' ڪي، ڏاتر ڏنا ڏان،
ساجهر پهچائج 'سِرنگهُوءَ' تي پرهہ جا پيغام[3]،
سنياريائين سامي ڪي، تون پيڙو ٿي پڳوان!
'مَنُو چيچر' من ۾، ڏاڍا ڪيا اُرمان،

---

* منگو فقير پوٽو چانڊيو حاصل فقير جو سهرو هو. ڳوٺ سرنگهو ڪاڪٿهار کان ٻہ ڪوهہ ڏکڻ طرف رهندو هو.

[1] کهمان (ٽڏو پٽيو). (2) نريان = گهوڙا. (3) سرنگهو: هڪ ڳوٺ جو نالو.

ڪڏهن پهچندس ’کهڙي‘ تي، تنهن ڪان اڳ آئي قيام.
’مَنُو‘ سان مون ڏٺيءَ آگي ڪيو احسان،
ميڙي اڳيان منائي جا، گڏ ڪيائونس گدام،
پڪي وَرن پڪوڙا ڏنائين، جليبيون پيي جام.
’چچر‘ اچي چا ڪن، جو سوگهو ٿيو سامان،
قانون موجب ڪيترو، توکي مَنو! جُڙيو مان؟
سُڌ ’سڄڻ وڪيي‘ کي، کل پيئي تي ڪان،
اچي سي اوچتا پيا، بانڪا سي بهرام،
لاهي پٽڪو پيرن تي، نالو پريائين نام،
ڏيو ڄيدان جيءَ کي، آهيان پنگين جوئي پان،
راڄا ريت راٺي سان، سُئي جڳ جهان،
اهڙي سوڙهي سکر تي، ڪڏهن بڌي سين ڪانه،
هاٺي چڏيندا سون گس گنگاجو، ٿيندا سون مڙئي
مسلمان،
رکندا سون روزا، پڙهندا سون نمازون قلب منجهون
ڪلمان،
سردار آهي مهندار محمّد منو جام،
سيّد جو سلام، تون مالڪ ڪرائج ”منگو“ کي.
لا اِلٰه اِلّا الله مُحَمّد رسول الله

ઌ§ઌ§

# ميراڻ جمالي جو گڏاپ وارو ڌاڙو

1926ع ۾ گڏاپ ۾ ڌاڙو لڳو، ست ئي ڌاڙيل جمالي، مري ۽ بروهي ذاتن جا هئا، سندن سردار 'ميراڻ جمالي' هو. اهي ڌاڙيل ضلعي دادو مان "لوهي" ڪان آيا ۽ واٽ تي 'مول ڳوٺ' ۾ 'موتڻ' نالي هڪ هندو، جنهن سان سندن دوستي هئي، ٻه ٽي راتيون رهي، ان جي صلاح تي ڌاڙي هڻڻ لاءِ اچي گڏاپ ۾ پهتا. جتي ڪين معلوم ٿيو ته پوليس جا سپئي ڪامورا 'ملير' ويل آهن ۽ غلام محمد پڳي (پيري) پڻ ڳوٺ ۾ موجود ڪونهي. پوليس جي هن غير حاضري ڌاڙيلن جو حوصلو وڌائي ڇڏيو ۽ 'جينن' مهتي جي دڪان تي ڪاهي آيا. ڌاڙيل پوليس جي وردي ۽ بندوقن سان هئا. ڌاڙيلن جي سردار ميراڻ، دڪاندار کي چيو ته: آءٌ پوليس جو آفيسر آهيان ۽ هڪ چوري جي پوئتان 'ليوي ڳوٺ' مان هي لشڪر وٺي نڪتو آهيان ۽ توکي سرڪار طرفان بندوق جو پروانو مليل آهي، تنهنڪري منهنجي هر ڪا مدد ڪر. دڪاندار پهريائين سچ سمجهيو، پر ايتري ۾ ميراڻ پنهنجو رويو بدلائي ڪيس چيو ته: تو مسلمانن کان ڳرا وياج وٺي ڪين هميشه پئي ڦريو آهي، مونکي پنهنجي انهن اڻ پڙهيل ڀائرن جو اڄ توکان ويتر وڻتو آهي، تنهنڪري تو وٽ ڇتر ٻه ڪونه ڇڏيندس. دڪان ۾ وينل هڪ ٻيو واڻيو 'ڏمن مل' سمجهي ويو ته اهي ڌاڙيل آهن ۽ اسان کي ڦرڻ آيا آهن. سو اُتان آهستي آهستي کسڪي ويو ۽ وڃي راڄ کي جتايائين ته: ڌاڙيل اسان کي ڦرين پيا، هلي اسان جي ڪا مدد ڪريو. تنهن تي جوکيا، جن جو گڏاپ ۾ وڏي ۾ وڏو راڄ هو، واڻئي جي دڪان جي ٻاهران وڃي گڏ ٿيا. ڌاڙيلن هڪل ڪئي ته: ڪوبه اڳتي نه وڌي، نه ته مفت ۾ مارجي ويندؤ.

ڌاڙي جي خبر ٻڌي ماڻهو آهستي آهستي هزار کن جي تعداد ۾ اچي گڏ ٿيا، ۽ اجا ٻه آسپاس جا ماڻهو اچڻ لڳا؛ تنهنڪري

ڌاڙيل هراسجي ويا ۽ تڙ تڪڙ ۾ ٽجوڙي جو سمورو مال ۽ ٻيو جيڪي سامان هٿ لڳن، سو کڻي واٽئي جو گهوڙو کولي وڃڻ لڳا. هندو ٻہ سوَن جي تعداد ۾ اچي جمع ٿيا هئا پر ڪنهن کي مجال نہ ٿي جو ڌاڙيلن جو مقابلو ڪري. ايتري ۾ خليفي صاحب ماڻهن کي همٿائڻ لاءِ چيو تہ: ڪهڙي نہ افسوس جي ڳالهہ آهي جو اهي ست ڄڻا توهان سيني کان ڌاڍا ٿيو وڃن! تنهن تي هڪ جوان 'جکري' کي جوش آيو ۽ هن ڌاڙيلن تي حملو ڪيو. هڪ ڌاڙيل کي دسيائين پر ٻئي ڪيس بندوق هڻي ماري وڌو. جکري کان پوءِ هڪ ٻئي شخص 'ڄَتہي' ڌاڙيلن تي حملو ڪيو، جو پڻ مارجي ويو. پر هندن انهن جي جانبازي جو ڪو قدر ڪونہ ڪيو.

ميراڻ جمالي، سرڪيل پاڙو، وينل "لوهي" لس ٻيلي جو آهي. هي پهريائين لس ٻيلي جي ليوي پوليس ۾ ڪنسٽيبل هو، پر پوءِ نوڪري ڇڏي ڌاڙيل بنيو. مٿي ذڪر ڪيل گڏاپ وارو ڌاڙو سندس پهريون ڌاڙو هو. ان بعد سيپٽمبر 1923ع ۾ "ماڏو" تعلقي ڪڪڙ جو ڌاڙو مُکي 'هيمن' ۽ ٻين کي هنيائين. ان کان پوءِ 'ڀڳي ٿوڙهي' جي اسٽيشن ڦريائين. هن نہ ڪو ڪنهن غريب کي ستايو ۽ نہ وري ڪنهن ضائفان جو ڪُجهہ ڳنو ڦريو. سندس دل ۾ هڪ ڏينهن خيال آيو تہ اها چوري واري زندگي نيڪ ڪانهي ۽ سندس ضمير ڪيس اهڙو تہ بي آرام ڪيو جو 'ٽنڊي رحيم خان' ۾ اچي پاڻ کي پوليس جي حوالي ڪيائين. 1925ع ۾ لاڙڪاڻي جي ڪليڪٽر حامد علي وٽ سندس ڪيس هليو، جنهن ڪيس اناويهہ سال سزا ڏني. پاڪستان نهڻ کان ڪجهہ عرصو اڳ اها سزا ڪاٽي آزاد ٿيو. هن وقت ٻانڌي، ضلعي نواب شاهہ ۾ مقيم آهي. علي اڪبر جوکيي ۽ سگهڙ عمر، ميراڻ جمالي جي گڏاپ واري ڌاڙي جو پنهنجي ڪلام ۾ بيان ڪيو آهي جو هتي ڏجي ٿو.]

# گڏاپ وارو ڌاڙو*

(چيل علي اڪبر جوڪيو*)

ساراهيان سچو ڌڻي، جنهن جي سچي ڳالهه صحي،
ڦُريون، فتنا، فساد، آهن اڳيئي،
پر ڌاڙي جي دنيا ۾، هاڻي پَر پيئي،
چِتائي چوريءَ لئي آيا، ست جڻا سنيهي،
هڪڙا جمالي، ٻيا مَرِي، باقي هئا ٻِريهي،
سي ڌاڙيل ڏُران آئيا، 'لوهيءَ' منجهان لهي[1]،
'مونڻ' وٽ 'مول' ۾ پيا راتيون ٻه ٽي رهي[2]،
'ميراڻ' جي مونڻ سان، هئي دوستي ڏُران ئي[3]،
تن گڏجي 'گڏاپ' جون ڪيون صلاحون سيئي[4]،

---

* هيءَ روايت ڪراچيءَ مان شمس الدين جوڪيي کان ملي.

* علي اڪبر ولد ميان جي جوڪيا قوم جي بنديچا وراڻ مان هو. انهيءَ ڪري پنهنجي شعر ۾ اڪبر "بنديچو" ۽ "جوڪيو" تخلص ڪم آندو اٿس. سندس ڳوٺ الله بندو جوڪيو، ڪراچي مرڪزي علائقي جي ڪوهستاني حصي ۾ آهي. سندس ڄمڻ جي صحيح تاريخ معلوم نہ ٿي سگهي آهي پر مختلف روايتن موجب بڪراڻي واري مسجد جي تعمير کان هڪ سال پوءِ ڄائو هو ۽ مذڪوره مسجد جي تعمير سنہ 1329هہ ڌاري ٿي، انهيءَ حساب سان سندس جنم 1330هہ/ 1910ع آهي. هن پنهنجي ڳوٺ مان پهرين شادي ڪئي. اتفاق اهڙو ٿيو جو سندس گهر واري شادي بعد چوٿين ڏينهن وفات ڪري وئي. انهيءَ صدمي جو مٿس اهڙو اثر ٿيو جو بيخوديءَ جي عالم ۾ شعر جوڙيندو رهيو. سندس ڪلام تمام گهڻو آهي، جو اڪثر بيتن جي صورت ۾ آهي. سنہ 1944ع ۾ وفات ڪيائين.

[1] لوهي = ضلعي دادو ۾ هڪ مڪان جو نالو. (2) مونڻ = مول شهر جي هڪ واڻئي جو نالو. مول = ڪوهستان جو هڪ شهر. (3) ميراڻ = هڪ ڌاڙيل جو نالو. (ميراڻ ڌاڙائي جمالي بلوچ شروع ۾ انگريزن جو باغي پوليس جمعدار، جو هڪ ٿاڻو ڦري هٿيار ۽ خزانو کڻي روپوش ٿي ويو هو. ليڪن اُن جي سزا ڪاٽڻ بعد هڪ پاڪستاني شهري جي زندگي گذاري ٿو). (4) گڏاپ = هڪ ڳوٺ (تعلقو ٺٽو).

اهڙي ميار مهتن تي، جن خواري پاڻ کنئي،
ڏيڻ صلاح ساراهتن کي، اهڙي عجيب اڳيئي.
پوءِ نوين بچي رات جو نميا مهجڻ تي مڙيئي،
پڇا ڪيائون پوليس جي تہ آهن ڪامورا ڪتي ئي؟
ڪنهن واتوڙيءَ ورندي ڏني تہ، ويا ملير مڙيئي.
’غلام محمد ٻکِي‘ گڏاپ جو، سو حاضر ڪونہ هوئي،
تنهن تي چورن کي چَسِي آئي، تيا سرها سيئي،
تن ٻُکين کي بدناميءَ جي، پٽيءَ ڳالهہ نہ پيئي،
جاٽي ٻجهي ’جينن‘ جي ڪيائون هَٽ تي حملوئي،
هي ’دريس‘ دران آيا ڪاهورن جو ڪريئي[1]،
تراريون، بندوقون تن سين، هُيانِ پتلون پيئي.
تان بُرفت چهہ، ست بينا هئا اُتي اڳيئي[2]،
تن کي ڏاڙيلن ڌمڪايو، ڀڳا پُٺ ڏيئي،
چيائون: ياڙيا! ڀڄو، متان پوليس پڪڙيئي،
سي سَٽي سيئي، ترسيا وڃي ’تراهہ‘ تي[3].

ترسيا وڃي تراهہ تي، اُڏڪو هئن اُپر،
سپاهين جي سونڪي جو، ڏاڍو تيونِ ڏر[4]،
چيائون: هي هليا وڃن، پوءِ تا ونون سيٽو ٿمر.
اُنهيءَ ڏينهن آچار تي، هئي چوريءَ جي چُرپر،
تنهن جو ڊپ ڊيئو ءِ اُلڪو هونِ اُپر.
’ميراڻ‘ مهتي کي ڏني، ڪولي اها خبر،
تہ: جمعدار پوليس جو آهيان آءٌ افسر،
چوريءَ پنيان چڙهيس وني، ليوي مان لشڪر[5]،

---

[1] دريس = بريس، وردي. (2) برفت = سمات قوم. (3) تراهہ = تلاءُ (گڏاپ نزديڪ لوڪلبورڊ تلاءُ). (4) سونڪو = ڊپ. (5) ليوي = ڪوهستان جي هڪ مڪان جو نالو.

توکي آهي پروانو پوليس جو، مون سان مدد ڪر.
’چينن‘ اُت چاتو تہ هي آهي ڪو افسر،
عملدار آهي ڪو، يا سپاهي سکر،
مُڙڻ اُن سان مناسب، سيڌو ڏبو ثمر،
اُتي ’ميراڻ‘ مَنجي، وڌو مُنهن ۾ ور،
چي: مجائي مسلمانن جو، تو ڪڍيو آهي تر،
وجهي وياج وٺانئن، قريوءِ زر زيور،
تن پائرن جو مون کي بت ۾، ڏاڍو آهي ڏمر،
اڻ پڙهيل ابوجهن سان، تو ڪيو آهي قهر،
آهيم وير وڻڻو، چڏيندوسانءِ چَلو نہ ڪو چتر[1].
پوءِ بہ چٽا بانهن جهلي، گهڙي آياس گهر،
ڪڍيائونس ڪوٺيءَ مان، وجي بندوق برابر،
لٿو پوءِ بندوق جو، ويو خوف خطر،
چيائون ڪُنجيون اسان کي ڪڍي ڏي، مهتا!
ڪوٺي مَ ڪر.
اُتي ’ڏمن‘ کي دلجاءِ ٿي، تہ هيءَ ناهي پوليس جي پر[2]،
هي چور چٽائي آئيا، ڪندا ڏاڙيلا ڏمچر.
تنهن جلد راڄ جَتايو، وڏائين ’مريداڻي‘ محشر[3].
تيسين بندوق جو پڙڪو ٿيو، ڪر ڏري تو ڏونگر،
چي: اُتيو جوکيا! اسان سان ڪيڏو ٿيو قهر!
وري ’ڪاملاڻي‘ سان ڪيائين ڪولي اها خبر،
چي: سڻو تا بندوقن جا بهر، ’مهجڙ‘ سجو مارجي ويو.
تان ’جوکيا‘ جهٽ اُٿيا، ڪيائون مهجڙ پار منهن،
بندوقن جو بيهي ويو، داروڙو ۽ دونهن[4]،
هلندي هڪبئي کي، تا چُڻ پُن ۾ چُون:

---

[1] چَلو = زر زيور ؛ چتر = ٺٺو. (2) سيٺ ڏمن مل گڏاپائي. (3) مريداڻي = گڏاپ جا مسلمان (جوکيا). (4) داروڙو = ٺاٺا، ڌوڙيو.

تہ: هڪ واٽيا وياج ونن، ٻيو لِڪن ڏوڪڙ متي ڏُون،
پوءِ ڪنهن کي آهي ڪٿيءَ ڪنيو، وجي پرائي جنگ پُون،
هندن جو هميشه اسين سُک ڪونہ سنيرون،
دشمن اسان جي دين جا، پيا اسين پسون،
پوءِ مفت ڇو مرون، هرويرو هندن لاءِ؟

اچي جوڪين ڪيو جهٽ، واڙ ٻاهران ويڙهو،
لشڪر جو ليکو نہ هو، ڪر ڏسي موٽيا ميڙو،
ڏاڙيلا بينا هئا دردن تي، ڪيو پوليس جو پهرو،
چيائون: جيڪو ايندو سو ڪنداسون جنازي جهڙو،
مري ويندو مفت، نہ ٽيندو پائرن سين پيڙو،
اُڇرندو جيڪو آگ ۾، سو ڪامي ٿيندو ڪيرو[1].
تاسين 'چينن' ترسايا، جاسين ماڻهن ڪيو ميڙو،
پانيائين تہ مانَ بچائِين، جوڪيا ڪري جهيڙو،
هندو بہ هزار هئا، نہ ڪو ٽيس پارين مان پيڙو،
مائٽي هُياس مڪيءَ سين، سو ويجهو ڪين ويڙو،
پوءِ ميار مسلمانن تي، ڪندو منجهانئن ڪهڙو؟
پر سنڌو ۽ سيڙهو، هو رکٽو هندوئن کي.

جان ڏاڙيلن ڏيان ڪيو، تہ لشڪر اچي ليٽيو،
آس پاس ڪان اوڏا، ماڻهو وجن متيو،
چاٻيون ڦريو چاٽن سين، ويا ڪُندن سين ڪُٽيو[2]،
پٽي نجوڙي پيتي، ڪٽي وياس ڪتيو،
سون، رپا، ڳهه، زيور، لڪين وياس لٽيو،
اٽا، منايون، ڪجوريون، ويا پچاڙيءَ ۾ پٽيو،

[1] اُچرڻ: ٽپو ڏيڻ. (2) چاٽنا = چماٽون، لپاٽون. ڪند = بندوق جا ڪُندا، قنداق.

گهوڙو ڪوليائون گهر مان، جنهن بيٺي سُنب سَٽيو،
پري گهوڙو بار مان، ويا چور وٺيو،
ڏاڙيلن ڌمڪو ڪري، اچي مهجن مان مٿيو،
پوءِ سڙڪو ڪري سٽيو، ويا راڄن وچ تان.

مهاڄڻ مان مَتي، نڪري تيا نروار،
مهجڻ جي ماڻهن مان، پري هئي بازار،
هندو، مسلمان هُتيا، سڏي دارونءَ جي ڏڏڪار،
قلب ۾ ڪاوڙ ڪريو، پئي خالي مارپائون خار،
هٿيار وٺن ڪونہ هو، پوءِ ڪهڙي مڙسن تي ميار!
نہ ڪي هو شغل شاديءَ جو، نہ ڪي ڪُنڌڻ جي ڪار،
هُو تہ پنهنجو آيا هئا ڏيڻ سر ڏاتار،
هِنين وٽ هٿيار هئا، تہ ڏنائون پورا پار،
جنازا هوند ’جمالين‘ جا، سوگها ڪيا سرڪار،
اُتي ’خليفي‘ خلق ڪي، بيهي ڪئي بچڪار:
تہ سَت چڙا سَوَن ڪي، خالي ڪن تا خوار،
آهي ڪو اهدي اهڙو، ڪري ويرين سين وهنوار؟
تڏهن مانجهي ڪين مڙيو، ’جکرو‘ ٿيو جونجهار،
واچوڙي ڪا ويرين پار، اُٿندي ڪيائين الغار[1]،
دسيائين ڏاڙيلو، جو ڪِريو پر ڪَپار،
چڙهي وينوس چيلهہ تي، ڪُٽيائينس ڪپار،
تاسين مهندين مان موٽيو، ڪيائين بندوق بچڪار،
سا بدن مان پيڪو ڪري، بسٽ نڪتي بَهار،
متس ناهي ميار، جنهن جو اجل ائين لکيل هو.

اجل لکيو ائين هو، تو قادر ڪم ڪري،

---

[1] ڪا = وانگر، وانگيان. الغار = يلغار.

بيو ’ڄَتو‘ آيو تي ڄُر سان، پنيان پير پري،
تنهن کي ڏاڙيل ڏنالي هنئي، ڇٽڪو ڪيو ڇري،
چورن کي چُرپُر تي، پوئينءَ لڳا پري،
نہ متان مرد وجهن، ڪنهن گهاٽي ۾ گهري،
ڪٽڪ آهي ڪثيرو، متان جهلين فڪر سان ڦيري،
مُلڪ ’شـــمر‘ مَٿـي، ڀيا وڃـن پري[1]،
گهوڙو ڇڏي ڳس ۾، مال نيائون مري،
ڪيچر ڦُر ڪري، ويا اهڙين اَفعالين.

ڪيچر ڦُر ڪري ويا، نہ هئا ”اڪبر“ جهڙي اِنسان،
مهتن لاءِ مڙس ويا، سر ڪپائي جي خان،
تن جو قدر واڻين ڪونہ سڃاتو، افسوس آ ارمان،
تپاسي تن کي مون ڪيو دل اندر ڏيان،
نہ وانءِ وڪر واڻين لئي مسلمان وڃائين مان(2)،
مهتا پنهنجي مطلب لئي ڪن آهِيرن تي احسان(3)،
مذهب اسان جي جا منڪر آهن نحس نادان،
ڪريو مُنهن ڪعبي ڏانهن، اهي مُٺن تا مروان،
ڪوهہ اهڙن لاءِ ڪري، جند ڪپائجي جان؟
دشمن آهي دين جا ۽ شوم وڏا شيطان،
جوکيا ڪريو ڏيان، متان ويجهو وڃو واڻين کي.

[ڪَذاب جي ڏاڙي ڪان پوءِ وقت بوقت مختلف ڪچهرين ۾ ڏاڙي ۾ مري ويل جوانن تي نڪتہ چيني هلندي رهي. انهن کي جواب ڏيندي سگهڙ علي اڪبر جوکيي هينيان وڏيک بيت چيا آهن.]

---

(1) شمر = ڪوهستان جي هڪ مڪان جو نالو. (2) وانءِ وڪر = خواه مخواه، ناحق. (3) آهِير = مسلمان.

بروهي جالي ٻُک ڪنيا، آيا لوهيءَ تان لهي،
مصلحت ڪيائون ’مول‘ ۾، ’موٺڙ‘ وٺ راتيون رهي،
تنهن پار ڏنانِ پورا، چڳيءَ طرح چٽي،
وٺي گس ’گنداڪي‘ جو، آيا لڪين تان لهي[1]،
تن جاٽي ٻجهي ’ڄينن‘ سان، اچي ڪوُنس ڪنئي،
بيهاريائون بندوقن جي، اچي ڳانپ ڳئي،
پوءِ ڏسيو تيک تئي، هرڪو پئي هٽيو.

هرڪو پئي هٽيو، پيڙا نہ تياس پار[2]،
’پرواڻي‘ ’لونگاڻي‘ ’پريتاڻي‘، هندو وٽس هزار[3]،
سيئي پڳا سر ڪٽي، ڪانہ لڏائون سنگت سار،
’مگو‘ ’ڪِشنو‘ ڪين ستيا، کهڙي ’ماستر‘ تي ميار،
ڪنهن جو وس نہ لڳو وهنوار، هرڪو پئي هٽيو.

هرڪو پئي هٽيو، ڪنهن کي پروڙ ڪانہ پيئي،
ٻانيائون تہ عملدار آيا آهن، وڏي ڪم ڪيئي،
’گوندر‘ گسائي پڳا، ڏنائون تلاءُ سامهون تيئي[4]،
تن کي کهڙي خوف ڪنيو، ويا ٽپا ڏيئي ٺهي؟
نہ ڪو دڙڪو مٿن دٻاءُ، نہ ڪا پوليس مٿن پيئي،
اڄ سمجهيو ڪن سيئي، ڳلا مٿن ’مهجڻ‘ وارا.

مهجڻ وارا ڳلا ’مريداڻي‘ جي ڪيتري پيا ڪن:
جي: شاديءَ، غميءَ، عرس، ڪارهينءَ، اسان وٽ اچن،
شيڪو شڪ اسان ۾، ڪڏهن ڪونہ ڪن،
پر حامي اسان سين هينئر نہ ٿيا، ڪڏهن ايندا ڪم؟

---

[1] گنداڪو = گڏاپ ڪان اُتر طرف ضلعي ٺٽي جي هڪ جبل جو نالو. (2) پار = پائر. (3) پرواڻي، لونگاڻي، پريتاڻي = هندن جون ذاتيون. (4) گوندر = بُرفتن جي قوم.

حال ڀائي ھئاسين ھڪبئي جا، تڏھن ميار آھي مٿن،
اَرمان ڪجن اُنھن تي، جن تي حقي ھجن،
ڏنوسين اوڏا نتا اَچن، آھي ’مريداڻي‘ ساھ مٿ ۾.

مريداڻي ھوند ڪين مڙيا، پر ڏنائون اڪين سين آڙاھ،
مھجڻ اُنھيءَ موت ڪان ڀڳا ڏسيو ڀاھ،
بيو ھٿين خالي ھلي، جن وجي سر ڏنو ساھ،
واڻيا! اُنھن جو اوھان، قدر سڃاتو ڪينڪي.

قدر سڃاتو ڪينڪي، ھو مفت ويا مري،
اسان بہ اُنھن جيتري، ھوند سيني ڪي سري،
ڀيا ڀڳي پير پٽرا ڪيا، وڪ سڃاڻي وري،
اڃا تن تي اَرمان، ڀيا خبر ڪريو ڪري،
ھاڻ پاڻيھي تي پٽري، سچ ڪوڙائي سڀ ڪنھن.

## (2)

# ڪذاپ وارو ڌاڙو

(چيل عمر جو)

ساراھيان سچو ڌڻي، اول نانءُ الله،
ڪر ڪندو ڪارڻي مير محمّد شاھ،
مولىٰ ڏينھن محشر جو، آڙين جي آڌار،
علي گھوٽ ڀڳا ڪوٽ، ڪفر جا ڪِنار،
منڪر ماري، ڏئوت ڏاري، ڪيائين ڪنھي سان ڪناءِ،
ڏور بڌي ڏاھ، مرد انھيءَ ميراڻ جي.

مرد انھيءَ ’ميراڻ‘ جي، سٺو صفت سا،

ڪٺ چڏي ڪڙو ٿيو، ٻيرَ تي چڏي ياءِ[1]،
اوطاق اتي چڏيائين، جت هئا گلم غاليچا،
گهوڙي گهوٽ وساري، تازيءَ ڪان طعنا[2]،
سوين سُڪ ڦٽا ڪيائين، ليکي لاڳاپا،
سنياري سيّد کي، ڪيائين سوال صدا:
والي! تون وڙ ڪجان، مون سان مدد ڪا مصطفيٰ
خار مؤن ڪنيائين، دونالي دستا،
برجلوٺ بلوچ ڪنئي، گولي گُر مُچاٽا،
پوءِ ڪري توڪل جا تڪيا، وڻي راھ روانو ٿيو.

وڻي راھ روانو ٿيو، ڪري رنج رٽا،
دوڙايائين دل، انگريز سان اٽڪا،
گوڙ ڏنائين 'گڏاپ' مؤن، جيئن وڄ ڪري وڻڪا،
منجهائي تنهن مَهٻي کي، هن هٿيار هٿ ڪيا،
کنجون وڻي ڪِراڙ ڪوُن، ڏسي مرد مَتا،
ٽجوڙي ٽي ٽڪر ڪيائين، خان خزانا ڪنيا،
مهل اتي مسلمينن کي، ڪيائين ٿي مَنڪا:
اوڏو اَچجو ڪينڪي، متان لوڪ ٿئيو لقا،
باري تي بهادري ڪئي، ڪري هُل هُڳاءِ،
هٿ وڍائي هيٺو ٿيو، آيو ڪو ڪهڪاءِ[3]،
جس هجي جو ڪين کي، سَير: اهو ستاءِ،
مور مري شهيد ٿيا، جوڪيا انهيءَ جاءِ،
اهڙا مرد، مِهريون، پل جٽي ڪا ماءِ،
'ميراڻ' مرد ماري وڏا، سٽي ڪان سگها[4]،
پوءِ ڪري فعل وڏا، نر هٽي نعرو ويو.

---

[1] بيرت = ڪڙم قبيلو. [2] تازي = سندس خاص چيني گهوڙي. [3] ڪهڪاءُ = هڪڙي ساٽيءَ جو هٿ وڍجي پيو. [4] ڪاڻ = تير.

ٺَر هٽي نعرو ويو، ’جماليءَ‘ ڪي جس،
پيءُ ملهايائين پانهنجو، ڪُر لاتائين ڪَس،
توڪُلاٽي ۾ طريل، سورهيائي ۾ سرس،
وٺيو چيون جهُڏن واريون، ڇِت سرنهه گهمن سرس،
گڏ ماريو ميهر جو، مينهون پچائن مَس،
عرضيءَ سان ”عمر“ چئي، علي اوٽ اتس،
پوءِ ڏهون ڏيئي ڏس، وٺو ڇِپون جهُڏن واريون.



# ٿرپارڪر تي ماڪڙ جو حملو*

(چيل ڪانهو مينگهواڙ**)

1926ع ۾ سنڌ ۾ ماڪڙ آئي جنهن پوڪن کي سخت نقصان رسايو. ماڪڙ جي حملي جو گهڻو زور ٿر تي هو. جتي ٻنيون ٻارا ماڪڙ کائي ناس ڪري ڇڏيا، جنهنڪري اُتي ڏڪار جهڙي حالت پيدا ٿي ويئي. اها ماڪڙ ڪڇ پيچ کان آئي، جنهن ٿر ۾ اچي دبرو دمايو. هن ماڪڙ مڱن، ٻاجهر، ترن، چونرن، جوار ۽ انڻ جي فصلن کي ناس ڪرڻ سان گڏ سمورو اوپڙ کائي چٽ ڪري ڇڏيو. نارو، ننگر، پونو پارڪر ۽ ٿر جا ٻيا ڪيترائي حصا ماڪڙ جي مصيبب جو شڪار ٿيا. پيل ۽ ٻين ذاتن جي ماڻهن ماڪڙ کي مارڻ جون ڏاڍيون ڪوششون ڪيون پر ماڪڙ ڪتي ٿي مري. اٽڪل ڇئن مهينن تائين ماڪڙ جو اهو آزار رهيو. سگهڙ ڪانهي مينگهواڙ پنهنجي بيتن ۾ هن واقعي کي بيان ڪندي ماڪڙ کي شرمايو آهي ته: تو پنهنجا گهر گهاٽ ڇڏي هتي ڇو اچي ديرو دمايو آهي؟ توکي خدا جي مخلوق کي ايذو آزارڻ نه گهرجي، وغيره. سندس ڪلام هيٺ ڏجي ٿو.

الله! عرض اگهائين تون، ته وسيو پٽ پري،
خلق جنهن ۾ تو کيل بنايل، ڏرت پيو ڏري،
وس نڪتي واريءَ مان، چڙهيو پن چڙهي،
باغ بنجي بحال ٿيو، تو خلق خوش ڪري،

* هيءَ روايت ٿرپارڪر (تعلقي ساماري) مان رائچند کان ملي.

** ڪانجي (ڪانهو) پٽ سروپو مينگهواڙ، ڳوٺ هرپار تعلقي مٺي ۾ سنبت 1967/ 1910ع ڌاري ڄائو. 1926ع ۾ ٿر تي ماڪڙ جي حملي متئس ڏاڍو اثر ڪيو ۽ سڀ کان پهرين انهيءَ تي بيت ٺاهيائين. ٻيو به ڪيترو ڪلام چيو اٿس جو اتي جي ماڻهن ۾ ڏاڍو مقبول آهي.

پرور ڪٽي پيدا ڪئي، سا گهڙيئا مهند گهڙي،
معاملا ڪري، ماٺ ڪين سان تي لوڪ سان ٻہ لڙي،
محبت ۾ "مينگهواڙ" چئي تہ پَت ڪان ڳالھ پري،
پيئي تار تري، تارين ٿو تون تِڏيءَ ڪي.

تاريندي ڪيئن تڏي ڪي، ڏس چوري سهيتا چال[1]،
ٿيھ ورهيا ٿياسيءَ ۾، هيءَ ذات سڏائي زال،
انّ موسم هن ملڪ ۾، جنهن ڪائي ڪيو خال،
اَن جي يادگيري ڪان اڳ آئي تي ستاون جي سال[2]،
سوال سُڻ تون "ساڌ" جو، ڏس هارين جا تون حال،
موٽائين پنهنجو مال، نہ تہ تاڙيو ڪريان ٿوڙها[3].

اَنّ بنا اِيمان ٻُڌي، جن جام ٻڌا جوڙا،
ڪل تہ ڪنهن کي ڪانہ هئي، هيءَ تڏي آئي توڙا،
ڪانا اُت ڪانگڙ ڪيائين، ٿيلهي ڪيائين ٿوڙا،
رينڪ اچي ڪيائين ريٽن ۾، ٿيا سيڙهين ۾ سوڙها،
مڪڙ آيا موڙا، جن اچي دنگايا ديرا[4].

موٽي نڪتي ملڪ مان، ڏيھ ڇڏيو ڏيرا،
ڳُونڌي ويئي ڪبڙيون، ڏيئي قوڳين کي قيرا[5]،
دنگ ڪري وري درياءُ جو ملڪ گهمي ميڙا،
مرد توکي مليو ڪونہ، هاڻي ڇڪي ڇڏائيندينءَ ڇيڙا،
ڏاڍي ڏِنگي آهين، ڪرين واٺ ويندن سان جهيڙا،
هاڻي وڙهئي تي ويرا، سو گهارئين ڪين گهڙي؟

چئي: وچان تي 'ونگي' ڏانهن، جرئت ناھ ذري،

---

(1) سهيتا = سميت. (2) ستاون = 1957 سنبت/ 1900ع. (3) تاڙيو ڪرڻ = سٽ سٽان ڪرڻ؛ ٿوڙها = سوٽتا، گهوٻاٽا. (4) موڙا = دير سان. (5) ڳُونڌڻ = ڪائي ڇٽ ڪرڻ.

کھڙو کم آھي، ڪٿ وجين تي؟ خبر سڻاءِ ڪري،
آس ڪري آئي آھيان آنءَ وٿ، ويندِيس نيٺ چري.
ماري مچائيندوسئين، ويندين ھتان وري،
تڏي ھلي آيس تنھنجي، تڏھن مون سان ڪيئن پئين لڙي!
قد ٻڌو تو ’ڪَلئِي‘ واري تي، ھيل وجين ڪر ٽري.
ڪام ڪٽي آءٌ ڪاھي آيس، وئِين ڊوري ڪي ڊري،
نِسڏِي! تنھنجو نڪ ھوندو تہ ڪين ايندينءَ
ڪڏھن وري[1]،
پوءِ رن مرٺ ۾ مري، جنھن پڙوي تي پار ڪنيو.

پڙپڙ اُڏي پُرٽين مان، ڪرين مُرٽين تي مار،
ساوا پن ڪائين شاخن جا، جيڏا گڏيئي يار،
مُنھن جھلي ڪري ماٺ نہ ويھين، تينءَ ڪاڏي تان خوار،
ضامن ڏي تون ’جاني جوٽيجو‘ ڪين ڇڏيندس تنھنڪان ڏار،
ڪيتا ڪيئي تي ’ڪاٿڙ‘ ۾، لڏائي تي ’لاڙ‘،
ڪارڻ ڪج تون ”ڪانھو“ چوي، درياءُ دين! اُڪار،
اِي بہ اُنھيءَ جا پار، جيئري ڪڍ جھان مان.

ڪاھي پئي تي ڪورڙ ۾، ڪيئين ’مگَن‘ سان مارو،
ٻائيتال لاتائين ’ٻاجھر‘ ۾، ’گوار‘ گڏي ڪيئين گارو،
تعدي ڪيائين تي ’تِرن‘ سان، ’چونرا‘ اِنھيءَ جو چارو،
جور تہ لاتئين ’جوار‘ تي، ڏاڍي ڪري ويئي ڏارو،
ٽُڪ ھُجي توکي تر جي، ۽ توھر جو ٽارو.
ڪين ڇڏيان آءٌ ڪڏھن، اڪ تي پيو ڪارو،
ڏڪ ڪڍي ويئي ڏاڙو، ڏوري ڏونگر ڏيھ ڪان.

ناھي ڪوٽ خدا ڪي، جوڙ بہ تو جوڙي،

---

(1) نِسڏِي = بيشرم، بيحيا.

وڏيا بنايو واريءَ ۾، ڦر وڏائين ڦوڙي[1]،
موڪ تي اچي مينهن وٺا، تور چڙهيائين توري،
قومون سائينءَ ڪيئي بنايون، ڪتر سان ڪوري،
حڪم ڪري هٿين پَٿي، ٽيڙ سي ٽوڙي،
ولڙين اَچي ويءَ پڪا، ٻيا لُڙهه ۾ لوڙي،
قسمت وڏائين ٽوڙي، ته بنايئين قوم 'ڪَهِ' جي.

ڦڪا اُت ڦِڪا ٿيا، ويئينءَ ليٽي لُڪا[2]،
سٽيائون تي سيڙهين ۾، اچي ڪاڏئي ڏِڪا،
هردو ٻڏين هارين تي، نسڏي! هن نڪا،
ڪَسر چڙهيائون ڪينڪي، جهولئين ڪن جهڪا[3]،
ماري ماري ماٿ ڪري، توري اَچي ٺڪا[4]،
چارئي مهنا چيچ ڪيائين ڪيترا ڏينهن ٻقا[5]،
ڪجاڻ ڪم پڪا، مهل ته پيئي آهي مڙدن جي.

آڊِ وُنا آڳاتا، حال ٻڌائون هر[6]،
موتي جيئن موريا، جلڪن جيئن جوهر،
فصل اچي ڦلاريو، اُت چاوري ڪر چر،
ملڪ ڏس ملير هو، ڪهڙي تي ويئي ٻر،
ڪوڙ ڪري ڪٻڙين هيٺ لُنڊن جا هو دڙ[7]،
سٽي چڙهي سيڙهين مان، وهاري ويئي تر،
هيل ته سائين! سير ڪيائين، ڪاڏئين 'نارو' ٻيو 'ننگر'،
ڪين نڪتي 'ڪنني' مان، ڪيئين پونو 'پارڪر[8]'،
'وٽ' ۽ 'ونگو' گهمي، سارو سي ٽر[9]،

---

(1) وڏيا = وڏا. (2) لُڪا = پٽ ڪان. (3) جهَڪا = توري انداز ۾، گهٽ. (4) توري = پيل. (5) چيچ ڪرڻ = مزا ماڻڻ، موجون ڪرڻ. (6) آڊِ = نڪشتر جو نالو، آدر. (7) دڙ = ڍير، ڍگ. (8) ڪنني ۽ پارڪر = ٿر جا ڀاڱا. (9) وٽ ۽ ونگو = ٿر جا ڀاڱا.

سُج ٻڌائين سنڌ ۾، جنهن ۾ زور آهي زر،
هتي تون هيل آئينءَ، تنهنجا ڪتي آهن گهر؟
ٻُلجي نڪتينءَ 'ٻج' مان، مونکي ڏس 'نهٽو' 'نبي سر'[1]،
نوڪنڊ ڌرتي ڌر گهمي، جنهن ۾ ٻُڌيا ڏسو ٻر[2]،
ڪلاڪ ۾ قدرت بنايئي، قريو چرين قر،
چيڙون چڇن ڪينڪي، چيمڪ چرين چر[3]،
خدا پنهنجي خيال مان، دلئون پٽيئي در،
روپ بنائي رنگ تو، هيءَ ڏوريو ڪري ڏر،
پاليل تہ پوڪون چرين، هي ڪوريا تہ اڇني ڪر،
وير اسان جو وهنواري، ور ڏيو ڪيئين ڪسر،
ٺولا گڏبا ٺر، سي ڪندا مار مڪڙن تي[4].

ڪندا مار مڪڙن تي، ڪڙهندا ڪوڪٽ ڪهہ
تان ڪن،
وير اڇي پئي وطن تي، جنهن ۾ ڪوڻ چڏي تي پن،
ڪوڙيون هيون خرارن جون، ڪاڏئين اُچو اَنّ،
سيڙهين منجهہ سَلُويون، ساٿ انهيءَ وٽ ڏن[5]،
بيلا پڪيون ٻاجهريون، حرصيو وڏي من،
ٺارينڊين تون تن، پاسو ڪرائي پوڪ جو.

پاسو ڪرائين پوڪ جو، توکي ناهي ڪاڻ ڪائي،
دَٻتي اڇي ڌوم پيئي، سُجي حال هيڪائي[6]،
قسمت ڪهہ ڪدي ويئي، خير سان ڪائي،
هيل ماٺهن تي حق هئي، ويئي لوڪ تي لائي،

---

[1] ٻُج = مُلڪ (رياست)؛ نهٽو = ٽر جو ڳوٺ. (2) ٻُڌيا = سُڌ، سمجهہ؛ ٻَر = ٻل، زور طاقت.
(3) چيمڪ = چٽل. (4) ٺوَلا = نوان. (5) سَلُويون = اَنّ سان ڀريل. (6) دَٻتي = ڪاهي.

بي ايمانيت تنهن بندي کي، جنهن جي پيٽ تي پائي،
پکي پوک پرُ کانہ، توڪل تي هئائي،
پلنٽڻ اچي پٽري تي، سُجي تي سائي،
بڏائين وت وٽن تي، سُچي تي سائي،
بڏائين وت وٽن تي، جو آڳاٽي آئي،
مِهرِيون ڪري مڪڙ اُڏيا، ڪڏهن پڄون ڪاهي[1]،
ڪَلجڳ ۾ "ڪانهو" چوي، موليٰ مِلائي،
هل تہ ڪٽون ڪاهي، جو ڪيون ڪسر ڪهہ جي.

ويهہ آنا ورهيہ ڪي، ويئي ورهائي،
اٺ آنا اُن جا، جنهن ۾ زور تي لائي،
ٽِڳلِي ٻاجهر تي، ٽئي ورهيا، ويئي ڪَهہ ڪائي،
هڪڙيون ڪَرهيون ڪُونگريا، ٻيا ڪهہ ڪتب لائي[2]،
کهڙو ڏوهہ ڪهہ جو، خدا ٻڄي آهي،
مُلڪ تان ميدان ڪري ويئي وڃائي،
ڪائي تنهن خوشيءَ مان ماٺهو مڇائي،
ڪنهن جي وس جي ناهي، جو خلقيل قوم خدا جي.

اُپائي تہ آڻ چڏيئين، ڏس قسمت ڪهہ ۾ ڪيئن،
هيل ٻڏايئين هُرلو ۽ ميگهہ وٺا مينهن،
ڪانہ رهي سون ڪهہ جي، ترت ئي آئي تيئن،
چوويهينءَ مهيني چَڪيسون، جورن نيائين جيئن،
وڏا وس ڪيا ويچارين، ڏاڍا اُو تان شينهن،
قُلبان تي "ڪانهو" چوي، حياتيءَ هوندا هيئن[3]،
لٽيا ويندا ڏينهن، تہ ٻارهين مهيني ٻاجهر ٽيندي.

❧❧

[1] مهريون ڪري = مڪڙن جو گڏجي اُڏامڻ. [2] ڪَرهِيون = ٻاجهر جي سنگن رکڻ لاءِ ناهيل جاءِ؛ ڪُونگريا = پريل، تار. [3] قلبان = قربان.

# جمن خان حملاڻي جو ڌاڙيلن سان مقابلو•

(چيل علي اڪبر جوکيو*)

[1928ع ۾ دادو ضلعي جي شهر 'مول' ۾ رتناڻي هندو سينين جي ڌاڙي هاڪ هئي، وٽن پئسي ڏوڪڙ، مال متاع جي ڪمي ڪانه هئي. گبول قوم جي ڪن ماڻهن سينين کي ڌاڙي هڻڻ جي صلاح ڪئي، ۽ اها به خبر هين ته هندن وٽ هٿيار پنوهار ڪونه آهن، سو وني مول تي چڙهائي ڪيائون. ڌاڙيلن سيني ڪان پهرين 'ليکو' واڻئي تي چڙهائي ڪئي. واڻئي ويچاري ڏاڍيون رڙيون ڪيون ته ڪو اچي سندس مدد ڪندو، پر بندوقن جي منهن ۾ ڪير ٿو ويجهو اچي؟ ڌاڙيل ڏُکن سان هٽ جو دروازو ڀڃي اندر گهڙيا ۽ سامان سميٽڻ لڳا. واڻئي جڏهن ڏٺو ته دانهن ڪوڪن مان ڪين وريو، تڏهن همٿ ڪري ڪين ڇپائين ته اجهو تا 'حملاڻي' ۽ 'حسڻاڻي' منهنجي مدد لاءِ اچن. ڌاڙيل جيئن ته انهن قبيلن جي بهادريءَ کان واقف هئا، تنهنڪري تڪڙ ۾ سيٺ جي دڪان تان رڳو منائي ۽ ڪپڙي جا تاڪيا ڪٽي ڀڄي ويا. آخرڪار واڻئي جي دانهن تي شهر جا ماڻهو اچي جمع ٿيا. جن ۾ 'حملاڻي' قوم جو سردار 'جمن خان' به هئو، جو انهيءَ ڏينهن مهمان ٿي اتي آيل هو. جمن خان سمورو احوال ٻڌي مول جي ماڻهن کي چيو ته: ويچارن هندن سان ناحق ٿيو آهي. اسان کي گڏجي ڌاڙيلن جو مقابلو ڪرڻ گهرجي. سيني جمن خان جي سڏ ۾ سڏ ڏنو، پوءِ صلاح ڪري

---

* هيءَ روايت ڪراچي مان شمس الدين جوکيي ڪان ملي.
• سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيه ص 114.

رستي جو ثمر ۽ سامان ڪٽي چورن جي پنيان پيا. منجهن ڪي پيادا هئا تہ ڪي سوار. چورن ڪي ڳوليندي مٿان اچي سج لٿو، هاڻ رات گذارڻ ۽ آرام ڪرڻ جي خيال کان پاٽيءَ جي ڳولا ۾ همراهہ پکڙجي ويا تہ، جنهن هنڌ کو چشمو هجي اتي ڊابو ڪجي.

جمن خان بہ گهوڙي تي چڙهي پاٽي جي ڳولا ۾ روانو ٿيو. هڪڙي هنڌ ڏسي تہ هڪڙي تلاءُ تي ڏاڙيل ٽولو ڪيو وينا آهن. هن چورن کي هڪل ڪري هوشيار ڪيو. جيتوڻيڪ وٽس ڪو هٿيار ڪونہ هو، پر سندس آواز ائين هو جيئن ڪو شينهن گجي. چورن سهي ڪيو تہ هي ڪو دلير شخص آهي ۽ مئي مارائي کان سواءِ جند ڪونہ ڇڏيندو، پر جيئن تہ جمن خان اڪيلو هئو ۽ هو پاڻ ۾ گهڻا ڄڻا هئا، ازانسواءِ چوري بہ معمولي هئي جنهن لاءِ هن کي قتل ڪرڻ مناسب نٿي سمجهيائون، تنهنڪري کيس چيائون تہ: ادا! اسان کان چوڪ ٿي، جيڪا مڏي ملڪيت آندي اٿون سا تون پلي موٽائي ڪٽي وڃ، پر اسان جي پچر ڇڏ. آئينده تنهنجي شهر جو منهن بہ نہ ڪنداسين. پر جمن خان چيو تہ: مونکي موت جو پؤ ڪونهي، مارجي ويس تہ گهوريو پر مقابلو ضرور ڪندس. چورن ڏٺو تہ هي ڪونہ مڙندو، تنهنڪري هڪ گولي کيس گوڏي ۾ هٽي ڪڍيائون تہ من ڊجي پٺجي وڃي. پر گولي لڳڻ تي جمن خان زخمي شينهن وانگر مچرجي مٿن حملو ڪيو ۽ هڪ ڏاڙيل کي ڪيرائي وڌائين. پر پوءِ ٻن چئن لاڳيتين گولين لڳڻ سبب ڪري پيو ۽ اتي ئي دم ڏنائين. هڪ واٽهڙو اهو سڄو مقابلو پئي ڏٺو، جنهن اچي جمن خان جي ساٿين کي ٻڌايو. جن وڃي چورن تي حملو ڪيو ۽ کين گرفتار ڪري پوليس جي حوالي ڪيو، جتي کين سزا ملي. چوريءَ جي هن واقعي ۽ جمن خان حملاٽي جي بهادريءَ جو احوال حمل خان ٻُري، شاعر علي اڪبر جوکيي کي ٻڌايو، جنهن وري نظم ۾ بيان ڪيو، جو هيٺ ڏجو ٿو.]

ساراهيان سچو ڏٽي، ساراهيان سبحان،
کير ڪري سگهندو، تنهن بادشاهه جو بيان،
جنهن پرور پيدا ڪيو، سچو جڳ جهان،
منو خلقيائين مصطفيٰ، شرف وڏي شان،
پنجتن، چارئي يار، تن مرتبو وڏو مان،
ٻيا اصحابي احمد چام جا، مٿانهون تني مان،
ڪريان سر قربان، اُنهن تان "اڪبر" چئي.

اُنهن کي "اڪبر" چئي، منهنجو سڪي ٿو سرير،
صفت ڪريان ٿو صاحب جي، جو باري آهه بصير،
حمايت ٿيندو هيڻن تي، قادر ڏٽي قدير،
مدد ٿيندو مون سين، پاڳارو ٻيو پير،
آهه مشهور ملڪن ۾، جنهن جا ولي سڀ وزير،
آءٌ عاجز آهيان، هيٺو هڏ حقير،
عربيءَ جي عشق ۾، ٿيس فراقي فقير،
اڳيان سمنڊ سِير، اُڪاريندم احسان سين.

اُڪاريندم احسان سين، ٿيندو حامي هيڻن،
قصو ناهيم ڪوڙ مان، سُڻو ڪامل! ڏيئي ڪن،
ڏاڙائي هليا ڪنهن ديس مان، رکي مدي من،
تہ مهتا تا 'مول' ۾، سينيون زور سُڄن،
هڪڙا پوچ پئسن ۾، ٻيون وٿون وٿن[1]،
'رتناٽين' وٿ روڪ ٿيا، تجوڙين ٽِڪن[2]،
سُونگا وٿن سون جا، ٻيا جواهر تا جرڪن،
لعلون موتي لکين ٿيون سون ڪان بہ سونهن،
'ليکو' آهي لکاپتي، جنهن جون پڪارون پون،
ڪئين قسمين ڪپڙا، ريشمي تا رکن،

---

[1] پوچ = پڇت وارا. (2) رتناٽي = هندن جي هڪ ذات. ٽِڪُون = پيتيون.

بخمل، بوسڪيون، بافتا، هزار تاڪا هِرڪن،
هُنر سان هلي ڪريون، سانجهہ تنهين سينين،
جبل ۾ ”جوڪيو“ چئي، ڪونهي هٿيار وٽ هندن،
واٽيا پنهنجي وٽج ۾، پستول ڪونہ پَسن،
لنيون وٽن لوڙهون، وانجهٽيون ور وجهن،
ڪپ وٽن ڪاتيون، اُن تي مهٽا تا مرڪن،
ڳُهاڙيون ڪم نہ اچن، بچڙو منهن بندوق جو.

بچڙو منهن بندوق جو، هليا چٽو ائين چئي:
تہ مهتا آهن ’مول‘ ۾، ڪريون سينين کي سهي،
منزلون ڪَٽي مڙس آيا، ڪڙڪو ڪري ڪهي،
رات گڏيءَ جو رتناٽي وٽ، مهمان تيا مهي،
کي چون آڏيءَ جو آيا رکي تيڪ تئي،
لڪيو انگ ’ليڪوءَ‘ تي، سو ويو قلم وهي،
واٽئي وڏا وس ڪيا، تہ سينيون ڪن سهي،
دانهون ڪيائين درد مان، پڪارون پئي،
تہ ’ناڪو‘، ’هيمن، نڪاءَ بڏي، بُت ايندا بئي،
بندوق سامهون ”بنديچو“ چئي، کي موالي ايندا مهي،
هنيائون ڏڪ در تي. سو ٽڪر ٽيو ٽهي،
وڏائون هٿ هَٿ ۾، پئسن لاءِ پئي،
ڪپڙو، منائي، ڪديائون، واٽئي جي وهي،
تن خالي خواري ڪنئي، ڪديائون تاڪا ڪپڙا جا.

ڪديائون تاڪا ڪپڙ جا، زيور نہ نيائون زر،
هليا رکي هاواٽي، چني پنڌ چپر[1]،

---

[1] هاواٽو = بڌل ڳالهہ.

يانيائون ڦُري ڦبنداسين سيٺ آهي سڀ،
مهتي ٻه مردن کي ڏني، ڪولي اها خبر:
ته ’حملاٽي‘، ’حسناٽي‘ جي پُري ناهه پهر[1]،
آيا جي اڙٻنگ، ته ڪندا ڏگ ڏمچر،
آسان کي اُنهن جو، آسرو آهي اپر،
اُتي چورن کي چُرپر تي، متان ليٺي اچي لشڪر،
’حملاٽي‘ ڪين هٽندا، آهن نالي وارا نر،
تڏهن ڇڏيائون شهر جي، پٺيءَ ڪٽي پچر،
حمالون ٻڌي هليا، ڇُلي چڙهيا ڇپر،
مُنهن جهُنڊ هٽي مڙس ويا، نه چڙهيا ڪنهن نظر.
هِندن جي هل تي ٻُڌي ٻين برڪر،
حملاٽي، حسناٽي، اچن ڪيو ڏم ڏچر،
’جمن خان‘ ٻه، ”جوکيو“ چئي، ڪاهي آيو ڪونتر،
چي: ويچاري واٽئي سين، ڪيڏو ٿيو ڦهر!
ڦورو ڪري ڦُر، آڌيءَ رات اُتي ويا.

آڌيءَ رات اُتي ويا، لغور سي لَمِي،
ڇڪي سي ڇپر تان، ويا رات رمي،
ٻجڻ سان”ٻنديچو“ چئي، هنن ڪئي ڪانه ڪمي،
نه هُيانِ چال چگي، ڦورو ڦير ڪري ويا.

ڦورو ڦير ڪري ويا، ڇڪي پنڌ ڇڏيائون،
’مول‘ جي ماٺهن سين، وڏو وير وڌائون،
مڙي لشڪر مُچ ٿيو، جن ڪيون سنبهي صلاحون[2]،
سکر ۽ سارا هتا، هلي وجي آنڌائون،
هِڪا پيادا هليا پيرن تي، ٻي سواري سنياپائون،

[1] حملاٽي، حسناٽي = ڪوهستان جون ذاتيون. (2) مُچ = ڪٺو.

اُٺ گهوڙا ”اڪبر“ چئي، ڪرها ڪڍيائون،
سيڏي ۾ سامان مان، بُغدي پريائون[1]،
ڪوتاهي ڪانہ ڪيائون، سيڏي ۾ ٺمر جي.

سيڏو ڪٽي ٺمر تا حملو ڪري هلن،
هٿيارن سين هليا، ڪئي جُلهہ جوانن،
توڏا وچن تڪڙا، مهري ڪين مُڙن،
ڪٽي ترسيا ڪينڪي، گهوٽ بڏي گهوڙن،
وڃي سچ وچينءَ ٿيو، پانڌي پير پڇن،
قضا جي ڪانہ پيئي، سُڌ تن سنگهارن،
نہ اچي قاصد اوچتو، نہ بڌائي بين،
جو راڻي جي”جوکيو“ چئي، روح ۾ ڪانہ رهين(2)،
مصلحت ڪري من، پڪڙيا مرد پهرن تي(3).

پڪڙيا اُتي پرهن تي، ڪري وچ ۾ اهو ويچار:
نہ صبح جو سوير ڪنداسين، ڏاڙيلن ديدار،
رات جو رڻ ۾، ڪنداسين ڪهڙي ڪار؟
نڪو پـيرو رند پسجي، نہ ڪا منهن مهاڙ.
گهوڙي سوار گڏجي، ترت ٿيا تيار،
اولاڪن ڪي ”اڪبر“ چئي، تي هئي اُج اُپار،
سي پهہ ڪري پاڻيءَ لاءِ، نڪري ٿيا نروار،
جمن خان ”جوکيو“ چئي، هو مڙني جو مهندار،
تڪڙو آيو تلاءُ تي، هڪڙو ئي هسوار،
ڏورانهن چور ڏسندي، ڏنائين گانڊوئن ڪي گار،
چئي: مهٽا ناهن ’مول‘ جا، جي واٽيا ڪن واپار،
حيا ڪانہ ڪيانوَ حملاٽيءَ جي، ڪي گهُرو پلؤپار؟

---

(1) بُغدي = اُٺ. (2) چوراٽو = موت. (3) پهرون = راڄ.

أُتي چورن چڪاسي ڪيو ڏاڙيلن ديدار،
تہ حملاٽي ڪين هٿندو، سنبهي آيو سوار،
پڇڻ لاءِ ”بنديچو“ چئي، تن ويڙهايا ويچار،
منٿون ڪيائون مرد ڪي، آزيون پڻ اپار،
حمالون چڏي هليا، چون: صبر ڪر سردار!
معافي گهريائون مير ڪان، تہ تون گهڙي اُت گهار،
تون هٿين خالي هڪڙو، ڪهڙي ڪندين ڪار؟
ٽيڻي اسان ڪان تي ويئي، ويل ڳالهہ وسار،
مڏي ڪٽي موٽي وڃ، تون ساهو تي سنگهار[1]،
ترت چڏي تڪرار، ڪر پلائي بلوچن سين.

چئي: ڪُهہ ڪريان بلوچن ڪي، گبولن چڏيو گس،
ڪهڙي آيا اُميد ڪري، ڪنهن نہ ڏنو ڏس،
جمن خان ڪي ”جوڪيو“ چئي، جوان آهي جس،
نہ ڪي من مُڙيو مڙس جو، نہ ڪي قلب آيو ڪس،
چئي: موٽڻ آهي مهٽو، وڏو ڪندس وس،
ڪين چٺان قضا ڪان، پڇي پاڻ بيوس،
بندوق ائين پانيان، جئن وڃي دهل جو دس،
چا ويرين جي وس، مون سان قضا هي ڪم ڪيو.

چئي: قضا اهو ڪم ڪيو، تڏهن جُنبي آيو جوان،
پسي حملو ’حملاٽي‘ جو، تيو گبولن گمان،
تہ ڪُڙهو موٽندو ڪينڪي، جند ڪپائي جان،
گولي هنيائونس گوڏي ۾، تہ موٽي مرد مان،
تڏهن بہ ترسو ڪينڪي، ڪسڪيو ڪين خان،
تيو گهاءُ گهوڙيءَ ڪي، ڪڙڪو ڪيو ڪان،

(1) ساهو = وڏي صبر ۽ همت وارو.

آتي هن کي ”اڪبر“ چئي جوش اُتيو جولان،
ڪام لڳي ڪميت کي، منڊي بيٺي ميدان،
اُتي دشمن ڏهليا، ٿيا پڙوا بي ايمان،
حيلا سڀ هلائي، ڪيائون نر منجهه نيشان،
ڀلا ڇا بندوق جو، ايذاءُ سهي انسان!
’جمن خان‘ جو ”جوکيو“ چئي، ڇا بيت ڪيان بيان!
رضا مڃي رب جي، مڃيائون فائق جو فرمان،
ساراهي سبحان، رکيائين ڪم ڪريم تي.

رکيائين ڪم ڪريم تي، نه ڏنائين پوڻ پير،
جهڙي ڪئي جمن خان، ڪندو ٻيو ڪير،
برابر سو بهادر هو، داناءُ ۽ دلير،
’حملاڻي‘ هڪڙوئي، وڙهيو ٿي واڳهير،
تيسين’ڪمال‘ ’جهُونجهار‘ کهي آيا دم بنا دير،
تن کي ’حملاڻي‘ هٽايو، ته هڪيو نه وڃيو هير،
هتين خالي هلي اوهين، ڪهڙو وننڊا وير؟
پڇي ٻڌايو باريچن کي، اڳتي نه ڪريو اٻير،
سڄ لهي سانجهي تي، مٿان پيئي مير[1]،
طرح اهڙيءَ تدبير، ٻوهي ٻوهه ڪري ويا.

ٻوهي ٻوهه ڪري ويا، جابر ڪري جيئن،
هتين آيا ’حملاڻيءَ‘سين، ته هوند شير وڙهيو شينهن،
مَري ’گبول‘ مٽ ڪيائين، هوند نه ٿيو هيئن،
پڇو تنهن پير مرد کان، ته ڪُڙهووڙ هيو تي ڪيئن[2]،
جنهن هوت ڪنيو هنج ۾، مٿان موڪ ونا مينهن،

---

[1] مير = منهن اونداهي. [2] جمن خان حملاڻي ۽ گبول ڏاڙيلن جي ويڙهه وقت هڪ پيرمرد مسافر اتان اچي لنگهيو هو.

رضا آئي جا ربّ جي، سا ترت مجيائين تيئن،
موت، ملاقات، وڇوڙو، اوچتا اچن ايئن،
ڪنهن سمجهيو ڪينڪي، ته هوت ٿيندو هيئن،
جمن خان کي”جوکيو“ چئي، ڏسٽو هو اهو ڏينهن،
راءِ ڏياچ جيئن سر ڏيئي، تقدير ڪنيو تيئن،
منصور جيئن متو ڏيئي، شهيد ٿيو هي شينهن،
حملاٽي! توسين هيئن، قضا آهي ڪم ڪيو.

قضا آهي ڪم ڪيو، ڏس مانجهي ڪين موٽن،
مهلون جي مردن تي، ٿيون اوچتيون اچن،
سوئِون هٿ صاحب جي، جبار ڏئي جن،
پر بندوق سامهون”بنديچو“ چئي، گاروڙي گهرجن،
۽ شمع جي شعاع تي، ڪي پتنگ تا پچن،
”علي اڪبر“ چئي انهن اُهجاٽن، شير سو شهيد ٿيو.

شير سو شهيد ٿيو، مجي آگي جو امر،
لکيو جيڪي لوح ۾، سو نه ٽئي زير زبر،
اچي قضا اوچتي، ان جي خاوند کي خبر،
برابر سو بهادر هو، ’ڪريم داداٽي‘ ڪونجهر،
انهن جي اولاد جا ”اڪبر“ چئي، جلن تا جگر،
ڏيئي صاحب اڳيان سر، ٿيو حوالي حورن جي.

ٿيو حوالي حورن جي، جنّت ملنديس جاءِ،
جس هجيئي! ”جوکيو“ چئي، ڀلي ڄٽيوءِ ماءُ،
موت قبوليوءِ متي تي، سانگو نه ڪيوءِ ساهه،
واهه ڙي ’جمن خان‘ واهه! چاپندي چام ٽئين.

تون چاپندي چام ٽئين، نشانبر نر،

پڙڪو ڏسي بندوق جو، تو وري نہ ڪيو ور،
هرڪو پيو هئي هئي ڪري، انصاف ڏسي اپر،
تون اَجهو هئين ”اڪبر“ چئي، پائرن جو پر،
سو مرڪي مر، جو هوءِ هزارن ۾ هيڪڙو.

تون هزارن ۾ هيڪڙو، پيا بہ مرد هئا مير،
سي سڀ هليا صبح جو، ترت ڪري تدبير،
تہ سوڀ ڏج سچا ڏٽي! خوشيءَ جهڙي ڪير،
’حملاڻي‘، ’حسڻاڻي‘ هليا، باريچاءَ سنياهي بهير،
’ڏُنبار‘ منجهہ ڏاڙيلن ڪي، پيا زوراور زنجير[1]،
لشڪر متن وجي ليٽيو، سنئين وني سِير،
توڙئون ڦٽين تقدير،تڏهن جهلجي پيا”جوڪيو“ چئي.

جهلجي پيا ”جوڪيو“ چئي، ملين سرڪاري سزا،
اڳيان بہ آخرت ۾، ملندين جابر ڪوُن جزا،
’حملاڻيءَ‘ هيڪڙي مجي، ربّ سندي رضا،
هنڌ، هندورا، هوت ماڻيا وجي مزا،
جِت پَنبا پرزا، اُت شل ڪاڻيارو ڪو مَ ٿئي.

ڪاڻيارو ڪو مَ ٿئي، جت ليڪا تا لهن،
اُتي ذرو ضايع نہ ٿئي، ڪيل ڪماين،
ڪيل ويندو ڪينڪي، پورهيو پورهيتن،
جيڪو وڪر وهائي ويندين، مهندان ملوڪن،
سو پاڻيهي ڪندا پڌرو، سالڪ تا سمجهن،
هيرا لعل هليو تا سڀ صراف سُجاڻن،
سودو اُتي صاف تيندو، جو وڪر وڻجارن،

[1] ڏُنبار = ڪوهستان جو هڪ اڻانگو جابلو حصو.

پارس پراٽيءَ ڳالھ ۾، ريا ڪونہ رڪن،
جُتيءَ جنگ منجھان "جوڪيو" چئي ڪي
واڍوڙياورن،
هٿيار بنا هلي ڪي، ماھُو سر ڏين،
'جمن خان' ڪي جس آهي، ستوڙيا صندوقن،
جي آڙاھ ۾ اچن، پل پتنگ چائين پاڻ ڪي.

پتنگ چائين پاڻ ڪي، سي وچان ڪين ورن،
ڇڏي سانگو ساھ جو، راھ وٺي رمن،
'جمن خان' جي "جوڪيو" چئي، مُزرائي مجي ملوڪن[1]،
ڪنھن ڪان ٿيندي ڪانہ ڪا، مڙسي مردن،
بندوق سامھون"بنديچو" چئي، ڪي آموٺ اچن،
جي وچان ئي ورن، تعريف نہ ڪجي تن جي.

تعريف ڪجي تن جي، جي بندوق ڏسي نہ بيھن،
ڪاڏي تي خوشامدڙيا، شاعر ڪين سڏجن،
پير سارجن پورا، اھو وڙ ويڙھيچن،
جُوف تي "جوڪيو" چئي، ملوڪ ڪين مرن(2)،
جي ھٿ سنئون ڪونہ ھٹن، تعريف نہ ڪرتن جي.

تعريف ڪجي تن جي، جي اچن آڙاھ تي اڏامي،
پچائي پاڻ ڪي، سنياسي ٿين سامي،
پڙڪو ڏسي باھ جو، خاڪ ٿين ڪامي،
بي ريا ٿيڻ "بنديچو" چئي، پل ٿئي بدنامي،
اُت وجي تيو آرامي، جمن خان "جوڪيو" چئي.

جمن خان ڪي "جوڪيو" چئي، شاهي مليو شان،
وڙھڻ ۾ ويرين سين، ڪمي ڪيائين ڪانہ،

---

[1] مزراٺي = مجرائي. (2) جوف = لوڀ، لالچ، طمع.

انصاف سندس ”اڪبر“ چئي، مرد مڄين مان،
خالي هتين خان، وڙهيو تي ويرين سين.

وڙهيو تي ويرين سين، ’حملاٽي‘ خالي هٿن،
هتين خالي هڪڙي سين، پنج ڪين پهچن،
اڻ واقف ”اڪبر“ چئي، واقف ناهيان واٿن،
تہ کهڙيءَ واٽ ڪوهيارو ويو، لنگهي مان لڪن،
جبل جو ”جوکيو“ چئي، سونهون ناهيان، سَلن،
پتو پڇان پانڌين ڪان، جا جُوءِ سندي جتن،
تہ ڪيئن ڪوهيارو ويو، هلي منجهان هٿن،
جَتن جا ”جوکيو“ چئي، مونکي پور تا پون،
پُڇاڻا پرين، ڏيندين باهہ پنيور کي.

ڏينديس باهہ پنيور کي، جند ڪپائي جان،
هاٽي ريءَ هوتين جي، پانيان بَيبان،
جمن خان ”جوکيو“ چئي، هو ’مونڻ‘ وٽ مهمان،
آئي قضا اوچتي، جنهن جي ڳَل رهي ڪانہ،
’مول‘ جي مهتن تان، ويو ڪپائي سِر خان،
وير کهڙو ورتائون، ڪريو بات بيان،
تہ اوهان جي انصاف جي، پوي ماڻهن کي ميزان،
لاهي غير گمان، ڏيو جواب هن ”جوکئي“ کي.

جواب هن ”جوکئي“ کي، ڏيو سُرتيا سمجهائي،
تہ واٽين کهڙو ويچار ڪيو، پاڻ ۾ پهہ پچائي[1]،
کي وساري ويهي رهيا، نہ تو سالک سُڻائي،
’حملاٽي‘ هڪڙوئي ويو، پڻ مائٽ ملهائي،
سيڪو ڳالهيون پيو ڳائي، جمن خان جون
”جوکيو“ چئي.

---

(1) ”جواب هن جوکئي کي.... الخ“ هن بن سٽن ۾ شاعر، حمل خان ٻري کان پڇيو آهي تہ ’واٽين، جمن خان حملاٽي جي کهڙي قدرداني ڪئي؟‘

جمن خان جون ”جوکيو“ چئي، تيون پڪارون پون،
برابر سو بهادر هو، مڙني منجهه مردن،
ڪنهن ڪان ٽيندي ڪانہ ڪا، جهڙي ڪئي جتن،
پسيو هنڌ پلنگ، تيون اوچنگارون اچن،
هاڻي بنا هوتن، رهي رهبو ڪيترو؟

رهي رهبو ڪيترو، آهن ڏينهن بہ ٿي،
ساٿ لڏيو سويرو، ويئي مهل مَٿي،
ڪوهيارو ڪهي ويو، هت ”جوکيو“ ڪيئن جٽي،
اڄ يا سيان سَٿي، ڪندا حوالي قبر جي.

ڪندا حوالي قبر جي، جت هزارين همير،
وجي سيڪو اُن واٽ ڪان، اڇي ڪونہ امير،
هرڪو وجي هليو، توڙي پير فقير،
جمن خان، ”جوکيو“ چئي، مجي ربّ جي تقدير،
ڪري جيڪي تقدير، اچي سو اِنسان تي.

اچي سو اِنسان تي، جو لکيو منجهہ لوح،
توڙي هجي حجري ۾، توڙي منجهہ روهہ،
هن دنيا جي ڏنڌي ۾، خالي آهي ڪوهہ،
ميزان جت منڊيو، هوندو اِنسانن انبوهہ،
اُت اُبتي هٿ ۾، ڏسندين پڻ ڏوهہ،
اڄ يا صبوح، قاصد پسندين ڪيچ جو.

قاصد جو ڪيچ جو، ٿيسير نہ تنهن ٽاڻو[1]،
اچي سو اوچتو، جابر جوراڻو،
نڪي منٿ هو مڃي، نڪي وٺي ناڻو،
جمن خان، ”جوکيو“ چئي، هو راڄن جو راڻو،

---

[1] ٽيم = ٽائيم، وقت.

سرهو ساماڻو، ان ڏينهن لاءِ، ”اڪبر“ چئي.

اُن ڏينهن جي”اڪبر“ چئي، ڪنهن ڪي ناهي ڪل،
اوچتي قضا آئي، تاب رکي تفضل،
هن جي بدن ۾ بندوقن جا، سوراخ ۽ سَل،
ترِ بہ ترسيو ڪينڪي، پل نہ ڏنائين جهل،
جمن خان، ”جوڪيو“ چئي، هو مانجهي ۽ مَل،
جڏهن هتان تيس هڪل، تڏهن آيو آڙاهہ تي.

آيو تي آڙاهہ تي، پرس هو پتنگ،
وڙهيو ٿي ويرين سين، ڏران رکي دنگ،
بچڙي آهي بندوق جي، ”جوڪيو“ چئي جنگ،
جي هٿين اچن حملاٽيءَ سين، ٻول هٽي ٻنگ،
جن روبرو ڏنو رنگ، سي مُراڻي مجين مردن جي.

مزرائي مجين مڙس جي، چون انصاف سندس آهي،
پسيو پڙڪو ٻاهہ جو، ويو وک وڌائي،
ورڻ ڪم نہ واڍوڙين جو، ڪير چُتو پاڻ چوائي،
سيان ساعت سالڪن مان، متان ٻولي ٻڏائي،
تہ مڏي ڪٽي موٽي آئين، بدن پنهنجو بچائي،
اهڙو مهڙو مردن ڪي، ”جوڪيا“ ڪين جڳائي،
ويو مائٽ مَلهائي، رکي ڪم ڪريم تي.

رکيائين ڪم ڪريم تي، ڪري الله توهار،
جمن خان ”جوڪيو“ چئي، ڏني سوپ ستار،
مايا، مڏي سيڪو ڏي، پر ڏيندو ڪير ڪپار؟
ڪنهن ڪان تيندي ڪانہ ڪا، ههڙي مهل موچار،
ڪري جيڪي ڪلتار، سا رضا مجبي ربّ جي.

رضا محبي ربّ جي، جا هاديءَ طرفان هوءِ،
ٽيڙي سان ٽيندي، جي ڪٽي رڙي ۾ روءِ،
ڀڳل سڄي نہ ٽئي جا پُرزا تي پوءِ،
بچڙيءَ کي ”بنديچو“ چئي، چڱي ڪونہ چوءِ،
جي ڪو راتيون ڏينهن روءِ، تہ بہ ڪين ڇُٽي قضا ڪان.

ڪين ڇٽي قضا ڪان، جو آيو قاصد ڪهي،
دنيا آهي دورنگي، سالڪن چيو صحي،
جٽاءَ هت ”جوکيو“ چئي، ڪنهن ڪانہ ڪئي،
سوين سڪندر جهڙا ويا، راڄن مان رئي[1]،
ڪيترا تونگر ڪيئي، هليا ويا هن جهان مان.

هليا ويا هن جهان مان، پنڌ اڳيون پڇيائون،
وڃي پوءِ ورڻ جو، ڪونہ ست سارِيائون،
نہ موڪليائون نياپو، نہ اُهڃاڻ اُماڻيائون،
ڪُہ ڄاڻان ڪهڙا لڪ وڃي لڌائون!
ڪي سودو صاب پيو، نہ هڏ هاريائون،
ڳنئي ڇيهي جي اڳي، روح ۾ ڪانہ رکيائون،
جمن خان، ”جوکيو“ چئي، لڏيون وڃي لاٿون،
عرض ڪريان تو آءٌ، ڪاٽيارو ڪو مَ ٽئي.

ڪاٽيارو ڪو مَ ٽئي، پير پُرجهي پايو،
رکو نينهن نماز سين، اوهين وقت نہ وڃايو،
روزا جي رمضان جا، سي پاري پڄايو،
موت بينو آهي مٿي تي، آيو ڪي آيو،
جمن خان ”جوکيو“ چئي، مڃيو ربّ جو رايو،

---

[1] رئي وڃڻ = رمي وڃڻ، هليو وڃڻ.

قصي هن ڪرڻ ۾، مون گفتي ڪين گهٽايو،
محنت هن مرد جي، متان وير! وڃايو،
اَسُور مهل ”اڪبر“ چئي، الستي آواز آيو،
ويهي پوءِ ويچار ڪري، مون شجرو سٽايو،
جيڪي فائق فرمايو، اچي سڀ اِنسان تي.

اچي سو اِنسان تي، جيڪي وهي قلم ويو،
موت بينو آهي متي تي، پڪاري پيو،
شاباس شاعر! توکي، قصو تو ڪيو،
ايڪيتاليهن بيتن ۾ ”اڪبر“ چئي، باب هي بنيو،
جوڙڻ سان ”جوکيو“ چئي، مون وڏو وس ڪيو،
هجي جيڪو حريف سو، مون بڌائي بيو،
ڪلمون جن پڙهيو، سي ويندا مهاڙ محمّد جي.
لا اِله اِلا الله مُحَمَّد رسول الله



# 1929ع واري برسات

1929ع جي برسات سنڌ ۾ جيڪي راڳا ۽ هاجا ڪيا سي سنڌ جي ماڻهن کي اجا نتا وسرن. اها برسات اٽڪل چوڏهن پنڌرهن ڏينهن لاڳيتي وسندي رهي. غريب ماڻهن کي هن برسات سبب سخت مالي ۽ جاني نقصان پهتو. پوکون ٻڏي ويون ۽ جايون جڳهيون ڪري پٽ پيون. هر طرف تباهي ۽ بربادي جو عالم هو. برسات ڪري اناج جا گدام ناس ٿي ويا هئا، جنهنڪري برسات کان بچيل ماڻهو بکن وگهي مرڻ لڳا. مائرون پنهنجا ٻار ڇڏي ڀڄڻ لڳيون. ياءُ ياءُ کان بيگانو هو. ڪو ڪنهن جو يار مددگار نه هو. برسات جي هن عذاب رڳو ماڻهن کي ئي برباد نه ڪيو بلڪ جانور به هن تباهيءَ جو شڪار ٿيا. ڍڳيون، مينهون، ٻڪريون، ڪتا ۽ ڪڪڙ سڀ مري ويا. دولتمند ماڻهن جو لکن روپين جو نقصان ٿيو. ڪيترن پنهنجو مال مڏيون ڇڏي بين هنڌن پناهه ورتي ۽ ڪيترن جا گهر ڊَهي ڪِريا، ڪپڙا لٽا پاڻي ۾ ٻڏي ويا. سگهڙ جاڙي خان مري، ڪانهي مينگهواڙ ۽ غلام فقير انهيءَ برسات جي تباهي ۽ خلق جي خراب حالت جو اکين ڏٺو احوال پنهنجي ڪلام ۾ بيان ڪيو آهي.

سگهڙ جاڙو خان مري برسات واري وقت ۾ هندستان طرف گهمڻ جي خيال کان ويل هو، جتي پڻ تمام گهٽي برسات پئي هئي. هندستان کان موٽڻ بعد وري سنڌ جي مختلف ڳوٺن ۽ شهرن جو چڪر هڻي برسات جي ستايل ماڻهن جو حال ڏنائين. اها ڏکي مسافري پوري ڪري جڏهن پنهنجي ڳوٺ موٽيو ته ڪيس سندس بين سگهڙ دوستن برسات جو اکين ڏٺو احوال ٻڌائڻ لاءِ چيو. جاڙي خان مري اُتي جو اُتي برسات جو احوال هڪ يڪي بيت جي صورت ۾ ٻڌايو؛ جنهن ۾ تمهيد طور چين، سمرقند، ڪڇ ڀُڄ، امر تسر، گجرات، ڪاٺياواڙ، احمدآباد ۽ ٻڙودي جو ذڪر ڪرڻ کان پوءِ تلهار، پارڪر، ڏيپلي، ڇاڇري، مُهراڻي، عمرڪوٽ، گرهوڙ، پٿوري، نبي سر، رتي ڪوٽ، پٽ يائتي، پبڻ،

ڪپري، شاهہ پور چاڪر، ڪڏڙي، سنجهوري، جهول، سانگهڙ، مَڪي ۽ ميرپور جو تفصيل سان بيان ڪيو اٿس. ان کان سواءِ برسات جي مصيبت سبب اتي رهندڙ جوٽيجا، هگورا، پنيرا، جانوري، جلباڻي، چاڪراڻي، نظاماڻي، ناريجا ۽ جمالي ذاتين جي ماڻهن جو گهر گهاٽ ڇڏي ڀڄڻ جو ذڪر پڻ ڪيو اٿس.

سگهڙ ڪانهي مينگهواڙ رگو تر جي علائقي جو ذڪر ڪيو آهي تہ اُتي برسات سبب ماڻهن ڪيترو جاني ۽ مالي نقصان برداشت ڪيو. ڪيترن غريبن جون ڪکائيون جهوپڙيون لڙهي ويون ۽ اُهي بي آسرا ٿي اجهي لاءِ پتڪڻ لڳا. نصير واهہ جي ٻوڏ سبب ويتر تباهي وڌي ويئي ۽ ماڻهو اناج جي داڻي داڻي لاءِ سڪڻ لڳا.

سگهڙ غلام فقير بہ پنهنجي ڪلام ۾ برسات سبب ماڻهن جي پريشاني جو احوال بيان ڪيو آهي تہ لاڳيتي برسات ڪري ڳوٺن ۾ بيماري اچي پيئي ۽ ماڻهو دوا دارون لاءِ عاجز هئا. ٿنهي سگهڙن جو ڪلام هيٺ ڏجي ٿو.

( 1 )

## جاڙي خان مري* جو چيل بيت*

ساراهيان سچو ڏٽي، خالق خلقڻهار،
رازق روزي رزق ڏي، سين ڪي ستار،

---

* جاڙو خان پٽ جلب خان پٽ جهنبو خان مري بلوچ، ڳوٺ ننڍو خان مري، لڳ ٻوبي، تعلقي سانگهڙ جو ويٺل آهي. اندازاً 1880ع ڌاري ڄائو. سندس عمر هن وقت اٽڪل 80 سال آهي. تعليم کان پرايائين. شاعري جڻ ڪيس مائٽاڻي ورثي طور ملي؛ ڇاڪاڻ تہ سندس پيءُ ۽ ڏاڏو ٻئي سگهڙ ۽ ڪيترن شاعرن جا راوي هئا. جاڙي خان ننڍي عمر ۾ ئي سندن ڳوٺ جي شاعر ڪرم خان جي صحبت ۾ رهي، شاعريءَ جي واٽ ورتي. زمينداري ۽ فارغ البالي سبب، جاڙي خان سير سفر گهڻو ڪيو آهي. سندس ڪلام بيتن، ڏورن، هنر ۽ ڳجهارتن تي مشتمل آهي.

* خود شاعر جي زباني ٻڌي قلمبند ڪيل.

كامل كنڌي كناري، مَيا گهمن ميهار،
نهرون نديون كيتريون، ٻيا واهڙ وهن تار،
ٻاڻي پوچ پٽن تي، هاري آهن هوشيار،
هكڙا مركن موكن تي، ٻيا ناميا چاڙهين نار،
كيڙين كيٿ خوشيءَ مان ۽ كٽن پيا خرار،
پر كي تہ رهن تا رج ۾، سي بہ آهن الله جي آڌار،
گذر تني جو گوڙ تي، آهي متي مِينهَنَ مدار،
سارنگ سانبيتا كيا، سرس كري سينگار[1]،
پورب ڌانهن پيدا ٿيا، كري ككر كارونيار،
كي اُتي هليا 'استنبول' ڏي، كي 'كابول' ۽ 'قنڌار'[2]،
كِنين 'ٻُج' ٻجائيو، كي گجن متي 'گرنار'،
كِنين چمكو 'چين' تي، كي لهن 'سمرقند' سار،
اچي انهن 'آگري' تي، آگر كيا اظهار،
بيحد 'بيكانير' تي، كَنيرن كئي قطار[3]،
عاقل 'امراسر' ۾، كيو ميگهہ ملار[4]،
گوڙيون ٿيون 'گجرات' ۾، 'كانياواڙ' كيئين كار،
'گُڙهي' ۾ گجگاهہ ٿيا، ٿل مڙيئي تار،
'احمدآباد' 'بڙودي' تي، كئي وسڻ جي وار،
خاشا 'خواجہ اجمير' تي، بجلين كيا پڙكار[5]،
كاهي 'كشنا گڙهہ' تي، اچي سانوڻ كيا سينگار[6]،
ٻُسائي 'پالهٽپور' كي، ٿيو 'جمنا' تي جهونجهار[7]،
'گنگا نديءَ' تي گس كري، اُنا 'پو كرڻ' سندا پار،

---

[1] سانبيتا = سانباهو، تياري. (2) كابول = كابل، افغانستان جي گاديءَ جو هنڌ
[3] كَنيرن = ككرن. (4) امبراسر = امرتسر. (5) خاشا = خاصا، چڱا يا چڱي انداز ۾.
(6) كشناگڙهہ = هندوستان جو هك شهر. (7) پالهٽپور = هندوستان جو هك شهر.

ڏنئين ڦيرا ’ڦڙوديءَ‘ کي، تيو ’ماڙ‘ وسي موچار[1]،
جوڪس ’جوڌپور‘ تي، تي وڏ ڦڙن جي وار،
’ٻاهڙ ميڙ‘ ”ٻروچ“ چئي، ڇاٽ وُٺي ڇمڪار،
وُٺا مينهن ’مالهاڻي‘ ۾، تا ڳالهيون ڪن ڳنوار[2]،
جُنبي ’جيسلمير‘ تي، ڪِوڙين ڪيا ڪِڏ ڪار،
’رڻ ڏن‘ ’موڍن‘ متي مينهن، وسي ڪيو وسڪار،
تيون جهڪورون ’جهٽڪليءَ‘ تي، ’هرساڻي‘ هيڪار،
تيون برساتون ’بيجهورائي‘ ۾، توڳا ۽ تلهار،
ڇُوهَيُون وسي پُر تيو، وُٺي ’ڪارونجهر‘ ڪنار،
ڏاتر تنهن ’ڏيپلي‘ تي، ڪئي ’ڇاڇري‘ ڇٽڪار،
پِري پاس پٽن جي، تيو تر مڙيوئي تڏڪار،
ڪاهڙ ڪيٽ پڇي پيا، منهنجا سرها ٿيا سنگهار،
هاٽي ”مري“ چئي ’مهراٽي‘ تي، وري ڪيائين وار،
اچي ’عمرڪوٽ‘ ۾ جُهڙ ڪيا جهِمڪار،
ٿُبائي ’ٽوپريءَ‘ کي لڌائين ’صوفين‘ جي ٻہ سنيار[3]،
غازي هن ’ڳرهوڙي‘ تي بوند ڪيا بهار،
’پٽوري‘ کي پُر ڪيائين، تيو ’نبي سر‘ نروار،
ڪيائين ’ڪونجيلين‘ تي، موگهن جي ملار[4]،
رمي ’رتي ڪوٽ‘ تي ڪئي وڄڙين وارو وار،
ڏنئين پيرا ’پائتيءَ‘ تي، تيو راضي متي ’راڙ‘[5]،
خاوند وسايو ’ڪاروهڙ‘ کي ۽ ڊول وُٺو ’ڊليار‘[6]،
پاٽي ’پلين‘ کي ڪنيو اچي ’هاليپوٽن‘ کي هيڪار[7]،

---

[1] ماڙ = مارواڙ. (2) مالهاڻو = جيسلمير.

(3) ٽوپري = تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهہ. صوفين = ڳوٺ صوفي قلندر بخش، عمرڪوٽ کان الهندي طرف. (4) ڪونجيلين = عمرڪوٽ جي اُتر طرف هڪ ڳوٺ.

(5) پائتي = عمرڪوٽ ۽ ميرپورخاص جي وچ ۾ هڪ پٽ. راڙ = پائتيءَ جي ويجهو هڪ پَڊ. (6) ڪاروهڙ = ناري ڊوري کان پريان هڪ ديهہ. ڊليار = ڪاروهڙ جي پرسان هڪ ديهہ.

(7) پَلي ۽ هاليپوٽا = ناري جي اُلهندي طرف ٻہ هڪٻئي کي ويجها ڳوٺ.

’ڪرڙياري‘ ۾ ڪينجهر تيا ڪِجا ’ڪاهيءَ‘ پار(1)،
سبزيون تيون ’سانتل‘ تي، پيون ’هتونگي‘ هيڪار(2)،
تيا گهارا ’گهنديلن‘ مان، تي ’ڏيڏري‘ متي ڏار(3)،
’ڪيرهڏي‘ ۾ خوشيون تيون ۽ ’ڪٽڇاريءَ‘ تي ڪار(4)،
’پَبڻ‘ ۾ پالوٽون تيون، ’چونري‘ جي چوڏار(5)،
سڪ وسائي ’سَرهل‘ ڪي، تي ’نَهر ڪاٽي‘ نروار(6)،
لڳي ’لوڻ ڪاڻ‘ ڪان، تي ’وڏهل‘ سندي وار(7)،
پر خيال گهٽو هوس ’ڪپري‘ ’سين تي، متي ’مٺو‘ ’ملهار(8)،
وٺا مينهن ’مور هڏي‘ ۾ ۽ ’مَلهي‘ تي موچار(9)،
رنگ لاتائين ’رينيڻ‘ تي، ڪيا ’سري واريءَ‘ سينگار(10)،
لڳي ’لاٽياريءَ‘ ڪان، ڪيائين ’لُنڪي‘ تي للڪار(11)،
مهر وٺي آ ’ميهڙ پٽ‘ تي، ’لاڪاٽي‘ تي لار(12)،
مِينهَن ’مِنا خان‘ تي ڪئي ’ڏوري‘ متي ڏار(13)،
جُوهن اِنَ جُوارڙي‘ تي ڪئي وسڻ جي وار(14)،

---

(1) ڪِرڙيارو هڪ ديهه. ڪاهي = ٿرپارڪر ۾ هڪ ڳوٺ. (2) سانتل = هڪ واهه. هَتُونگو = ڪپري ڪان ڏکڻ طرف هڪ ڳوٺ. (3) گهنديلا ۽ ڏيڏرو = ڪپري ڪان اڀرندي طرف ٻه ڳوٺ.

(4) ڪير هڏي = ڪپري ڪان ڏکڻ ۽ ڏوري ڪان اورتي هڪ ديهه. ڪٽڇاري = ڪير هڏيءَ ويجهو هڪ ديهه. (5) پَبڻ ۽ چونرو = ڪپري جي الهندي طرف ٻه ڳوٺ. (6) سرهل = پبڻ ويجهو هڪ واهه. نهر ڪاٽي = سرهل واهه جي ڪپ تي هڪ ڳوٺ. (7) لُوڻ ڪاڻ ۽ وڏهل = ڪپري جي الهندي ۾ ٻه ڳوٺ. (8) مَٺُو = ڏوري جي اڀرندي هڪ ڳوٺ.

(9) مَور هڏي ۽ مَلهِي = ڪپري ڪان اُتر طرف ٻه ڳوٺ. (10) رينيڻ = پَتڻ. سِري واري = هڪ ڳوٺ جو مُلن جو ڳوٺ به سڏجي. (11) لاٽياري ۽ لنڪو = تعلقي سانگهڙ ۾ ٻه ديهون. (12) ميهڙ پٽ = سري واري (سرهنواري) جي اُتر ۾ هڪ پٽ. لاڪاٽي = سري واريءَ ويجهو هڪ ديهه. (13) مِنا خان = ٽنڊو مِنا خان، سانگهڙ جي اُتر ۾، ڏوري جي ڪپ تي هڪ ڳوٺ. (14) جُوارڙو = ڏوري جي الهندي هڪ ديهه.

تيون برساتون ’بوچٽاھ‘ تي، ’چوٽارئين‘ چوڏار[1]،
ڪريون خبرون ’ڪنيري‘ جون جا هُئي هيءَ پچار[2]،
مڙيو مُلان پاڻ ۾ ڪن گويا هيءَ گفتار:
هي اٿو نيشانيون ’نوح‘ جون، اِهو ڪيو آخوندن آچار،
بچائين بحرن ڪان، او ڏيهہ ڏٺي ڏاتار!
خاوند انهيءَ ’ڪنيري‘ جا وَسايا وَلهار،
بيحد اِن ’بڪار‘ تي، اچي اوهيرن ڪيا آر[3]،
جمعي ڏينهن ’جڪراهو‘ تي، ڍول ڍري ويا ڍار،
گونگا مينهن گسن تي بيحد بيشمار،
ٿيو راضي ’راهواريءَ‘ تي، ڪيئين چنچر ڏينهن چٽڪار،
پير تہ انهيءَ پٽ ۾ آهي ’ڏهرياڻي ڏاتار‘،
وُٺا هئا وڏڦڙا، ڪري چوليون ۾ چلڪار،
اَچي آچر ڏينهن ٿا آدمي ڪن مَنَتَائون موچار،
ڪيئي پيناگر پُر ٿيا، وٺي دان ڪري ديدار،
سدائين سومار تي آهن جوڙا وڏا جنسار،
’پريتم‘ ڪي پُر ڪيائين، اچي اڱاري وار،
اربعا ڏينهن ’احمداواھ‘ ۾ ڪيائين ’شاهپورچاڪر‘ ڪي چڪار[4]،
هليو خميس وار ’ڪڏڙي‘ تي، جتي بستاني بلغار[5]،
آهي هاڪ حمير جي، اچن ملنگھ وڏا موچار،
صبح جو سويرو ڪن، درويشن جو ديدار،
’سنجهوري‘ تي سرواهيون، تي ’جهول‘ متي جهلڪار[6]،

---

(1) بوچٽاھ = چوٽارين جي الهندي هڪ ديهہ. چوٽاريون = بوچٽاھ جي ايرندي هڪ ڳوٺ.
(2) ڪنيرو = تعلقي سانگهڙ جو هڪ ڳوٺ. (3) بڪار = ڊوري جي ويجهو هڪ ڳوٺ، بڪار وڏو ڳوٺ. (4) شاهپورچاڪر = سنجهوري تعلقي جو هڪ ڳوٺ. (5) ڪڏڙو = تعلقي ميرپورخاص جو هڪ ڳوٺ. (6) سنجهورو = ضلعي سانگهڙ جو هڪ شهر ۽ تعلقو. جهول = تعلقي سنجهوري جو هڪ ڳوٺ ۽ ريلوي اسٽيشن.

پيچ پنيءَ آ 'پڙيءَ' ۾ تيا 'سانگهڙ' تي سينگار،
جوان اِنهيءَ جُوءِ جا، آهن بيحد بي اختيار،
ويهو درس دڪان تي، ڪن وهنوارن ويچار،
ٻيا ڀهون ڀهراڙيءَ مان، اچيو وٽجن تا واپار،
'پَڪ سِريءَ' تي پاٽي، اُتلي ڪيڙا آر،
مير انهيءَ 'مياڻ' ۾، ملاح اَتئي موچار،
هَلن مڙد ماريءَ تي، چاريون ڪٽيو چار،
مِينهَن 'مڪيءَ' تي ڪئي، چوهه منجهؤن چيڪار،
چڙڪيا بحر "بلوچ" چئي، او رکين رڪٽهار!
بچائج باري! ٻيگا لس 'لغاري'، سنگت ساري، ڪن
'پاٽونجا' پٽڪار،
جُوءِ چڏي ويا 'جُوٽيجا'، رڙهيا 'راڄپار'،
ڪيون هايون 'هگورن' هلڻ سان، تيا 'بَسُوجا' بيزار،
ڪُڏي نڪتا 'ڪِيريا' ڪري ڪُندين ڪي ڪُوڪار،
ٻيگا 'پنيرا' پُونءِ چڏي، لنگهيا ڪپر ڪارونيار،
جوڪس ٻيگا 'جانُوري'، بيحد 'بوزدار'،
'مگريا' تيا 'موهر' ۾، تڪي ڪن تنوار،
'راڄڙ' ٻيگا رات جو، ڏسي آگم انتوڪار،
'سيّد' 'حيسباڻي' ٻيگا هاٽي، پهتن پاٽي، تجان ساٽي
صاحب ربّ ستار!
ٻيگا 'چانگ'، لنگهيا سانگ، تين تانگهه، پنهنجي
وطن جا ويچار،
'جلباڻي' ويا جوش وذي مان، 'ٻڙدي' بيشمار،
'ٻُگٽي' بودن تي ۽ ترت تيا هئا تيار،
سَمند، سُرخا، ٻيا جي بگلا، ديناريں ديدار،
مُشڪي ۽ مڪڙا، نُقرا تيا نروار،
پنج ڪلياڻ، ڪبوترا، سونهرين سينگار،

کار ٺريا جي ڪُميت هئا، ٻيا چينا ڇهريدار،
اباق جي اَرڏا هئا، ٻيا تيا سنجافن تي سوار،
هٽي زيلون زور مان، سي اُڏاٽا الغار،
وجي نڪتا نِوائيءَ تي، چڙي وڻ ’وَلهار‘،
ڏگِي نڪتا ’ٻومبڪي‘ ڪري سوچ سنيار،
ساعت نہ ترسيا ’سندراڻي‘، ٻيا ’ڪوپاڻي‘ ڪنڌار[1]،
ڪيون ’ٻهڻن‘ پيٽيون پجڻ جون، تيا ’اُنڙ‘ انتظار،
جُود منجهان ويا ’جاگراڻي‘، اهو جَر پَسي جيڪار،
پرِي جي پاڻن توُن، پگا جي ’پُٽپار‘،
’ابڙا‘ پگا اوچتا، ٻيا ’ڳاها‘ جي ڳنوار،
لڳو چڪر ’چاڪراڻين‘ کي، تين دل متي دهڪار،
نہ رهيو ڪو ’نظاماڻي‘ سڏايائون پي مڪيءَ جا مختيار،
’منگواڻا‘ چڙيئون پاڻا، وين وهاڻا، ٻيا جي داڻا لڙهي
تين لهوار،
’مهاڻا‘ چڙيئون ٻانڌن ٻاڻا، وجن اُڏانا، تريو منجهوُن تار،
تيو واويلو ’وَساڻن‘سان، ٻيا جيڪي ’رونجها‘ هئا ريدار،
’اِبوءَ پوٽن‘ تي اوچتي تي پُل وڏي پُلڪار،
پگا ’عمراڻي‘، لنگهيا لڪ لانگهاڻي، چڙي گهارائي
سي گهار،
وجن لُر پگا ’لاشاري‘، جن پي ڪيا ’ڏُبيءَ‘ ۾ ديدار،
’ٻاڪوڙي‘ برساتون ڪيون ڪوٽ متي ڪلتار،
پگا ’جويا‘ ’جهانجهڻ‘ ’جُوٽا‘، تا ’پهنور‘ ڪن پڪار،
پگا ’چنڙ‘ ’اُجڻ‘ ’آرادي‘، ڪن ’جهَلوجا‘ جهونگار[2]،
ٺلي آيو ’ٺوريءَ‘ تي وري نہ ڏنئين وار،
متان چُٽڪي چر پيئي، ڪري ڏوڏٿ ڏنٿوڪار،
پاڻيءَ اچي پلٽ ڪئي، آهي دم تنهين دلدار،

[1] سندراڻي ۽ ڪوپاڻي = سنڌ جون بہ ذاتيون. (2) جهَلُوجا = هڪ ذات.

ٺُـٻي نڪتا ’ٽالهاڻي‘، چڙهي جوڙن جا جنسار[1]،
وڏيرا وجهڻ لاءِ، تهدل ٿيا هئا تيار،
چوهئون چڪڙا آيا هئا، هئي ڇيرين جي ڇمڪار،
نڪري آيا ’ناريجا‘ پر ’لانبر‘ هئا لاچار،
’ٿرَ‘ ’ڏيپر‘ چڙهي گهر، آيا ’جمالي‘ جهونجهار،
هاڻ تہ ڪن ٿا ڪونسل پاڻ ۾، ويهو هيءُ ويچار:
ونون پر پُٺن جي، هت ٻڌي ويندا ٻار.
ماڻيون مانڌاڻيون مالن جون، ڪيئون سنگهرن جي سنڀار،
اُسهيا الاهر هئا، اِهي مينهون ۽ ميهار،
سانير تن سنگهارن جا، وڃن تنهين ولهار[2]،
چرن ٿيون چوڙيليون، اُتي ويءَ وڏا وينجهار[3]،
ٻوڙيائين ’ٻاڙي‘ ڪي، ٿي ’دريڙي‘ ڏڏڪار[4]،
’جهُن‘ متي ڪُن ڪيائين، لڏائين ’ساڏٽي‘ سنڀار[5]،
وير وُني آهي ’واگهين‘ تي، پئي ’پنيريءَ‘ پچار[6]،
خاوند وسايو ’ڪوڙيءَ‘ تي، ٿي ’گرهڙ‘ گونجار[7]،
رازق انهيءَ ’روهڙي‘ جا، ڪٽي پٽ وسايا پار[8]،
پر سک ٿيا ’سامور‘ تي، باغ چڱا ٻُلغار[9]،
ڪا هيئين ڪڍ ٻوڙيجيءَ تي، ٿي ’وارهن‘تي وسڪار[10]،
پر رهيا ’راهونڊڙي‘ تي، اڇي ڪاهي ڏڻ ڏنار[11]،

---

[1] ٽالهاڻي = هڪ ذات. (2) سانير = چڙو. (3) ويہ = چراگاھ، وَس. (4) ٻاڙو ۽ دريڙي = سانگهڙ کان ڏکڻ طرف ۽ ٻوري کان اولهہ طرف بہ ديهون. (5) جُهن = هڪ ديهہ جو نالو ۽ هڪ ڳوٺ. ساڏٽو = هڪ ديهہ. واگهيون = ٽنڊي مريءَ کان ايرندي، ست اٺ ميل پنڌ تي هڪ ڳوٺ ۽ ديهہ. پنيري = واگهين جي پر ۾ هڪ ديهہ. (6) ڪوڙي = پنيريءَ ويجهو هڪ ڳوٺ. گرهڙ = واگهين جي پر ۾ هڪ ديهہ. (7) روهڙو = پيرون مل جي ڏکڻ ۾ هڪ ديهہ. (8) سامور = پيرون مل جي ڏکڻ ايرندي هڪ ديهہ. (9) ڳڍ ۽ ٻوڙيجي = بہ ديهون. وارهن = ڪپري جي الهندي هڪ پٽ. (10) راهونڊڙو = وارهن کان ڏکڻ تي هڪ ديهہ.

پوجاڙيءَ جو پٽن تي ٻهڪن ٿا ٻڪرار،
اڇيو مهل اجور جي ڪن رهاٽيون ريڊار،
’جيئاٻـي‘ ۾ ”جاڙو“ چئي، ٿيا گاهن جا گلزار[1]،
’ڪنگهل ۽ ڪانڊير‘ تي پيچ پني ٻٽڪار[2]،
’ڊير‘ متي جي پير ڪيائين، مهريون ٿيون موچار[3]،
پلر پاٽي ’پلنگهي‘ ۾ ٿيون ’قلهڏون‘ ڦلڪار[4]،
ڪُن پريئين وڃي ’ڪُنريءَ‘ جا تانگها مڙئي تار،
جُلوا ٿيا هئا ’جيمس‘ تي، اُنا ابر ڪري هي آر[5]،
ٿيون روهيون ’رام جاڳي‘ تي، اُپ ڳڙي اَزغار[6]،
پاڻ پنا ’ڊينگاڻ‘ تي، ٿي ’لانڊين‘ تي للهڪار،
’جهلوريءَ‘ جي جهرمر، مينهن ڪيا ملهار،
جوڪس ’جمن شاهه‘ تي ٿيون تاڏليون تذڪار،
وري ’ويسري‘ جي سگهي لڏائين سار،
منڊائتن مينهن ’ميرپور‘ تي آهن وسي ڪيا وسڪار،
ڪاهيئين ’ڪانڙيءَ‘ تي، اڇي ٻوڏون ڪيائين ٻيهار،
هُلچُل هارين جي پئي ڪوهه متي ڪوڪار،
’ابوبڪر‘ ۽ ’ناريجي‘ جو ڪو تهدل هو تڪرار،
ڪِجيا ڪڪر ’ڪاڻ‘ تي، ڪري ڪڪر ڪارونيار،
’پاٽوين‘ ۾ پينگهون ٿيون، بادل ڪيا بهار،
هاڻ ترسي ’تلا شاهه‘ جا، وسائيئن ولهار،

---

[1] جيئاٺو = راهوندڙي جي ڏکڻ الهندي ڪنڊ تي هڪ ديهه.
[2] ڪَنگهل ۽ ڪانڊير = جيائي کان سَر ڏکڻ ۽ الهندي ڪنڊ تي ٻه ديهون. (3) ڊير = ميرپور ويجهو ”متي فقير جو ڊير“ مشهور آهي. (4) پلنگهو ۽ قلهڏيون = دوسي واهه جي ڪپ تي، سنڌڙي موريءَ جي ايرندي، ميرپور کي ويجهو هڪٻئي کي آمهون سامهون ٻه ڳوٺ. (5) جيمس = جيمس آباد. (6) رام جاڳو = رحيم جاڳو ميرپور کان ڏکڻ طرف هڪ ڳوٺ. ازغار = بي انداز آزغيبي.

لکين لشکر شاهہ وٽ، چرن پٽ پهنوار،
هاڻي رڙهي آيا ’روڏي‘ تي سالم جي سنگهار،
دوسي تي ڏڏڪار تيا، تي ’چنوڙيءَ‘ چمڪار[1]،
ڏهر پري ’ڏهروڙيءَ‘ جا، لڏائين ’سنڌڙي‘ جي بہ سنيار[2]،
لڳي ’لائق پير‘ کان ’منگلان‘ ڪيئين موچار[3]،
قادر تنهن ’ڪهروڙي‘ تي ڪٽي نهرون ڪيون نروار[4]،
وسايئين ’ولواريءَ‘ کي، ’ٽڳوسر‘ ڪيائين تار[5]،
موليٰ اسان جي ملڪ تي، ڪيا آهن سهنج ستار،
هاڻي ڳٽي ڳٽيندو ڪيترا، شاعر منجهہ شمار!
ڪرين سدائين سنڌ سڪار، هيءُ عالم تنهنجي آسري.

# (2)

# ڪانهي مينگهواڙ* جا بيت*

الله ربّ راضي ٿيو، ڇَمر پيا ڇُهي[6]،
لاٿئين واءُ واهوندو، مٿان ڪيئين رُوهي[7]،
ڪولهڙ ماڻهن جا ڪري پيا، خلق تي مئي[8]،

[1] دوسو = هڪ واهہ جو نالو. چنوڙي = ميرپور کان اتر ايرندي تي هڪ ڳوٺ، شهر ۾ مقام: چنوڙيءَ جا قبا مشهور آهن.
[2] ڏهروڙي = منڙائو واهہ جي هڪ موريءَ جو نالو. سنڌڙي نالي بہ ساڳئي واهہ تي هڪ موري آهي. (3) لائق پير جو مقام ۾ قبو سنڌڙي موريءَ جي ايرندي، رستي جي ڪپ تي آهي، جتي ميلو بہ لڳندو آهي. منگلان = منگلان نالي موري، لائق پير جي اتر ۾ ساماري واهہ تي آهي. (4) ڪِهروڙو = منگلان کان سَر ايرندي هڪ ديهہ جو نالو.
[5] وَلواري = ڪِهروڙي کان ايرندي طرف هڪ ديهہ جو نالو. ٽڳوسر = ساماري جي ايرندي هڪ مشهور ڳوٺ.
* سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيه ص 124.
* هيءُ روايت ٿرپارڪر (تعلقي ساماري) مان رائچند کان ملي.
[6] ڇَمر = ڪڪر. ڇُهي پيا = وسِي پيا.
[7] واهوندو = اولهہ جي هوا.
[8] ڪولهڙ = ڪکايون جهوپڙيون.

يجي چڙهيا پٽن تي، سچي ڳالھ سئي،
قدرتي ڳالھ هئي، جو ڪڪ ڪيائين ڪلاڪ ۾.

وَسڻ پيو تي وائيئي ۾، پٽون ڪيائين پيڙيون[1]،
پوک ٻڏي ويئي پاڻيءَ ۾، بحال ٿر جون ڪيڙيون،
’نصير واھ‘ لڳو ’لُهٽيي‘ سان، ٻڏڻ لڳيون ٻيڙيون،
گر تہ ڪانہ رهي ’گدام‘ جي، پرجي ويون سيريون[2]،
وِٽ منجهي پيئي واٽين جي، ڪيڻ لڳا قيريون[3]،
ڪريان ڳالهيون ڪهڙيون، جو سچي سنڌ ساڙي لنگهيو.

گاڏي بند تي ’گدام‘ جي، عمر ڪانہ اڙي،
چوڏهين ڏينهن ’چوراسي‘ ۾، ملڪ مينهن پري،
متيان شهر سنڌ جا، ويا ’گدام‘ جيئن ڳري،
مال دنگ درياءُ اُڪريا، ويا مرگھ سڀ مري[4]،
مُهاڻا آيا ميرپور جا، ڪونہ پوي ڊوري ۾ ڊري،
مينهن ڪم ڪري، وجي ٻڌائين سُج سنڌ ۾.

مَٺو ’منڙيو‘ ڪيائين، هيڪائو ’هر پار[5]‘،
واهرون ’وڄوٽاھ‘ لاٿائين، ڪوهڙ سين ڪڪريار[6].
ڏيئي لاھ ’لالي‘ تي، گڏيائين ’ڪاريو‘ ٻي ’ڪهار[7]‘،
جوڙي هن ’جهنجهنٽر‘ ڪي، چوٽين ڏينهن ’چيلهار[8]‘،
يڪو آيو ’جوڙوئي‘، حڪم ٿيو ’هريار[9]‘،
ڪوهڙ هن ڪاني جي، ويئي ٻنيءَ ڪان ٻاهار[10]،
ڪولهڙ ڪيرايائين ’ڪارئي‘ جا، وڏي ڏينهن ’لوٽهيار[11]‘،

---

[1] وائيئو = ٽپٽي موجب نکشتر. (2) گر = خبر، سُڌ. سيريون = گهٽيون. (3) ڪِيَڻ = ڪائڻ.
(4) مرگھ = هَرڻ. (5) مَٺو = جُلھ. منڙيو، هرپار = ٿر جا ڀ ڳوٺ. (6) وڄوٽھ = ٿر جو هڪ ڳوٺ. ڪوهڙ = ڪوھ تي ڪوڙيل ڪانيون. (7) ڪاريو، ڪهار = ٿر جا ڀ ڳوٺ. (8) جهنجهنٽر، چيلهار = ٿر جا ڀ ڳوٺ. (9) جوڙوئو، هريار = ٿر جا ڀ ڳوٺ. (10) ڪائو = ٻنيءَ جو نالو.
(11) ڪاريو، لوٽهيار = ٿر جا ڳوٺ.

جهلي سڙڪ ’سانياسر‘ جي، پُڳو ’مِنِي‘ شهار[1]،
ڪچا تانءَ ڪنيارن جا، گڏي ڪيائين گار[2]،
ماٺا وجايائين مينگهواڙن جا، موڪل تي ’موڪار[3]‘،
پٽرو ويو ’پوسرڪي‘، ڪري ’ڪاڪ‘ متي هوڪار[4]،
پالوٽون ڪيائين ’پاٻوهر‘ تي، ٽويا ترايون تار[5]،
ڏني چند ويو ’ڏيپلي‘، ڪانہ ڪيائين نهار،
پريا ’ونگو‘، ’وٽ‘، ’سامروٽي‘، اُيو، ’ڪَسُ‘، لاڙ[6]،
’گامڙيا گانءَ‘ غرق ٿيا، تي هٿ تاڙ ’تلهار[7]‘،
ٽيڙ جني جا ٽُلي ويا، پوٽيون تنهن ڪان ڏار،
’لُهاڻا‘ پنهنجي لج ۾، ڪيئن ڪن ’ڪِراڙ‘،
پيل ’پڳا‘ ويا ’پُورن‘ وٺ، چي تختين متي تار[8]،
ٻُڏي ساري سنڌ ويئي، ملڪ ’ڪانياواڙ‘،
پاڄڙ پيئي ’پنگين‘ ۾، چڏي پڳا بار[9]،
’ڪولهي‘ پيا ڪانجهيٽجي، مرن تا لاڪيٽا ’لوهار[10]‘،
آڏيءَ خبر پيئي انگريز کي، وڏائين منشين ۾ مار،
تارُو لِڪي ويا لَين ۾، ڪُتجن پيا ڪوٽار،
نڪتا وجي ’نئين ڪوٽ‘مان، تي ’راهمور‘ ۾ راڙهو راڙ[11]،
ڳاٺ اچي ڪيائون ’ڳنڊي‘ تي، ’ڍورو‘ تارو تار،
ڪير اُڪاري ترپار، ڪڍي سر سنڌ منجهان.

[1] سانياسر، مِنِي = ٿر جا ڳوٺ. شهار = شهر. (2) گار = گارو. (3) موڪار = ٿر جو هڪ ڳوٺ. (4) پوسرڪو، ڪاڪ = ٿر جا ٻہ ڳوٺ. (5) پالوٽ = پلٽڻ: گهٽو وسڻ. پاٻوهر = ٿر جي هڪ ڳوٺ جو نالو. (6) ونگو، وٽہ سامروٽي = ٿر جا مختلف ٽي حصا. ڪس، لاڙ = سنڌ جا حصا. (7) گامڙيا گانءَ = ننڍا ٻهراڙيءَ جا ڳوٺ. (8) پُورا = انگريز. (9) پاڄڙ = پاڄ. (10) ڪانجهيٽجڻ = تمام ڪڪ ۽ ششدر ٿي پون، سخت پريشان ٿيڻ. (11) راهمور = هڪ ڳوٺ جو نالو. راڙهو راڙ = رڙو رڙ، روج راڙو.

مَتيون مِينهن منجهائيون، بند ٿيا اوتارا،
پوڪون هن 'پُراڻ' جون، وارث 'ماڻڪ واهه'،
ڪاڳر آيا 'عمرڪوٽ' مان، ڇُٽا در درياءَ جا،
ڪاري مني جي خبر نہ پيئي، پلر پاڻي ٿيا،
آنڊا رت عزيز پُٽ، ڇڏي ڀڳي ماءُ،
اُبيڙون پاڻي پوڻن ۾، ڪونہ سُجاتو سڀڳي ياءُ[1]،
هَٿ جِني جا پَٽ ٿيا، ۽ ڪانہ رهي اجها،
پيتيون پَيسا پاڻيءَ ۾، سُڪي وين ساهه،
تڏهن هر ڪو ڪري "الله الله"، جو خلق ياد خدا ڪيو.

وسي مِينهَن ملڪ پريو، ڏنيون ڪيائين ڏورا،
ڇُهي اُت چرڪ لائيو، منجهي پيا ٿورا،
حال مال ويو هٿن مان جئن ڳهڻ مان ڳوڙها[2]،
مَٿي مال 'مارواڙ' لنگهيو، ڳهران نڪتا گهوڙا،
ڳڏ وجي ٿيا 'ڳيڙي' ۾، ٻيا 'سانگهڙ' ۾ سوڙها[3]،
پوءِ جنين لکيل هئا ڦوڙا، سي ڀاڳي پوڳي ويا[4].

لُريءَ ۾ لوڪ جون، ڀڳيون ٿي ڳئون[5]،
پيڙيون رهيون پاڻن ۾، ڪيون رائِن ٿي رنيون[6]،
رهيو ڪُتو ڪُڪڙ ڪونہ، وييون مري پَهُون[7]،
هيڪو سيءُ، ٻي ٻُڪ، جنهن ڪي ڏينهن لنگهي ويو ڏهون،
پوءِ نتا صاحب! سَهون، هاڻي وچان ڪا ويل وجهه.

رکي دٻ درياءَ ٿي، ڇَر بہ ڪئي ٿي ڇيل[8]،

---

[1] اُبيڙون = انساني قد کان وڌيڪ، اونهون. (2) ڳهڻ = ڪانپاڻي. (3) ڳيڙو = هڪ ڳوٺ جو نالو. (4) ڦوڙا = زخم، ڦٽ، تڪليف.
(5) لُري = سانده جُهڙ ۽ هوا لڳڻ جي حالت. (6) رائن = ڍڳين جو هڪ قسم. (7) پَهون = ٻڪريون. (8) ڇَر = گهڻو پاڻي.

هن زماني جَر ريليائين، ريڙهي پريائين ريل،
الله ورتو آزمتو، بنايائين خلق ۾ کيل[1]،
هڪا ڏرڙ ڪيائين ڏونگرن ۾، رنگ بہ ڏناسون هيل[2]،
ڏج الله اُبيل، تہ سَرهو ڪو ساهہ ڪٿون[3].

تليون ٽيون ترايون، ڪيڙيون ٽيندا ڪيٽ[4]،
ٽوهر هن ٽر جا، ڊاريائين ناري ڪي نيٽ،
ڏيئي ٽاٽ ’ٽالهيءَ‘ تان، ويئي هيڪاندي هيٽ[5]،
وسهڻ ڪان ڳالهہ وڏي ٽي، جنهن جو پندرهن پُرهہ پيٽ،
ريڙهي وجي ريٽ، سو ڊوري ڪي ڊاريو[6].

عمر جمار اوهان جي ۾، اهڙا وُنا مينهن ڪڏهين؟
پهون، اُٽ، ڊڳا، مينهون، ويون مري گڏهين[7]،
سڄا بند سُونهي جا، جت لاکوترين لڏين[8]،
پڇن ڪيڏانهن؟ پيٽي ڪانهي، ات ڪابا ۽ ڪڏين،
ٻڌائون ڳالهہ تڏهين، پر هُئن اميد اجهائن ۾.

بنگلا، ماڙيون، محلاتون ۽ پڻ ڪائي جا ڪوٽ،
رعيت وٽ هئا رَلڪا، پيئي ٺڪن وارن ڪي ٽوٽ،
گينيون ٽڪا ٽول ويا، لک لک جا تان نوٽ،
ڪُنيون باسيائون ڪارهين جون، ڪيائون ري خرچا روٽ،
ڳاري منجهہ ڳوٺ، ڪٽي ترِيءَ مٽي تارئين.

ندي آئي ناري جي، پوڪون ٽيون پوٺا،
هاري ڇا تي هُرلا ڪن، جن جا ٽري ويا لوٺا؟

---

[1] آزمتو = آزمودو. (2) ڏرڙ = گهارو. هيل = هن سال. (3) اُبيل = ساهي، وِڇوٽي.
(4) تليون = پٽن جي وچ وارو پاڳو. (5) ٽالهي = ٽر جو هڪ ڳوٺ (اتي هڪ پٽ ڦاٽي هئي). (6) ريٽ = رڙ. (7) گڏهين = گڏهہ. (8) لاکوترين = لکين.

هَلاڪيءَ ڇُٽي پيا هرلن جي ڪان، جوڙا ڪاهي ڏين جوٽا،
پتيئڙ چونرا يُڪا ٽيا، باقي وڃي رهيا اوٺا[1]،
وقت، مهل موٽاءِ، نہ تہ ٽيندو حال هرگز بڇرو.

لڳي دانهن ’دڙيلي‘ ۾، اَٺ متوڙا آهري[2]،
هڪڙو پاٽي پونن جو، ٻيو شاخ بہ ٽي سوڙهي،
ياڻيائون يؤ ڪونهي، ملڪ وڏائين ٻوڙي،
’ٽنگڙي‘ مڙس هٿا ٽيهہ ڇٽا، جن ڪنيا ٽول ٽجوڙي[3]،
انّ جَل الاهي هو، خرارين ليڪين ڪوڙي،
متان ٻيا ٽوري، ويا ٻاجهر ٻُهاري ڪٽي[4].

ڏيئي گهُوڪو ڪيائين گهارا، اوٺا ٽيا اگڻ[5]،
ست ٿي ڏينهن ساريڪو، هيڪ ٻئي متان مَر هَڻ[6]،
چوٽ ۾ چِيلهي تان ڏَريون، راتوتوين رڻ[7]،
والي! وار تون وطن تي، ڏارايل ڏڻ،
چنڊ جي چوڏهينءَ تي، ٽيندا نا ڪڻ[8]،
گاهہ گلزار ٿيا، ويگر ٿيا وڻ،
چوي ”ڪانهو“ ڪڇهريءَ ۾، تون پورا پير ڳڻ،
ڏي نہ ڪو مِهٽو مچڻ، تہ نہ ونا مينهن ملڪ ۾[9].

ꕥꕥꕥꕥ

---

(1) پتيئڙ = پٽين سان ٺاهيل (چونرا). يڪا ٽيا = پڄي پور ٿيا. (2) آهري = هڪ ڳوٺ جو نالو. (3) ٽنگڙي = هڪ ذات: (آهري ۾ ٽنگڙين هڪ واٽئي جي ٽجوڙي ڪنئي هئي).
(4) ٽوري = هڪ ذات، پيل. (5) گهوڪو = آواز. (6) ساريڪو = لاڳيتو، مسلسل.
(7) چوٽ = بوڙ. چيلهو = ريلوي رستو. راتوتيون = رات وچ ۾.
(8) ڪڻ = داڻا، اَن. (9) مچڻ = متان.

# غلام فقير ماڇي* جا بيت*

ساراهيان سچو ڌڻي، صاحب ربّ سبحان،
جنهن ڪيو پيدا محمّد مصطفيٰ، امّت جو ضمان،
ٻيو علي المرتضيٰ، جنهن ڪنبايو ڪفران،
حسن مير حسين هئا، نرگس ٻئي نيشان،
پاڪ دامن پيدا ڪيائين، فرشتا ۽ فرقان.

سج، چنڊ، تارا، ڪتيون، عرش، زمين، آسمان،
قادر پنهنجيءَ قدرت سان، جوڙيو جڳ جهان،
بشر سارو بحال ڪري، بنايائين بستان،
مالڪ سو مهربان، حمايت ٿئي هر ڪنهن سان.

حمايت ٿئي هرڪنهن سان، صاحب رب ستار،
مولىٰ ملڪ وسائيو، خالق خلقڻهار،
اڄ پڻ اُتر پار ڏي، تاڙي ڪئي تنوار،
اُيـي ڪان تي آئيو، وسائي ولهار،
روضي مٿان رسول جي، وڄن ڪيا وسڪار،
’شاهه نجف‘ ’شام‘ تي، قرب ڪيو ڪلتار،
ڪاهي آيو ڪربلا تي، ڇُوهي ڪيائين ڇڻڪار،

---

* هيءَ روايت وچولي (تعلقي سنجهوري) مان اڪبر علي ڪان ملي.

* غلام فقير ذات ميربحر، ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقي سنجهوري، جو ويٺل آهي. هن وقت سندس عمر سائيڪو سال ڪن آهي، انهي حساب سان سندس جنم 1318ھ/ 1900ع ڌاري ٿيو هوندو. طبيعت جو سادو ۽ ڪلمڪ انسان آهي. سندس ڪلام ٿورو آهي پر چڱو آهي ۽ اڪثر بيت ڏٽ تي چيل اٿس.

’بغداد‘ ۽ ’بصري‘ ۾، ’ايران‘ تي اظهار،
مهر ڪيائين ’مصر‘ تي، ’چين‘ ۾ چمڪار،
پورب ۾ پلٽائيو ’پُج‘ تي پؤتار،
’بمبئيءَ‘ ۾ برساتون، ڪيائين دهليءَ تي دلدار،
’بيڪانير‘ وساياٸين، ”غلام“ چئي ’گرنار‘،
اُٿل ڪيائين ’اجمير‘ تي، بيحد بيشمار،
’جوڌپور‘ مٿي جوڙيائين، ’جيسلمير‘ جنسار،
مٿان ’ملتان‘ جي ڪيائين ڪڪر ڪارونيار،
راضي ٿيو ’روضي ڏٺيءَ‘ تي، ڪرم سندو ڪلتار،
پيچ پڄايائين ’پٽ‘ تي، ’هالن‘ تي هر وار،
وسي وس ڪيائين، چوڏسين چوڌار،
لڏائين ’سيوهڻ‘ جي سنيار، تڏهن عالم سڀ آباد ٿيو.

عالم سڀ آباد ڪري، رکيائين ’آدم‘ تي آرو،
ٽياسي ۾ ٽوڙيائين، ڪٽل ڪاسارو،
چوراسي چڱي ٿي، وڌائين پنجاسي پارو،
ڇهاسي چوٽڪارو، اُتر ڪان ٿي آئيو.

اُتر ڪان ٿي آئيو، هو ڏهينءَ جو ڏينهن،
بي انداز بحر ٿي، مچي بينو مينهن،
ڳڙيو مٿان ”غلام“ چئي، سردي ٿئي سينءَ[1]،
ڳڙڪي سو غنيءَ، ڪَتِي ڪُل ڪيرائي ويو.

ڪتي ڪل ڪيرائي وئِي، اُتر واري آفت،
جنهن مال ڪئين ماريا، ڪيائين نسوري نافت،
جي رنل ڪئين راج هئا، ماٺهن ڪئي محبت،
ڳڏ ڳذاريون ”غلام“ چئي، اٿوَ ڪاري مثل قيامت،

---

[1] سينءَ = سيءُ.

تنهن شڪاري شامت، هلاڪ ڪيو هڙني ڪي.

هلاڪ ڪري هڙني ڪي، وڏا 'رپ' 'راڳوڙا'،
ڳنديون ڪئين ڳرڪي ٿيون، ٻيا پٽين پاجوڙا،
هارين هلاڪيون ڪيون، جام وُڙها جوڙا،
ڏاتر ڪري ڏوڙا، سيئي ڪٽي سٽائي ڪئي.

سيئي سٽائي ڪري، آئي وچينءَ مينهن جي وار،
مٿان وريو موڪن جي، نپٽ ٻوڙيائين نار،
سڌي صلاح سڪر مان، تڪڙي آئي تار:
چِتي چَر اچي ويئي، نڪري ٿيو نروار،
ڪٽو مال خزانا، ڪاهيو ڏڻ ڏنار!
ٻچا وڻي ٻار، ڪاهي هلو 'ڪراچي' ۾.

ڪاهي هلو ڪراچيءَ ۾، ڪڏهن هلنداسون ڪين،
اسان جهلي اسلام جي، دامن سندي دين،
الله احسان ڪندو، 'انشاءالله' آمين!
اجهو اميرالمؤمنين، ڍوليو عيب ڍڪيندو.

ڍوليو عيب ڍڪيندو، جيسين اهي ڏينهن اچن،
ڪيتيون سپ ختم ٿيون، ٻڌيون ٻاجهريون قوت ٻچن،
نازڪ پوکون ننڍڙيون، بحر ڪان ڪيئن بچن!
جي سير سچن، سولا طالع تن جا.

سولا طالع تن جا، ڪندو عالمين الله،
جيڪي وس واسيا وائڙا، تن ڪي ڳٽين ٻتو ڳاهه،
هڪڙي موج مينهن ڪي، ٻيو ڪري آرو درياهه،
سرنگهه پئي 'شاهو' ڪي، جنهن گهٽو ڪيو گهاءُ،
ٻنهن ٻيلهاڙي ٻوڙيا هئاسون، جنهن سڪايو ساهه،

ٽيو اُپرندي ڪان ٽي آيو، چريو رکي چتاءُ،
پونا سڀ پاٽي ڪيئين، لهرين ڪيو لقاءُ،
پيو ’ڪوسو مرض‘ ڪاهي پيو، تپن وارو تاءُ،
ڏکر ۽ ڏئاءُ، وڃي شل وطن مان.

ويندو ڪڏهن وطن مان، ٿيندو چتيءَ سان آچند[1]،
وڃي جيڪو واٽين ۾، تنهن کي ڪراڙ ڏين نہ ڪنڌ،
وڃي ڪڙيا پنهنجا قابو ڪريو، بابا! هٽي بند،
سلا ساوا ٿين، تڙ نہ ڪري ائين تند،
سيڪو هاري سيئنين سان، ڏيو اچي ڏند،
صاحب رب صمد، پاري سڄي پرتٽي.

پاري سڄي پرتٽي، پر چِتي نہ ٿي چڏي[2]،
جا ويني هن وطن ۾، لوندي هٿ لڏي،
ماٿهو سڄي ملڪ جا، چڏيائين گوندر منجهہ گڏي،
تنهنکي ڪو سڪر مرد سڏي، علاج ڪري اڻ هوند جو.

علاج اَڻ هوند جو، ڪندو اچي ڪير؟
صاحب ’نجف شاهہ‘ جو، ايندو علي شير،
عام موافق ماسي جي، سيّد مثل سير،
گنج ورهائيندو ”غلام“ چئي، داتا دل دلير،
مولىٰ علي مٿير، چڏائيندو هن چتيءَ ڪان.

چڏائيندو هن چتيءَ ڪان، پر ڪڙمي ڪريو ڪار،
راضي ٿيندو ربّ رحيم، سائينءَ جي سرڪار،
چلي ڪاهيو چيٽ ڪي، ڪيڙي خبردار،
ڪٽڪون، مڻ ڪيترا، بيا چٽا يي چوڏار،

---

(1) آچند = واسطو. (2) چتي = اڻ هوند.

سَرهون، چانيا سوين، ڏاٽن ٻارو ٻار،
سَتاسِي سينگار، گنج ڪندي ”غلام“ چئي.

گنج ڪندي ”غلام“ چئي، ورندو اڇي وارو،
وسندو انهي ورهيہ تي، نُور هٽي نعرو،
لهي ويندو لطف سان، ڪپت ڪاپارو،
ايندو مهدي ملڪ تي، پهريائين پاڳارو،
سو سيئي سهنج ڪندو، سيّد سويارو،
يار پڙهي يارو! چئجو ڪلمون راس رسول تي.
لا اِلہ اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

ꕤꕤ

# ناري جي اُتل

[1894ع/1895ع واري زبردست برسات سبب ناري واهه ۾ پڻ چاڙهه آيو، جنهنڪري واهه ۾ ڪيترن هنڌن تي گهارا پئجي ويا ۽ ترپارڪر ۽ سانگهڙ ضلعن جا ڪيترائي شهر ٻوڏ هيٺ اچي ويا. جيئن جيئن ٻوڏ جي خبر پروارن ڳوٺن تائين پهچڻ لڳي تيئن اتي جا باشندا سخت پريشان ٿيڻ لڳا ۽ منجهن اچي پنهنجي ساهه بچائڻ لاءِ ڦڙڦوٽ پئي. جنهن کي جيڪو وهٽ تي مليو سو تنهن تي چڙهي ٽي پڳو. پر اهڙي حال ۾ ٻه ٽر جي هندن کي پنهنجي اناج ۽ ملڪيت بچائڻ جو فڪر هو. پاڻ مرن ته مرن پر سندن مال بچي. جڏهن حڪومت طرفان کين چتاءُ مليو ته پنهنجا ٻار ٻچا ڪڍي وڃو تڏهن انهن مطالبو ڪيو ته ٻارن ٻچن کان اڳ اسان جو اناج ۽ مال ڪڍيو وڃي، پر ناري جي ٻوڏ کان ڪٿي ٿي بچي سگهيا. آخر کين ٽپڙ ڇڏي ڀڄڻو پيو ۽ سندن ڇڏيل اناج 'توري' قوم جي غريب ماڻهن لُٽي وڃي پنهنجا گهر ڀريا.

سگهڙ مير خان جمالي انهن سيني مشهور ماڻهن ۽ ذاتين جا نالا پنهنجي ڪلام ۾ ڄاڻايا آهن جي ٻوڏ جي وقت پنهنجا گهر گهاٽ ڇڏي ڀڳا هئا. خاص طور انهن هندن تان چٽرون ڪيون اٿس جن ٻوڏ جي وقت دولت کي پنهنجي ٻارن ٻچن کان وڌيڪ ٿي سمجهيو ۽ سگهڙ مدو فقير ٻه ساڳيءَ ٻوڏ تي ڪلام چيو آهي. جنهن ۾ ڄاڻايو اٿس ته ٻوڏ جي وقت ماڻهو ايتري قدر ته پريشان هئا جو مسجد ۾ وڃي ٻڪرين جا ڦر ٻڌائون ۽ ڪيترا ماڻهو اهڙا ٻه هئا جن ٻڪن کان تنگ ٿي وڃي وڏيرن کان اناج ٿي پنيو. هن واقعي تي چيل ٻنهي سگهڙن جو ڪلام هتي ڏجي ٿو.]

( 1 )

# مير خان جمالي جا چيل بيت*

اول نام الله جو، ڪم ڪري ڪلتار،
مينهن ڪي جا موڪل ملي، آگي جي اختيار،
ڪِنوٽن ڪيل ڪڙا ڪيا، ڪيا اوهيرن انڌار،
ڪڪر آيا ڪيترا ڪوڙين ڪارونيار،
ٽيو ٻوڙاءُ ”ٻروچ“ چئي ونگي سين ولهار.
ناري نياپا موڪليا چوڏس ۽ چوڌار:
آءٌ اچان تو ايڏانهين، لڙي ڏسندس لاڙ،
ٻوڙيندس ”ٻروچ“ چئي تڙ مڙيئي تڪرار.
أتل ڪيائين اروڙ ڪان، جئن موڪون ڪن ملار،
گام گبرن جا ٻوڙي، نڪري ٽيو نروار،
تنهن ۾ چوٽيون موٽيون منزلون،اونهان پنڌ اپار،
لوهون ڏيندو لس اچي، جنهن جو ڏينهن ۾ ڏهڪار،
سُتي پهتو سانگهڙ ڪي، ڪيائين آڌيءَ جو آزار،
دانهن سٽي ديوان ڀڳا، ٻيا ٺؤ مان ٺپيدار،
حفيظون[1] حيران ٿيون، ڪئي منشين مارومار،
سپاهي سرڪار جا، صوبا صوبيدار،
ٺاهه پيو ٺپالين ۾، ڪيڏانهن ويا ڪوٺار،
ڪوري، موچي، ڪسبي ۽ لکين هئا لهار،
پرٽ، پچارن پاڻ ۾، ڪئي واڏن وارووار،
مَهتا مڙي گڏ ٿيا، هندن جا هزار،

---

* هيءُ روايت مير حيدر علي خان ٽالپور، ويٽل جهول ضلعي سانگهڙ جي قلمي بياض مان ورتل آهي.
(1) حفيظون = آفيسون.

”اَنَ اسان جو اولُون تيو، سٽي تي سرڪار“،
”اَنَ اوهان جو بن پيو، اوهين ڪيو بچار بار“،
’نظاماڻي‘ پڳا چاڙي، پهتن پاڙي، رات وهاڻي،
ڪن ڪوڪ متي ڪوڪار،
ٻڌائون گڏا، ڪنيئون لڏا، بغدين متي بار،
پڇي چڙهيا پيڙ تي ’سانگهڙ‘ جا سردار.
گڏينس ڪريان ڪپري جي، ڪريان ڪاهي کي خوار،
وينل آهن ورهين کان ساري سپ چمار.
ڀهڪو بروچن جو، مري اٿئي مهندار،
تن وٽ مئي مهاڻا، مانگر ماڇي، ڪُڙهين جا ڪمدار.
هندو لڳي حيران تيا، سينن چڏي سار،
اَٿَ ٻہ آنڌائون ايترا، ڪٽي ويا خرار،
پڇي چڙهيا پيڙ تي، ڪڍي ٻچا ٻار.
’گرهوڙ‘ متي غازي اٿئي مگرين جو مهندار،
ڪئين تہ مڙهيون ڏاهي، مارياٸين هندن جا هزار،
تنهنڪان پاڻي! هلج پاسو ڪري، پڇ پتوري ڪان پار.
ماڻهن ميڙو مڻيو، مُنا سي مينگهواڙ.
ناڏبہ ڪندس ناڙ هڏي سان، ڪندس آهر سان آزار.
قبي منجهہ ڪيترا اٿئي ڪامل ڪلادار.
صوفين اتي سعيو ڪيو، تيا بُت ڪان بيزار،
پڇي چڙهيا پيڙ تي، ٻيا ڏڻ ڪاهي ڏنار.
ڪين چڏيندس ڪوٽ کي، وڻ بوڙيندس وٽڪار.
انبن سان انڌير ڪيائين، لس ڪِري پيا ليار،
ليمان سي لڙهي ويا، ڏاڙهن سندا ڏار،
پاڙ ڪديائين تن پيرُن جي، گجر ڪيائين گار،
مار ڪيائين مُوري تي، ناهي واگڻن جو واپار،

ساڳ سيوئي ساڙي ڇڏيئين، ناهي مِرچن تي ميار،
پاڻي پنهنجا پاريا، ڪيائين جي قول قرار.
گهڙي پيو گهٽين ۾، ڪونيائين ڪِراڙ:
چئي: مهنديان ماري آيس، هندن جا هزار،
مِسَرَ لڳي ماندا تيا، ٻانيڻ ڪن ٻاڪار.
ماڻهو تن ملڪن جا ڪونيا ڪاردار:
ٻجي آئين[1] پيڙا تيو، بچايو بازار.
سوڊن سَتُوٽا ڪيا ڪمين سان قرار،
پئسا وٺو پنهنجا، ڪريو مارو مار.
تنهن ۾ پڪا، تڏا،ٿوئا،منجا، هنيئون بندن سندا بار،
اهڙي بنگ "بروچ" چئي، بچايائون بازار.
لغڙ وانگي لُوهون ڏيئي، تڙ ڪيرايائين تڪرار،
پاسن ڪان پاڻي وهندي، هندن جا هزار،
بنگلا سپ 'پيرون' ڪريا، ڪيائين رسالن ۾ راڙ،
ريلي اهڙا رڻ ڪيا، جيئن دونهان ڪن ڏنتڪار،
جُٺ ڪندس 'جڳي' سان، لهندس ساماري جي سار،
رس رڪيائين رام سان، ڪيائين الاهي توهار،
صاحب سگهائي موڪليا قاصد ۽ ڪوٽار:
تہ 'نارو' اچي ناڏيون[2] ڪندو، جئن شڪارا ڪن شڪار،
ٻجي چڙهو پيڙ تي، اوهين ڪيو بچا ٻار.
"ڪين ٻجنداسون ڪڏهن، اسين بنڌ ٻتون پيهار".
چئي"ڪُچو ڪُسندو ڪونہ ڪو، اَن ڪي سمجهائي تي سرڪار"،
چئي: پئسا لايون پنهنجا، ڪريون حيلن جا هزار.
سٽي سمجهيا ڪينڪي مهتا تيا مردار،

---

(1) آئين = اوهين. (2) ناڏيون = گوڙون، اٿلون.

ڪمي آنڊائون ڪيترا ۽ اوڏن ڪيا انڌار،
بنڌ متي "ٻروچ" چئي، هئا چور ٻه چوڪيدار،
تن ۾ 'ٻابڪو' بهادر هو، جنهن ڪيا حيلن جا هزار،
سوسرائي سمهي رهيو، جنهن کي ڪيا اوجاڳن انڌار،
ٻي رُوڄ وڏيس رات جو، ڪيائين اسر جو آزار،
پاٽيءَ پالوٽيون ڪيون، لڏايائين لهار،
گهڙي پيو گهٽين ۾، ڪيائين ڪٽين سان ڪينڪار،
'سوڍي' ستوٽا ڪيا، ناهي 'مينگهي' تي ميار،
مهتا لڳي ماندا ٿيا، هو 'ڪيئو' خبردار،
ماٺ ڪري ٻج 'مانگيان'، 'لڙهه ٻاري' وٺ ٻار،
جهڙي آهي تهڙي ويندي گذري،اسان جي آلهه توهار.
اتي 'عامل پيش' اتي ويا، جن جا محرر هئا مهندار،
هوءِ تان راتو روان ٿيا، پڄي نائڪ ٿيا نروار،
مهتا وري گڏ ٿيا، ڪونيائون ڪِراڙ،
ٻاوا! وڄ "ٻروچ" چئي، هريءَ وٺ هيڪار،
مون کي مهتن مڪو آهي، مُکي تي مهندار،
واهه ٻه اٽان ويجهڙو، ڪيو ٻچا ٻار.
موت آيو مُلڪ ۾، مون تي نه آهه ميار،
اَنڊ ڪڍايائون اڏ تي، اُجهي وين انبار،
ڏينگي اتي ٻوڙون وڏيون، جئن ڦري ڦيريدار،
چور لڳا تنهن'چانبو' کي، آئي 'واڏوءَ' سندي وار،
چائي پئي 'چِتو' کي، جنهن اونڌا ڪيا آچار،
ڪارو منهن ٿيو 'ڪوڏوءَ' جو، جنهن کي خلق
ڪيو خوار،
ڪٽڪ ٻچيس ڪانه ڪا، جهٽ ڪري ويس جوار،
ٻاجهري ٻڌي ويس، ناهي مگن تي ميار،
چانور چور ڪٽي ويس، گيهه ٻڌي ٿيس گار،
ٻُڙ ڪڄي ويس ڳوٺ مان، ڪندن جا خرار،

كائي وجي خوش ٿيا، ٻروچن جا ٻار،
'ٻانڌي' پواڙا[1] ڪيا، ڪئي 'ورهي' وارو وار،
اها مصلحت 'مسعود' ڪئي، ڪوٺيائين ڪنيار،
توڪان ٻائر پڇجي ويا، لڏي ويا لاڙ،
ڪَڙن سان ٿي ڪيترا ڪندس حيلن جا هزار،
اها جس 'نصير' کي ساري سڀ ڄمار،
ٻيهڙي آڻ "ٻروچ" چئي، تون سِرائي سردار!
'ڀيرون' چاڙهن پاڻ سان، هو ٻاريءَ سندو ٻار،
اڳيان دنگ درياءَ ۾، پرور! لنگهائين پار.
'ڪوري' ٻگا ڪيترا تاجن سان تڪرار،
'منجي' ماٺ ڪري، ٻگا 'ٻلهو' ڪان ٻيهار،
اڏوڙن کي اتي چڏي، ڪيئون ٻچا ٻار،
جهاڳي گهڙيا جهاڳ ۾، ڪتي تانگهو ڪتي تار،
ٻارنهن ٻيڙيون آئيون، ٻُواڙهون ٻهپار،
مهاڻا هن ملڪ جا مستيءَ سان مواڙ،
'جيئري' تن سان جنيون ڪيون، پيو پُٽن سان پچار،
مهتن کي ڪتان موت ڪنيو، ڪَلها ڪن ڪوڪار،
گهِلي ڪيو گام مان، تاري منجهان تار،
ڪُوڙيون ڪبيون ڪينڪي، شاعر هون سچار،
سڙهه ٻڌي ساڃا ٿيا، ڪئي ونجهن وارو وار،
سِگها پهتا سڪيءَ کي، بندر لاٿائون ٻار،
تتي ٻڌا ڏاڪر، گڏهه، گاٻا، ڪئي وهٽن وار،
مُوڙا ڪنيائون مٿن تي، ٿيا 'ڪاروڙي' تي خوار،
گام 'گبرن' جو پٽرو، ساري سڀ ڄمار،

---

[1] پواڙا = رڃ، ڏڙ.

’ڪانيوءِ‘ جھڙا ڪيترا، هئا ڪِراڙن جا ڪمدار،
پاڙ ويئي، پئنچن جي اهڙو ڪيائون انڌار،
گام ٻڏائون گس تي بنايائون بازار،
ٿري تنهن ’ٿُٻهي‘ تان، ’ڏونگائي‘ رهن ڏار،
پَهَر ونءِ ويو پانهنجي اُنائي ’الهيار‘،
’پاهڙ‘ ڪٽي ويو پاڻ سين ’جيئند‘ جاني يار،
’آدم خان‘ اڳي ويو، پنيان ’ڪرم‘ ڪئي ڪوڪار،
’شير خان‘ شتابيون ڪيون، جو ’محبت خان‘
هو مهندار،
وڃي پيا تنهن بيٺ متي ”ٻروچ“ چئي، جتي
هرٽن جا هزار،
ويهي رهيا ورهين ڪي، ساري سڀ ڄمار.
دانهين آيو ’دولت‘ وٺ هو سرائي سردار،
پٽ ٻه منهنجا پٽرا، موڳا سي مواڙ،
اهو نشو ويندان نڪري، ٻيو ڪنئي جو خمار،
ڪليو اوهين خوش تا ٿيو، سي ڪالهوڪا ٻار،
سوين اسان سُور ڏنا، ڏاڍا ڏک ڏڪار،
گابا گڏي گام جا وڃي ٿوڙيان ان تي ٿار،
پهر ڪري ويهه پٽري، ڪر ٿُرهي تي تنوار،
ڦري ’فتح خان‘ ٻينو جُڙي سو جمعدار،
’جيئند‘ تنهن سان جنيون ڪيون، ڏس ’ناري‘ سندا نار.
پاٽي پواڙا ڪيا، ڪيو ٻچا ٻار،
لس وڃي تنهن ’لُولان‘ تي، ڪيو ’مُڏي‘ ڪي مهندار،
هو ٻه راتو رات روان ٿيا سنجن ساڻ سوار،
پاٽي پنهنجا ياريا جي ڪيا قول قرار.
ڪاهه ڪيائين ’ڦبي‘ تي ويندي ’حسڻ‘ تي هيڪار،
چندين نانگ چررائي ڪئي، ارڙن سان انڌار،

لُنڊيون لوڙهي ڪيتريون، آئي واسينگن وار،
جُٺ ڪندو سئين جهان، منهنجي دڙي تي درٻار،
پير چڏي ويا پنهنجو، مُلڪ چڏي مجاور[1]،
'ڏاتو' تڪيو ڏيهہ ۾، جنهن ڪي اولياء جو آڌار،
دنگ 'دلن' جو پٽرو نڪري ٿيو نروار،
'سمي' پنهنجي سوڀ لاءِ اهڙي ڪيا انڌار،
ٻنڌ متي "ٻروچ" چئي، ڪيائون مارو مار،
ڪين ٿريو 'ٿٻهين' تان، نيائين هُرلن جا هزار،
مهڳ متي جي ماٺهو هئا، ڪيائين 'اونن' سان انڌار،
پهر ٻڏي تنهن 'پنئي اوني' جي، جو هئو ڪورين
جو ڪمدار،
'داد' ٻيني دانهون ڪيون 'مرڪي'! پوئي مار،
گاندو! انهيءَ گس سان، ٻوڙيئي ٻچا ٻار،
اجل اڳئي ائين تي چيو تہ سُتي لهندس سار،
ڪاهي گلو گڏهن جو 'منگهن' ٿيو مهندار،
رڻ ڪيائون رڍن سان، ڪَرَ ڪُتن جي ڪوڪار،
مُوڙا ڪنيئون متن تي، ڪڍيئون ٻچا ٻار،
سونهي[2] لنگهي سِگها پهتا قبي جي ڪنار،
جوءِ ۾ جُتيئون ڪينڪي، ڪيئون الهہ توهار،
'ٻلين' سندي پهر جا اهي اٿئي پار.
لهر لڳي ويئي 'لياري' تي، تڙ ٻُڏا تڪرار،
ڪونيائين اچي 'ڪپرين' ڪي، پيڙا ٿيو يار[3]،
'بيڙو خان' ٻَتڙ آيو، سهي ڪيائين صوبيدار،
اها جُٺ 'جمال' جي، ساري سپ جمار،
پڊ وجايائين پنهنجو، ناهي 'ميرڻ' متي ميار،
'خيري' آٽي ڦڪڙيون ڪيون، هُلن جا هزار،

---

(1) مجاوار = مجاور.
(2) سونهي = پاڻيءَ جي شاخ. (3) يار = پائر.

’آدم خان‘ اڳي تي چيو ’طاهر‘ کي تڪرار،
’ٻاگو خان‘ بلوچ هو سرائي سردار،
ڳوئيُون ڪڍيئين ڳوٺ مان راهي پنيان راڙ،
ٻوڏ ڪنيون تن ٻڪرين کي، رڙيون ڪن ريڍار،
پڇي چڙهيا پيڙ تي، ٻيو سبب ڪَين ستار.
اڳيان ملڪ اٿئي ميرن جو، ٽالپر ٽيليدار،
جڻ ڪنڌءِ جهان ۾ هو ساري سڀ ڄمار.
ڪير تان مونکي آڏو ڦري؟ لهان ’سونٺي‘ جي سار،
گام رهيو ’گيان‘ جو، ’جوٽيجا‘ ويهن ڏار،
ڪڙيا نيندس ڪيترا، منهنجو ’آراڙي‘ تي آر.
چُر متي چاندين ويهي ٻنائي بازار،
ٻُٽ پڇي سي ٻاهر ويا ڪيي ٻچا ٻار،
ڦيرو ڏنائين ’فتح‘ کي، جنهن جا ڳُجا ڪيائين گار،
سِرهي ڦهتو ’سير ڪن‘ کي، ناهي ’موچين‘ تي ميار،
’دريا خان‘ ماٺهو مکو، جنهن جا ’ڪلر‘ هنا ڪمدار،
’چانهيان‘ اتي دانهين آيا، ناهي ’مالهي‘ تي ميار،
اڻ ٻہ آنڌائون ايترو، ڪٽي سي خرار،
پڇي اوهين پيڙا تيو ’پڙي‘ متي يار،
سرديون گرميون ويندين گذري پاڻ تان، عليءَ
جي آڌار،
ڪين ٽريو ’ڪِينجهي جِي‘ تان، آئي ’ويراور‘،
جي وار،
’غلام علي‘ اتي گوڙيون ڪيون، ڪئي پُٽن
سان پچار،
ماٺهو ڪيو ملڪ مان، ڏڻ سوڏا ڏنار،
ٿون ٻہ لڏا ڪٽي ’لس‘ پڇي وڃ، پوئتي ڪيم نهار،

ڪين ٽريو تنهن 'ڏنگرالي' تان 'ٽوڙي' هڻ ٽار،
سعيو اتي 'سيدن' ڪيو پڳا ڏارو ڏار،
ٻوڏ ڪنيو تنهن 'ٻستان' ڪي، پئي 'ڪُنري'، ۾ ڪوڪار،
ميمڻ لڳي ماندا ٿيا، ٻيا هندن جا ٻہ هزار،
مڙي پاڻ ۾ مصلحت جو ويهي ڪيائون ويچار،
بيٺ مٿي "ٻروچ" چئي بنايائون بازار،
ور ڪري وچ 'وليءَ' ڪان، چڏ 'پئي' جي پچار،
لڪين تو جئن لوٽيائون اڙد ٻہ انتوڪار،
اهي عاشق اٿيئي اهڙا ڪچيءَ جا ڪمدار،
'ڏايوڪڙ' مان پٽريو ٽويا هڻون تار،
'ڏوري' مٿان ڏري رکيائين 'آنگاس' تي آر،
ڪين ٽريو تنهن 'مانجهاڪر' تان، ٻوڙيائين 'ٻاڪڙن' سندا ٻار،
منهن ۾ 'ماسرڪو' ڪيائين 'ڪرچيلي' ڪي خوار،
رڻ ڪيائين 'رندن' سان، جن جا تڙ ٻڌا تڪرار،
'مهري' ماٺهو موڪليو 'صوبي' ڏي سوار.
'ناري' ملڪ نهوڙيو اهڙو ڪيائين انڌار،
پڇي چڙهو پٽن تي 'نبي سر' ڪان پار،
گهڙا پري 'گهوڙئي' جا، ڪيائين ڪاريگرن سان ڪار،
راڄ رُلائين 'رامهور' جو 'ٽڙي' ڪان نروار،
پُري پهتو سو 'پري' ڪي 'ڪاڪڙ' ڪيائين خوار،
دار پريئين 'ڏريئيي' جي، اٿلي ڪيائين انڌار،
چوڏار چانديا پڳا، لاهي 'ٻانٺ' مٿي ٻار،
ڪين چڏيائين 'ڪولاچين' ڪي، ڪيائين 'انبن' سان انڌار،

ڪري پيو 'ڪُڙياني' تي ڪيائين 'گابڙلي' ڪي گر،
ڦيرو ڏنائين فقيرن کي، جي هئا ڪامل ڪلادار،
بانڪا 'بلالاڻي' اتي اڙين جا آڏار،
مُنهن ڪري وچ 'منگهان' ڏي، آئي 'وڏهر' سندي وار،
اوڏو وچ 'اکوٽي' کي 'پابٽي' کان پار،
ڪين چڙيائين 'جسڪاڻين' کي 'ٽنگڙي' هڻم تار،
'ڪيريا' ڪاهي ويا اُنيون سي اونار،
راڻو 'راضي شاهه' اتئي 'مُوهر' جو مهندار،
سَٺ ڪيائين 'سيڙهي' تي، ڪيائين 'آري' تي انداري،
پر وڻي تون 'پٽاري' جي لنگهه پراڻو پار،
ڳوٺ بچيو تنهن 'ڳوٽَير' جو سيّد هئا سردار،
جهور بڌي تنهن 'جهڏي' تي نيائين هُرلن جا هزار،
جُٺ ڪيائين 'جسڪورين' سان، ڏسو پاٽي سندا پار،
لڏا ڪٽي لس پڳا ڪيائون راڙهو راڙ،
'سعد خان' سَٽون ڏنيون ڪيائين تي ڪَمين سان قرار:
پئسا وٺو پانهنجا ڪريو مارو مار،
ماڻهو ڪوئَين ملڪ مان هارين جا هزار،
ڪُڇو ڪتو ڪوٺ ڪو، اتي سندو سرڪار.
ٻهڪو 'ٻداڻين' جو اتئي 'چانڊو' تي چوڏار،
پهر لڏايائين 'پهوڙن' جي ڏڻ سوڏا ڏراڙ،
ٻوڏ منجهان "ٻروچ" چئي، نڪري ٿيا نروار.
ٽاڻو 'ٿهيمن' جو اتيئي 'بانڪرالي' بازار،

لڏا ڪٽي لس پڳا، ڪيائون الله توهار،
آڏي ڏيئي 'انڙ' هليا، 'ڏميا' پڳا ڏار،
ماڻ ڪري ويا 'منگلجا'، تيا 'نوحاڻي' نروار،
پاڙ ويئي پئنچن جي، اهڙو ڪيائون انڌار،
مارو پيو 'موتيءَ' ڪي، مکي ٿيو مهندار،
گانبو ويو گڏام چڏي آنن جا انبار،
ڪٽي ڪائي خوش تيا منجهانِ چور چڪار،
ڪين منيائين 'مرڙاڻين' ڪي، ڪيائين 'مغيري'
مهندار،
پهر پڇي تن 'پتافين' جي، ڪيائين 'ٻگي' ۾ ٻاڪار،
هليو ويو 'حمالين' تي، ڪيائين 'احمداڻين' تي آر،
آڏيءَ جو پيو 'علياڻين' ۾، 'نارو' ٿيو نروار،
خاڪي چڏيائين ڪونه ڪو، اهڙو ڪيائين انڌار،
پالهو ڪيائين 'پروڙ' ڪي، ڪيائين 'خاناهي'
ڪي خوار،
'ٻهري' منجهه "ٻروچ" چئي، پاڻيءَ ڪئي پاتار،
پاڻي پالوئيون ڪيون، ناهي 'مُلن' تي ميار،
'خيرپورين' ڪي خوار ڪري، وڃي ٻوڙيائين 'ٻنگار'،
ملهايائون 'محراب' ڪي، هئا 'چانديا' چوڪيدار،
پار پڇي تنهن 'پنگرئي' جا 'ڏبٽيءَ' ڪان ڏار،
وسِ ڪيائين 'وَئِي' سان، هئا 'ڪوسا' خبردار،
ڦيرو ڏنائين 'ڦانت' ڪي ڪيائين مارو مار،
اٿل ڪيائين 'ايندروڙن' تي 'چاڏي' تي چوڏار،
ڪين چڏيندس 'ڪلوين' ڪي، آهن اڙين جي آڌار،
ور ڏنائين تنهن 'ونگي' ڪي ڪيائين 'ڪاجهرساڻي'
ڪار،
ڪري ڪاهه 'ڪيهي' تي ڪيائين 'ڦبن' سان قرار،

ٻوڙيندس ’ٻيري‘ کي ويندس هيبت تي هيڪار.
’جهاڳ‘ لنگهي وڃ ’جهاڳورن‘ ڪان، ناهي ’لوئن‘ تي لِيار،
شيڪي آيو ’سينهڙي‘ تي، پئي ’پاتر‘ منجهه پچار،
مارو وڏائين ’مني‘ ۾، جتي هرڻن جا هزار،
ڪري پيو ’ڪيڙ‘ ۾، آئي ’ولاسي‘ جي وار،
ساريو ساري ڪيترا شاعر سڀ شمار،
ڪندو ٻاجهه ”ٻروچ“ سان، هو ”جمالي“ جهونجهار،
ملڪن ۾ ”ميرخان“ چئي، مون ’نارو‘ ڪيو نروار،
مِنو گڏيو ڪاڙي سان، تي ڪلمي جي پچار.
لا اِلٰه اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

## (2)

## مَدُو فقير جا بيت*

ساراهيان سچو ڏٽي، ڏس قادر جي ڪل،
جمعي ڏينهن جوتيائين، ارڙهين رات ازل،
ماريائين مسڪينن کي، ڪانهِ پيس ڪهل،
ساري ساريان ڪيتري، آڳي جي اچل،
نئي پئي ’ندامائين‘ تي، چڻڪي متان چل،
پوريا هئائون مسجد ۾، بڪرين سندا ڦر،
رهيو باقي ڪونهِ ڪو، پونگو نهِ ڪو گهر،
ڪوٺ يڳائين ڪيترا، ماڙيون کي محل،
جيڪي سُتا تي سيج تي، تن ڪلي پاتا ڪڊر،

* هيءَ روايت وچولي (تعلقي سنجهوري) مان جمال رند ڪان ملي.

اوچتو اسان کي چگو آهہ، ٻچون شل هيڪر،
ايريو سڄ خير جو، ڪيائون پڇڻ تي پر،
هجي ها پئسو پاند ۾، تہ جاچين پٽ پٽر،
بوڙيائين 'ٻوبيءَ' کي بينو پاڻي وڻ سٽر،
ڏنائين سيڪت 'سيهون' کي، ٽپايائين 'ٽالپر'،
جلهہ ڪري جهليائين، وڃي 'پنيرن' سندي پر،
'هوت' چيو 'پانڊيءَ' کي: لنگهو هن پر!
لڳي مانڊائي 'ماچين' کي جهليائون 'حاجي مراد'
جو در:
هاڻ تہ ٻک تا مرون، ڏجئين خان خبر.
مٽان دل لوڏيو، ڏيندو سانوَ اَنڻ اوتر.
موٽي 'مراد بخش' ڪان، جهليو پاڻيءَ 'سامورن' سر،
پڄو پونگا چڏي، اوهين گهوٽ بہ پنهنجا گهر،
ڪئين پڳا هٿا ڪيترا، ڪي شوق منجهان ئي 'شر'،
ڪيائين ڪاهہ 'قلعي' تي، جهليائين 'بسيءَ'
سندي پر،
نيئي پيو 'ناريجي' تي، مٿان خال خلل،
پتيون پڳائين ڪيتريون، ٻيا صُفا مٿيءَ سل،
پاڻي اچي پينتل ڪئي، جهليائين 'ڪنڊياريءَ'
جي ڪپر،
بنگلا هن جا بنات جا هئا، ٻيا ڪوٽ ڪٿر،
تيو واويلو 'وساڻن' سان، تون پت رکين پرور!
تيو خلل 'ڪاهي' ۾، "تون ڏي خليفا! خبر،
'دينو وڏيرو' تو دانهون ڪري، هلي ڪنڌ
ٻڌو هيڪر،
نہ تہ 'سنڌڙي' تي سڄ ٿئي، جهليو پٽن سندي پر،

تکي تار ڪري ڪيجو، ڏهر وڏي جا در،
هن جو خيال گهٽو 'ڪپري' تي، هلي پوءِ
پئنچن ۾ پچر،
وسري وين وجود تان، ڪي قرب سندا ڪاڳر،
اهو حال ڏسي "مدو فقير" تو دانهن ڪري هيڪر،
پت رکين پرور! مڙنئي جي مسڪين چئي.



# سيّد غوث محمّد شاهه جي وفات*

(چيل بچايو رند)

مُتهلي جي پر ۾ ڳوٺ شفيع محمد شاهه، تعلقي سنجهوري ۾ بخاري خاندان جا سادات رهندا هئا. پوئين دور ۾ هن خاندان جو پريو مڙس سيّد شفيع محمد شاهه هڪ سخي مرد ۽ مهمان نواز ماڻهو هو. سندس ننڍو پاءُ ميان غوث محمد شاهه، ڀوهه جوانيءَ ۾ وفات ڪري ويو. سندس هن بي وقتي موت سبب سندس عزيزن، دوستن ۽ ٻين راڄن کي سخت صدمو پهتو. سيّد شفيع محمد شاهه جي خاندان جا راڻي پور جي پيرن، رئيس فقير بخش ڪاڇي ۽ مقبول شاهه پيئن واري سان گهاٽا ناتا هئا، تنهنڪري انهن سيني کي سيّد غوث محمد شاهه جي وفات ڏاڍو ڏک پهچايو، جن ڏانهن شاعر پنهنجي ڪلام ۾ اشارو ڪيو آهي.

ڪري واڪا ويڙهه ۾، تيون دوڏن جون ڏڏڪاريون،
رسيون تي 'راڻي پور' ۾، جي تهتان ويون تارون،
پئي هئي ڪل ڪنڌيءَ ۾، ڪيون ڪنڌيءَ ڪوڪارون،
'مقبول شاهه' متي مرد جي، تي ڏنيون اوچنگارون،
'فقير بخش' فڪر ڪيا، وجهايئين تي ولي لاءِ قارون،
آيا شهر 'مُتهلي' ۾، نڙڪن پيون ناريون،
ڏهه ڏهه ڳوڙها ڏينهن ۾، ٽمائن تيون ناريون،
سٽي هالاٽو 'شاهه' جو، ڪيون پڪين پچارون،
نہ مرد لڏي ويو 'متهلي' مان، جو هو دردن جو دارون،
پوءِ لاهي مرد ميارون، وجي وينو وسئن ۾.

* هيءَ روايت وچولي (تعلقي سنجهوري) مان جمال رند کان ملي.

# پوپٽ بکڪ جو مَهير جبل ۾ چيتو مارڻ

(چيل ڪارو سگهڙ*)

[اٽڪل ستن سالن جي ڳالهہ آهي تہ ڪوهستان جي مَهيرَ جبل ۾ هڪ خونخوار چيتو رهندو هو. هن چيتي ماڻهن جو ڪيترو ئي چوپايو مال ڪائي ناس ڪري ڇڏيو. آسپاس جي رهاڪن چيتي کي گولي مارڻ ۾ وسئون ڪونہ گهٽايو پر چيتو هٿ نہ آيو. هڪ دفعي 'شودي ٻوهيڙي' جون اُنيون چرندي چيتي واري جُوءِ ۾ وڃي پهتيون. اُنين کي ورائڻ لاءِ 'شودو' بہ اچي پهتو، پر همت نہ ساري موٽي ويو ويو ۽ وڃي ٻين کي جاڻ ڪيائين. ٽي پائر پوپٽ، پريو ۽ علو ۽ ٻيا چيتي مارڻ لاءِ سنيريا. بہ بہ ڄڻا ٽي گهٽ جهلي چيتي جي انتظار ۾ ويهي رهيا. شام ٽي تہ چيتو گجگوڙ ڪندو پنهنجي غار ڪان ٻاهر نڪتو. پريي بندوق جي گولي ڇوڙي پر چيتو وار گسائي وري غار ۾ لڪي ويو ۽ سڄي رات ٻاهر ڪونہ نڪتو. صبوح جي وقت، اهو خيال ڪري تہ چيتو زخمي ٿي پيو آهي سڀيئي غار ۾ گهڙي ويا. چيتي نهايت غضبناڪ گجگوڙ سان مٿن حملو ڪيو. پريو، ڪانڙو ۽ علو زخمي ٿي پيا. پوپٽ، چيتي جي ڪاپار ۾ پالو هٿي ڪڍيو، جنهن ڪان پوءِ چيتو ۽ پوپٽ ٻئي پاڻ ۾ ڳنڍجي ويا. چيتي هڪ زورائتو چنبو هٿي پوپٽ جي ٻانهن زخمي ڪري ڇڏي، پر پوپٽ بہ ٻهادر مڙس هو سو چيتي کي دسي مٿس چڙهي وينو ۽ ڪيس گهوگهو ڏيئي پائرن کي سڏ ڪرڻ لڳو. پريي ۽ ڪانڙي تہ بدحواسي جي حالت ۾ سندس سڏ ئي ڪونہ ٻڌا ۽ علو ڪين پري ڪان ٻيهي هڪلون ڪرڻ لڳو. باقي شودو چيتي جي گجگوڙ ٻڌي پوئين پيرين وني پڳو، چئي: منهنجا نندڙا ٻار رُلي ويندا. آخر پوپٽ چاقو سان چيتي جو پيٽ ڦاڙي وڌو. پوءِ اوٻاهيو

* هيءَ روايت ڪراچي مان صالح محمد سمي ڪان ملي.

چيتي کي ڪلهي تي ڪٽي سيني سان گڏجي ڳوٺ پهتو. ڪاري سگهڙ، پوپٽ بڪڪ جي بهادريءَ واري هن واقعي کي پنهنجي ڪلام ۾ بيان ڪيو آهي جو هيٺ ڏجو ٿو].

ساراهيان سچو ڏڻي، ڪم سندا ڪلتار،
مڃيان محمّد ڪارڻي، جو اُمت جو آڌار،
نوري يار نبيءَ جا، مصلحتي مهنديار:
اها اتي ئي تي، آئي ٻيءَ جي وار،
مرون سُجهي تو 'مهير' ۾ چِٽو[1] چوڪيدار،
سو جاءِ جوڙائي بيٺو، پَسو آگي جا اختيار،
اُنيون 'شودي ٻوهيري' جون، تيون چرن ڏارو ڏار،
سي جهاڳي وييون جُوءِ ۾، جتي 'چِٽو' چوڪيدار،
'چِٽو' تن کي چڪاسي تو، گهِٽيا ڪري گار[2]،
'ٻوهيرو' آيو ٻُڌ تي، وري ويو وينجهار[3]،
'ڪانڙا' آيا "ڪارو" چئي، ڪن 'ٻڪڪ' کي ٻَچڪار،
هي ٻه چارئي شينهن سنيوڙا، وجن 'چِٽــي' تي چوڏار[4]،
سوِيون ڏين تو اُن کي، تون صاحب رب ستار!
ويري ويناس ويجهڙا، 'پريائو' 'پوپٽ' ڏار،
سانجهيءَ ويل 'سگهڙ' چئي، آيو گينور ڪري گجڪار،
تڏهن بندوق چوڙي پريائي، گاهُ گسايو يار[5]،
'پوپٽ' تنهن کي پڙ ۾، لايو لِچو منجهه لغار،

---

[1] چِٽو = چيتو. (2) گار = گر. (3) ٻُڌ = سُڌ، سَماءُ.
[4] سَنيوڙا = سنبريا، تيار ٿي. (5) گاهُ = گهاءُ.

ڏُڪار! ڌَهڪو، ڏور ڦهڪو، تتي ڪانَ
ڪئي ڪڏڪار[1]،
وِير واڍوڙيو واڳهه وجي پنهنجي ڏر تي ڏار[2]،
صبح جو سونچو ڪري، آيا مِرونءَ تي مهنديار[3]،
ويري تنهن کي ورائي ويا، چوڪنديءَ چوڌار،
'پريائو' پنهنجي پائرن سان، ڇٽيو نِگهَه ڪري
نهار،
تڏهن 'چنو' اُتيو چڪر ڪري، گوڙ ڪري گرنار،
اُڇلايائين اُنهن کي، سي پيا 'پريائو' 'علو' ڏار،
'پوپٽ' تنهن کي پڙ ڪري، هنئي ڪيڏي
منجهه ڪپار،
پري آئي بندوق ۾، تي تيئي تکر ڏار،
هکل ڪري هٿ وڌا، تنهن 'پوپٽ' پَلتيدار،
'پوپٽ' 'چنو' پاڻ ۾ تا پڙ ملهائين يار،
وجهي وات ٻانهن ۾، تنهن نشاني کي نهار،
باز تنهن بهادر جو جوڙين ربّ جبّار!
'پوپٽ' هٽي پَٽ سين تنهن گوڏا ڏنا ڏار،
نهري جهلي نڙيءَ ۾، ڪِي پائرن کي بچڪار،
تي سَڌ سورهيه ڪيا، 'پريائي' کي جهونجهار،
سُئا ڪين 'سُگهڙ' چئي، نہ تہ ڪانڙي ڪئي
ڪڏڪار،
'عرضي' اُسريو ئي ڪينڪي، جنهن کي وڙهڻ
جي نہ تي وار،

---

[1] ڏُڪار = بندوق. [2] واڍوڙيو = ڦٽيَل، زخميل. [3] سونچو = ڊپہ شڪ.

ڇڏيو هوند ڇپر تان، پر اڳيان تياس ڪَرگ جي قطار،
مِرونءَ پنهنجي ماڳ تي، ڪِي تي هڪل ۽ هونگار،
تڏهن 'شودي' جي "سگهڙ" چئي سَنڌين ڇڏي سار،
"مِرون مارينڊو مونکي، منهنجا رُلي ويندا ٻار"،
اِها صلاح سورهيہ ڪري، منهن ڇڏيو مهنديار،
سنگتين جي "سانئر" چئي، متس ناهہ ميار[1].
اهو اتي ئي تيو، آئي ٻئي جي وار،
'علو' اُتي نہ سگهيو، پٽيءَ ڏنائين تي پار،
پريا وڃ 'بڪڪ' ڏي، تنهن جي سگهولهج سار،
چاقو ڪڍي چست مان، ويو تيڏيءَ وار،
ڪُنائينس تي "ڪارو" چئي، مارپائين مُردار،
مِرون ماري مُڇ تي وينا سي وينجهار،
وِير سائيءَ جو واڳهہ وٺي، ويا ڪٽي سوپ سنگهار[2]،
وير ورياماڻي وري آيو، 'او پايو' اَجهي دار،
ڪاوڙجي ڪلهو هٽي، تنهن مِرون ڪنيو مهنديار،
ناهي ڪم ڪنواٽن جو، تا ٻاري ڪٽن ٻار،
پَهلوان ڪٽي پڙ نان، آيو گهر جهونجهار،
'بڪڪ' پائر 'پوتاٽين' جا، عهدي اجهيدار،
مانجهي مُڙٽا ڪينڪي، جن جي دِسِين ۾ ڏڏڪار[3]،
ڏني سگهہ 'سائينڏني' ڪي صاحب ربّ ستار،
قائم ڪِرا تنهن جا، ٻيون پاڙون منجهہ پاتار[4].

---

(1) سانئر = شاعر.
(2) سائِي = اُٺن، ڏاچي.
(3) دِسِيُون = ڏِسيون.
(4) ڪِيرا = ڪِلا.

مدد تو سان مصطفيٰ، ٻيا چار نٻي جا يار،
گھوڙي ڏينم گھوٽ تون، ھجي سَنجين سين سينگار،
ٻيا پِي ڏٽا کوڊي مونکي ڏيندا مصلحتي مھنديار،
'پوپٽ' پيرن اڏيو، ڪنلو باغ بھار،
سو ڊِگو ڏيندو سَگھو، ھکلي سو ھيڪار،
اَسان چيو ايترو، اڳيان سالڪ لھندا سار،
ڪلمي جي قطار، چُٽو شل ايمان سين.
لا اِلٰه اِلّا الله مُحَمّد رسول الله



# صوفي قلندر بخش جي شهادت

[فقير قلندر بخش صوفي ناري جي مشهور درويش صوفي محمد صديق عرف صادق فقير جو پڙ پوٽو ۽ حاجي محمد صوفي جو وڏو فرزند هو. سندس ولادت سنہ 1880ع ڌاري ٿي. مشهور شاعر محمد هاشم "مخلص" کان عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪئي هئائين. صورت سان گڏ سيرت جو بہ سهڻو هو. صوفي صاحب نهايت ئي رحمدل، بيخوف ۽ بي ريا هوندو هو. ڪوبہ سوالي سندس در تان خالي نہ ويندو هو، ايستائين جو پنهنجي بدن جا ڪپڙا بہ لاهي سوالين کي ڏيئي ڇڏيندو هو. ڳوٺ جي غريب بيوهہ عورتن ۽ يتيم ٻارن کي گهر ويٺي مدد پهچائيندو هو. حق ۽ صداقت جو ڪوڏيو هو. انهي حق گوئي سبب کيس بمبئي ڪائونسل جي ميمبري ۽ لوڪلبورڊ جي صدارت بہ ڇڏڻي پيئي. علم وارن ماڻهن جو وڏس قدر ۽ چاهہ هوندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن پاڻ بہ شعر چوندو هو. سندس شاهي ڪتب خانو اڄ بہ محفوظ ۽ موجود آهي. سندس نيڪي ۽ سچائي جي شهرت سبب خود پائر ڦري سندس دشمن ٿي پيا ۽ هنن صوفي صاحب کي شهيد ڪرائڻ جا گهاٽ گهڙيا. آخر 8- محرم سنہ 1349هہ، جمعي جي ڏينهن ڪن ماڻهن سان گڏ سندس پائرن جي چرچ تي قلندر بخش جي ٻنين کي ملندڙ پاڻي اڇي بند ڪيو. صوفي جا بہ وفادار نوڪر 'گل' ۽ 'وزير' انهي تڪرار کي حل ڪرڻ ويا جي مارجي ويا. جڏهين صوفيءَ کي اها خبر پيئي تہ پاڻ روزي جي حالت ۾ ٻنيءَ ڏانهن ويو. پر اهي ماڻهو جيئن تہ آيا ئي کيس قتل ڪرڻ جي خيال سان هئا، تنهنڪري انهن مٿس ڪهاڙين سان حملو ڪري، کيس شهيد ڪري ڇڏيو. هن افسوسناڪ واقعي کي ٽن شاعرن يارو شر، ڏاتار بخش ۽ پانڌي آريسر بيان ڪيو آهي جو هتي ڏجي ٿو.]

( 1 )

# فقير ياروشر جا چيل بيت*

اول نام الله جو، قدرت ڏٽي ڪيڏو!
سچو جڳ سردار ڪي، هاديءَ ڏنو هيڏو!
اُمتي عربي ڄام جو، الست ۾ ايڏو،
وڏيءَ مٽيا مرد هو، وڳهه ۾ ويڏو(1)،
راجا راڄن جو ڏٽي، ڏڍ ڄبل جيڏو(2)،
سورهيه سمجهان ڪونه ڪو، عالم ۾ ايڏو،
چوڏس چنڊ چٽو جيئن، ان جو طالع هو تيڏو،
ڪنهن رضا سان ريڏو، نه ته لک مرد جو مَٽ هو.

لک مردن جو مٽ هو "شر" چئي شاني،
بيشڪ هو بهادر هو، دل جو دوراني،
اِيءَ گادي غازين جي هئي ناميل نيشاني،
'قلندر بخش' ڪيهر هو، جنهن جا ڏهيسر ڏاني،
سورهيه چوڏهين سنه ۾، ويو پاري پهلواني،
راجا رائيفل سامهون، ڏينهن جمعي جاني،
ان پيتو ڪير خمير جو، مرد مهماني(3)،
هئي رضا رباني، نه ته لک مرد جو مٽ هو.

لک مرد جو مَٽ هو، شاهه عليءَ جو شينهن،
ڪُل ڳالهه ۾ ڪمال هو، غازي گل غنيءُ،
صوفي سرويچ هو، سامن جهل صريح،

---

* هيءَ روايت ٿرپارڪر (تعلقي عمرڪوٽ) مان معمور يوسفاڻي ڪان ملي.
(1) وڳهه = وڳهه ڪوٽ > ڪوٽ. (2) ويڏو = جهڙو. (3) خمير = ازل، تقدير.

ونو موتيءَ مينھُن، نہ تہ ڪئمپ لڙي ھا ڪانہ ڪا.

ڪئمپ لڙي ھا ڪانہ ڪا، ساڻ ھٿيارن حرام،
فوجن ۾ سو فِٽ ھو، تنھن جو سو چرڪن سلام[1]،
وڃي ولايت ڪان پري ويو، نر جو نام،
'انڊيا' ۾ عيان ھو، تنھن اَرڏي جو احڪام،
جڏھن ڪري شوق شڪار جو، تڏھن ڪائي طعام،
ڪيئي شينھن ٻَڌائي "شر" چئي، ويھي پوءِ وريام،
ان رليءَ جي موت ڪان، ھن اصل ڪيو انجام،
تہ ڏبو سِر سخاوت ۾، ڪنجھڻ آھ ڪلام[2]،
جتان جميو ھر ھي جام، سا ماڳھون مِٽي ھئي ايتري.

سا ماڳھون مِٽي ايتري، خاوند ھئي خلقي،
جيڪا وٺي خاڪ خدا ڪي، مولٰي سا مُڪِي،
'صوفي' انھيءَ سيگھہ مان. ھاديءَ ڪيو حقي،
شھادت جو "شر" چئي، مرد ھو متقي،
اُن ڪي مدعي ماري ھاڪو نہ ڪو، نہ ڪا ٻيائي
ٻُڪي،
لکي ھئي لوح قلم ۾، 'صوفيءَ' لئي سُرکي،
ان لکئي ڪانہ لڪي، جا ھئي نوري ڳالھہ نصيب ۾.

نوري ڳالھہ نصيب ۾، ڳايان چو نہ ڳوڏو(3)،
يکي دل "يارو" چئي، ھُو ھئو لکن جو لوڏو(4)،
سورھيہ سو تو ڳائجي، جيڪو ھِنياتو ھوندو(5)،
ٻيا مرد گھڻا ملڪ ۾، تيئن ھي ديمن ۾ دودو(6)،
اگھيو در الله جي، وڃي صوفيءَ جو سودو،
ھو سُئو، نڪي مرندو، آھي صوفي ياد سين ڪي.

---

(1) فِٽ = Fit، پورو، ٺيڪ. سوجر = سولجر. (2) ڪلام = طعنو. (3) ڳوڏو = سورھيہ. (4) لوڏو = شڪار اٿاريندڙ، ماريندڙ. (5) ھنياتو = ھنئين وارو، دلير. (6) ديمي = لشڪر.

صوفي ياد سين کي، آهہ ڪٿڪ جهل ڪافي،
مٿي ماڳهون ايتري هئي، صوفيءَ جي صافي،
شهادت جو ”شر“ چئي، شرف مليس شافي،
جيئري جنت ڪٿي ويو، محشر ٿيس معافي،
مليس اَمر انصافي، هُو هو ڳولو انهيءَ ڳالهہ جو.

ڳولو هو انهيءَ ڳالهہ جو، ڪهُريو ٿي ائين جوان،
شهادت جا ”شر“ چئي، مليس درجا دو جهان،
صوفي جي سر مٿي هئي، طاقت ڪنهن کي ڪانہ،
ساريل هئا سيڪنهن کي، اَرڏي جا ارڪان،
مانيءَ وانگر مدعيءَ کي، ڪائي ڇڏي ها خان،
بيشڪ بادشاهن جي، ٿي سُڌ رکي سلطان،
انهيءَ پر انگريز سان، ٿي دنگ هنيو دوران،
غرض نہ ڪديائين غنيم جي، امر ۾ اعلان،
هل! هِنيون تنهنجو، اهو جگر جوان،!
خاوند خوب خلقيو، تنهنجو شاهي شان،
واڏر، ورڏي وات ۾، زابر منجهہ زبان،
هرڪو هيبت نہ جهلي، منهن چڙهي ميدان،
انهيءَ مرد مٿير مان، هئا گورن کي گمان،
انديا ۾ ارمان، ٿيا صوفيءَ سندي سر جا.

ساراهيان سچو ڏٺي، صاحب ربّ سلطان،
قصو ڪريان ٿو قلندر بخش جو، بيتن ۾ بيان:
طالع وڏي طويل هو، پُرس پهلوان،
جهنگلي جهنگن ۾ ڊنا ٿي، انهيءَ جي اعلان،
تنهن تي صاحبلوڪ سڙيا پئي، پچن جيئن پڪوان،
غازي اُترَ گوڙ جان، هو زبرو منجهہ زبان[1]،

[1] اُتر گوڙ = برسات وقت اُتر طرف ٿيندڙ گوڙ.

جڏهن قلندر بخش ڪوثر رسيو، وٺي شهادت شان،
ڪمشنر ڪڙهي ويا، جي هئا درباري ديوان،
گورن پئي گوڏا پٽيا، حاڪم هئا حيران،
'صوفيءَ' وائي وات ۾، پُورن منجهه بيان،
اڄ آڙو لڏيو انگريز جو، جهُڙ لٿو آسمان[1]،
تخت ڏٽيءَ ڪي تار ملي، اُن وقت امتحان،
تہ قول اٿئي قلندر بخش جو، دهرا وراهڄ دان،
مانُ سڄاڻي مرد جو، ڪو جو قدردان،
سُوءَ ڪجان صوفي لئي، تخت نہ ويهجان تان نہ،
تنهنجي! انگريزيءَ جو اَدلڏيو، ڪوٽ ڀڳو ڪوهستان،
يارهن بادشاهيون ياد ڪجان، اٿئي جيڪي منجهہ جهان،
ٻارهين ٽوپيءَ تون ٻجهين ٿو، دنگ پنهنجي دوران،
تڏهن يارن ڪي "يارو" چئي، خبر پيئي ڪانہ،
صوفي ويو صاحبيءَ مان، ساز ڪٽي سامان،
جو هو اوٽ اِنديا جي، چوگرد چوگان،
اُن سان ڪئين راجائون رفيق هئا، جوڌپوري جوان،
هن ڪان مٿي سر سردار جو، روءِ چوان رحمان،
هند سارينئي سومرا! سنڌ سڄي سلطان!
ساري انديا ۾ ارمان، صوفيءَ سندي سر جا.

صوفيءَ جو سر جو، توڙئون ڪريو تپاس،
هن جو شوق شڪار سان، هو پيڙ هائتو پياس،
جهنگلي مرون جهنگ جا، تن مور نہ سڌاريو ماس،
ڪنيائون پئي خوف ۾، سِڪ ٻڌندو ساس،
شينهن تان شامت لٿي، روجهن تان راڪاس،
سي اڄ ڪندا آساس، جو صوفي شها ڪٽي ويو[2].

---

[1] آڙو = آڏ، جهَل. (2) آساس = آرام، فرحت. شِيها = گوليون، اوزار.

صوفي شيها ڪٽي ويو، پهلوانيون پاور[1]،
اُن جي متيءَ موت ملوڪ ٿيو، بيشڪ بهادر،
سخي، خان خدائيءَ ۾، هو نالي نشانبر،
ڪل گادين ۾ گل هو، ملڪن ۾ مشر،
صوفي سچ سموند هو، ڪلان ساڻ ڪڪر،
ملڪن ۾ ماڻڪ هو، تنهن جو هو نوريءَ پاس نظر،
هو جن ڏنو ڏهيسر، تن ڪي ڪارا ويس ڪلهن تي.

ڪارا ويس ڪُلهن تي، هئو ڏهيسر ڏي،
لڳيءَ مهل ميدان تي، غازي هئو گڍ[2]،
جبل ويڙهو جوان هو، جنگ جهونجهاري جندُ،
اروڙ بند انگريز لاءِ، هئو مهيسر مندُ،
فرنگي تنهن فقير مان، ڪايو وينو هو ڪندُ،
جو سِڏيون ٻڌائيندو هو صاحبلوڪن ڪي،
نظاري نچندُ[3]،
چوان چوڏهينءَ چندُ، 'صوفي' ورن سون جي.

صوفي ورن سون جي، تنهن جو درس ٻڌو ديدار،
اُن جو مغز ماهيءَ سانهه جيئن، ڪنڌ ڪُلهن ڪپار،
چيلهه سنهي، منهن موڪرو، تڪ ٻاهر تڪرار،
هٿ، ڪرايون سگهه ڀريا، ڪُل ونٽائون وار[4]،
شمَرّ اڪيون شير جون، گلابي گلزار،
ڏند موتي، چپ چُونبوان، نڪ نيزي نروار[5]،
سُونهارِي صوفيءَ جي، هئي چمن گل چوڏار،
عطر، مشڪ، عنبير سان، جڙ ڪڪر ڪارونيار،

---

[1] پاور = Power، طاقت، زور. [2] گڍ = قلعو، ڪوٽ. [3] نظاري نچندُ = پٽري پٽ.
[4] ونٽائون = ونيل. [5] چُونبوان = وٽندڙ، سهڻا.

مون فوٽو ڏنو هو فقير جو، سچو ميگهه ملهار،
ڇاپي واري ڇاپيو هو، ڪاغذ متي قرار،
تنهن انصافيءَ انصاف ڪيو هو، ويس رکي ولهار،
پير پٽولا، ڇنگهون، بڪيون، تنهن جو ديک
وارو ديدار،
ساري اڏاوت امير جي، چڙهه بادل وسن بهار،
پهري پوشاڪون پَٽ جون، چوئا چندن هار،
ڪنهين اوڊيو ڪونہ ڪو، صوفيءَ جو سينگار،
جيڪو آهي محمّد ڄام مهندار، سو ڪندو
شفاعت ”شر“ ڇئي.

ڪندو شفاعت ”شر“ ڇئي، مديني جو مير،
صوفي چوڏهين سنہ جو، اصل هئڙو وير،
زيارت لئي زماني آيو، فرمودي لاءِ فقير،
پؤنر گلن ۾ پٽڪيو، ورتائين تڪين جو تاثير،
جهڙيون هيون فوجون فرنگيءَ جون،تهڙو ڪئمپن ساڻ ڪبير،
ملهائي هليو ملير، صوفي شهادت سات سان.

صوفي شهادت سات سان، تنهن کي سوڀ ملي سولي،
پاڙهي جماعت جمعي جي، ويو حورن ڏي هلي،
راڄا رائيفل سامهون، ويو ڪٽوريو ڪلي،
اُن کي شهادت ”شر“ ڇئي، محرم منجهہ ملي،
حشر ڏاينهن هلي، وڃي هو گڏيو ’حسنين‘ سان.

هو گڏيو حسنين کي، ڏيان اوهين ڏاريو،
يڪيءَ دل ”يارو“ ڇئي، ساعت اوهين ساريو،
مرتبو ملوڪ جو، تاريخ اوهين تاريو،

هوڏانهن پئي سيج وڇائي سيّد لئي، هيڏانهن
صوفي سينگاريو،
جائزي هو جنّت جو، سورهيه سوڀارو،
ٽيو ماڳهين موچارو، صوفي شهادت ساٺ سان.

صوفي شهادت ساٺ سان، گلزاريو گوهر،
اُن جو بهشت اندر بخت وريو، وينو تخت
مٿي تونگر،
شهادت جو ”شر“ چئي، پهري هليو پر،
اُن ڪان قادر وٺندو ڪونه ڪو، پڇاڙو پرور،
صوفي تنهن جو سر، وڃي حاضر ٿيو حضور ۾.

حاضر ٿيو حضور ۾، هو تان شير سخي،
اَنگ اگهاڙو ڪونه ڇڏيائين، نه ڪا پيٽ بکي،
عبادت ڪندو هو الله جي، ڪنان لوڪ لڪي،
اُن جي رازق پت رکي، هليو صوفي شهادت ساٺ سان.

هليو صوفي شهادت ساٺ سان، تنهن جا ويا لُڙ لهي،
ڏوهن ۽ گناهن جي، اُن تي رَتي ڪانه رهي،
هُو ته جيئري جنّت ڪٺي ويو، واري ڏوهه وَهي،
ڪلمون راس ڪهي، سڀ دعائون ڪريو
صوفي ڪي.

لا اِله اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

ﮀﮁﮀﮁ

(2)

# صوفي ڏاتار بخش جا بيت*

صفت ڪريان سبحان جي، جو رازق ربّ رحيم،
مالڪ آهي ملڪ جو، قدرت ساڻ قديم،
پيدا ڪيائين پيغمبر ڪي، جو فائق آهي فهيم،
اَجهو آخر زماني جو، مرسل آهي مقيم،
سَيرا ۽ سقيم، ڇٽندا خفيل تنهن جي.

قصو ڪريان تو قضا جو، تنهان پوءِ تڪرار،
’قلندر بخش‘ ڪيهر هو، منجهه سومرن سردار،
رهندو هو شهر ’صوفيءَ‘ ۾، آهر جي آڌار،
پنهنجو مٽ پاڻ هو، پهلوانيءَ ۾ پار،
سهڻو صورت جو گهڻو، اعليٰ حُسن اَپار،
اکيون آهُو جهڙيون، وار گهنڊيدار،
رنگ روءِ گلاب جي، چال ڪبڪ رفتار،
سخا جو پڻ شينهن هو، لٽيائين خزانا خرار،
مومن متّقي هو، ڪندو هو بندگي بيشمار،
مُلڪان ملڪ مشهور هو، نانءُ سندس نروار،
محبت ۾ مڪمل هو، هئس غريبن سان پيار،
اِنصاف ۽ عدل جو، هو سچئي سينگار،
نہ ڪندو هو خيال ڪنهن جو، نہ ريا رشتيدار،
ملڪ سندس مطيع هئا، هو ملڪن جو مختيار،
ڪماني ۽ ڪليڪٽر ڪندا هئا نمي نمسڪار،

* هيءَ روايت ٿرپارڪر (تعلقي عمرڪوٽ) مان ”معمور“ يوسفاڻي کان ملي.

اوج سندس اعليٰ هو، پر قضا ڪئي ٻي ڪار،
دوست ڦري دشمن ٿيا، ٻيا هاري ڪمدار،
ياءَ وٺانس باغي ٿيا، ڏسي نام سندس نروار،
بچندا پيا هئا پَر ۾، نہ ڪندا هئا اظهار،
ڳجهيون ڳوهيندا هئا پاڻ ۾، ڪري ڪيئي ويچار،
پر طاقت نہ هئن تِر جيتري، لاشڪ هئا لاچار،
لڪيو پري، ڪين ٿري، اِيءُ آڳي جو اقرار.
دغا رکي دل ۾، ڪيائون پاڙيءَ لاءِ پُڪار،
تہ ٻنيون وجن ٿيون ٻج ڪان، هاڻ ڪجي ڪو تڪرار،
سنباهي ساٿي موڪليائون، ڪولڻ پاڙيءَ پار،
اُهي شيطان هئا سومرا، خادم خدمتگار،
جن ڪي ننگ نہ پيو نمڪ جو، ٿيا خوڪ خوار[1]،
’گل‘ ۽ ’وزير‘ گڏ ويا ڏسڻ، صوفي سندن سردار،
پر منهن ۾ آين موذي اُهي، جي هئا جهيڙي لاءِ تيار،
پوءِ مرد موٺيا ڪينڪي، هئي لڪئي ائين لغار،
پائي حليميءَ جو هار، شير شهادت رسيا.

شير شهادت رسيا، مولٰي وڏاين مانُ،
’صوفي‘ پڻ ستو ويو، ڏسڻ شهيدن جو شان،
ڪوفي ڪاهي آيا، گوڙ ڪري گهمسان،
شير شهادت رسيا، ٿي پڙ ۾ پهلوان،
مولٰي ڏنن مان، شهادت جي سيج جو.

شهادت جي سيج جو، سريو ڪين شان،
سنہ تيرهن سؤ اوڻونجاهہ، محرم مهيني مان،
اُنين تاريخ، ڏينهن جمعو، اهو ٿيو اعلان:

---

[1] خوڪ = سُوئر، مِرُون. (2) گل ۽ وزير خاصخيلي، صوفي جا خاص خدمتگار.

"شير شهادت رسيا، پڙ ۾ پهلوان".
"ڏاتار بخش" ڏکوين تي، الله ڪندو احسان،
موليٰ مهربان، ڪندو مهر معصومن[1] تي.

## (3)

# پانڌي آريسر* جو نظم*

هردم ڪر تون ياد ڏٽي، جنهن جي آهي جوڙ گهٽي،
حَسن حُسين دوست ڏٽي، تن جي محبت مونکي وٽي.
قلندر صوفي ڪيهر ڪنڌار.
محمّد مير منو مهندار، سهٽا صحابي تنهن جا يار،
حَسن حُسين هينئين جا هار، نرمل نيڪ چوان نروار،
غازي گوهر سي گلزار.
صادق، صابر تن جي ڳال، سيئي سٺو موچاري مقال،
چوڏهين سن ۾ صحيح سوال، صوفي قلندر حُسن جمال،
تجلا تخت ڪري چمڪار.
زاهد عابد زور چوان، قرآن پڙهندڙ دؤر چوان،
محبت مصري مور چوان، ڪندڙ غريبن غور چوان،
·ياري يتيمن رکي يار.

---

[1] صوفي شهيد جو صغير فرزند شمس الحق، جو ٻه دشمنن جي اک ۾ هو.
* پانڌي ولد مانجهي آريسر ڳوٺ چارڪي، تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ رهي ٿو. هو 1898ع ۾ ڄائو. سندس تعليم پارسيء ۾ 'ڪريما' ۽ 'ما مقيما' تائين آهي. هن وقت درس و تدريس ۽ حڪمت سندس خاص شغل آهن. سندس ڪلام مداحن، مناجاتن، معجزن، مناقبن ۽ مولودن تي مشتمل آهي.
* هيء روايت وچولي (تعلقي ٽنڊي الهيار) مان ولي محمد طاهرزادي کان ملي.

ور ور ڏيئي وصف ڪجي، پلي بهادر صفت ڪجي،
محبت من ۾ مست ڪجي، چال چڱيءَ تي چست ڪجي،
لکي اُماڻ تون اخبار.

تنهن تي لڏيو لوڪ منجهان، صدقي سِر ڪيو شوق منجهان،
ذاڪر ٿيو جو ذوق منجهان، ڇاتي نہ ڏڪيس چونڪ منجهان،
بيشڪ مرد چوان مختار.

محرم مهينو چنڊ ڏٺو، ماتم جو اچي مينهن وٺو،
وجهہ وٺي اچي ويري وينو، صاحبزادو تن شير ڪنو،
اهو الله جو هو اسرار.

فرض نماز جو پڙهيو فقير، قلب اندر ۾ عشق امير،
صحيح سومرو دل جو سڌير، عقل اڪابر ٻاونگير،
اجل چيو تون ٿي هوشيار.

امر سٽي سڌ اُٿيو امير، بيشڪ 'ناري' ملڪ جو مير،
حُسن جلوو ماهہ منير، پيا گڏ ساٿس 'گل' 'وزير'،
هٿن خالي، ري هٿيار.

'وزير' 'گل' ٻہ ٻانهان گڏيا، اوچتو اچي ات اجل سڏيا،
دل ۾ دلبر ڪينڪي لُڏيا، ڪوڏئون ڪيهر آيا ڪُڏيا،
صدقي ڪيئون سِر سؤ وار.

آيا پڙ ۾ بانڪا باخبر، هُل هلي ويو ڏاڍو حشر،
لکي وينو هو شوم شمر، هٿ ۾ رکيو تيز تبر،
ڪوفين وانگر ٿيا منهن ڪار.

جاهل وينا هٽرا جهنگ، پڙوا پيتو ڀي سپ ڀنگ،
نڪتا نور نياڱا نِهنگ، چوويهہ چيلهہ ٻڌي اٿيا چنگ،
تن ۾ 'پونگر' هئو بدڪار.

دشمن پاءُ ٿيو جنهن ويرا، ڪوريو ماس وڍين تا جيرا،
هٿ پير، بڪيون، ٻانهون پيرا، گهاءُ جگر ۾ ڪيڙا گهيرا،
ڏڙ ڪپي ڪيئون سر ڪؤن ڌار.

چوڏس چاري چور وينا، ٻي ڏين پولو پُوڪ بينا،
بچڙا موذي پليت منا، رب ڪان رهزن رول رنا،
ٿيڙا خجلئون خوڪ خوار.

تيرنهن سؤ سن اوڻونجاهه، محرم مهيني ماڻ ڏجان،
انين تاريخ عجب ڪجان، ڏينهن جمعي جو جوڙ رکجان،
ٿيئي ڪُسي ويا ڪيهر ڪنڌار.

امر الله جو آيو اُن دم، تقدير تڏهن ڪيڙو ڪم،
نہ تہ سامهون ڪير اچي رستم، غازي مرد جو ملڪ ۾ غم،
عالم ساري ۾ اوچنگار.

ٻئي گڏ ماريا در جا ٻانها، گهورجي جاني ويڙا جوانا،
ڪنڌڙو ڪوري ڪيئون قربانا، ناري ۾ ٿيا نر نيشانا،
ڏيهہ ساري ۾ هو ڏهڪار.

”پانڌي فقير“ ڪر تون صبر، الحمد پڙهي ڪر تون شڪر،
ڏاڍو رب ڏهاڻي ڏر، واحد ڏي تون جلدئي ور،
ڪلمي ساڻ جيءُ جيار.

لا اِلٰه اِلاّ الله مُحَمَّد رسول الله

ﮧﮨﮧﮨ

# عبدالرحمان بروهي جو پوليس جي پهري مان ڇڄڻ*

(چيل محمد خان بلوچ)

[عبدالرحمان بروهي اتر سنڌ جو هڪ مشهور ڌاڙيل هو، جنهن لاءِ مشهور آهي تہ هو نهايت غريب پرور هو. هزارين غريب سندس مدد تي پلبا هئا. هي گهڻو ڪري وڏن وڏن زميندارن ۽ شاهوڪارن کي ڦري مال 'غريبن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو، جنهنڪري غريب ماڻهو سندس ساراهہ مان ڍاپندا ئي ڪين هئا. 1932ع ۾ هڪ پيرو پاڻ، دينو ڪاسائي، ٻگُو ۽ ٻين ڇئن ساٿين سميت گرفتار ٿي پيو. کين سکر جيل ۾ رکيو ويو، جتان وري کين ريل گاڏي ۾ کنهن ٻئي طرف نيو ٿي ويو. احمد شاهہ، عبدالواحد جمعدار ۽ ٻيا ڪيترا هٿياربند پوليس وارا سندن نگراني ڪري رهيا هئا. اوچتو کنهن سبب گاڏي هڪڙي هنڌ بيهي رهي، عبدالرحمان اهو موقعو غنيمت سمجهيو ۽ هوشيار ٿي ساٿين کي هڪل ڪيائين، جنهن تي سندس ساٿين وٺي پوليس تي حملو ڪيو ۽ پوليس وارن کان هٿيار ڦري ڀڄي ويا. پر جيئن تہ رستي جا واقف ڪونہ هئا تنهنڪري ڀٽڪي کنهن جهنگ ۾ وڃي نڪتا. اتي پوليس بہ اچي رسين، ٻنهي طرفن کان گوليون هليون، آخرڪار ڌاڙيل بيوس ٿي وري جهلجي پيا. انهيءَ واقعي جو ذڪر ڪندي سگهڙ محمد خان بلوچ پنهنجي ڪلام ۾ پوليس جي ڦڙڦوٽ ۽ پريشاني بيان ڪندي عبدالرحمٰن ۽ سندس ساٿين جي ساراهہ ڪئي آهي ۽ چيو اٿس تہ: اهڙا بهادر انعام جي لائق هئا پر سرڪار سندن قدرداني نہ ڪئي. عبدالرحمان ڌاڙيل کي ڪجهہ عرصي کان پوءِ خون جي الزام هيٺ عام ماڻهن اڳيان ڦاسي ڏني ويئي.]

پهرين صفت خدا جي ڪريان، ٻيو نبيءَ جي نروار،
پِير، پيغمبر، پنجتن، ٻيا آهن چارئي يار،

* هيءَ روايت اُتر (تعلقي ميرپور ماٿيلي) مان "شور" خانپوري کان ملي.

سَوَ اُتم پيغمبرن جا، پر محمّد مڙني مختيار،
فقير، امير هزارين پيدا ڪيا پروردگار،
ٻاجهہ ڪندو ٻاجهارو، رازق رکڻهار،
اهو عرض الله کي آهي، تہ راهہ رسول ڏيکار،
نوڙيس ڪين نماز تي، ويا پنجئي وقت پاتار،
فرض ادا مان ڪين ڪيا، جو آهي نفس جي مار،
ربّ سائين! تون راضي ٿي، مون اڻ تارُو کي تار،
نڪو مان منجهہ تار ترڻ آ، نڪو ثمر آ بسيار،
ساجهر صحيح سلامت، سائين! ڪُل جو ٻيڙو تار.
قصو هڪڙو عجب ٻڌوسين، آهي مزيدار،
'عبدالرحمان بروهي' هو، جيڪو ڏاڙي جو سينگار،
هڪڙو 'دينو' ڪاسائي، ٻيو 'ٻَڪُو' ٻهري دار،
سيئي ست ڄڻا هئا سانيرو، جن جا نالا نہ آهن نروار،
قيد هئا سکر ۾، جيڪي وڄڻا هئا وڏڪار،
سنيراياڻون سپاهہ کي، جيڪي تکڙا منجهہ تلوار،
اڳيئون ڪم ڪمينن ناهي، سمجهي تو اسرار،
اهو ٻڌي واڪو اُٿي هليا، هي ڪرڙا ڪاردار،
ٽپ ڏيئي اٿيو اٿي، هو هيبتناڪ هسوار،
'اقبال احمد' 'شاهپور' مان نڪري ٿيو نروار،
'عبدالواحد' جي خدمت ڪيو، جو آهي جمعدار،
سنيري گهات ظالم اٿي هليو، ڪُوپو ڪُل ڪنڌار،
هلڻ ويل خوشيءَ ماز هليا، ٿيا ريل مٿي هسوار،
آخر اٿي رسيا، جتي پؤ سندي پلڪار،
ڪَل چري ڪڙڪو ٿيو، مٿا ڌم ڌڪار،
گاڏي بيني بربٽ ۾، ٿيو هُلچو هُلڪار،
'عبدالرحمان' پنهنجي سنگتين سان بينو هو هوشيار،

ڏڙڪو تنهن جو اڳيون جهلي سگهي نہ سرڪار،
هڪل سان بي ايمان ٿيا، اڳيون چارئي جوان چوڏار،
ڪارتوس ڏنائونس ڳنن سان، بيا ڇڏيائون سڀ هٿيار،
هڪڙا ڪريا پٽن تان، گاڏيءَ جي تہ گدار،
ڪپڙا پنهنجا پاڻ ڦاڙين، سنگتين جي آڌار،
سکر ڏانهن هو سونهان نہ ٿين، پيا پڇائين بازار،
جڻ گدڙ ڦاٽا آويءَ ۾، ڪن ڪُوڪان ڪارونيار،
وڙهڻ سان مڙسن ڪين گهٽايو، پر ٿيڙا نيٺ لاچار،
اهڙا مرد تہ مر جال هجن، دشمن تي ڌڪار،
انعامن جي لائق هيا، پر ڳُني آ سرڪار،
مار پوي تن موڳن تي، جن ڪيو ڪم ڪسار،
دانهن ٻڌائون ’دهلي‘ ۾، تي اوندهہ انڌوڪار،
هوڏانهن ’هندستان‘ ۽ ’چين‘ ۾ چلي لڙائي چوڌار،
خبر ’خراسان‘ پئي، ’امرتسر‘ پهتو اسرار،
لوڪن ٻڌو ’لاڙڪاڻي‘ هر هنڌ هئو ويچار،
ڏاهہ پئي هت ڏکڻ پاسي، ’جيسلمير‘ پچار،
’سنڌ‘ سڄي ۾ مشهور ٿيڙا، ’ڪوئيٽا‘ ڪارونيار،
باهہ لڳي پنيور ڪي، جتان هوت هليا هسوار،
نماڻي سان ناحق ٿيڙو، بيحد بيقرار،
عجيبن سان اوچتا، ويا ڳنڍجي منجهن ڳدار،
خان پنهون سان خوش ٿي، وڃي پهتا منجهہ پهاڙ،
’ڪيچ‘، ’ڳنگا‘، مڪران ۾ هت قصو ڪن سچار،
سامر سلامت سومري، موٽائي هئي ماڙ،
مومل ڏي منهن ڪونہ هو، پر سوڍي ڪي هئا ساڙ،
مجنون يڪي مست هو، ليليٰ ڪارڻ ڏار،
سهڻي پنهنجي سوز ۾، هئي ملڻ لاءِ ميهار،

’هير‘ سيالڻ ’رانجهي‘ ڪارڻ روئي زارئون زار،
’سيف الملوڪ‘ ڪارڻ اپچرا ’بديع الجمال‘ ڪديا پار،
’ليلان‘ لاڏ گھٽي سبب، ور مٺايو هار،
’ڪونرو‘ گھٽي قرب منجهان، ڪٽي ڏنو هو هار،
’سسئي‘ پنهنجي ’پنهل‘ ڪاڻ، ڪاهيو ٿي ڪوهيار،
شيرين جي لقاءَ سبب ’فرهاد‘ ڪيو سر ڌار،
ائين هر عاشق جو وارو آيو، سمجھ تون سردار!
”محمد خان“ بلوچ چئي، ويا سڀ گڏجي منجھ گذار،
هاڻي ڪلمي جي آڌار، سيڪو پهتو سير ڪي.
لا اِله اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

ᗢᗣᗢᗣ

# ڪوئيٽا وارو زلزلو

3- مئي 1935ع ۾ ڪوئيٽا جو زلزلو خدا جو قهر ۽ غضب پاڻ سان کڻي آيو. سڄي مخلوق منڙيءَ ننڊ ۾ آرامي هئي ته اسر وقت سوا ٽين بجي اوچتو ڌرتيءَ جي اندران خوفناڪ آواز اچڻ لڳا ۽ زمين آهستي آهستي چرپر شروع ڪئي. ان کان پوءِ هڪ زوردار ڌوڏو آيو، جنهن جي اثر کان وڏا وڏا محل ۽ بنگلا اچي پٽ تي پيا. سندن بدنصيب رهواسي ٻڙڪ به ٻاهر ڪڍي نه سگهيا ۽ هزارين مڻ مٽيءَ جي هيٺ دٻجي مري ويا. هن زلزلي سبب ٿيل تباهيءَ جو اندازو ان مان ئي ٿئي ٿو جو هڪ سؤ ٽيهه ميل ڊيگهه ۽ ويهه ميل ويڪر واري ڳتيل ايراضي زلزلي جي اثر هيٺ آئي، جنهن ۾ مکيه شهرن ڪوئيٽا، مستونگ ۽ قلات سان گڏ هڪ سؤ ننڍا ڳوٺ پڻ تباهه ٿي ويا. مالي نقصان جو ته ڪاتوئي ڪونه هو. ڪروڙين روپين جو مال ڌرتي هيٺ دٻجي ويو. ڪا جاءِ سلامت نه بچي، ريلوي اسٽيشن ۽ ريلوي لائن تباهه ٿي ويئي. ڪيترا امير ۽ ڪاروباري ماڻهو، پنهنجو سيڪجهه وڃائي رستي تي پنڻ لڳا. مائرن پنهنجي ٻچڙن جي لاشن کي چرين وانگر مٽيءَ جي ڍڙن جي هيٺان پٽي ڪوٽيو. ڪيترا معصوم ٻچڙا پنهنجي مائٽن لاءِ ٻاڪاري رهيا هئا. مطلب ته هر طرف واويلا ۽ نفسانفسي لڳي پيئي هئي. سرڪاري رپورٽ مطابق اندازاً 80 هزار انسان هن زلزلي ۾ مئا. هڪ گهر ۾ هڪ سؤ سورهن ياتين مان فقط ٻه ڄڻا بچيا ۽ شهر جي چئن هزار سپاهين سان رڳو ويهه ڄڻا وڃي بچيا.

هن زلزلي جي خبرن پهچڻ تي سڄيءَ سنڌ ۾ ماتم ڇانئجي ويو، ڇاڪاڻ ته مرڻ وارن ۾ سنڌين جو به وڏو تعداد شامل هو، جي گرميءَ جي موسم ۾ آبهوا بدلائڻ لاءِ ڪوئيٽا ويا هئا. تنهن کان سواءِ فقط شڪارپور جا 12 هزار ماڻهو ڪوئيٽا ۾ ئي رهندا هئا، جي پڻ هن

زلزلي ۾ مري ويا. هن دردناڪ واقعي تي مولوي احمد ملاح ۽ ثناءالله "ثنائي" ڪلام چيو آهي. مولوي احمد ملاح پنهنجيءَ روايت ۾ دنيا جي بي ثباتي ۽ ناپائداري جو ذڪر ڪندي نصيحت ٿو ڪري ته انسان ڪي گهرجي ته گمراهي ۽ برائي کي ڇڏي نيڪي جي واٽ وٺي ته جيئن خدا جي قهر کان بچي سگهي. مولوي احمد ملاح جو هيءُ نظم سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور آهي.

ثناءالله "ثنائي" پنهنجي ڪلام ۾ سنڌ جي هڪ ڳوٺ 'وڪڙي' جي ڪنهن حافظ کان ٻڌل روايت کي بيان ڪيو آهي. اهو حافظ گهمڻ سانگي بنا ٽڪيٽ ڪوئيٽا وڃي نڪتو هو ۽ زلزلي جي وقت اتي ئي موجود هو. اُتان موٽڻ کان پوءِ اچي "ثنائي" کي زلزلي جو احوال ٻڌايائين. هن حافظ جي بيان موجب، هڪ شخص عالم ڪلهوڙو پنهنجي زال ۽ عيال سميت ڪوئيٽا گهمڻ ويو. قرآن جو حافظ ۽ درويش صفت ماڻهو هو. سندس زال بيحد حسين هئي. جيئن ته ان وقت ڪوئيٽا ۾ عيش پرستي ۽ بدڪاري گهٽي هئي، تنهنڪري ڪي ماڻهو سندس زال تي بُري نظر وجهڻ لڳا. آخر حافظ جي زال 'نور بيبي' جي حُسن جي هاڪ ڪوئيٽا جي هڪ عياش ۽ ظالم شاهوڪار 'قطب شاهه' پناڻ تائين پهتي. قطب شاهه، سلطان بيبي نالي هڪ مشهور ڏوتيءَ کي حافظ جي گهر موڪليو، جنهن نور بيبيءَ کي اچي ڏٽاريو ته 'هينئر تنهنجي گهمڻ ڦرڻ جي عمر آهي، تون ڇو گهر ۾ قيد ٿي ويٺي آهين؟ هل ته آءٌ توکي قطب شاهه جي حويلي گهمائي اچان'. حافظ به هن ڏوتيءَ جي مڪر ۾ اچي پنهنجي زال کي موڪل ڏني ته هوءَ يلي وڃي گهمي اچي، پر جڏهن ڪافي رات گذرڻ کان پوءِ به سندس زال ڪانه موٽي تڏهن حافظ پاڻ قطب شاهه جي حويليءَ تي وڃي پنهنجيءَ زال جي پڇا ڪئي، جنهن تي قطب شاهه کيس جواب ڏنو ته 'تنهنجي زال مون پيڻ ڪئي آهي، تون ڪو خيال نه ڪر، سڀاڻي تو وٽ موٽي ايندي'. پر هوءَ ٻئي ڏينهن به ڪانه موٽي. حافظ وري قطب

شاهہ جي حويليءَ تي ويو پر ڪيس صاف جواب مليو تہ ’تنھنجي زال هتي ڪانھي‘. تنھن تي حافظ ڏاڍيون ليلڙائيون پاتيون پر قطب شاهہ کي مٽس رحم نہ آيو ۽ ڪيس پنھنجي نوڪرن کان تڙائي ڪڍي ڇڏيائين. حافظ ويچارو هيڏي وڏي شهر ۾ ڦرجي ويو. ـندس سنھا ٻار ماءُ کان سواءِ لڇڻ لڳا. گھٽئي ڊڪ ڊوڙ ڪيائين پر قطب شاهہ جھڙي جابر ماڻھو جي مقابلي ۾ سندس ڪنھن بہ ڪانہ ٻڌي. هر طرف کان نااميد ٿيڻ کان پوءِ حافظ، خدا کي ٻاڏايو تہ ’اي خدا! اُن وقت تائين داڻو پاڻي نہ ڪائيندس جيستائين منھنجو داد نہ ٿيندو‘. حافظ مٿو ۽ پير اگھاڙا ڪري ستن ڏينھن تائين هڪ هنڌ تي ويھي قرآن جي تلاوت ڪندو رهيو. هفتي جي پوئين ڏينھن تي بيھوش ٿي ڪِري پيو. جنھن کان پوءِ ڪيس خواب ۾ بشارت ملي تہ خدا تنھنجو عرض ٻڌو آهي ۽ اڄ رات ڪوئيٽا جو شهر غرق ٿي ويندو ۽ آخر ائين ئي ٿيو.

## حاجي احمد ملاح* جو چيل نظم*

اڪيون ڪول اِنسان! هڪ منٽ ۾،
مَرَ تي مست مهمان، هڪ منٽ ۾،

---

* ”هيڪڙائي حق“ مطبوع اسلاميہ پريس، حيدرآباد تان ورتل.

* مولوي احمد ملاح سنہ 11- 1312هہ 93- 1894ع ڌاري، ڪنڊي لڳ رڙ پا ماڙي تعلقي بدين ۾ ڄائو. ننڍي هوندي مال چاريندو هو، پر پوءِ پڙهڻ جو شوق ٿيس، جنھنڪري پھريائين ’پڳڙا ميمڻ‘ ۽ ’پيرو لشاريءَ‘ لڳ ’اوٺن‘ ۾ شروعاتي تعليم ختم ڪري، پوءِ سنڌ جي مختلف مدرسن ۾ وڌيڪ تعليم حاصل ڪيائين ۽ دستاربندي ڪرائي اچي بدين ۾ رهيو. ان بعد اتي هڪڙو مدرسو کوليائين ۽ توحيد جي تبليغ ۽ قبر پرستيءَ جي خلاف جهاد شروع ڪيائين. سندس شعر جي شروعات ننڍي هوندي کان ئي ٿي هئي جنھنڪري سندس ڪلام ڏاڍو پختو آهي. ’فتح لواري‘، ’هيڪڙائي حق‘ ’گلشن احمد‘، ’گلزار احمد‘ ۽ ’معرفت الاهي‘ سندس ڪلام جا مجموعا آهن جيڪي شايع ٿي چڪا آهن. هن وقت قرآن شريف جو ترجمو بيتن ۾ ڪري رهيو آهي، جنھن جو پھريون ڀاڱو (پاره عمر) اسلاميہ دارالاشاعت مان شايع ٿيو آهي.

اٿئي روح رهاڻ، هڪ منٽ ۾،
گهمي ڏس گلستان، هڪ منٽ ۾.

اچا ياد جپان، برما، بهار،
تہ آيو وري اوچتو اشتهار،
ڪيو قهر ڪوئيٽا تي قادر قهار،
ختم ڪر ڪوهستان، هڪ منٽ ۾.

سَنجهي جو سُتا جي ٿڌي هِير تي،
بدن گل بنيا بادِ شبگير تي،
اُسر وقت وريو وڳر وير تي،
تباهيءَ جو طوفان، هڪ منٽ ۾.

اُسر وقت اڪثريون گهٽيءَ گهر ۾،
تہ ڪوئيٽا اچي ويو ڪنهن قهر ۾،
سدا شُغل شاديون جنهين شهر ۾،
سُڃي ڪُوڪ اُت ڪانءَ، هڪ منٽ ۾.

سنجهي شهر ۾ تيون شغل شاديون،
گُلن سين مڙهيون گهوٽ لئي گاديون،
فجر وقت فرياد فرياديون،
خوشيون ڪيل خيمان، هڪ منٽ ۾.

سَنجهي جو سُتا خان، کٽ تي کِلي،
اُسُر وقت ويا سپ مٽيءَ ۾ ملي،
رهين دل جو دل ۾ اِرادو دلي،
سُجا ساز سامان، هڪ منٽ ۾.

وچينءَ وقت گلشن ۾ ڪن گهوٽ گشت،
پنيرڪي بنيا سي بيابان دشت،
ٻري ٻاهه اُت جنهن کي پانيئون بهشت،
ڦِٽا باغ بستان، هڪ منٽ ۾.

سجڻ! ڇا سَليمان ڳالهه اِن سُور جي،
مصيبت سندي موت مذڪور جي،
تہ ويا پهرئين پُور ۾ پورجي،
عجب رنگ انسان، هڪ منٽ ۾.

جتي باغ بنگلا ۽ بستان ڪَئين،
مَرن لئي مِڙيا مال مستان ڪَئين،
زبردست هئا زيردستان ڪَئين،
ٿيا ترت تابان، هڪ منٽ ۾.

سحر وقت سيڪو منيءَ ننڊ ۾،
تہ آين اجل جي چِٽي ننڊ ۾،
نہ ڪنهن، ڪنهن جي صورت ڏٺي ننڊ ۾،
جدا ٿيا جگر جان، هڪ منٽ ۾.

اَسُر وقت آرام ويڙن وٽي،
تہ ڌرتي ڌُبي ساڻ دهشت گهٽي،
هنئي پيڙ پِٽين، پئي چِت چِٽي،
سرن هيٺ سروان، هڪ منٽ ۾.

منجهان ’سنڌ‘ ’پنجاب‘ ’ڪابل‘ ’قندار‘،
’دلي‘ خواه ٻئي ديس مان ڌار ڌار،
اڳوڻن تي اڳرا مڙيا مت سڌار،
ٿيا دوڳ دگران، هڪ منٽ ۾.

”جمعي رات جاني، ستاويهين صفر،
سَوا ٽين بجي“ ٽيو سُتن سڌ سفر،
نگهوسار ٽيا شاهه، نوڪر نفر،
ڦِٽن نام نيشان، هڪ منٽ ۾.

سٽو، ڏيگهه سؤ ٽيهه، ويهه ميل ويڪ،
انهي وچ ۾ آيو ڪو لوڏو ٺي هيڪ،
نہ ڪئي ڪنهن ڪنهين سان سلام عليڪ،
ٻريا شمع پروان، هڪ منٽ ۾.

مڪيہ شهر مستونگ ڪوئٽيا، قلات،
ننڍا ڳوٺ هڪ سؤ، لڳي جن جي لاٺ،
جتي عيش هر ڪنهن هئا حاصلات،
مٽيئي ملڪ ميدان، هڪ منٽ ۾.

لکڻ هار لِيکو ٻُڌايو ٻڌي،
اَسي ڪن هزارن ڪر ويندا وڏي،
ڪري ڪهل ڪَرَ ڪنهن نہ لالن لڏي،
ٽين حال حيران، هڪ منٽ ۾.

مئا مِير، ماڙيون ڍهِي ڍير ٿيون،
دڙن هيٺ دانهون گهٽي دير ٿيون،
وِلهن جون نہ واهُون تنهين وير ٿيون،
وَرتئون راهه رحمان، هڪ منٽ ۾.

ننڍا نو ڪمشنر، رمي ويا رئيس،
بچيا ويهه منجهان چئن هزارن پوليس،
ڪِريا ڪوٽ، ٽيا ڪوئٽيا پاس ڪيس،
ڪپر هيٺ ڪپتان، هڪ منٽ ۾.

ختم کيل کاتي، هوائيءَ سندو،
رسالو بہ چَٽ، ريلوائِيءَ سندو،
هليو کوس، اُن کارروائيءَ سندو،
حڪم ساڻ حنان، هڪ منٽ ۾.

پٽين ۾ اچي ويا، بهادر بلوچ،
نِياءَ جن نِبيريا، ڪري سمجهہ سوچ،
ويا لال لتجي، ڪندي لوچ پوچ،
تيا خون ڪئين خان، هڪ منٽ ۾.

گهٽا گهوٽ گهوڙا، چِپن ۾ چنا،
لَتا لاش لالن، ڪَرِهِيُ تيا ڪنا،
نہ سرڪار ڪوٺيا، نہ ڪوٺڻ ڏنا،
ڏَڙن هيٺ ديوان، هڪ منٽ ۾.

هئا سؤ تي سورهن چٽا هڪ ڪٽنب،
مڙن کي رکيا موت سيني تي سُنب،
بچيا اُت بہ باقي منجهان باغ انب،
غمن ۾ سي غلطان، هڪ منٽ ۾.

سندا شهر شڪارپور شاهوڪار،
هئا کي انهيءَ هنڌ، بارهن هزار،
انهن مان بچيا، هڪ سؤ جي شُمار،
بيا سي بيابان، هڪ منٽ ۾.

دڙن هيٺ دانهون، تيون زاروزار،
ڪڍي کير مونکي، تہ ڏيندس هزار،
نہ آين ڪو اوڏو، ڪندي انتظار،
ڏنائون جلي جان، هڪ منٽ ۾.

سجي شهر تان، سائر ڦِريو سُتي،
حشر حادثا اڄ هزارين هتي،
جتي راڄ هئا، روڄ راڙها اُتي،
متا گوڙ گهمسان، هڪ منٿ ۾.

جتي تي رهيا راڄ ڏوليا ۽ ڏٿ،
اَجل سڀ اجاڙيا، اُمالڪ اُڦٽ،
بچيا سؤ تي ڏهه، چار تن ۾ ٻه چٽ،
ڦٽيو نڪ، ڦٽي ران، هڪ منٽ ۾.

جتي مغز واسيو، ويا واس مان،
هئي هِير هبڪار، هر پاس مان،
بيهي اُت سگهي ڪون اڄ ٻاس مان،
لُڙهي ويا سي لوبان، هڪ منٽ ۾.

ٻُنا ڏاڏلن جا دڙن هيٺ دم،
اسر وقت ڪَيئون آستانو عدم،
ٽيا ڪوٺيا ۾ ڪروڙين پدم،
نقد مال نقصان، هڪ منٽ ۾.

جتي گهوٽ گهوڙن تي، گهوڙا اُتي،
جتي لال هئا، لعل ڳوڙها اُتي،
جتي وصل وايون، وڇوڙا اُتي،
امن هنڌ اَرمان، هڪ منٽ ۾.

ڪُنڊين ۾ جِني ڪالهه ڪانيون ڪجل،
متي تان مٽي اُن ڪي واري اَجل،
هميشه هوندو هڪ خدا عزّوجل،
ٿين خاڪ خاقان، هڪ منٽ ۾.

هئي آس جنهن اولياءَ ۾ وڏي،
اُنهيءَ کي بہ آفت، اهائي ڳڏي،
خدا پاڪ خالي ڪرائي ڇڏي،
حويلي 'حسن جان'، هڪ منٽ ۾.

ڳدا ٿيو وتي 'گل محمد' وزير،
وڃي ڪُل وڳر مان رهيو راڄ وير،
بدن ۾ ٻڪون سِر اُگهاڙو امير،
ويس شوڪتون شان، هڪ منٽ ۾.

سدائين هيون جي سُهاڳڻ پريون،
سدا لئي ٿيون سي ڏهاڳڻ پريون،
ٻڪون هاڻ پوڳين، ڀاڳڻ پريون،
پريءَ روءِ پريشان، هڪ منٽ ۾.

اُميرن جو اولاد اڄ چورڙو،
ملي تن کي مشڪل ٽُڪر پورڙو،
مليا ڪالهہ جن، جي ڪُڇن تورڙو،
پُلائون ۽ پڪوان، هڪ منٽ ۾.

سوالي ٿيا اڄ سوين سيٺيون،
هُيون ڪالهہ پرپور جن ٻيٺيون،
لٽا ليڙ اُن تي لٽون ويٺيون،
پسڻ ۾ پشيمان، هڪ منٽ ۾.

لهو سار ساوا! سقيمن سندي،
رُلئي ڀاڳ رنڙين، يتيمن سندي،
اها ڪار آهي ڪريمن سندي،
ٿين عفو عصيان، هڪ منٽ ۾.

سُکن گڏ اندر آگ آلا ٻرن،
ڦٽو شهر شامت کنان منکرن،
ڏسيو ڏيهه ۾ ڏوهه، ڏونگر ڏرن،
جبل منجهه جولان هڪ منٽ ۾.

غضب غافلن تي گڙيو تو گڙي،
مٽي کنهن به آيو نه مورهين مُڙي،
وَتن جي جُڙيا، تن نه جوڙي جُڙي،
وسيون شهر ويران، هڪ منٽ ۾.

ڏيکاري تو ڏاتار، ڏوهين ڏمر،
کنبي تان ٻَڌن کر چگّي تي کمر،
پُڇي کين ايندو الاهي اَمر،
اُجڙ اهل ايوان، هڪ منٽ ۾.

غضب غافلن تي تو گوڙيون کري،
کڏهن قهر هٽندن تباهيءَ تري،
کو سمجهي ته وهلو خدا ڏي وري،
ڇڏي کار کفران، هڪ منٽ ۾.

عرضدار "احمد" جو آذار هُو،
لهي مانَ سکرات ۾ سار هُو،
پڙهي پاڪ کلمون پسان پار هُو،
اَمن ساڻ ايمان، هڪ منٽ ۾.

لا اِلٰه اِلّا الله مُحَمَّد رسول الله

ﮂﮃﮂﮃ

## (2)

# ثنا الله "ثنائي♣" جو نظم*

خدا پاڪ بي نياز ۽ ڪارساز،
نگهان ٻانهن جو داناءِ راز.
ڪري فيل کي 'ابرهي' کان ذليل،
بچائي وني ٻاھ مان خوش خليل.
ادا! اڄ بہ جيڪر ٿئي ڪو خليل،
تہ جنت مثل ٻاھ ٻڻجي دليل.
ھو نمرود جهڙو وڏو بادشاھ،
سو مڇرن هٽائون ٿيو پڻ تباھ.
اسان ڏي مُڪائين محمّد منير،
دنيا، دين، عقبيٰ اندر دستگير.
اچي ها نہ جي سو پلو بادشاھ،
تہ عالم سمورو ٿئي ها تباھ.
وسيلو وني اُن محمّد جو نانءُ،
لکان حال ڪوئٽيا جي اجڙڻ جو آنءُ،
عجب شهر ڪوئيٽا جو ھو نامدار،
سدائين سيارو نہ ساوڻ، بهار.
نہ گرميءَ جو جنهن ۾ تي جهولو لڳو،
منجهس عيش جو پئي نظارو لڳو.

---

* هيءُ روايت اُتر (روهڙي تعلقي) مان عبدالرزاق ميمڻ کان ملي.

♣ ثناءالله ثنائي ولد مولوي الله بخش عباسي ڳوٺ ڪوهارا ۾ سنہ 1312ھ/ 1895ع ۾ ڄائو. ميان صدرالدين جنهن کي عام طرح "سٽن سوائي" سڏيندا آهن، ان جي خاندان مان آهي، جو ملتان مان لڏي سنڌ ۾ اچي آباد ٿيو هو. پنهنجي پيءُ جي نظرداريءَ هيٺ علم جي تحصيل ڪري دستاربند مولوي ٿيو. شاعريءَ ۾ بہ پنهنجي پيءُ کان تعليم ورتائين. هر قسم جو شعر چيو اٿس جنهن ۾ غزل، مولود، مداحون، ٽيھ اکريون، خطبا وغيره شامل آهن. پاڻ اجان تائين حيات آهي.

پٽر جون پڪيون ماڙيون هت هزار،
مثل بهشت جي بنگلا بيشمار.
چڱا چست چوسول، بازر يلي،
نہ نالو مٽيءَ جو، صفا هر ڳلي.
سندس رنگ محلن اندر راڳ هو،
تہ سينين سندو بخت ۽ ڀاڳ هو.
اُنهن آدمين هئي نہ گرمي ڏٺي،
نہ آلي تي تن جي پگهر ۾ پُٺي.
اچن سنڌ ۾ تا اتان جا انگور،
تہ بادام، بالو ۽ سردا، سيمور.
مزيدار ميوا منجهس جابجاء،
ٽڪي سير ڪشمش، مگر بي بها.
هئا هڪ وڪر جا هزارين دڪان،
ملي مال سستو، ڪمي ڪاڻ ڪانہ.
اُنهن آدمين وٽ دنيا هئي ائين،
اسان وٽ آهي ڀاڻ ڳائو جئين.
نہ ليکو لکن جو، ڪروڙن جي ڪار،
گهڻا ڪار قارون واري ۾ تار.
جنهين رات هتڙي آ گهُلندي هوا،
تہ چوندا هئاسين تي آهہ ڪوئيٽا.
گرم سرد ملڪن جا ڪيئي امير،
هئا منجهہ ڪوئيٽا جي آرام گير.
ٽڪيا سنڌ وارا اتي آدمي،
گذاريندا ساوڻ اُتي هئا سُمهي.
پَسي سخت گرمي ۽ تابش جو تاءُ،
مَتائڻ هوا، ويندا هئا ونڻ واءُ.

ڪِني جون تہ ڪوئيٽا ۾ جايون هيون،
ڪِني تي وڻ جون صلاحون ڪيون.
نہ ڪوئيٽا سندو شهر هڪڙو هيو،
وليڪن وڏو ملڪ هو تي ويو.
نصارن جي لشڪر سندي ڇانوڻي،
اُتي هئي اَڏايل گهٽي ۾ گهٽي.
جي ڪوئيٽا ۾ ويندا هئا نامور،
تہ ڏسندا هئن وات تي ڊاڪٽر.
غرض گلبدن، جوان، شهوت پرست،
اُتي ئي پَلِي تي ٿيا تندرست.
منجهس هر طرح جون لچايون هُيون،
لفنگن، لُچن جون تہ جايون هيون.
هئا جي منجهس ڪي ڀلا آدمي،
هئي ڪانہ ليڪن لچن جي ڪمي.
ڀلا آدمي پڻ منجهس هئا ڪثير،
وليڪن لچا پڻ هئا بي نظير.
لڳي جهنگ ڪَي باھ جي تي ٻڙي،
سڪن ساڻ ساوا بہ ويندا سڙي.
هئو سنڌ جو هڪڙو 'حافظ فقير'،
اکين کان انڌو پر هو روشن ضمير.
سندس شهر 'وڪڙي' ۾ آهي مڪان،
عمر جو بہ آهي ننڍو ۽ جوان.
اُنهيءَ جي بہ دل ۾ تي هئي آرزو،
تہ ڪوئيٽا جي ڪاوان هوا ڪُوبڪُو.
روانو ٿيو ري ٽڪيٽ جي چڙهي،
وڃي جوان ڪوئيٽا ۾ پهتو ڦري.

أتي هو تيو جڏهن ڪوئيٽا زيان،
أهو هن طرح سان ڪري ٿو بيان:
ته حافظ هو هڪ گهوٽڪي جو غريب،
سندس نالو ’عالم‘ اسان جو حبيب.
اهو ذات جو هڪ ڪلهوڙو هئو،
نه ڪي جوان هو ۽ نه پوڙهو هئو.
شريعت جو صاحب ۽ پرهيزگار،
خدا جو بندو ۽ محمّد جو يار.
سندس زال هئي چنڊ جهڙي حَسين،
نزاڪت سان نازڪ بدن نازنين.
سندس نالو هو ’نوربيبي‘ پلو،
عشاقن جي دل ۾ وجهي ولولو.
جي بازر ۾ نڪري گهمي ڪا گهڙي،
ته هڪ پلڪ ۾ ٿئي قيامت ڪڙي.
حسن ظاهري آهي وڏو زلزلو،
وجهي ملڪ ۾ گوڙ جو غلغلو.
ڏسڻ ۾ هئي گرچه سهڻي صفا،
مگر بدروش ۽ هئي بيوفا.
اڪيون اُن سنديون هيون سدائين بڪيون،
ڪلڻ سان جوانن جون ٽوڙي اڪيون.
مٿيون حافظ درويش هيڙو سليم،
هُيو شهر ’ڪوئيٽا‘ اندر مقيم.
ٻه پٽ، هڪ نياٽي، ننڍي پيڻ، زال،
هُيو ساڻ ’عالم‘ جي ڪچڙو عيال.
ٻڌي شهر ’ڪوئيٽا‘ جي سارهه ثنا،
ڇڏي سنڌ ويو هو مٿانئڻ هوا.

خبردار، مومن! دنيا آهه دام،
پکيءَ لئي آ داڻو ڏيڻ جو حرام.
گدڙ جهنگ ۾ ئي ڪري ٿو شڪار،
ڪتا شهر ۾ ڪين ڏيندس قرار.
ٻلي گهر ڇڏي جهنگ ۾ جي وئي،
تہ ڦهري ڪتن جي وڃي ور چڙهي.
مسلمان گردش جي گرمي سهي،
رضا امن سان رڻ ۾ راضي رهي.
ٽڏي شهر ڪوئيٽا جي بيشڪ هوا،
مگر مرض ٻيي هو منجهس لادوا.
ٻڏي زال درويش جي هيءَ مقال،
حرامين جا هرجا ڪڙا ٿيا خيال.
'قطب شاهہ' ڪوئيٽا اندر مير هو،
دنيادار، مغرور ٻي پير هو.
دنيا ٿي ڪري سخت مغرور مست،
دنيا دار ٿيندو آهہ شهوت پرست.
هجي پنهنجي گهر منجهہ توڙي پلاءُ،
تہ ٻيي ڪانءُ ڪاري جان مردار ڪاءُ.
'قطب شاهہ' جابر 'جمعي شاهہ' جو،
دنيا جي سبب سخت گمراهہ هو.
پناڻن ۾ شيوو آهہ وهہ واهہ پيو،
جمعي رات جائو، تہ سيّد ٿيو.
'قطب شاهہ' ڪي ٻيي پتو هي پيو،
تہ ڪوئيٽا ۾ حافظ اچي ڪو ويو.
سندس زال نا پر چٽو چنڊ آهہ،
مزيدار مشڪڻ ڪلڻ ڪنڊ آهہ.

ڪري ڪيترائي ڪلڻ ساڻ خون،
سياڻن، سَنوَن ڪي پيا جاڳي جنون،
’قطب شاهه‘ پڙوي هئي ڏاري پلي،
سندس نالو ’سلطان بيبي‘ دلي.
مَڪَر ۾ هئي مشهور، پڙوت ۾ پڙ،
ڏئي جنب وارن ڪي پيرن جو پڙ.
اشارو قطب شاهه جو تي ويو،
تہ ’سلطان بيبي‘ اُتي ڪم ڪيو.
اچي جلد حافظ جي گهر ۾ گهڙي،
مڪر ساڻ ڦاهي اڏيائين ڦري.
چوي ’نور بيبيءَ‘ کي تي ناز سان:
امڙ خوش رهين مڙس جي راض سان.
امڙ! مڙس سان تون سلامت هجين،
مگر ڇا سبب منجهه ملامت رهين؟
طبيعت تنهنجي، ڌيءُ! پيو خير آهه،
ڳجهو رنج ڏيندر اهو ڪير آهه؟
پسي ’نور بيبي‘ سندو حال چال،
ڪيائين سهي جو ڪُڪڙ ۾ آ دال.
پوي چور ڪي تو پتو چور جو،
سُڄاڻن اُهي تا پتو دور جو.
امڙ! غم نہ ڪر، هل ڪراياڻ سير،
سهي ڪر تون نانيءَ سندو ڦير گهير.
هتئون آ حويلي ’قطب شاهه‘ جي،
سخي پير ۽ دل جي درياءَ جي.
اُتي هل تہ توکي گهمائي اچان،
تنهنجي مڙس ڪان مان تي موڪل وٺان.

پسي هڪ جيڏيون سهيليون صفا،
لهي مونجهه ويندئي نہ رهندي خفا.
اما! آهه زمانو ڪِلڻ واسطي،
ڏسڻ ۽ پسڻ ۽ چلڻ واسطي.
سوين دم دلاسا بہ دل کي ڏئي،
هليون حافظ کان موڪلائي بئي.
طمع تي ڪري آدميءَ کي خوار،
طمع تي پکيءَ کي بڻائي شڪار.
طمع حرص جنهن وقت پيدا ٿيو،
اکيون ٿيون انڌيون، هوش اُڏري ويو.
وڃڻ بعد حافظ کي هُرکر لڳي،
الائي مبادا ٿئي ڪا ٺڳي!
يتر پنهنجي نڪري هٿن مان ويو،
موٽائڻ آ مشڪل، پري جي پيو.
تتر ويو اُڏامي، تہ موٽڻ محال،
پکيءَ کي هو پڃري ڪيو پائمال.
انهيءَ ڳالهہ کي پَهر تي ويو پکو،
تہ جانگاهہ 'سلطان' نياپو مکو:
تہ حافظ سڳورا! تنهنجي جوان جوءِ،
نہ تو ساڻ موٽي ايندي پاڻ پوءِ.
ٻڌي هيءَ خبر خوف جهڙي خراب،
اُٿيو پاڻ 'عالم' شتابئون شتاب.
'قطب شاهہ' جي در تي هو آيو هلي،
سڻي زال پنهنجي کي ٿيو مَن جلي.
مگر هيءَ وراڻي ڏني 'قطب شاهہ'،
تہ: حافظ سڳورا! نِڪر، پڪڙ راهہ.

تنهنجي زال مون آهه ٻڌائي اُدي،
اسان جي نه آهي ڪا ميري مَدي.
سياڻي اوهان کي ورائي ڏبي،
وڃي ڪر تون فرحت، نه غفلت ڪبي.
ٻڌي اڻ گهڙيو هي دغا جو جواب،
ٿيو ڏک ڏکو دل اندر بيحساب.
ٻڌي مَيت لاچار موٽيو غريب،
مگر خوف کان چڙ مٿو عنقريب.
جو ڪوئيٽا شهر جون لچايون گهٽيون،
اڳي عام حافظ هيون کي سٽيون.
سڄي رات هرڪر اَندر ٿيو خراب،
اکين کي نه آيس ڪنهن وقت خواب.
خبر ناهي ڇا زال جو حال آهه؟
الائي ته ڇا قرب جو قال آهه؟
نڪا شاهه کان مون ڪا آندي مٽي،
خبر ناهه 'قطب شاهه' آ کهڙي سٽي!
جي مسڪين جي زال آهي حسين،
ته جنجال ٿيو عيش، آرام ڪين.
وڏيرا به وجهندا اُنهن ۾ اکيون،
مٿن مائٽن پڻ اُميدون رکيون.
جي غيرت ڪيائين ته ٿيندو قٿاءُ،
جي غيرت نه آيس ته پاڙين جو پاءُ.
سڄو شهر آ عيش آرام ۾،
مگر آهه 'حافظ' ته ماتام ۾.
سڄو شهر ماڻي رهيو آ مزا،
مگر ڪاٽي حافظ رهيو آهه سزا.

سچو شهر زالون وٺي آ ستو،
مگر حافظ، هيڪل طبع ۾ تتو.
ڪڏهن پيو چوي: آهه سيّد سخي،
سخا جي ڪا نيت، اُنهيءَ آ رکي.
ٻڌي دين منهنجي جي سارهه ثنا،
اسان سان ڪندو ڪانہ ڪائي جفا.
صبح سان منهنجي زال ايندي هلي،
وٺي جام جامن جا جوڙا ڪلي.
نہ پرواهہ آ پل سياڻي ٿئي،
ڏسان جو 'قطب شاهہ' ڇا تو ڏئي؟
فجر جو فرض اشراق ڪي پي پڙهيئين،
منبذب جا اوهام دل مان تڙيئين.
'قطب شاهہ' جي در ويچارو ويو،
وڃي زال لئي عرض عاجز ڪيو.
مگر جي گهَتي ڪي بگهڙ ڪيو شڪار،
تہ ديدار ڪان چو ٿئي شرمسار.
ملي مال جنهن وقت ذاڙيل کي،
نہ باسي، قبولي وڃي جيل کي.
ڳِئون جي ٻَڌي ويو نبو يا نِواب،
تہ قرآن تہ پي نہ ٿيندو حساب.
'قطب شاهہ' ڪاوڙ ڪئي يا نہ ڪئي،
ڇِتي شور مان هيءَ وراڻي ڪئي.
هتي زال تنهنجي آهہ آئي ڪڏهن؟
اسان وٽ نہ آ تو وڃائي ڪڏهن،
ڪنهن جي رُوبرو تہ اسان کي ڏني؟
مهاندو تہ ڏس جو گهرين تو اچي.

پَسي سخت اهڙو سخيءَ جو جواب،
ڪلهوڙي جي دل ۾ پيو پيچ تاب.
ڦُريَن جان ڪيائين ڦِري ڏاڙ ڏاڙ:
ائين شاهه سيّد! اسان ڪي نه ساڙ،
مان مسڪين آهيان، مسافر فقير،
ستمگر! ستم ڪر نه بڻجي شرير.
اسان سان نه ڪر ظلم، جبّار ٿي،
جو الله جابر ۽ قهار ٿِي!
بڌي سخت ورندي اها سنگدل،
اُٿيو قهر مان ۽ گهٽي منجهه بخل.
پٽر جي مثل ميٽ جي سر ڪٽي،
مسافر ڪي ڪڍيائين هيڪر هٽي.
پڇيائين جو نوڪر، ڪتن جان ڪري،
نه 'حافظ' ڪي لوڌي ڪيو ائين پري.
جي ظالم ڪندو ظلم جو آ خيال،
بنا ڏوهه وجهندو اهو آهه وبال.
گهياٽي آب پيتو وجي واهه توئن،
بگهڙ ان ڪي ويندو ڏنو واهه توئن.
چيائين: نه ڪانواس مان ريءَ عجب،
مگر ڪنهن نه ڪنهن ڏوهه جو ڏئي سبب،
وجي پاڻ پاڻي پيڻ پيو پليد،
گهَٽي ڪي چوڻ شور مان ٿيو شديد:
نه بدمعاش! اوبر ڪرين تو پيو آبه،
هيو پاڪ پاڻي، ڪيئي ڪُل خراب.
گهٽي ڪي پتو موت جو پئجي ويو،
ڊجي خوف کان تڏهن اُن هيئن چيو

تہ پاڻي اوهان کان وهيو تو اچي،
اوهان ڏانهن ڪئن جونو منهنجو اچي!
بگهڙ کي جڏهن ڪانہ حجت رهي،
تہ ٻي ڳالهہ ان جي اندر ۾ ٿهي.
گهٽي کي چيائين ڪري شور شر،
تہ گاريون اسان کي ڏنيون هيون تو پَر.
گهٽي چيو تہ سائين! سو هوندو بيو،
ڇهون ماهہ مونکي آهہ ڄائي ٿيو.
چوڻ پيو بگهڙ پوءِ ڇِتو ٿي شديد:
تہ هوندو اُهو پيءُ تنهنجو پليد!
ائين چئي سندس پيٽ ڦاڙي وڌئين،
بنا ڏوهہ، مسڪين ماري وڌئين.
جهلي مار 'حافظ' حقي ٿيو خوار،
ڦُرائي پنهنجي زال هو ٿيو بيمار.
ڏئي دانهن ڪنهن کي؟ نہ ڪو غمگسار،
نہ موجود دنيا، نہ مائٽ، نہ يار.
دنيا ريءَ نہ فرياد حاڪم سٽي،
پٽي منهن مٿو پيو پٽين کي هٽي.
نہ ڪورٽ ڏي ڪاهڙ، نہ ويجهو وڪيل،
نہ شاهد ڪو شامل، نہ دعويٰ دليل.
ٿيو عرصو ويٺي نہ واهر نہ واهہ،
سڄو ملڪ اوندهہ، سجهي ڪانہ راهہ.
اڳئين وقت ۾ جي هئا بادشاهہ،
غريبن مٿي هئي تنين جي نگاهہ.
تنين جي درن تي جي دربان هئا،
فريادين کي رنڊڪ ڪندا ڪانہ هئا.

ادا! اڄ بہ توڙي آ مختيارڪار،
تہ بہ پي در تي دربان جو آ هتيار.
جي مسڪين محتاج مظلوم ٿيو،
سندس حال ڪنهن کي نہ معلوم ٿيو.
دنيادار جي واسطي داد آهہ،
غريبن تي ڪنهن جي نہ امداد آهہ.
غريبن جو آهي ڏٽي مددگار،
غريبن جو ناهي ٻيو ڪوبہ يار.
جڏهن گذري 'حافظ' سان اهڙي هلت،
ويئي زال قرجي، هلي ويئي پت.
خدا ريءِ ڏنائين نہ ڪائي ڳلي،
جگر، جوش جذبات ۾ ويو جلي.
نہ پاتئين جتي، سر اگهاڙو ڪيئين،
خدا پاڪ کي ڏانهن، روئي ڏنئين.
پڙهڻ جوش مان پيو خدائي ڪلام،
اگهاڙي متي ساڻ اُس ۾ مدام.
رکي پروسو ڪُل الله تي،
ڏنئين دانهن شاهن سندي شاهہ کي.
نہ ڪائڻ پيئڻ جي خبر ڪا لڌئين.
پڪو عهد پنهنجي خدا سان ٻڌئين.
مسلمان جو يار قرآن آهہ،
۽ هيٺن جو هٿيار قرآن آهہ.
مسلمان جي واهہ قرآن آهہ،
۽ دردن جو درمان قرآن آهہ.
جي قرآن جو راز ٿئي بي غلاف،
تہ ڳاري ڇڏي پاڪ ۾ ڪوهہ ڪاف.

جي قرآن کي کو سچو تي پڙهي،
تہ عرشن تي آواز اُن جو چڙهي.
جي قرآن جي کو وٺي نِئي پناھ،
بلائن جي چوطرف ٿئي بند راھ.
سنواري سچائيءَ سان ايمان کي،
’ڪلهوڙي‘ پڙهيو پاڪ قرآن کي.
قراءت قهر لئي پوءِ پڙهيائين پڪي،
ٻڌايئين اُها پنهنجي ڦُر جي ڦڪي.
سندس هر حرف تي چڙهيو عرش تي،
وڏو زلزلو جنهن اهو فرش تي.
نبيّن اڳين جي سچائي سندا،
۽ بد قوم جي بيحائيءَ سندا.
قصا جڏهن قرآن ۾ پيا اچن،
تہ ’حافظ‘ جي دل ۾ پيا اُڌما مچن.
تہ ظالم اڳيان ڪيئن ٿيا تي خراب!
اچي ٿو نہ ڪوئيٽا تي ڇاڪوڻ عذاب؟
انهيءَ جوش کان دانهن ڦهري ڪري،
تہ ڦاٽي فلڪ يا تہ ڏونگر ڏري.
انهيءَ رح هفتو سجوئي ويو،
پر ’حافظ‘ ننگي سر اهو ڪم ڪيو.
نہ ڪاڏئين، نہ پيتئين، نہ ئي سُک سمهيو،
نہ ڪوئيٽا شهر کي مزي سان گهميو.
سندس سوال آخر ٿيو مستجاب،
رسيا مَلڪ لاهوت جي ۾ شتاب.
دعا جو پَڪي نيٺ پرواز ٿيو،
سندس عرش اعليٰ تي پرواز ٿيو.

أهي دل جون آهون نہ گهٽ تي گُسيون،
قهر جي تہ روضي اندر نئي رسيون.
جڏهن نااميدي ۾ بيهوش ٿيو،
حقيقت جي درياءُ کي جوش ٿيو.
ٿيو هن طرح سان هي غيبي ندا:
تہ آهون اوهان جون قبوليون خدا.
جنهين رات ايندو ڪوئيٽا ۾ قهر،
زناڪار جو زيان ٿيندو شهر.
اجابت جي آئي بشارت جڏهن،
تہ 'حافظ' پٽيو دم پنهنجو تڏهن.
ڪيئين ڳالهہ ڪنهن ساڻ ظاهر اها،
تہ اڄ رات 'ڪوئيٽا' بہ ٿيندي فنا.
مگر بي ويساهن نہ ويساهہ ڪيو،
بڌي ڳالهہ شودن ڪلي تي چيو:
تہ هن شخص کي پيو آ جاڳي جنون،
ڪيو زال جي ظلم آهي زبون.
پڄي ڪين تو قطب شاهہ سان،
پٽيندو وتي تو تڏهن راهہ سان.
چريائيءَ جون ناحق تو باتيون بڪي،
انهيءَ جي چوڻ تي تي ڏرتي ڏڪي!
خبردار، مومن! هي ماڻهوءَ جو بار،
خدا پاڪ جو آ وڏو رازدار.
ڏٺي دانهن مظلوم جي تو سٽي،
مٿي فرش جي عرش هڪدم هٽي.
نہ مظلوم کي ڄاڻ هرگز حقير،
سندس سيني وارو تکو آهي تير.

خدا پاڪ هيٺن جو همراهہ آهہ،
نہ بيواهہ محتاج، بيواهہ آهہ.
”ثنائي“ ثمرڪش نئين جي فقير،
تہ الله آهي سنڌ دستگير.
خبر هن طرح سان ڪري تو فقير[1]،
جو ’وڪڙائي حافظ‘ آ روشن ضمير.
مان ۽ دوست منهنجو هو ’عبدالرحيم‘،
جو حافظ ڪراچيءَ جو آهي مقيم.
ٿيو هڪ مسافر ’محمد الياس‘،
’جوڻيجو‘ هيو قوم جو پُر قياس.
انهيءَ رات مسجد ۾ هُياسين ٽئي،
سمهي ٿي اسان ڳالهہ ’عالم‘ جي ڪئي.
تہ هن رات ’حافظ‘ چئي تو پيو،
تہ ڪوئيٽا تي ايندو وڏو زلزلو.
لڙي رات اڌرات ۽ چار وڳا،
اچي زلزلي جا نغارا لڳا.
وڃون ٿي ڪريون ۽ ٿيا ٿي نڪاءَ،
ڪيا گوڙ گجگاهہ سيني ۾ گهاءَ.
هندوري مثل زلزلي ۾ زمين،
متي هيٺ جنبش ۾، قابو هئي ڪين.
پٽيون ٿي ڏٺيون ۽ ٿي بنگلا ڏنا،
جبل ڪان وڏا اُت پٽر تي لڳا.
زبردست طوفان واڪا ڪيا،
خطا هوش هر ڪنهن جا تيندا ويا.

---

[1] فقير محمد وڪڙائي جو بيان.

حقيقت ۾ توبن جو ڏڪار هو،
قيامت تي برپا انتوڪار هو.
اسان جي بہ مسجد ائين ٿي لڏي،
جيئن پينگهہ ٻارن ننڍن جي لُڏي.
جيئڻ جو اسان آسرو هو ڇڏيو،
خدا پاڪ کي بس سين تي سڏيو.
ڏجي خوف کان پوءِ، خدا جو ڪلام،
پڙهيوسين ادب سان، سمهڻ هو حرام.
پڙهيوسين انهيءَ رات ويهي ائين،
پڙهڻ جو پڪو حق چئجي جيئن.
رڪيبيءَ جي خاطر پڙهڻ آ بيو،
پڙهڻ سو بيو، خوف جنهن ۾ ٿيو.
وسيلي اُنهيءَ پاڪ قرآن جي،
نہ مسجد ٽُٽي، ٽٽي هياسين اُتي.
ڏٺي قوم 'يونس' جنهين دم بلا،
متي فلڪ جي آگ وارا اُلا.
وڄون تي ڪِريون ۽ جبل تي ٻريو،
گاجن پئي گجيو رنگ منهن جو ڦريو.
چتين تي هو بينو سڄوئي شهر،
تہ پيدا ٿيو اوچتو هي قهر.
اُنهيءَ وقت يونس کي ڳولڻ لڳا،
اُگهاڙن مَٿن ساڻ ٻاهر ڀڳا.
مگر هو پيغمبر ٿيو ناپديد،
اچي ويو اَمر قهر وارو شديد.
وسئون بي وسا تي گهرن پيا دعا،
پڪارڻ لڳا، 'الأمان يا خدا'!

ٻچا ٻار، زالون ۽ پوڙها، جوان،
فريادون ڪري ڪُل گهرڻ پيا اَمان.
اُگهاڙي متي رات ساري رُنا،
پسي قهر قهّار وارو ڏنا.
خدا پاڪ کي رحم آيو مٿن،
ڏمر ڪين ڏاتر رسايو مٿن.
غضب هوريان هوريان ويو تن لهي،
ڪيئون امر الله وارو سهي.
ٿيهن حافظن ۾ پي ٿي پڙهيو قرآن،
نہ تن کي ٿيو ظاهر ذرو ڪو زيان.
”ٿنائي“ اُتي وچ تي اهڙو مثال،
ڏي ’حافظ‘ ٿو اڳتي سو هن طرح حال:
اسان جو نگهبان قرآن ٿيو،
ٿنهي جو درو پي نہ نقصان ٿيو.
ٿيو شهر ڪوئيٽا جو سارو هضم،
اسان پي ڪيا ڏهہ سيپارا ختم.
ٿيا خوف جهڙا ڪئين ڪڙڪاٽ ڪوڙ،
سڄو شهر تي ويو دڙا ڍير ڪوڙ.
مسين مس ڦٽي پرهہ، ٿي روشني،
نہ مُلن، اجان ٻانگ ئي ڪا ڏني.
اسان جي سنڌن ۾ تڏهن ساهہ پيو،
انڌوڪار اُوندهہ جڏهن ڏور ٿيو.
شهر جو لٽوسين، اُتي سڌ سماءُ،
پسيوسين ٿي هرجاءِ خدا جو لقاءُ.
سڄو شهر ٿي ويو ’موهن جا دڙا‘،
قلعا، ڪوٽ ٿي ويا ذرا پرزڙا.

ஐஐ

# ڪانئين جو ڏاڙو

(چيل محمد اسماعيل مصراڻي*)

[ڪانئين جو ڳوٺ تعلقي ڪڪڙ ۾، الهندي ناري جي ڪپ تي آهي. اُتي هندو گهڻي انداز ۾ رهندا هئا، جي سڀ لڪاپتي شاهوڪار واپاري هوندا هئا، پر سيٺ ڏنراجمل سيني ۾ شاهوڪار واڙيو هو. ڳوٺ، راڄ توڙي سرڪاري ڪامورن وٽ سندس گهڻو اثر رسوخ هوندو هو.

ڏنراجمل ڪنهن ڪيس ۾، جبل جي مشهور ڌاڙيل سليمان بروهيءَ خلاف 110 قلم جي شاهدي ڏني، جنهنڪري سليمان ڌاڙيل کي جيل اچي ويو. جڏهن هو جيل مان ڇُٽو تڏهن پنترهن ٻيا همراهه ساڻ ڪري، ڏنراجمل کان وير ونڻ لاءِ 1937ع ۾ ڪانئين جي ڳوٺ ۾ اچي سندس ڌاڙو هنيائين، پر ڏنراجمل جي قسمت زور هئي، تنهنڪري ڪيس ڪجهه بہ ڪونہ ٿيو، باقي وٽس ڪڪڙ جو هڪ هندو 'پرتو' نالي مهمان طور ٽڪيل هو، جنهن کي ڌاڙيلن بندوق سان ماري ڇڏيو.

'عمر خان' ٻبر نالي هڪ شخص بہ اوچتو اچي اُتي نڪتو. جڏهن ڌاڙيلن جي خبر پيس تڏهن هندن جي مدد خاطر ٽپي پيو. ماڻهن کيس گهڻو روڪيو پر هو ڪونہ مڙيو، آخر ڌاڙيلن بندوق هڻي اُن کي بہ ماري وڌو. ڪين ڏنراجمل جي گهر مان سواءِ ڪن ڏوتل ڪپڙن جي ٻيو ڪجهه بہ هٿ ڪين آيو. ڌاڙيل جڏهن اُتان ڀڳا، تڏهن وات تي 'روپيي' نالي هڪ هندو گڏين، تنهن کان گهوڙي ڦريائون ۽ پوءِ وري وڃي مني ٻبر جي ڳوٺ هڪ ڏڪڻ کان گهوڙو ڦريائون. اُتان کان پوءِ

* هيءَ روايت اُتر (تعلقي ڪڪڙ) مان احمد خان "آصف" کان ملي.

* محمد اسماعيل ولد امام بخش مصراڻي، ڳوٺ مني ٻبر تعلقي ڪڪڙ جو رهاڪو آهي. هن وقت سندس عمر 90 ورهيہ ڪن ٿيندي، جنهنڪري سندس جنم تقريباً سنہ 1284هه/1867ع ۾ ٿيو هوندو. بلڪل اڻپڙهيل آهي. ڪيتروئي ڪلام چيو اٿس جنهن ۾ ڪافيون مشہور آهن.

وري وات تي هڪ عيسائيءَ کي ماريائون. صحيح: اي.سي.مجمودار اسسٽنٽ سپرنٽينڊنٽ آثارِ قديمه کي ماريائون.

ڪجهه وقت ڪان پوءِ پوليس سيني ڏاڙيلن کي گرفتار ڪري اچي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو، جتي باقاعدي متن ڪيس هليو. انهيءَ ڪيس ۾ سيني ڏاڙيلن کي سزائون آيون. سگهڙ محمّد اسماعيل مصراڻي ان واقعي تي هينيان بيت چيا آهن.]

الله جل جلاله، باري بيپرواهه،
مالڪ سڄي ملڪ جو، سخي شهنشاهه،
جڳ اُپايو جنهن آهه، ڏيئي سڀ کي ساهه،
رزق رزاق تو ڏئي، ڪري نه گهٽ گراهه،
اهڙو آهه الله، جو سار لهي تو سڀ جي.

ڪانئِيَن منجهه ڪراڙ هو، 'ڏنو' ڏن وارو،
مشهور هو ملڪ ۾، هر هنڌ هاڪارو،
پٽرو پنهنجي پَٽ ۾، پوڏس چوڏارو،
ڪنهن سان نهيو ڪونه تي، ملحد منهن ڪارو،
ڏنائين بيان بروهين تي، هڪ سو ڏهه وارو[1]،
پوءِ 'سليمان' سگهارو، ڪاهي ڪانِئين آئيو.

هُئي تاريخ تيرهين ماهه هئو رمضان،
ڪاهي آيا ڪانئين، ڪي جوڌا جُنگ جوان،
سورهن جٽا پاڻ ۾، هئا پختا پهلوان،
اُنهن ۾ ته اڳرو هئو، سورهيه 'سليمان'،
هُين بندوقون برهه جون، ڦهري تن ۾ ڪانَ،
سڏي چيائون 'سُومر' کي، ڏس 'ڏنو' جو نيشان!

---

(1) هڪ سو ڏهه = 110 قلم (بدمعاشي جهڙن ڏوهن لاءِ).

آهيون اسان اُنهيءَ مَهتي جا مهمان،
آخر اچي رسيا، منجهہ مهتي جي تہ مڪان،
'ڏنو' ملي وين وچ تي، تيو گوڙ ڏسي غلطان،
پوءِ تہ "ٿاٿا" تي ريئي، گوڙ مَتو گهمسان،
راڙو روج مچي ويو، ڪا ڳل پيئي ڪانہ،
ڪسڪي ويو خانن ڪان، 'ڏنو' ساڻ ڏيان.
'پرتو' آيو پاڻ هو، تي مهتي وٽ مهمان،
لڳو اُن کي اوچتو، ڪُڪ سندو ڪو ڪان،
مري ويڙو ماڳ تي، ننڍو نيٽو جوان.
وري آيو اوچتو، اُتي 'عمر خان'،
گهٽو جهليائون اُن کي، تون مر نہ تي مروان،
ڪين مُڙيو، ڪاهي پيو، تيو گوليءَ جو نيشان.
پوءِ بروهي پڙ پڳا، سي خالي هئا خان،
'روپو' ملين راهہ ۾، ساز وڏي سامان،
ڦري اُن کي 'ڪاهيئون' 'ڏڪڻ' جو ڪيڪان،
رخ رکيائون روهہ ڏي، ڳل پين تي ڪانہ،
وڄي ڪڙڪيا ڪوهہ ۾، تيز وڏي طوفان،
گسو ڏيئي گاج ڪان، تي ڪيندا ويا خان،
ماريائون هڪ مرد کي، هو عيسائي اڳوان،
آهي البت اُن جو، سيڪنهن کي اَرمان،
پوءِ سورهيہ 'سليمان' رمندو ويو روهہ ڏي.

رَمندا ويا روهہ ڏي، بروهي بيڪار،
هَٿ نہ آين هڏهين، خون ڪيئون ٿي چار،
آخر آندو پڪڙي، اُنهن کي سرڪار،
سَزا ڏيئي تن کي، ڪيئون خراب خوار،

آيا مارڻ جنهن کي، تيو وِنگو نہ اُن جو وار،
ڏس آگي جا اختيار، تو باري بچائي باھ کان.

تو باري بچائي باھ کان، ربّ آهي رکڻهار،
روزي رسائي سڀ کي، تو ڏيهن جو ڏاتار،
ڍڪي ڍول ڍِلائيون، تو صاحب ربّ ستار،
اُنهيءَ جو رک عشق تون، ويهي ڪين وسار،
آهين "اسماعيل" تون، دنيا ۾ دن چار،
غافل ڪين گذار، ڪلمون ڪه تون قلب سان.
لا اِلٰه اِلاّ الله مُحَمَّد رسول الله



# ٿرپارڪر ۾ 1939ع وارو ڏڪار*

(چيل ڪانهر مينگهواڙ♣)

[ٿر ملڪ لاءِ ڏڪار ڪا نئين ڳالهه ڪانهي. برسات ڪڏهن وسي ڪڏهن نہ وسي. سنہ 1939ع ۾ برسات نہ پوڻ ڪري آبادي اصل ڪانہ ٿي. گاهہ جو تہ ڪک بہ ڪونہ ٿيو. جنهنڪري تمام گهڻو مال مري ويو. ٿر ۾ اونهاري جا 3 مهنا مئي، جون ۽ جولاءِ مال لاءِ سخت تڪليف جا ڏينهن آهن، ڇو تہ ان وقت ۾ مال کي هتراڏو چارو ۽ گاهہ ڏيڻو پوندو آهي. ماڻهن ويچارن برسات جي آسري تي اهي ٽي مهينا تہ مال کي سنڀاليو، پر پوءِ ڏکيون حالتون اچي پيدا ٿيون. ويچارن مالدارن گهرن ۾ جيڪي هو سو تہ ڪاڏو ۽ ڳهہ ڳنا بہ گروي رکي ۽ وڪڻي مال کي ڪارايو. پر ٻارهن مهنا ڇا ڪارائين؟ نيٺ ٿيڙ ٿاڙي ڪارائڻ ڪان پوءِ بہ بي انداز چوپايو مال بکن وگهي مري ويو.

مالدارن ڪان سواءِ ٻين کي تڪليف گهٽ هئي، ڇو تہ سرڪار تقاويون ڏنيون، تراين جي کوٽائي ۽ مرمت جو ڪم شروع ٿيو ۽ ڪانگريس پاران سستي اناج جا دڪان ٿر جي وڏن شهرن ۾ سهولت وارن هنڌن تي جاري ٿيا، جتي پنج رپيا مڻ جي حساب سان اناج عام جام مليو ٿي. ازانسواءِ ڪانگريس پاران بيواهہ زالن، پيرمردن ۽ يتيم ٻارن کي مفت اناج جي مدد بہ ملندي هئي. ناري واري ايراضيءَ ۾ سهوليت وارن هنڌن تي ڪي قدر ڪانگريس پاران گاهہ جو بہ بندوبست ڪيل هو، پر ان جو فائدو فقط آسپاس جي ڪن ٿورن مالدارن کي مليو.

سگهڙ ڪانهي مينگهواڙ پنهنجي بيتن ۾ انهي ڏڪار جو احوال هن طرح بيان ڪيو آهي تہ: ٿر ۾ هونئن بہ رڳو واريءَ جا ڀڪ

---

* هيءَ روايت ٿرپارڪر (تعلقي ساماري) مان رائچند ڪان ملي.

♣ سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ ص 124.

پيا وسن، پر ھھڙو سال مون پنھنجي اناويھن ورھن جي ڄمار ۾ نہ ڏٺو. البتہ ڇڇني (سنبت 1956/ 1899ع) ۾ سو برابر ھن کان بہ وڌيڪ خراب ڏڪار پيو ھو. وڏڙن ويھي ڳالھيون ڪندي چيو تہ ھيءُ ڏڪار ڇپني واري ڏڪار جي ڇايا آھي. سگھڙ ڪانھي جي چوڻ موجب ھن ڏڪار ۾ ماڻھن بکن کان بحال تي پنھنجي اولاد کي ٻوڙن ۾ تي قتو ڪيو. ڪنھن کي بہ پنھنجي پيٽ ڄائي جو ڪھڪاءُ ڪونہ تي پيو. اناج ڪنھن قيمت تي ڪونہ تي مليو. ڀڄ ڀڄان ۾ چوپايو مال پئي وڪيو سو بہ ھنن اگھن تي: ٿھاڻ ٽين آني، ڳئون ٻين آني، ڇم ھڪ آني ۽ ٻڪري پنجين پئسين. باقي اُٺ تمام مھانگا ھئا، جو نوين آني ھڪڙو اُٺ تي وڪاڻو. ڪانھي مينگھواڙ جا اھي بيت ھيٺ ڏجن ٿا.

اللہ ھُو جل جلال، صاحب ربّ ستار،
ساراھيان سچو ڏڻي، مڙني جو مختيار،
وڏائي ھن واحد کي، ٻيا ڏوڙي سڀ ڏنار،
سچ ڇڏي جني ڪوڙ ڪمايو، سي لوڀي ۾ لاچار،
منھنجا جانب يار! لاھئين دک دنيا جو.

لاھئين دک دنيا جو، تنھنجو نوين ڪنڌين ۾ نُور[1]،
رڍ ٻڪري. ڳنڍھ ڳابو، جوءِ ۾ ڏنائين جُوڙ،
ڇَھنو ڇھانوي ۾ پيو، ڏوڀين اُڏايائين ڏوڙ[2]،
موريءَ سندو مُور، ڏڪار ٿڏي ڪڍ تر مان[3].

ٿُڏي ڪڍيائين تر منجھان، پير ڏسي پيغام آيا،
رات ڏينھن تني ڪاھيا، ڦڳڻ چيٽ چارئي وايا،
اناويھہ ورھيہ اوستا ۾، اھڙا ورھيہ مون نہ پانيا[1]،

---

[1] نوين ڪنڌين = نوَ ڪنڌ زمين. (2) ڏوڀين = ٻُڪن سان. (3) موري = تڪليف. مھانگائي.

چئي ”ڪانهو“ سڻو ماڻوها! ههڙا ورهيہ اڳي
ڪي آيا؟
وڏا ويهو ڪن واتيون، چيني سندي اها چايا[2]،
محبت ٻي مايا، ويئي ورهيہ جي ويچار ۾.

مون ورهيہ جو ويچار ڪيو، هي لڏي ڏيندو لَر،
ڇهانوي ۾ ڇڪيندو، مٿان واريءَ چَر،
ڪيٿ اُتي ريٿ ڪري، باغ ڪري ويو بر،
رايُون، سايُون سهٽيون، تيز چڙي وييون تر[3]،
جيڪي نامي نر، سي پنهنجي اڳڻ آسودا.

پنهنجي اڳڻ آسودا، وجن مَٺُوئاڙا موٺي[4]،
ٻار چڏيو ٻُٽن ۾، وجن پنيرا پونِي[5]،
مَن نہ مُڙي ڪنهن مائٽ جو، جو وجن قرب
مان ڪونِي،
ڇهانوي ورهيہ چوٺِي، ڪئي دغا دنيا سان.

چئي: ناهي دغا دنيا سان، يجي مَ چڏيو يُونءَ،
ٽِينڻ آني ٽِهاڻ لڳي، ٻِينڻ آني ڳٺونءَ،
اُٺ لڳا وجي آڪرا، پر نيمي آنا نُونءَ،
چئين پئسين چم لڳو، پنجين پئسين پُونَهہ[6]،
ايندا سونا نُونهن، جني ڪيا سودا سالڪن.
سالڪ! انهيءَ سال جا، مونکي پورا ڏي تون پار،

---

[1] اوسٽا = عمر، چمار. (2) واتيون = ڳالهيون؛ چِينو = سنبت 1956/ 1899ع وارو ڏڪار.
(3) رايون، سايون = ڍڳين جا قسم. (4) مَٺوئاڙا = واڳڙ ۽ ٽر جا غريب ماڻهو.
[5] ٻُٽن ۾ = ننڍين ٻُوٽن ۾. (6) پُونَهہ = ٻڪري.

آيرا سيرا اڳي لنگهيا، هي وڏو ڏيڻ ڏڪار،
هن ڪِني ورهيه جي ڪچهريءَ ۾، ڪرڻ
ناهي ڪار،
بيا وڏايون ڪن وات جون، ڪليو چورن خار،
ڏهه مهينا ڏينهن نه چئبا، اِي مچي تيندا مواڙ[1]،
اي ته ساڳي سُياڻي، ٺٺ هٽندا ٺاڙ،
رکج ست ستار! ته لکا نه پوي لوڪ ۾.

لوڪ منهن موڪ، پَلن چِڏيا پال،
لاڪيٽن لَڪڻ چِڏيا، چگن چِڏي چال،
تر اُتي بر ڪري، ويو ڪميٽو ڪال،
ڇهانوي تون ڇيڪو، وري مَ اچين شال[2]!
ڪچهريءَ ۾ "ڪانهو" چئي، سڻ حقيقت حال،
مردن جي "مينگهواڙ" چئي، وجي رهندي ڳال،
اهي باغ بحال، تيندا نيٺ تر ۾.

ﷻﷺﷻﷺ

[1] مَواڙ = متارا.
[2] ڇهانوي = 1996 سنبت؛ ڇيڪو = جلد، تڪڙو.

# 1942ع ۾ ملڪ جي حالت*

(چيل حاجي روشن علي شاهه♣)

[شاعر پنهنجي ڪلام جي طويل تمهيد ۾ خدا جي ذات بابرڪات جي تعريف ۽ انبياء ۽ شهداء جي توصيف ڪان پوءِ ڄاڻايو آهي تہ هتي ڪنهن کي بہ بقاء ڪونهي، هر ڪنهن کي خدا جي امر آڏو جهڪڻو ٿو پوي. خدا پنهنجي پيارن ڪان هميشه امتحان پئي ورتو آهي ۽ ڪيس اُهي ئي پيارا آهن جي انهن امتحانن مان پار پون ٿا. ان ڪان پوءِ شاعر، سنڌ ۾ سکر براج جي وهڻ جو ذڪر ڪيو آهي ۽ براج کي سنڌ ۾ پيدا ٿيل سيني اخلاقي ۽ معاشي خرابين جو ذميدار سڏيو آهي.

سکر براج 1932ع ۾ وُڙهو ۽ انهي ڪري ملڪ جي طبعي، اقتصادي ۽ سماجي حالتن ۾ وڏي تبديلي آئي. انهي تبديلي سببان راڄن جي اڳين رهڻي ڪرڻي ۽ سياء ۾ ڦيرو آيو. شاعر جي خيال ۾ سنڌ ۾ براج جي وهڻ ڪان اڳ وڏيڪ خوشحالي هئي، زمينون وڏيڪ اپائيندڙيون هيون ۽ ماڻهو سکيا ستابا گذاريندا هئا، اعليٰ قسم جا گنجا، موتيا، رتڙيا، باڙيا، بِدڙيا، سڱداسي، ڪونج، ڪنگڻي، ڪارڙا، ڪانگڙيا، سپيا، سگهڙيا، صابو ۽ سونهري چانور پوکيا ويندا هئا، جي ٻين ملڪن ڏانهن موڪلبا هئا ۽ سنڌ ۾ ڏاڍي سستي اگهن تي وڪامندا هئا، جنهنڪري هرڪو ڪائي خوش ٿيندو هو، پر سکر براج جي وهڻ ڪان پوءِ اهي تڙ سڃا ٿي ويا، چاڪاڻ تہ نار تي ٿيندڙ پوکون بند ٿي ويون. براج جي زمين لاءِ آب پاشي

---

* هيءَ روايت لاڙ (تعلقي گوني) مان اسدالله شاهہ "بيخود" ٽکڙائي ڪان ملي.

♣ حاجي روشن علي شاهہ ڳوٺ ڪرم خان نظاماڻي تعلقي هالا جو ويٺل هو. وڏي سُرت وارو سگهڙ هو، ڏور، ڳجهارت ۽ بيتن جي ڪچهريءَ جو ملوڪ هو. سنہ 1957ع ۾ اٽڪل 55 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين.

سرشتي قائم ٿيڻ ڪري رشوت جي بازار گرم ٿي ويئي. انجنيئر، ايس.ڊي.او، ڪينال، آبدار، مقدمن ۽ بيلدارن جاوا ڪري ڇڏيا. براج جي پاڻي جي گهٽائي سبب وڏن زميندارن جو هڪ خاص طبقو پيدا ٿيو، جي ٻين جي مقابلي ۾ وڏيڪ عيش عشرت سان زندگي گذارڻ لڳا. براج جي نين اقتصادي حالتن جو اثر ماڻهن جي ذهنيت تي به ٿيو. ملڪ مان محبت نڪري ويئي. نه مائٽن ۾ ميٺ نه سنگتين ۾ وفا. ملڪ جو سمورو سون ۽ رپو انگريز هڙپ ڪري ويا ۽ باقي ڪاغذ جا پرزا وڃي بچيا، جن ڪي نوٽن جو نالو ڏيئي ماڻهن کي پئي ٺڳيائون. ملڪ ۾ هڪ طرف بک ۽ بيڪاري وڌندي ويئي ته ٻئي طرف ماڻهن ۾ 'فيشن' جو رواج پوندو ويو. عورتون پراڻي لباس کي ڇڏي نئين فيشن موجب ويس ڪرڻ لڳيون ۽ حياء شرم ڇڏي پراون درن تي نچڻ ۽ هٽ بازار جو سودو ونڻ شروع ڪري ڏنائون. ماءُ ڌيءَ جي ۽ سس ننهن جي دشمن ٿي پيئي.

سنڌ جي بمبئي کان ڌار ٿيڻ تي شاعر، وزيرن کي ساراهيو آهي پر پوءِ 1942ع ۾ ڪنٽرول لڳڻ سبب عام ضرورت جي شين جي کوٽ ڪيس ڏاڍو متاثر ڪيو آهي. انهن حالتن جو نقشو چٽيو اٿس ته: ڪنٽرول لڳڻ کان پوءِ واڻين جي ڦُرلٽ ۽ وياج خوري ويتر پريشان ڪري ڇڏيو. ميمبرن جي رشوتخوري ۽ خودغرضي سبب غريب ماڻهو انگ اگهاڙا ۽ پيٽ بکيا گذارڻ لڳا. موت جيتوڻيڪ اناج کان سستو هو پر ان هوندي به سخت رسوائي جو باعث هو، ڇاڪاڻ ته مرڻ کان پوءِ ڪفن حاصل ڪرڻ هڪ وڏو مسئلو هو، جنهن ۾ مُلو به ميّت جي ڪا مدد ڪري نٿي سگهيو. ملڪ ۾ چوريون ۽ زوريون وڌي ويون، پوليس چورن کي ڇڏي پاڳين کي پئي ٻڌو. غريبن جو ڪو اوهي واهي ڪونه هو. اهڙيءَ طرح سگهڙ حاجي روشن علي شاهه 1942ع ڌاري سنڌ جي ماحول کي هن بيت ۾ بيان ڪيو آهي.]

ساراهيان سچو ڏٽي، صاحب رب سين،
قادر ڏٽي قدرت جو، مالڪ آهي مڙن،
وڏيون وڏايون واحد جون، پسيو ٿيون پسجن،
ٿو روز رسائي ان کي، جَر اندر جِيتن،
سِپون تر سمنڊ جي پيٽ آب اَبرن،
شاهي تن جو شان ڪيائين، مهانگو ملهه موتين،
ڪِيڙا ڪانن ۾ ڪيترا، سدا سک وسن،
ڪائي گهٽو خوش ٿين، بکيا منجهه برن،
نانگ ساماٽا، ڏين اولاٽا، پٽُون بنا پيرن،
پيا تہ سوين جانور جوءِ ۾، توڙي رُڃ رهن،
هاديءَ جي حڪم سان، ان کي اتي روز رسن،
جيئن ٻار ڪري تيار، پيٽ سندي پردن،
تہ تو اڳئي مالڪ موڪلي، جهجهي تج ٽٽن،
اهڙا عجب رنگ الله جا، ڪئين تا ڏيهه ۾ ڏسجن.
هيءَ دنيا آهي دم گذر، ادا! ڏس اکين،
ڏاڍي سرڪار رب جي، تو ڪامل! سئي نہ ڪنن،
’حوا‘ ’آدم‘ ڪان ڏار ڪيائين، ڪيڏو پنڌ ڪوهن،
ڪاڻ ڪٽي ڪٽڪ جي، پيو وڇوڙو ورهن،
سي جاني ٻئي جدا ڪيائين، باڪا منجهه بهشتن،
سي تہ توبهہ وائي وات ۾ پيا راتو ڏينهن رڙن.
ٻي تہ خلق ڪئين خراب ڪئي، ڏاڍي جي ڏمرن،
تخت ’حضرت سليمان‘ جو، پئي آيو منجهه عرشن،
منڊي تنهن مير جي هئي، نازڪ نوَ گهرن،
اتي پيغمبر هو پاڻ ڪيو، ڏسي مائي ملاحن،
وئي بادشاهي، آئي گدائي، ڦري پيو فڪرن.
ٻيڙو ’نوح‘ نبيءَ جو، بيهاريائين منجهه بحرن،

’يوسف‘ شهر ڪنعان ۾، هئو ياءُ ڇڏيو پائرن،
ڪپوت تنهن ڪنعان جا، جهليو ڪين جهلن،
آيو هٿ سوداگر جي، تيو قيدي منجهه قيدن،
سو بہ وڃي وير وڪاڻو، مصر جي سوداگرن،
سي بہ حُسن پسي حيران ٿيا، تاءُ تڪو تجلن،
أتي بہ ذات سجاتي ’زليخا‘ تيو ميلاپو محبوبن.
’يونس‘ پيٽ مڇيءَ جي ۾، تا چاليهه ڏينهن چون،
تنهن ڪي بہ مڇيءَ منجهان اوڳاريو، ڪنڌيءَ ڪنارن،
پيغمبر ڪي پيٽ ۾، هئو سات گهٽو سورن،
ڪُتا هئس وار وجود تان، ڇڏي هئس لالائي لڱن.
آيو امر ’ايوب‘ تي، هوس کهڪايو ڪيڙن،
سوين سوراخ سِر اندر، ٻيو جان گهٽو جگرن،
ويو لحم لهي لڱن تان، ڇڏيو هوس رت رڳن،
ڏسو صبر تنهن سردار جو، ڪيائين آجو ڪن عيبن.
ويو گهُرڻ وڻ ڪان، ادا! ڏج امن،
تنهن ’زڪريا‘ نبيءَ تي ڪرت وهايو ڪافرن،
ڦُٽي سو قارون ٿيو، جنهن ڪي ڏاريو هو ڏندن،
صبر ڪر سهي وڃ، متان چورين ڪي چپن.
هيءَ مٺي آهي”ماراءيتَ الّذي“جنهن ڪي ڪربلا تا چون،
گهوڙا تنهن گهوٽن جا، اڇي بيهاريا منجهه برن،
سي تہ ڏٺي لانگ لهي پيا، ڪوڙيون قناتون منجهه طنبن،
وڏو مقابلو ميدان ۾، ڪيو ريءَ پاٽي پهلوانن،
سو تہ الاهي امر ڪي هو سهي سجاتو سيّدن،
سي ڪاهيندا ويا قرآن ڏي، جيڪي آهي منجهه آيتن،
”لباس المؤمنين والقلوب الڪافرين“يلي چئو ڪوفين،
سيّد سڏينداسون، بيعت مڃينداسون، اهڙا لکيا خط اکرن،

اي پڻ شير شهيد ٿيا، مجيو ڪين مروانن،
متو زلزلو زمين ۾، پيو متي ادا! عرشن،
ملائڪن هئو ماتم ڪيو، هار چنا حورن،
مرون ملڪ ڇڏي ويا، پرَ ڪوهيا پکين،
ڏونگر سپ ڏري پيا، جَر وهايو جبلن،
وادين وهڻ ڦٽو ڪيو، مديني جي ماڳن،
چشما سپ ڇُڪي ويا، ڏڏُون هٽي ڏرتين،
پاٽي پيازي ٿيو، سوڏو سمونڊن،
ساوا گاهہ سڪي ويا، آتڪ ڪيو اِڏوهِن،
سلا وري نہ ساوا ٿيا، اَنَ ڪيو نہ انهن،
’عليءَ‘ جي اولاد لاءِ، پيا چڪيو ڦٽ چڪن،
جنهن ڪي حب ناهي ’حسين‘ جي، سو ناهہ منجهان مسلمانن.
هاڻ تہ وئي خوشبوءِ ملڪ مان، ڇڏيو واس وڻن،
حياء شرم ڇڏي ويو، اخلاق مٽايا آدمين،
ويو زمانو زور وني، جنهن ڪي تا چوڏهوِن سن چون.
درياءَ تنهن دادلي ڪي، آهي دٻايو درن،
آيو ’سڪر برينچ‘[1] سنڌ ۾، جيڪو ڏنو آهہ ڏيهن،
اِنهي واهڙ جي وهڻ سان، وئي موج منجهان ماڻهن،
جتي چانور چٽا، هئا گهٽا، پيو ست گهٽو سارين،
جتي گنجا، موتياُ گهٽا هئا، پيون راهيون رتڙين،
باڙيا، بدڙيا بيشمار هئا، پيو ساءُ پلو سڳداسين،
ڪونج، ڪنگٽي، ڪارڙا، پيون قطارون ڪانگڙين،
سپيا، سگهڙيا، صابو هئا، بي سونهن پلي سونهرين،
هڪڙا ويندا هئا ولايت ۾، بيا وٽج بہ واپارين،

---

[1] سکر براج.

كائي گهٽو خوش ٿيندا هئا، هئو مَرڪ بہ ماروئڙن،
اهڙ ڪڙيون، رونبا، روتيون، هئي ڪار سندي ڪڙمين،
اهي سَر سيئي سجا ٿيا، وري وارو ڪونہ ورين.
ڦِٽا واهہ وهڻ ڪان، تڏهن مُنهن ڪڍيو موڪن،
نار سيئي نڪري ويا، جيڪي هئا ڪڙو منجهہ ڪڙن،
جوڙا سپ جدا ٿيا، ڇڏيو مانداٽو مينهن،
محبتون هيون ملڪن ۾، ٻيون چورياريون چڱن،
وڏا قرب هئا، قريبن ۾، پيا ادا! عزيزن،
مِنيون مانيون مزمانن لاءِ، هيون اندر اوطاقن.
پر پٽري جي پيئڻ ڪان، ساءُ مٽيو سنگتين،
سي آسڻ سپ اجهامي ويا، رڳا دونهان پيا دکن.
زمين ذرا پُرزا ٿي وئي، جنهن ڪي وڍيو واٽرن[1]،
نمبر نشان نڪري ويا، هليون ايراضيون ايڪڙن،
ڍلون سپ ڏگهيون ٿيون، آهي تاءُ تکو تپدارن،
آيا آفيسر ملڪ ۾، ڪاهہ ٻڌي ڪامورن،
انجنيئر، ايسڊنيا[2]، پيا ’چيف‘ تا چون،
ڪينال ڪتاب هٿن ۾، ڏاڍي آڪڙ آبدارن،
سرو بر بندن تي سدائين، رشوت تي رڙهن،
داروغا درن تي، وَهُريا سي وتن،
مقدمن بيلدارن جو، آهي شور متي شاخن،
جتي بَر وڏا بيبان هئا، اتي پاٽي متي پئن،
جتي جهنگ وڏا جهوپا هئا، اُتي هاري متي هرن،
جتي ڪٽو نہ ٿيندو هو ڪٽڪ جو، اتي خرار پيا ڪڇن،
تڏهن بہ وئي برڪت ملڪ مان، جَر گهٽ ڪيو جانورن،
جتي ياڳين جا ياڻ هئا، سي پيا سُنيءَ لاءِ سِڪن.

---

[1] واٽر ڪورس. (2) ايس.ڊي.او.

جيڪي پنندا هئا پراون درن تي، سي پيا ڪير ڪٿا ڪائن.
ڏسو بادل برسي ايندا هئا، ڪري مينگهه ملارن،
ڪارا ڪڪر اُپ ۾، هئا خيال پلا ڪنوٽن،
ڏسبا هئا ڏيهن ۾، منا پاٽي مِينهن،
ڏاڍا سانوڻ ٿيندا هئا سنڌ ۾، ٻيون ٿاڌليون منجهه ترن،
مُنيون پٽي مال جون، وجي ٻڌيون ٻيلاين،
جتي ڀنوار اچي پيهون ڪوڙيندا هئا،اتي چوڙيليون چَرن،
سي گهمرا ڏيو گاهن مان، اچ ويڳاٽيون وتن،
لسيون هونديون هيون لوڙهن مٿان،ٻيون ماٿيون مڪٽن،
پر وٽنديون هيون وجود ڪي، اهي چونگارون چڙن،
پر دين مٿي دنيا تي، ير ڪيو پائرن،
تہ قادر پنهنجي قدرت سان، ڪنجي ڏئي چڏي ڪلفن،
سا ويئي رحمت روڪجي، جيئن تاڙيون آيون طاقن،
هاڻ تہ هيرا، جواهر، زمرد، پيا ياقوت ياد پون،
موتي، مرجان هئا ملڪ ۾، ٻي لئي پلي لعلن،
سون، رپو سوگهو ڪيو، وجي هٿ بہ انگريزن،
هاٿي ڪاغذ پيا ڪم ڏين، آهہ نانءُ پلو نوٽن،
پر ڏس دنيا جو دورو، آهي ڦيرايو فيشن،
پرور تن جي پت رکندو، ادا! اشرافن،
سائين تن ڪي ساجهہ ڏيندو، جيڪو مالڪ آهي مڙن،
ڏسو تہ موتي ستارو ملڪ ۾، اچي ڪاهي پيو ڪافور منجهہ ڪلهن،
جتي نٿون هونديون هيون نڪن ۾، اتي ڦُليون پيون ڦرن،
جتي ٻانهيون هونديون هيون ملڪ ۾، اتي آهن ڪنگڻيون ڪراين،
جتي ڪڙيون، ڪتريا، نُورا هئا، اتي آهن ٺوڙها منجهہ ٺنگن،
جتي گربيون، پڙا، پيشگير هئا، اني آهن پانڪون مٿي پانچن،
جتي ٻگهہ، ٻانڌٽا رتل هئا، اُتي آهن سالورا مٿي سينڌن،

جتي گج هوندا هئا لگن سان، اتي آهن گهاگهريون منجهه گردن،
جتي جتيون هيون وڏي شان سان، اتي آهن سپاٽا منجهه پيرن.
هاڻي هلي ڏسو ماين جا، تماشا متي تڙن،
پنهنجي ۽ پرائي جو، وري حياء ناهي هُنن،
پاسي ڪپڙو ڪيو پرهيز جو، ڪليو ڪينڪارين،
هٿ متان هٿ جي، ٿيون ٿهه ٿهه ڪيو ٿهڪن،
دهل پرائي در تي، ٿيون ناز منجهان نچن،
اهي ته ماسيون، نانيون پاڻ ۾، آهي مت به ماين،
ناني ويهاريو در تي، توڙي گهٽا شال هجن،
ماءُ دشمن ڌيءَ جي، پلي ڏهتا پيا ڏسن،
سس دعاڳڻ ننهن جي، ته شل هٿ منهنجي ۾ هجن،
جمعي ۽ سومار تي، هو اوچانگ ڏيو اچن،
ته پير اسان ڪي پٽ ڏنو، ڏاڏو ٽيلي سان ٽلن،
ويهو تن واٽن تي، ڪن رهاٽيون متي رستن،
ادب عورتن ڇڏيو، وري حياء ناهي هُنن،
ويئي مڙسي مردن مان، تڏهن زور ورتو زالن،
پر سائين تن ڪي ساجهه ڏيندو، جيڪو مالڪ آهي مِڙن.
پر سَنگ بند ڪيو پاڻ ۾، گهرو منجهه گهرن،
اهي زنانيون مِٽيون، ادا! اهڙي اهجاڻن،
ته ڏاڏاٽا وسري ويا، پيا ناناٽا ياد پون،
هاڻ ته شادي مان تعدي ٿي، اِڇي ويو آچارن،
جهيڙا جنگيون جوتجي ويا، گهر ڇڏيا گهوٽن،
پنهنجون ويهاريو پاڻ وٽ، وينا سُور سهن.
”الحياء والايمان“ لڏي ويو ڪان لوفرن،
سي ڪاهي قطارون هليا، وجي بينا بازارن،
وڪر ونڻ واٽين ڪان، مَرڪ به ناهي ماين،

جي چڙهي هٿن تي، ڪن سودا اشرافن.
اهي ڪاريون منيون ڳالهيون، ادا! تيون ڳڻجن،
تہ هئي هئي اسان جي حال ڪي، ادا! انسانن،
سائين تن کي ساڃهہ ڏيندو، جيڪو مالڪ آهي مڙن،
پرور تن جي بت رکندو، ادا! اشرافن.
پر وري، ڏسو ووٽن[1] تي، رکيو زور زميندارن،
پـيـر پَنو هٿ ۾، آهي جيپ پلو چاپن،
جهنڊو، گهوڙو، تراڙ، چنڊ سوڊو تارن،
بابا! هي ڏسي، هو ڏسو، اها پر پولينگن[2]،
ڏاڍي خوشامد خلق جي، ان ڏينهن تيو مان بہ مسڪينن،
بابا! چانهہ پيو، ووٽ ڏيو، ڪريو ڇهر بہ چانورن،
بابا! منڊيڙو ڏجو موچارو، اڳيانئون نيشانن،
متان ووٽ وڃائي وڃين، پُلجي بئي پاڳن،
ڏاڍيون سهولتون ڪنداسون سنگتين سان، ملندا مال مٺن.
پر ڪم لتو ڪاغذ ڦاٽو، وسريا ياد نہ پون،
ڪانچ قميص ڦاٽي ويئي، وڃي لڳي سا اڳنن،
ڪپڙو ملي تو ڪونہ ڪو، آهي خلق سارو ڏينهن منجهہ سٽن،
ڪنٻ خوشامد ڪائي وئي، جو آهي ڊوهہ گهٽو ڊيپن[3]،
اچي ڪٽنول- ڪاهي پيو، وڏو حاڪم جي حڪمن،
بليڪ[5] ماڻهو بيزار ڪيا، جيڪا هئي گهٽي هٿ هندن،
واڻيا ملڪ وٺي ويا، ڪي وڪڙ هٽي ويا جن،
تورون تڪون تن جي هٿن ۾، پيا ٻيٽا اگهہ ٻڌن.
پر سنڌ جدا ڪئي بمبئي ڪان، وڏا لائق وزيرن،
پر وڏيون مهربانيون ميمبرن جون، جن پنهنجا ڪيسا پُر ڪن،

[1] ووٽ Vote. (2) پولنگ اسٽيشن Poling station.
[3] ڊيپو Depot. (4) ڪنٽرول Control. (5) بليڪ Black market.

انگ اگهاڙا، پيٽ بکيا، وري ترس نہ پئي تن،
انڻ مهانگو، موت سهانگو، اهو قادر جي قدرتن،
پر جي ماڻهو مري پوي، تہ پيا ويچارا منجهہ ويچارن،
ماڻهو، ملان ۽ ميّت پاڻ ۾، وينا 'ڪفن ڪفن' ڪن.
پر اهو آهي قهر ڪريم جو، ٻي مجال ناهي ماڻهن،
اهي شامتون اسان ڪي آڏيون آهن، ادا! پنهنجي عملن،
پر وري ڏس شراب ۽ شڪار تي، ڏاڍو چاهہ چڱن،
رسيون، پنجوڙون هٿن ۾، ڊگها ڳن ڏڦن،
باشو، ٻهڙو، ٻُلتاڪ، اها وائي وات سندن،
جي مرون ماري وڏائون تہ نيڪي نيڪوڪارن،
اچن ڪين عبادت تي ۽ نماز تي نہ نمن،
حق پراوا هميشه، پيا گوهر غصب ڪن،
پوليس پٽيل پاڻ ۾، پيا رشوت تي رڙهن،
وئي ساجهہ سيدين، پرهيز ڇڏي پيرن،
جا ڪمذات ڪمينن جي، تن مان سيّد وجو سگ وڻن،
گنر جن جو گلوين تي، تن جي اڳيان پاڪ وينا پيهن.
شرع محمّد مير جي، اها قضا ڇڏي قاضين،
ملان مسجدن ۾ وينا واجهائين،
ڪورا ڏسيو ڪپڙا، وينا تُوچين نهارين،
پر جي انهن ڪپڙن ۾ ماڻهو مري پوي، تہ سندن دل ۾ دهل وڄن،
ٽيجها، ختما، چاليها ڪايو، گهڻو خوش ٿين.
هاڻي تہ چور پيا چاڳلايون ڪن ۽ ياڳيا پيا ڪُنجن،
سي ماڻهو ملڪ ڇڏيندا وڃن، جن ڪي ڪنبايو ڪهاڙين،
هڪڙا رات جو ڦريو راهي ٿين، ٻيا ڏينهن جو ڏسجن،
هڪ گاريون ڏين غريبن ڪي، ٻيو دباءُ ڏين دڙڪن،
هڪڙي هستي حڪومت جي، ٻي ٽڏي چانئو ٽاڻن،

جيسين هجي پوليس سلامت، تيسين ڪونهي دخل ڏاڙيلن،
پيسا وڏائون پاند ۾، چٽو ڏوهاري ڏوهن،
وي دعا درويشن مان، فقر ڇڏيو فقيرن،
عدل ۽ انصاف جا دَرَ پوريا دوستن،
سُڪئي جي سيڪو سٽي، ڪونهي غور ڪو غريبن،
مسڪين پل ماريو وجي، ڦٽيو منجهه ڦٽن.
هاٽي تہ ڪوڙ ڪپت ڪاهي پئي، پيا سچ لاءِ سڪن،
گلا غيبت ٽئي گهٽي، پاڙي ۾ پنهنجن،
نياز نئڙت نڪري ويو، نظر ڇڏيو نيٽن،
ظلم تہ زور وٺي ويو، رحم ڇڏيو روحن،
سٽي حقيقت هيءَ تون، لائج ساڻ ڪنن:
تہ تري ويندين تار مان بچي منجهان بحرن،
هڪڙو رکج خوف خدا جو، بيو ادب انسانن،
"السخي حبيب الله ولو ڪان فاسقا" ڪجئين هاج هٿن،
توبهہ زاريءَ ڪان سواءِ، ڪانهي واهہ بہ ويڙهيچن.
اڪيون اتم عرب پار ڏي، من مونکي روضي پاس رکن،
جٿو انهيءَ جوءِ ۾، ٽئي مڙهہ بہ مقامن،
اتم آسرو آريءَ ڄام ۾، من پوي اجهہ بہ ٻاروچن،
هيءَ ٽيندو سات حوالي سيّد جي، هلندا ڪاهي قطارن،
اچي احمد ڄام اڪاريندو، سو پتڻ پاتڻين،
رات جاڳجان "روشن شاهہ" چئي، تون ڏيئي اوجاڳو اکين،
جيڪي ڪلمون پاڪ پڙهن، تن ڪي لهر لوڏيندي ڪانہ ڪا.
لا اِله اِلّا الله مُحَمَّد رسول الله

ଓଃ୭ଓଃ୭

# ڪنٽرول جو زمانو*

[ٻي عالمگير لڙائي کان پوءِ عام ضرورت جي شين جي سخت کوٽ پيدا ٿي پيئي، جنهنڪري ناجائز منافع خور واپارين عوام کي ڦرڻ شروع ڪري ڏنو. انهن حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ حڪومت طرفان عام ضرورت جي شين تي ڪنٽرول لڳائي انهن جي راشن بندي ڪئي ويئي. سنڌ ۾ اهو ڪنٽرول سڀ کان پهرين ڪراچي ۾ لڳو جنهن کان پوءِ حيدرآباد، ٽنڊي محمد خان ۽ ماتلي جي شهرن ۾ بہ ڪنٽرول جا دڪان کلي ويا. انهن دڪانن تي ڪٽڪ، گاسليٽ، کنڊ وغيره لاءِ صبح شام راشن جي دڪانن تي اچي گهمسان لڳندو هو. راشن جا ڊيپو گهڻو ڪري هندن جي قبضي ۾ هوا. اهي رياء کان ڪم وٺي شاهوڪار ماڻهن ۽ هلندي پڄندي وارن کي گهربل سامان تمام سولائي سان مهيا ڪري ڏيندا هئا. باقي غريب ويچارا ڌڪا کائي موٽي ويندا هئا. غريبن جو انهيءَ زماني ۾ وقت ڏاڍو ڏکيو ٿي گذريو. انهيءَ موقعي تي سگهڙ حاجي حاميد خاصخيلي ۽ الهڏني ماڇي جا بيت هتي ڏجن ٿا].

( 1 )

## حاميد خاصخيليءَ جو چيل بيت

ساراهيان سچو ڏڻي، ساراهيان سبحان،
قادر جي قدرت جي، ڪمي آهي ڪان،
پاڻ وٽنديون پاڻ ڪري، ڏس آگي جا احسان،
حرامخوريون حرڪتون، هو نر ڪٽن نادان،

* هيءَ روايت خود سگهڙ جي زباني قلمبند ڪئي وئي.
⚘ حاجي حاميد ولد قبول خاصخيلي، ڳوٺ ملهڻ، تعلقي ماتلي جو ويٺل آهي. هن وقت سندس عمر سٺ ورهيہ ڪن آهي. انهي حساب سان سندس ڄمڻ 1900ع ڌاري ٿيو هوندو. پاڻ فقط قرآن شريف پڙهيل آهي. ڏور ۽ ڳجهارت جو ڳولو آهي.

شراب، شربت، سيل، سوپاريون، پيا پلاھ کائين پکوان،
سکن گڏ ساوا سڙن، ھي غضب جو گمان،
ڪنٽول[1] اتاريئون ڪراچي مان، جو آھي مسافر مھمان،
سو ھلي آيو حيدرآباد ۾، جتي ڪامي آھن ڪپتان.
ٽلکي پيو ٽنڊي[2] ۾، جتي مير آھن مستان،
مرڪي وينو اچي ماتلي ۾، ڪا پيڙھ ھٽي پھلوان،
ھڪڙو آھي گوڙ گاسليٽ تي، پيا ھليا بوتل جا بيان،
ٻي خواري کنڊ تي، جتي آھ مرڻ جو مڪان،
ھو ڪتا وينا اچي ڪپڙن تي، ڪو شرط ڪري شيطان،
دريون دروازا ڏرمشالا جا، بند ڪيا بيمان،
واٽيا وينا ورچ تي، ڪي دلا چڙي دڪان،
ڪريو چپاچپون، ڪپت ڪمينا، وجن ھڙ ڪايو حيوان،
ھڪڙا ڪڍيو ويھين ڪرسي تي، جن ڪي ھتن ڏنا مان،
پيا ڏڪا ڏوما جھلي دڙڪا خالي وريا خان،
روئي رڙي پنھنجي روح ۾، تين اندر ۾ ارمان،
"حاميد" انھي حيرت ۾، پيا ھندو مسلمان،
جڏھن راضي ٿيندو رب رحمان، تڏھن لھندو ڏولائو ڏيھہ تان.

( 2 )

## الھڏني فقير* جو بيت*

آئي آدمين ۾، داڻن جي درڪار،
ڪٽنول ڪٽي قائم ڪيو، سعيي سان سرڪار،

---

[1] ڪنٽرول، Control. (2) ٽنبو محمد خان.

* ھيءَ روايت خود شاعر جي زباني قلمبند ڪئي وئي.

* فقير الھڏنو ماڇي پٽ جيئندو، ڳوٺ جعفر خان لغاري تعلقي سنجھوري ضلعي (ڏسو حاشيه ص (٢٢))

سيرَ مِلن سيڪنهن ڪي، چانورن جا پنج چار،
شاهوڪارن شڪر ڪيو، وهواهہ انهيءَ وار،
اڄڪلهہ اسان جي تِي، واڌي ۾ واپار،
غريبن جي گذري پئي، رات منجهان لاچار،
سگهتا آهن سَٺن ۾، نُرُ هجي توڙي نار،
يا ربّ سائين! راضي ٿيءُ، واڳ سُکن جي وار،
ماٺهو منجهہ آچار، اٿهوند جي "الهڏنو" چئي.

---

سانگهڙ جو وينل آهي. سندس وڏا اصل ڪاماري شريف لڳ ڳوٺ جادي لغاري ۾ رهندا هئا، جي روزگار سانگي لڏي اچي ڳوٺ جعفر خان لغاري ۾ رهيا، جتي فقير الهڏنو سنہ 1880ع ڌاري ڄائو. ڪيس ننڍي هوندي ڳائڻ جو شوق ٿيو، جنهنڪري هڪڙو يڪل تنل يڪتارو هٿ ڪري ڪلام چوڻ لڳو. ان وقت پير حسن بخش شاهہ جيلاني ٻُنڙي واري فقيري اختيار ڪئي هئي، جنهن الهڏني فقير جو ٻالڪپڻي ۾ ڳائڻ جو شوق ڏسي ڪيس پنهنجي مريدن ۾ شامل ڪيو، جتان ڳائڻ وڄائڻ ۾ پختگي حاصل ڪيائين. پير صاحب جي وفات بعد منٺار فقير راڄڙ جي صحبت ۽ شاگردي اختيار ڪيائين. انهيءَ زماني ۾ الهڏنو فقير پنهنجو ڪلام چوڻ لڳو. بعد ۾ پنهنجي ٻاري ناهي ڳائڻ وڄائڻ لڳو ۽ ايتري مشهوري ٿيس جو پري پري کان دعوتون ملڻ لڳس. انهيءَ سلسلي ۾ سنڌ جي ڳچ حصي جو سير ڪيائين. لکڻ پڙهڻ بہ ان وقت ۾ سکيو. فقير الهڏنو فطرتاً خوش مزاج ۽ خوش طبع شخص هو. ڪاڻ ون تہ هڪ هزار کان بہ مٿي ناهيون اٿس، پر مختلف موقعن تي سندس في البديهہ جيل بيتن ۾ جا خوش طبعي شامل آهي تنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي.

# رئيس فقير بخش ڪاڇي جي وفات*

(چيل سگهڙ ميهار**)

[رئيس فقير بخش ڪاڇي نهايت دلير ۽ سخي مرد، دوستن جو دوست ۽ ڪڇهريءَ جو ڪوڏيو هو. سڄي ڪوهستان ۾ سندس هاڪ هئي. ڪئان ڪئان جا ماڻهو وٽس مدد لاءِ ايندا هئا، ۽ ڪڏهن ڪنهن کي خالي نه موٽايائين. پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ جامع مسجد نهرايائين. راڄ جا ماڻهو کيس ڏاڍي عزت سان ڏسندا هئا، پر زندگي تي ڪهڙو ڀروسو. 5- مارچ 1942ع تي آڏيءَ مهل رئيس کي بہ اجل اچي سڏ ڪيو. سندس وفات سبب سڄي راڄ ۾ افسوس ۽ ارمان جي لهر دوڙي ويئي. سندس جنازي سان هزارين ماڻهو شريڪ ٿيا. کيس ڏاڍي شان سان 'پير اويس' جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. انهيءَ واقعي تي سگهڙ ميهار، ماجهند هيٺيون بيت چيو آهي جنهن ۾ رئيس فقير بخش جي ڪارنامن، سخاوت ۽ سرڪار ۾ هلندي پڄنديءَ جي ساراهہ ڪئي اٿس.]

ساراهيان سچو ڏڻي، جنهن آ جوڙي جوڙ جبار،
منو محمّد مصطفيٰ، جو اڙين جو آڌار،
حسن مير حسن لاءِ، هئي عرشن منجهہ اوچنگار،
پر ملڪان ملڪ مرد جي هئي ڏٺين پٽ پچار،
'ڪاڇي' ڪچهريءَ وچ ۾، جي ڪلي ڪندو هو ڪنگهڪار،
تہ ٻنهي ڪنڌين ۾ ٻُري ويندو هو، جيئن ديو ڪري ڏڌڪار،
ڪئين ڊوندا هن وٽ ڊپني ايندا هئا ارڏا عملدار،

---

* هيءَ روايت 'علم راءِ' ماهہ جولاءِ، سنہ 1950ع تان ورتل آهي.
** سگهڙ ميهار مانجهند، مانجهندن لڳ ويٺل آهي.

گڏ ويهندو هو گونر[1] سان، ڪندو هو گويائي گفتار،
ايندا هئس صاحبلوڪ سلام تي، هٿ ٻڌي هيڪار،
ڪاڻ نہ ڪديئين ڪنهن ڪلٽر جي، سنڌيو ڪنهن
نہ سوار[2]،
جيڪي پٺي پڪي پاليئين پڃري ۾، سي اڄ پيا
نيٽن وهائن نار،
ڪٿي ڪلڪتو، ڪٿي ڪوئيٽا! هن جا هئا دليءَ
تي دهڪار[3]،
پري يار پنجاب ڪان، وڃي ڪندو هو اتر ڏي آچار،
لس ٻيلو، لاڙڪاڻو، ان جي هئي پورب منجهہ پچار،
ڪئين تہ وري ڪراچي ۾، لاڪس پٽيو ڪين پار[4]،
جيسلمير، ڄپان مان وڃي هو وٽج ڪندو واپار،
ڪڍهين موٽايائين ڪينڪي، پنج ڪٽي پينار.
بانڪا! تنهنجي بنگلي ۾، مون ڏٺي ڪرسين جي قطار،
مهيزون ميزن تي، جهولا ۽ جهمڪار،
گل گهٽا غاليچن تي، تو وٽ هندورن هزار،
نڪن ناٿو ناهہ ڪو، جن تي چؤيڙيون چوڏار.
اِليٽريون اَمير جون، ٻتيون بيشمار،
ڪتون ڏسان پيو خان جون، نيون ساڻ نوار،
ڪنگرا تنهنجي ڪامن تي، داسن تي ديدار،
بخمل تنهنجي ٻت تي، هئي ڏني رب ڏاتار،
جوهر تنهنجي جان تي هو جڙيو ساڻ جنوهار،
ڀڳڻ! تنهنجون ٻيلن ۾، مينهون ۽ ميهار،
اڇن وڇينءَ ويل وٿاڻ تي، ڪڍيو ڪري قطار،

---

[1] گونر = گورنر. (2) پوليس سوار. (3) دلي = دهلي. (4) لاڪس يعني سنڌس لاءِ.
(5) اليٽريون = اليڪٽري.

آئي مند مينهن جي، سرها ٿيا سنگهار؛
بيٺل تنهنجي بنيءَ تي، حجامن هزار[1]،
ڪئين تہ پخالي پاڻيءَ تي، ڪندا ڇوهہ منجهان ڇڻڪار،
تو وٽ ڪم هلي پيو ڪاشيءَ جو، بي چيني آ چوڌار،
ڪوپ گڏيندا ڪٺليون، تنهنجا ڪاريگر ڪمدار،
سَوَ تہ سونارن جا هئا، هس، ڪڙولا، هار،
جيڪي هئا ڪاريگر ڪاٺ جا، سي پيا ڪن
وڳهامل ويچار،
ڪئين پياسي پر ٿيا، تو وٽان منگتا مڱڻهار،
برجلوٽي باري بندوقون، ڏُناليون دهڪار،
اهڙو تاءُ ترار ڪي، جيئن ڪري ڪنوڻ ڪِنوار،
سي ڪنيو ايندا هئا خوشيءَ مان، ويندا هئا وٺيو
لاڳ لوهار[2]،
ٻڌل تنهنجا ٻاهڙا، شاهي ڪن شڪار[3]،
سي ويهندا ’ويهہ دريءَ‘ ڪان ڏيندا هئا اوسر تي الغار[4]،
مِرون، يار مٿي ويو تہ هئا ماڇي جهليندا مار،
ڪئين واڍا تنهنجا واهہ تي، هئا نر چاڙهيندا نار،
هلن تنهنجي حڪم تي پيا ڪاراوا ڪمدار.
گهوٽ چڙهي گهوڙي تي، ڪيو ديهن تي ديدار،
مڙد اڏائي مسجد رکي ڇڏيا جامع تي جنسار،
ڪئين مُلا مستين ۾ پيا بانگا پاڙهين ٻار،
ڪئين پائيبند پڄي ويا، توڪان مهتا جهلي مار،
هاڻي وينا وڳہ ڪوٽ ۾، دانہ ڪيو ديدار،

---

[1] بني = لنگر خانو. (2) لاڳ = ڏاڻ، انعام.
[3] ٻاهڙا، ٻهڙا = ڪمرا ڪتا. (4) ويهہ دري = مانجهند نزديڪ هڪ مڪان. اوسر = شڪار جي مهاڙي (اوسر جهلي ويهڻ). الغار = آواز.

پر ڪجو هٿ حجامن ڪي، جيڪي ڪندا انهن جا
طعام تيار،
ڪلهوڙا ارهان جي ڪم، آهن نوڪر نظردار،
پر قدرت ربّ ڪريم جي، ڏٺيءَ چني ڪيئي ڏار،
”وحده لاشريڪ له“ آهي مالڪ هٿ مهار،
هتان تہ سڪندر سَو لَڏي ويا، جن ڪي هئي ڪلنگي
منجهہ ڪپار،
ڪنهن سان هلندي ڪينڪي، جيڪا پئي هي
دنيا ڪرائي ديدار،
آڏيءَ ويل اَسر جو توڪي سڏايو ستّار،
ڪٺ ڪنيائون خان جي، ٻڌي سهرا ۽ سينگار،
آندئون مرد مانگهندين، پيون هئس لُڱيون لک هزار[1]،
مهجڻ ڏاڍيون مڙسيون ڪيون، هئا واٽين ڪي ويچار،
ماڻهن ڪارا ويس ڪيا، آيا جهندا ڪٽي جهونجهار،
انهيءَ مرد سان ”ميهار“ چئي، مون ڏٺي ڪانڌين
جي قطار،
لڪين تہ انهيءَ جي لاشي سان، ڪندا ويا ڪلمي
جي تنوار،
آندائون ’پير اويس‘ تي قبر جيءَ ڪنار[2]،
چوڙيئون مُنهن مرد جو، اسان ڪيا دانهہ جا ديدار.
فرزند ’فقير بخش‘ جا، تن ڪي ڏجئين سوبِ ستار!
سي پيڙهيءَ وٺ پڳ تي، هئس ڪونڌر پٽ ڪنڌار،
هئس شوق ’شهمير خان‘ تي، تنهن لاتي موييءَ
ڪل ميار[3]،

---

[1] مانگهندين = مانجهندين. (2) پير اويس يعني اولياءِ اويس جو مقام. (3) شهمير خان، رئيس فقير بخش جو وڏو پٽ.

مُلا ويهاريائين مسيت ۾، ڪريائين پڙهڻ جي پچار،
'سالو' ويندو سيج تي، سجڻ ڪري سينگار[1]،
اسان مسڪينن ماڻهن جا، پاڻهي پيو 'علڻ'ڪندو
آچار[2]،
'قلندر' انهنجي ڪم ۾ انهنجا ڪنيا آهن 'پت ڏٽيءَ' بار،
آڻ تي نظر 'نوح' جي، آن جي پيرن منجهه پچار،
مرد مرن ئي ڪينڪي، ساريءَ سپ چمار،
اڄ تہ ڏسبو فوٽو 'فقير بخش' جا، پيا نيٽين وهن نار،
'ڪاچي' ٽيندي ڪانڪا، توتي شل ڪا محشر جي ميار،
پڙهو ڪلمون يار! پيا ساري چمار سردار جي.
لا اِلٰه اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

ꙮ

(1) سالو پٽ شهمير خان، رئيس فقير بخش جو پوٽو. (2) علڻ خان پٽ رئيس فقير بخش.

# حُرن جا مقابلا

اپهرينءَ حر تحريڪ (1896ع) بعد انگريزي حڪومت کي يقين ٿي چڪو هو تہ، جيڪڏهن 'حُر جماعت' ۽ 'پير پاڳاري' جي گاديءَ کي ختم نہ ڪيو ويو تہ هندستان جي آزاديءَ واري تحريڪ جي پنيرائي ٿيندي رهندي، تنهنڪري هنن حُر جماعت توڙي پير صاحب پاڳاري کي ختم ڪرڻ لاءِ منظم طور تي ڪارروايون جاري رکيون. جماعت مان هر سَنگهي ۽ صحتمند نوجوان کي لوڙهي ۾ بند ڪيائون ۽ هر چُرندڙ ۽ طاقتور فرد کي ويساپور ضلعي احمد نگر ڏانهن جلاوطن ڪيو ويو. 'لوڙهن' جو اهو سلسلو هلندو پئي آيو، تان جو پير پاڳاري شمس العلماء شاهہ مردان عرف ڪوٽ ڌڻي، حرن تان انهي عذاب لاهڻ لاءِ سرڪار کي مطمئن ڪرڻ جي هر طرح ڪوشش ڪئي. 1914ع واري پهرين جنگ عظيم ۾ حڪومت آزمائش طور ڪائن ماڻهو گهريا. پير صاحب نہ فقط پنج سؤ ماڻهو فوج ۾ ڏيٽا ڪيا، پر ٻي مالي مدد پڻ ڪئي، تڏهن وڃي لوڙهن جو خاتمو ٿيو. انهيءَ هوندي بہ انگريزن هن گاديءَ کي اک ۾ رکيو.

ٻئي طرف پير صاحب پاڳاري توڙي سندن جماعت، انگريزن کي نفرت جي نگاهہ سان ٿي ڏٺو، انهيءَ ڪري جو هڪڙو تہ انگريز ڌاريا حاڪم هئا، ٻيو تہ انگريزن، ڪيترن ئي بيگناهن کي سخت سزائون ڏنيون ۽ حرن تي بيجا سختيون ڪيون هيون. تنهن ڪري انگريز سان وفادار ٿي رهڻ بدران، حرن هنن جي خلاف محاذ ڪڙي ڪرڻ لاءِ موقعا پئي تلاش ڪيا. آخرڪار پير صاحب پاڳاري صبغت الله شاهہ ثاني جي دؤر ۾ عملي طرح 'ٻي حر تحريڪ' وجود ۾ آئي.

پير صبغت الله شاهہ ثاني ٻارهن ورهين جي ننڍيءَ عمر ۾ گادي نشين ٿيو. سندن ولادت 13- صفر سنہ 1327ھ ۾ ٿي ۽ پنهنجي والد شمس العلماء شاهہ مردان شاهہ جي وفات (7- ربيع الاول 1339ھ) بعد

”پير پاڳاري“ جي حيثيت ۾ دستاربندي ڪيائون. سندن نندي عمر هئڻ ڪري، هڪ طرف سندن ويجهن ۽ وڏن عزيزن کي اها اميد ٿي ته هيءُ ننڍو پير پاڳارو سندن صلاح تي اٿندو ويهندو، ٻئي طرف انگريز حڪومت جي هوشيار ۽ چالاڪ عملدارن اهو ويچار ڪيو ته هن ننڍڙي پير تي اثر وجهي، سندس سڪيا اهڙي نموني ڪجي، جيئن خانداني روايتن کان منهن موڙي انگريزن جو دوست ۽ وفادار ٿي رهي، پر پير پاڳاري صبغت الله شاهه پنهنجن عزيزن توڙي انگريزي حڪومت جي آفيسرن جي اشارن تي هلڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيو.

پير صاحب جي آزاد طبيعت انگريزن کي سخت ڳڻتيءَ ۾ وجهي ڇڏيو ۽ انهن اهو فيصلو ڪيو ته جيڪڏهن پير صاحب تي جلدئي ڪو قدم نه کنيو ويو ته انگريزن جي خلاف هڪ وڏو ممڻ مچي ويندو. جلدئي انگريزي حڪومت کي پير صاحب جي پنهنجن عزيزن مان فريادي ۽ شاهد ملي ويا جن پير صاحب تي هنيل الزامن جي سلسلي ۾ شاهديون ڏنيون ۽ انگريزن ڪيس هلائي کيس ڏهه سال سزا ڏيئي سنڌ کان ٻاهر رتناگري جيل ۾ وجي نظربند ڪيو.

اتان آزاد ٿيڻ کان پوءِ پير صاحب پنهنجي مريدن جي اصلاح ۽ تربيت طرف ڌيان ڏنو. سانگهڙ جي پرسان ”گڙنگ“ بنگلي کي پير صاحب جن پنهنجي نئين تحريڪ جو مرڪز بنايو. مريدن کي حڪم ڏنائون ته ڪوبه ماڻهو ولائتي ڪپڙو نه پائي. هن حڪم انگريز کي پڙڪائي ڇڏيو ۽ حڪومت جي طاقت پير صاحب جي خلاف حرڪت ۾ اچي ويئي. انهيءَ دؤر ۾ پير صاحب جن طرفان حڪم پهتو ته جماعت جا اهي ماڻهو جي غازين جي صِف ۾ شامل ٿيڻ چاهين سي پنهنجا نالا لکائين. هن حڪم کان پوءِ ڪيترائي مريد غازين جي صف ۾ شامل ٿي ويا ۽ روز بروز سندن تعداد ۾ اضافو ٿيڻ لڳو.

هن جماعت ۾ شامل ٿيل غازين ۾ سرفروشي جو زبردست جذبو پيدا ٿيڻ لڳو. پير صاحب جن انگريزن جي تسلط کان پوريءَ

طرح واقف هئا. پاڻ اندروني طور جماعت جي اصلاح ڪندا رهيا ۽ ڪين قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ڪندا رهيا. ولائتي ڪپڙي نہ پائڻ واري حڪم ڪان پوءِ غازين جي تحريڪ انگريز حڪمرانن کي سخت ڳڻتيءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو تہ هاڻي شايد سندن خلاف هڪ باقاعده تحريڪ تي شروع ڪئي وڃي. انگريزن 'غازي تحريڪ' کي ناڪام بنائڻ جون عملي ڪوششون شروع ڪري ڏنيون. هرهڪ ڏوهہ کي بنان جانچ جونچ جي حرن ڏانهن منسوب ڪري، خاص خاص برجستن ماڻهن جي گرفتاريءَ لاءِ رڪارڊ ناهيا ويا. ننڍن وڏن حرن لاءِ پوليس ٿاڻن تي هفتيوار حاضريون مقرر ڪيون ويون ۽ ڪن تي هفتي جي بدران هر ٽئين روز، ٻئي روز، بلڪ روزانيون حاضريون مقرر ڪيون ويون. پير صاحب جن جي گڙنگ واري بنگلي تي چوڪي لاءِ پوليس جو مختصر عملو مقرر ڪيو ويو. پير صاحب انهن پابندين خلاف احتجاج ڪيو ۽ حرن جي حاضرين ڏانهن ڌيان ڇڪايو تہ جيڪي ماڻهو روزانو انن ڏهن ميلن جي مفاصلن تان پيدل هلي اچي ٿاڻن تي حاضريون ڏيندا سي پنهنجن ٻارن ٻچن لاءِ ڪهڙي وقت پورهيو ڪري سگهندا. پر هن احتجاج تي انگريزي حڪومت ڪو ڌيان نہ ڏنو، ويتر حرن تي ظلم ۽ سختيءَ کي وڌائي ڇڏيو. انهن حالتن کان متاثر ٿي پير صاحب حاضري ڏيندڙن مان ڊزن کن برجستہ ماڻهن کي سڏي چيو تہ "فقيرو هاڻي اڳتي لاءِ اوهين حاضري نہ ڏيو".

حرن جي حاضرين نہ ڏيڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو پير صاحب کي انگريزن نظربند ڪيو ۽ مٿن بغاوت جي الزام ۾ مقدمو هلايو. آخر 20 مارچ 1943ع تي انين بجي هيءَ آزاديءَ جو اڳواڻ سِرُ ڏيئي سرهو ٿيو. هن صدمي حرن جي جماعت جي جذبي کي اپاريو. انهن سيني جي آڌو اهو ئي مقصد هو تہ ڪنهن بہ طرح انگريزي اقتدار کي ختم ڪيو وڃي. انهيءَ سلسلي ۾ هنن جو پهريون قدم 1942ع ۾ ٽنڊي آدم وٽ لاهور ميل کي ڪيرائڻ وارو هو، انهيءَ لاءِ تہ حڪومت جي آمدرفت

واري وسائل کي ڏک هڻجي. انهيءَ واقعي بعد حرن پنيان هيڪاري باهه ٻري ويئي، ٻي انداز فوج ۽ پوليس سانگهڙ، ٿرپارڪر، نوابشاهه ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ ڪاهي پيئي، هزارين بيگناهه جهلجي جيلن جي حوالي ٿيا. سوين حرن کي ڦاسي ڏني ويئي. سڄيءَ سنڌ سان 'مارشل-لا' لاڳو ڪيو ويو، جو سڄا سارا ٽي سال هليو. انگريزن جي حڪومت جي دؤر ۾ دنيا جو ،هو پهريون مثال هو جو ايڏي طويل عرصي لاءِ هڪ علائقي سان "مارشل لا" لاڳو ڪيو ويو.

جيئن جيئن حرن خلاف سرڪار طرفان سختيءَ ۾ اضافو ٿيندو رهيو، تيئن حرن بہ پنهنجون ڪارروايون زور ڪيون. سرڪاري عملدارن کي مارڻ توڙي پوليس ۽ فوج سان مقابلن ۾ ڪونہ گهٽاياٺون. ملڪ ۾ چؤطرف بدامني ڪاهي پيئي، هر طرف چورين، ڌاڙن ۽ قرلٽ جي ڌم مچي ويئي. هزارين بيگناهه شخص عيال سميت لوڙهن ۾ بند ڪيا ويا. سوين ڳوٺ ساڙي ميدان ڪيا ويا، مڪيءَ جي ڍنڍ کي سڪائي، ٻيلو وڍايو ويو. اهڙي طرح حرن جا ڳوٺ، ٻنيون ۽ ٿاڪ سڀ تباهه ڪيا ويا. ايتري مصيبت ۽ سختي سهندي ۽ حرن آڻ نہ مڃي ۽ مقابلو ڪندا رهيا. انهيءَ تحريڪ ۾ جن حر فقيرن اڳوڻ بڻجي حڪومت جي طاقت جو مقابلو ڪيو سي هي هئا: وريام فقير خاصخيلي، غلام علي چانگ، علي شير خاصخيلي، منو خاصخيلي، شيخيو راڄڙ، محرم ڏاهري، عبدالله راڄڙ، مهراب راڄڙ، دودو ڪوري، امام بخش سنجراڻي، راڻو مري، عثمان هڱورو، گلو وساڻ، جڙيو خاصخيلي، ابل ماڪاٽي، عمر ورياهه، ڦوٽو چانگ، همير ماڇي، چاچڙ ٿانوري، ميرو نظاماڻي، رحيم هڱورو ۽ ٻيا، جن وڏيون همتون ڪيون. سرڪار طرفان انهن فقيرن جي گرفتاري يا مارجڻ تي انعامن جو اعلان ڪيو ويو. ڪي فقير مقابلا ڪندي شهيد ٿيا، ۽ ڪي جهلجي وڃي جيلن جي حوالي ٿيا. اهو سلسلو 1952ع تائين هليو.

ان بعد جڏهن پير صاحب پاڳاري جي گادي وري بحال ٿي، تڏهن موجوده پير صاحب پاڳاري شاهه مردان شاهه ثاني سيني حرن اڳواڻن کي پاڪستان حڪومت جي پيش پوڻ جو اعلان ڪيو. بهرحال هن ٻيءَ حر تحريڪ (1942- 1952ع) جي دوران ڪن شاعرن، حر فقيرن جي همت ۽ بهادري کي ڳايو آهي جن کي هيٺ ڏنو ويو آهي.

## چاچڙ ٿانوري ۽ سردار علي گوهر جو مقابلو

چاچڙ ٿانوري هڪ مشهور حُر ٿي گذريو آهي، جنهن ٻيءَ حُر تحريڪ ۾ انگريز حڪومت سان زبردست مقابلو ڪيو. انهيءَ جماعت ۾ هن جا يائر 'ربو' ۽ 'پيروز' پڻ مشهور هئا. جيئن ته هن جماعت ۾ مَهر قوم جا ٻه ڪي ماڻهو شامل هئا، تنهنڪري انگريز سرڪار، سردار علي گوهر مَهر کي ٻه هن تحريڪ ۾ قدري جوابدار نهرايو، چاڪاڻ جو هو مهر قوم جو سردار ۽ روهڙي ڊويزن جو هڪ وڏو زميندار هو. درحقيقت سردار علي گوهر جو حر تحريڪ سان ڪوبه واسطو نه هو، بلڪ ساڏن سان سنمڪ پئنچن سان پورو هو. اُتلندو سندس چوپايو مال، جيڪو روهڙي ڊويزن جي ريگستاني سرحد تي پکڙيل هو، تنهن کي ٻه حرن پي نقصان پهچايو. هڪ طرف انگريزي حڪومت جي ٽڙپيڙ، ته ٻئي پاسي ذاتي نقصان، تنهنڪري سردار علي گوهر حر تحريڪ کي ناڪام بنائڻ جي ڪوشش ۾ گهڻو بهرو ورتو. سندس ئي ڪوشش سان چاچڙ جا ٻه يائر 'ربو' ۽ 'پيروز' گرفتار ٿيا، پر چاچڙ پاڻ بچائي ويو.

سگهڙ 'ولو شر' انهيءَ واقعي کي چاچڙ ٿانوري ۽ سردار علي گوهر جي زباني، سوال جواب جي صورت ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي ته: جڏهن سردار علي گوهر مهر متين سببن ڪري پنهنجي تر جي حرن کي گرفتار ڪرايو، جن ۾ هڪ ته سالم جماعت وارا هئا، ٻيو ته سردار علي گوهر، چاچڙ جي يائرن 'ربو' ۽

’پيروز‘ کي پڪڙايو هو ۽ ٿيون تہ چاچڙ ٿانوريءَ جو اڳيئي سردار علي گوهر سان ناهہ نہ هو، تنهنڪري چاچڙ ٿانوريءَ کيس نياپو موڪليو تہ منهنجي پائرن ’ربو‘ ۽ ’پيروز‘ ۽ سالم جماعت جي مهرن کي نہ ڇڏايئي تہ آءٌ ملڪ ۾ مانڌاڻ مچائي ڏيندس. جنهن جي جواب ۾ سردار علي گوهر چوائي موڪليو تہ: ’مون سان خاري ٿي تو پاڻهي پنهنجي لاءِ مصيبت وهائي آهي، هاڻي منهنجا ماڻهو لڪ چوريءَ جهنگ ۾ اچي ماري وينديئي‘. وري چاچڙ ان جو جواب ڏياري موڪليو تہ: ’تو واڻيا ڊيچاري ڏٺا آهن، مون سان هٿ اٽڪائيندين تہ پاڻهي خبر پئجي وينديئي‘. پوءِ سردار علي گوهر، چاچڙ ٿانوريءَ سان ناهہ جي بہ ڪوشش ڪئي پر ناڪام ٿيو. آخرڪار سردار علي گوهر پوليس جي مدد سان چاچڙ جا بہ پائر ’ربو‘ ۽ ’پيروز‘ پڪڙائي وڌا.

## ميري فقير نظاماڻي جي شهادت

ٻيءَ حر تحريڪ جي خاتمي کان پوءِ حڪومت طرفان سيني اڳواڻ حرن کي پيش پوڻ لاءِ چيو ويو. ڪيترائي حر هٿيار ڦٽا ڪري اچي حڪومت جي پيش پيا. حڪومت انهن پيش پيل حرن کي معافي ڏيڻ جي بجاءِ سخت سزائون ڏنيون، تنهنڪري ميري فقير نظاماڻي پنهنجي لاءِ ڪوبہ چوٽڪارو نہ ڏسي، پيش پوڻ کان انڪار ڪري ڌاڙن جو سلسلو جاري رکيو، جنهنڪري حڪومت کيس خطرناڪ مجرم قرار ڏيئي سندس گرفتاريءَ لاءِ وڏو انعام مقرر ڪيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ بہ ميرو نظاماڻي ساڳيءَ طرح ڌاڙا هڻندو رهيو، جنهنڪري حڪومت پاڪستان بہ کيس ساڳيءَ طرح مجرم قرار ڏنو. ميرو نظاماڻي جيئن تہ خود بہ هڪ بهادر شخص هو، ازانسواءِ سندس ساٿي بہ سندس جهڙائي بهادر هئا، تنهنڪري سندس گرفتاري حڪومت لاءِ مشڪل مسئلو بنجي پيئي. گهڻي جاکوڙ کان پوءِ پوليس کي اها ڪڙڪ پيئي تہ

ميري نظاماڻي جو هڪڙو گهاتو بار علڻ نظاماڻي آهي، جنهن وٽ هو اچي ٽڪندو آهي. پوليس، علڻ نظاماڻي سان ساز باز ڪري ميري نظاماڻي کي جهلائڻ جو منصوبو سٽيو. آخر هڪ ڏينهن هو علڻ وٽ آيو. علڻ منصوبي موجب کيس رساندي ڍنڍ ۾ عمر ڪلهوڙي وٽ ٽِڪائي سندس بندوق لڪائي ڇڏي، ۽ ڪسڪي وڃي ملٽري پوليس کي خبر ڏنائين. منجهند جو ٻي بجي مهل جڏهين ميرو نظاماني ڍنڍ ۾ وهنجي رهيو هو تہ ملٽريءَ جا پنج سؤ پنڌرهن سپاهي کيس گهيرو ڪري ويا. ميري جڏهن پوليس جون هڪلون ٻڌيون، تڏهن هٿين خالي، وڏي آواز نعرا هڻندو ميدان ۾ نڪري آيو، پر جيئن تہ مٿس هرڙ طرف کان گن مشنن سان گولين جو مينهن پئي وٺو، تنهنڪري گولين سان زخمي ٿي ڪري پيو ۽ اتي ئي دم ڏنائين.

## رحيم هڱورو

ٻيءَ حر تحريڪ جي خاتمي واري دؤر ۾ حر فقير ساماڻا ۽ پنهنجي بهادريءَ جو ڏاڪو ڄمايائون، رحيم هڱورو انهن مان هڪ هو. هن بهادر شخص انگريزي حڪومت جي فوج ۽ پوليس سان خوب مقابلا ڪيا. پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ پير صاحب پاڳاري جي حڪم تي ڪيترائي روپوش حر فقير اچي حڪومت جي پيش پيا، پر رحيم هڱورو پيش پوڻ کان انڪار ڪيو. آخر حڪومت طرفان هن کي بہ خطرناڪ مجرم قرار ڏنو. کيس گرفتار ڪرڻ لاءِ تمام گهڻي ڪوشش ڪئي ويئي، پر هو خبردار هو، گرفتاري کان هميشه بچندو رهيو. هن سنڌ ۾ مڪيءَ جي ٻيلي ۽ جوڌپور کي پنهنجي سرگرمين جو مرڪز بنائي پاڻ کي اتي جو بادشاهه سڏايو. اڪثر زميندارن کان ڍلون بہ وصول ڪندو هو. سندس اها غير قانوني حڪومت گهڻو وقت قائم رهي نہ سگهي، آخر هڪ ڏينهن کيس گرفتار ڪيو ويو.

رحيم هگوري کي حيدرآباد جي سنٽرل جيل ڏانهن اماڻيو ويو، جتي ڪيس هلائي ڪيس 1957ع ۾ ڦاسيءَ جي سزا ڏني ويئي. هڪ نامعلوم سگهڙ پنهنجي ڪلام ۾ رحيم هگوري جي هن روش تي ارمان ڪيو آهي ته هن مرشد جي حڪم کان منهن موڙي پنهنجي حڪومت ۾ ڌاڙا هڻي عوام کي ڏاڍو نقصان رسايو].

( 1 )

## چاچڙ ٿانوريءَ ۽ سردار علي گوهر جو مقابلو*

(چيل وَلُو شر•)

**چاچڙ**

مرد ته 'مَهر' سان هو، اڳي کان اٿناهه[1]،
سخيجا! سَبَر آنَ تون، 'سالم' ڪين ستاءِ[2]،
توکي مَهر! مجيندس ڪينڪي، مون سان ڪندو مدد خدا،
خلقيل آهيان خاوند جو، 'پير'! تون پُٽُ پراءِ[3]،
ٻُر وڏائي ٻيلين جي، تون نوڪر ڪين نچاءِ[4]،
ڏاڏي پوٽا ڏيهه تي، نه ته غازين ساڻ گڏاءِ،
'رَبو' ڪين رنداءِ، نه ته ٻُڌندين خرابيون خلق ۾[5].

* هيءَ روايت اَتر (تعلقي اُٻاوڙي) مان قاضي قائمي ڏهرڪائيءَ کان ملي.
• ولو عرف ولي محمد شر، تعلقي اُٻاوڙي جو ويٺل آهي.
(1) مهر = سردار علي گوهر. (2) سخيجا = سردار علي گوهر، مهر قوم جي سخيجا پاڙي مان.
(3) پير = جناب پير صاحب پاڳارو. (4) ٻر وڏائڻ = هُشي ڏيڻ، مدد ڪرڻ. (5) رنداڻ = جهلائڻ، قيد ڪرڻ.

### علي گوهر

چُر ڪري چاچڙ! تون، ٿئين ’خان‘ سان خوري[1]،
مرد مارينڊ ملڪ ۾، تہ چاچڙ ڪي چوري،
ستائي سڀ ’سالم‘ ڪي، ڪنڊ ظاهر زوري،
نينڊ وڳ وڙاهہ ۾، خون ڪنڊ ڪرڙي،
بيشڪ مجڄي مرد ڪي، توڙي وير وجهي ويري،
ڏينڊ فقيراڻي ڦيري، مريد ماڻهو ملڪ ۾.

### چاچڙ

مريد گهمائين ملڪ ۾، نہ ڪ نئڙت ڪنديس نياز،
تون بوٽ پائي بازاريون گهمين، ڪنبائي سڀ ڪراڙ،
تنهنجي شهرن ۾ ”شر“ چئي، اڃي نعرا هٽندس نروار،
مردن جي ميدان تي، آڻ ’ريـڙِي‘ راڄ هزار[2]،
مونکي خلقيو آ خلقٹهار، تنهنجو سهاپ سخيجا! نہ ڪٽان[3].

### علي گوهر

چاچڙ! ڪهڙي چيز آن، اٿئي ’سالم‘ سڀ سبر،
سونهان اٿيئي سنڌ جا، ٻاري هجن توڙي ٻر،
گوليون، گن مشينون ڪٽي، ڪِڍ اينڊ ڪليٽر[4]،
جڏهن ملين اعلان ’علي گوهر‘ جو، اينڊ جوڌپور جيڪر،
اٿئي ٿاٺوري! اتي ٽڪر، ۽ پچنڊ پير پهاڙ ۾.

### چاچڙ

وانگاري ”ولو“ چئي، آٽيندم ناري ڏانهون نر،
ماچي ’مير[5]‘ جي ملڪ جا، سورهيہ سڀ سبر[6]،

---

[1] خوري = دشمني رکندڙ. (2) ريڙي = نديءَ جو نالو. ريڙي تي رهندڙ راڄ يعني تہ ”متيرا“، ”اَنساٽي“، ”گاگناٽي“ ۽ ”ساڪاٽي“ مهر.
[3] سهاپ = ٿورو، احسان. (4) ڪلٽر = ڪليڪٽر. (5) مير = خيرپور رياست جو والي.
(6) ماچي يعني حمير ماڇي جو چاچڙ جو دوست ۽ وڏو پهلوان هو ۽ ٻيا.

مُڇيون جن جون موڙويون، شوخ سندن شهپر[1]،
ڪي ڳاڙهه اکيا ڳوڻن تي، ڪنيو ڪاريهر ڪر،
جيڪي جُهوٽندا پيا جَهندين تي، ٻڌندين خان! خبر[2]،
گهوري رت 'ربوءَ' تان، جيرا ۽ جگر،
ياٿر پائين ياڪر، سڪ گهٽي آ ساهه ڪي.

**علي گوهر**

مهر! 'مگريا' مڃيندءِ ڪينڪي، توکي سنگتي ڏيندا سور،
'ربو' ۽ 'پيروز' جا، توکي پاٿهي پوندا پُور،
وتندين ڳوڙها وهائيندو ڳوٺن ۾، جتي ڪاڪڙ آهي ڪور[3]،
'راڄڙ' رشوتخور تي، جي بر ۾ ڪرائيندءِ بور[4]،
جتي چراخن جا چور، اتي دفنائيندءِ دڙن ۾[5].

**چاچڙ**

دفناياٺون دڙن ۾، تہ بہ پڙائن ياڳ،
جي ساهه هوندو هن سورهيہ ڪي، توڙي راٽي سارو راڄ[6]،
نہ ڪي مڃيندس مهر ڪي توڙي ڪپي ٽيندس ڪاڄ،
ٽڏي مرندس 'ٽانوري'، آهي ساهه سندي ڪي ساک[7]،
ڏجان جيءَ پنهنجي ڪي جاڳ، ايندءِ ڏاڪو پٽ ڏني جو[8].

**علي گوهر**

ٽيڪ ملي اتئي ٽانوري! تنهنجو ماڇيءَ وڏايو من[9]،
خلقت پڇندءِ 'خان' جي، تنهنجو تڪڙو ڪندا تن[10]،

---

[1] موڙويون = وٽيل. (2) جهندين تي جهُوٽڻ = جهندين تي جنگ ڪرڻ، اشاري تي وڙهڻ.
[3] ڪاڪڙ = دنگ، پاڪستان ۽ هندوستان جو. ڪور = وٽ، پَر. (4) بور = مارو (مارائڻ).
(5) چور = چرون، غار. (6) راٽي > راٽڻ = برغلائڻ. (7) ٽڏي > ٽڏڻ = ٽاڏون هڻڻ، ڪُڏڻ.
(8) ڏاڪو = ڏاڪو، ڏني جو پٽ = چاچڙ پٽ الهڏني جو. ماڇي = حمير ماڇي، چاچڙ جو دوست. (10) تن تڪڙو ڪرڻ = قيدي بنائڻ.

جڏهن سوالي ايندءِ سِر جا، ماري ويندءِ من،
جڏهن ٿيئي ويجها ڏينهن "ولو" چئي توکي اندر نہ ويندو انءَ،
جتي سنگتي سڏ نہ ڏين، اتي هايون[1] كندو ويو هيڪلو.

**چاچڙ**

سخيجا! سنگتين جي، كيان كانہ پچار،
سنگيون[2] هن سورهيہ كي، متان ماڙيچيون ڏين ميار،
جڏهن پيا پور 'پيروز' جا، تڏهن وڙهي كندوسانءِ وار،
جهنڊيون ڏيئي جهالويون، هٿندس هيكل پاڻ هٿيار،
آهي يال يائن ڏي يار! ءِ گهٽي اچ اكين كي.

**چاچڙ**

آهيئي اچ اكين كي، تہ كندين رڻ مٿي راڙيون،
باندر كائيندءِ بر جا، گورپٽ گداڙيون،
تون ٿو 'خانن' سان كنها هٽين، جن جون لک لهن لاريون،
كر آزيون علي گوهر كي، توكي چاچڙ وتي چاڙهيون،
پوءِ كاهہ اچي كارون، موٽر منهنجي ملک تي.

**چاچڙ**

چئي: موٽر كاهيندس تنهنجي ملک ۾، جو لٿو اٿئي
'كانٽو' كراڙ[3]،
دشمن كي دوست نہ كجي، توڙي لک ڏيئي اعتبار،
مين تي ماڙ ۾ گهمي، چاچڙ پيو چوڏار،
تون آنءَ سخيجو سردار، تہ مان 'لاڙ' جو لاٽ[4] هانءَ.

---

[1] هايون = هاءِ هاءِ. [2] سينگيون = سپينڊيون، سنگتياڻيون. [3] كانٽو = هكڙي هندو جو نالو.
[4] لاٽ = نواب.

### علي گوهر

تنهنجو ’ماچي‘ من وڏايو، ڪي اٿئي هيڪلي هُشي،
مرندين ’مير‘ جي ملڪ ۾، ڪاٺينديءِ ماس مٺي،
بوتو تنهنجو بر ۾، لاش ويندو لٽجي،
ربو ۽ پيروز لئي، ويندءِ ساهه سِڪي،
ويندين ’ڪاڪڙ‘ منجهه ڪسي، جو لوڙهه لٽيندءِ
’لَنگ‘ تي[1].

### چاچڙ

لوڙهه لٽبو ’لَنگ‘ تي، جڏهن امر ٿئي الاهي،
پانيان ڪين پڇڻ جي، آهي وڙهڻ جي وائي،
جوان ڪيي ڇڏ جيل مان، منهنجا ياءُ سڳا پائي،
نہ تہ لشڪر آٽيندوسئين ’لاڙ‘ مان، ڪري سنگتي صلاحي،
ٽولين مالڪ ’ٽانوري‘ ڪندءِ چاچڙ چڙهائي،
نہ ڪا ڪئي ربوءَ جي رهائي، پون پُور پيروز جا.

### علي گوهر

جي پيَئي پور پيروز جا، تہ هيٺا ٿيندءِ حال،
ڪسي ڏونرا ڏنارن ڪان، ڪيي ويندين ڪال[2]،
ڪرين مهر سان مجال، چو هٿ ٻڌو ٿئي هيڪلي.

### چاچڙ

هٿ ٻڌو تم هيڪلي، نہ ڪي مڃي ماٺ ڪيان،
آهي آس اندر ۾، پوري پاڻ ڪيان،
جي آئي مسافري مٿي تي، تہ غازي ٿي گذران،
ڪنهو هنيو تم ’خان‘ سان، سورهيہ ٿي سنجران[3]،

---

[1] لنگ= ٿر جي هڪ مشهور پٽ ۽ پٽ (لنگ جوتڙ) روهڙي تعلقي ۾. (2) ڪال = قحط.
(3) سنجرڻ = وڙهڻ.

واڏا ڪم ”ولو“ چئي، وجي ’روهيءَ‘ منجهه رڪان[1]،
اڇي ساري سنڌ سخيجي ڏنهون، ته به ٽاري ڪين ٽران،
مِڻهي اتي مران، مردن جي ميدان تي[2].

## علي گوهر

جي مري نه پئين ميدان تي، ته ويندين عيوض اڳاڙي،
علي گوهر جا اوچتو، ويندين وڳ تون ورائي،
ٽاٽا اٿيئي ’تر‘ سان، ويندين ماٺهو مارائي،
جيئرن جوانن جو، چڏيئي جيءُ به جلائي،
مُنج چاچڙ! چوائي: ته خير ڪيان تو ’خان‘ سان.

## چاچڙ

خير ته ڪندس خان سان، جڏهن پاند ڪيم پورا[3]،
اندر منجهه اُليل ڪيو، ڪؤنسن پيا ڪُورا[4]،
ماڇي مير جي ملڪ جا، آٽيندس سورهيه سمورا،
بَر ۾ بندوقن سان، ڪندو چاچڙ ڀيي چورا،
علي گوهر جي اوطاق ۾، ڪائين ڪُڪڙ ڪامورا،
شل ڪيس ٽيندءِ ڪوڙا، ٻڌان رهائي ربوءَ جي.

## علي گوهر

سارن ئي ’سالمن‘ ۾، تون چاچڙ! سڏائين چاق،
سر هنيو اٿئي سٻريٽ سان، علي گوهر افلاڪ[5]،
مرد ئي گهٽا اٿئي مهر جا، سي ويري وجهندئي وات،
بم هٽائيندوسئين بَر ۾، منهنجا جرڪندا ايندءِ جهاز،
ڪنيو ٿئي سنگتين جو سهاپ، سورهيه پنهنجي سر تي.

---

(1) روهي = ٿر. (2) مِنو = مرشد ڏانهن اشارو. (3) پاند پورا ڪرڻ = عيوض اڳاڙڻ. (4) اُليل = جوش. (5) سٻريٽ = گهڻو طاقتمند.

**چاچڙ**

جي منهين لڳو مرد جي، تہ جيئرو نہ ويندو جهاز[1]،
چرخين ۾ چاچڙ جو، هوندس گولين جو گهوگهاٽ،
ڏاڪو پٽ ڏني جو، تنهنجو سُڄ ۾ ماريندو ساٽ،
بلوا کيڏندن بر ۾، ڦيري رڻ متي راڪاس،
جوهري جيسلمير جو، جنهن کي ڪڇ ۾ آهي ڪاٽ،
سورهيہ پيو سيران ڏيندن، ماڇي ڪاٽيندن ماس[2]،
اندر آهي اداس، ملان ملڪن منجهہ پيروز کي.

**شاعر**

پنجابي هن پار ڏنهون، آندا خوشيءَ جهڙا خان،
رهڙ رکي اتس راج تي، ڏيندس 'سالم' سي سامان[3]،
قبضو پنهنجي ڪئمپ تي، رکيو 'کيڏاريءَ' تي خان[4]،
چاچڙ ڏانهن چوائي مُڪئين، ساتين هٿ سلام،
ماري اچوس مهر وٽ، ڪٽي سي ڪِمام[5]،
جوان! وجوس جام، اچو ٽوٽا ڪري ٽانوري[6].

**چاچڙ**

ٽوٽا ٽيندو ٽانوري، تہ ٻہ ڳيا تي ڳنڍيام،
هٽي هٿيار هيڪلي، متا ماريندام،
ڏيندم مقابلو مردن سان، سنگتي سارينداس،

---

(1) منهين = منهن سان، منهن سامهون. (2) سيران (واحد سير) = تڪبير، ڪُهڻ. (3) رهڙ = ڌمڪي، دڙڪو. (4) کيڏاري = هڪ رهايش گاهہ جو نالو. (5) ڪمام = سامان. (6) سالم جماعت وارا جيتوڻيڪ پنهنجن دوستن جا خيرخواهہ هئا، تڏهن بہ انهن ۾ جيڪي 'مهر قوم' جا ماڻهو هئا، سي علي گوهر خان جو احترام ڪندا هئا ۽ علي گوهر جي دٻاءُ تي انهن چاچڙ کي مارائڻ ۾ مدد ڪئي. کيڏاريءَ جي مهرن وٽ چاچڙ جي مقابلي لاءِ مهرن جي هڪ خاص ڪئمپ رکائي ويئي هئي.

غازي آهيان گولين سان، ڪئين مانجهي ماريندامِ،
ڪي لاڪي ليٿائيندامِ، سخيجي جي سنڌ ۾.[1]

**علي گوهر**

مرد! مني جهان جي، ڏاڍي مني اٿئي واءُ،
هليو ويندين هيڪلو، نہ ڪو سنگتي ڏيندءِ ساٿ،
نہ ڪا مٽي اٿيئي ڪنهن مائٽ سان، جو ياٽيءَ ڪندءِ ياءُ،
سر ساڙيندين سچ ۾، دشمن ڪندءِ داءُ،
نہ ڪي مٽان ايندءِ ماءُ، جا ڪڍيئي پار پهاڙ ۾.

**چاچڙ**

ڪِبُو سڏائين خان! تنهنجي اڱڻ تي ايندمِ[2]
ليڊر ڏسي لانڍين وارا، ڊِگي ڊاهيندمِ،
مَڪيءَ جي ملڪ ۾، وڃي اُوريون اڏيندمِ[3]،
وڃي مورچا ميدان تي، ڪاڪڙ تي ڪُڏندمِ،
جي واهر آئي "ولو" چئي، نڪي ياڙي تي پڄندمِ،
پساهہ ڏيندس پڙ تي، ڏيهہ سڄو ڏسندمِ[4]،
ماڇي سان مرندمِ، جنهن قول ڪيا هئا ڪاڪ تي.



(1) لاڪي = لکن جو مٽ، بهادر. (2) ڪبو = پَٽُو. (3) اُوريون = مورچا. (4) چاچڙ ٽانوري جو اهو قول پورو ٿيو. هو آخر تائين پيش ڪونہ پيو ۽ پنهنجي سنگتي حمير ماڇي سان گڏ سنہ 1951ع ۾ مقابلو ڪندي مارجي ويو.

# ميري فقير نظاماڻيءَ جي شهادت

(چيل قادر بخش)

ساراهيان سچو ڌڻي، صاحب ربّ ستّار،
ڪي ڏيهاڙا قدرت جي مونکي ڏيکاريا ڏاتار،
آدم مان انسان ڪيائين، لائق لک هزار،
مير محمّد مصطفيٰ هو اڙين جو آڌار،
پنجتن پاڪ پيارا، چڱا چارئي يار،
اصل هئا امامن تي، بيحد بڙا بار،
پير تنهين جي پٽ ۾، ٿيا سالڪ سؤ هزار،
نالي پير پاڳارو جنهن سان پرور جو هو پيار،
پوءِ حڪومت هڪ وار، بيگناهه ڪٽي بند ڪيو.

بيگناهه ڪٽي بند ڪيو، پير به پاڳارو،
هُرن اچي حڪومت سين هنيو نئين سچ جو نعرو،
ڪنگريءَ مڪان تي ڪوس ٿيو مارا ۽ مارو،
ڪلمي جو "قادربخش" چئي، هنيئون نُوراني نعرو،
ٿيو ڪنگري مڪان ڪڙڪارو، جت مردن ڪيا مقابلا.

مَردن ڪيا مقابلا. ڏسو مَردن جا ميدان،
حڪومت هڪل ڪري، جاڳايا جُوان،
'بچو' منجهن بادشاهه، 'پيرو' پهلوان،
لڳي جنگ غوغاء، ٿيو گوڙ وڏو گهمسان،
سوال سُنا ٻڌاسون ڪيترا آدم مان اِنسان،
پوءِ 'مِيري' جو ميدان، مون آهي ڏٺو اکين سان.

مون آهي ڏنو اکين سان، مون ميري جو ميدان،
ڪيائين مقابلا ملٽري سين، جنگيون جوٽيون جوان،
جنگيون هن جوان ڪيون، جت هئا ملٽري مڪان،
الله ڏنو هو ايڏو ان آدم کي ايمان،
پھريون پھلوان، مِيرو انھي ملڪَ ۾.

مِيرو انھي ملڪ ۾، ڪيو پھلوان پرور،
پنج سو پنڌرهن چڙها، ملٽري ۾ مَشر،
گھيرو ڪيئون تنهن گھوٽ کي، اچي واهن جھليائون ور،
کي کِري پيا هئا کَڙيي ۾، ڪنين جھنگ جھليا تي جھَر،
حڪومت واري هڪل ڪئي، پئي خان خبر،
گجي شينهن گُڙي نڪتو، نعرو هڻي نَر،
هڪل سان حاضر، اچي مرد بينو ميدان ۾،

مَرد بينو ميدان ۾، سنججي ٿيو هو سوار،
'عَلَڻ' اج ڪٽي ويو، هائي سپ هٿيار،
هڻي نعرو حيدري، هن ڏاڍو وڌو ڏهڪار،
ڪيا فير فقير تي، ڏهڪائين تي ڏار،
هلي سو هڪ وار، اچي مرد بينو ميدان ۾.

مَرد بينو ميدان ۾، پڌرو پاڻ ڄجي،
گولين جو تنهن گھوٽ تي مورڪ مينھن هجي،
بارهين ڪان پوءِ بي بجي، ڪاڙهو قيام هجي،
پئي ملٽري منجهي، بُڌيو هڪل حاڪم جي.

بڌيو هڪل حاڪم جي، هئا ڪوهن منجھ ڪڙڪا،
بن ميلن ۾ "بروچ" چئي، هئا گولين جا گڙڪا،

ميل پنڌ ۾ ماڙهن سنا، ان دائهہ جا دڙڪا،
ميري جئن ڦهڪا، هئا بندوقن جا پر ۾.

بندوقن جي پر ۾، هئا گولين جا گهمسان،
گهوگهٽ هئا گهن مشين[1] جا، دونهن جا دوفان،
جهنگ چڏيو ويا جانور، هائي سڀ حيوان،
پکي سڀ پرڏيهہ ويا، چَرخ چڙهي چوغان،
اُت بينو آهي بَر ۾، مرد جهليو ميدان،
واڪا هئا وڙن ۾، ڪڙڪا ڪن پيا ڪان،
زمين مثل تاندي جيئن، اُڀ گجي آسمان،
اتي بہ پڙ جهليو پهلوان، بينو آهي بَر ۾.

بينو آهي بَر ۾، پيو ڪيهر ڪُڏائي،
وڏائين مارو ملتري ۾، پيو ڪٽڪ ۾ ڪاهي،
'مَڪي' 'سانگهڙ' سڀ بينو مَرد بہ ملهائي،
پوءِ لاڳاپا لاهي، اچي مَرد بينو ميدان ۾.

( 3 )

## رحيم هنگوري تي بيت*

(چيل جاڪرو)

ساراهيان سچو ڌڻي، صاحب ربّ ستّار،
قادر پنهنجي قدرت سان، هو جوڙيو هيءُ جنسار،
ملڪن ۾ مُلڪ مَڪي، هئي بي خبر نہ ڪا چار،
'رحيم'، نالي هگورو هو خاصو خبردار،

---

(1) Gun Machine.

* هيءُ روايت وچولي (تعلقي ٽنڊي الهيار) مان ولي محمد طاهرزادي ڪان ملي.

ڏمون ڪريو، ڏاڙا هٽيو واهيئين ويني پار،
پوءِ 'رحيم' جهڙا يار! پنهنجا پار پڇايان ڪيترا؟

هوڏانهن جاءِ تنهنجي جوڌپور ۾، هيڏانهن مڪي ۾ مڪان،
وير! تنهنجي ونجن جو، ڪونہ هو امڪان،
جوانمردي ڏسي ”جاڪري“ ساراهيو ٿي سبحان،
اي ڏاڙيوال جوان! آئيندي ڳالهيون پيون ڳائبيون.

ڇا ٿا چڱا چون، نو سؤ ڏاڙيلا ليکي وارا لکن!
ڪاهون ڪريو ڪيهر تي، هاريو همٿ وجن،
حڪومت هلي ٿي پنهنجي، تنهن ۾ اهڙا ڏوهہ نہ ڪجن،
جي ڳالهيون ٿيون ڳڄن، تہ وڃي پئو پيش پنهنجي پير جي.

جي پيش نہ پون، تہ اهي اناسا ائين ڪيئن ڪن،
جن ڪي انتو تيٽو هوءِ اڪين ڪان، سي پل هَٺ رکن،
اهي مرونءَ جي ماس تي، ڪُتن جئن ڪڙڪن،
اهو ماس بہ نہ ملندن، ويندا هڃي هائيءَ ۾.

ഋജ

# توڙي وارو ڌاڙو*

(چيل ڪريم بخش چاچڙ**)

اِبيءَ حُر تحريڪ واري وقت ۾، حُرن کان سواءِ ٻين ڪيترن ئي رواجي چورن کي بہ وجھہ لڳي ويو، جي پنھنجا ٽولا ناھي ڌاڙا هڻڻ لڳا. اھڙو ھڪ واقعو لڳ 'توڙي' تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ ٿي گذريو: 'تيغاڻين' (ٻُڙدين) جا ڪي ماڻھو ھٿيار ڪٽي، سڌا ڪِيمي واڻيي جي دڪان تي آيا ۽ ڪيس سڏي چيائون تہ 'دڪان جو دَر جلدي لاھہ جو مھمان آيا اٿئي'. ڪيمي ڏڄندي ڏڄندي دروازو کوليو تہ ڌاڙيل اندر گھڙي آيا ۽ سندس سمورو سون رُپو، ڪپڙو لٽو ۽ ٻيو قيمتي سامان ڪٽي رمندا رھيا. واڻين ڊوڙي وڃي سب ڊويزنل آفيسر کي دانھن ڏني پر ھر ڪنھن کي پنھنجو ساھہ پيارو ھو، تنھنڪري ھن سندن ڪابہ مدد نہ ڪئي. آخر شھر جي ماڻھن ڪليڪٽر وٽ وڃي فرياد ڪيو. ڪليڪٽر پنھنجي سِر جاءِ واردات تي پھتو، ساڻس ٻيا بہ ڪيترائي اعليٰ عملدار ھئا. پوليس بہ ڪافي تعداد ۾ لٿل ھئي. جڏھن جاچ مان پتو پيو تہ اھو ڪم 'تيغاڻين' جو آھي، تڏھن انھن جي سردار 'تيغي خان' جوابدار ھٿ ڪري پوليس جي حوالي ڪيا، جن کي سزا ملي. پوءِ ڪليڪٽر ھڪ ھفتي تائين ڪئمپ ھڻيو ويٺو ھو ۽ اعلان ڪيائين تہ 'جنھن کيٰ ڪا دانھن ڪوڪ ڪرڻي ھجي سو بي ڌڙڪ مون وٽ ھليو اچي'. پوءِ ڪيترن ئي ماڻھن جون تڪليفون دور ڪري جَس ڪٽيائين. ڪليڪٽر جي انھيءَ تعريف جوڳي ھمدرديءَ ماڻھن ۾

---

* ھيءَ روايت اُتر (تعلقي وارھ) مان غلام رسول جتوئيءَ کان ملي.

** ڪريم بخش ولد قبول خان چاچڙ، ڳوٺ جام سونھارو چاچڙ تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾، سنہ 1348ھ/ فيبروري 1930ع ۾ ڄائو. سنڌي فائينل تائين تعليم وٺڻ کان پوءِ تعليم کاتي ۾ نوڪري ڪيائين ۽ ھن وقت پرائمري ماستر آھي.

سندس لاءِ گهڻي عزت پيدا ڪئي. شاعر ڪريم بخش چاچڙ، ڏاڙي جي انهيءَ واقعي ۽ ڪليڪٽر جي ساراهه ۾ ڪجهه بيت چيا آهن جي هتي ڏجن ٿا.]

ساراهيان سچو ڌڻي، صاحب ربّ ستار،
مالڪ آهي ملڪ سندو، ڏيهه ڌڻي ڏاتار،
حيّ قيوم سو قادر، خالق خلقڻهار،
اول ۽ آخر آهي سو باري بقادار،
ثنا جڳائي صاحب کي، بيحد باربار،
”لم يلد ولم يولد“ نادان بہ جاڻن نروار،
جيئن گهري تيئن ٿئي، ڪل آگي کي اختيار،
چوڻ ”ڪُن فيڪون“ سان، جوڙيو جهان جبّار،
ڇهن ڏينهن ۾ سالڪ چون سالم ٿيو سنسار،
وڏي وڏائي واحد جي، قدرت وڏي ڪلتار،
روزي سين رسائي، والي ڪري نہ وسار،
نبي پيدا ڪيائين نُور مان، محمّد مختيار،
مٿان مڙني مرسلين، آهي سيني جو سردار،
مير محشر ۾ ڇڏائي، گندا گنهگار،
راض تنهين سان ربّ جو، گهڻو گهُري غفار،
پرين سو پڳدار، ڪين ڇڏيندو ”ڪريم بخش“ چئي.

ڪين ڇڏيندو ”ڪريم بخش“ چئي، محب کي مڙين،
ڪيان قصو اڳتي جو ڏاڙو هنيو ڏاڙيلن،
دڪان ’ٺوڙي‘ واري تي رخ رکيو چورن،
هلي آيا هٿيارن سان، اچي آواز ڪيو انهن:
دڪاندار در لاهہ، منهن ڏي مهمانن.
ڪڙو ڪري ’ڪيمي مل‘ کي، راز ڪولايو رهزنن.

پيسا سپ پيدا ڪر، پوئتي رک نہ ڪپڙن،
ويچارو اڳتي تيو، ملڪيت ڏني مدعين،
ڪچيو ڪين ”ڪريم بخش“ چئي، مات ڪئي مُڪين،
جٽڪ پائيوار آيا هئا، وينا ورهاڱو ڪن.
اتاريئون وجي ايس. ڊي.اي[1] کي، تا قورو ڦُر ڪن،
پر هر ڪنهن کي لڳي ساهہ جي، ڪير تو ڍڪائي ڍڍن،
هٿ رڱي هو هليا، مراد پوري تي آيلن،
وات تن پوءِ ورتي، مرڪندا پيا وجن،
ادا! انهن ڏاڙيلن، سامان نيو سنڀالي.

سامان نيائون سنڀالي، ساري سربسر،
تي فرياد داخل، آيا وڏا آفيسر،
ڪپتان ”ڪريم بخش“ چئي، ڪاردار ڪليڪٽر،
ڳاٽاتي ڪان باهر هئي، لٿل پوليس پر،
’ٽوڙي‘ چڱو تلي پيو، ٻَڌجي ويو شهر،
ڏيڍ هفتو ڪن هتي، ميڙ رهيو مگر،
چور ’تيغاڻي‘ نڪتا، ظالم تيا ظاهر،
نظربند گهڻا تيا، رهيا وڏا نامي نبتر،
سردار ’تيغي خان‘ ڏنا بازو بشر،
وڏو زور سردار تي، آيل هئو اڪثر،
’مير‘ ۽ ’سردار نورمحمد‘ واڪاٽيل ويتر،
بيا نِنڍا وڏا زميندار، سپ رهيا حاضر،
ماڻهو هئا منتظر، من حاڪم وجن هليا.

حاڪم وجن هليا، گهڻو تن تي گهريو،
ابا! دک سور ٻُڌايو، درد دل جو سليو،

---

[1] سب ڊويزن آفيسر.

آفرين هجي آفيسر کي، جنهن روبرو سڏايو،
پوءِ مال کيترن جا موٽيا، چڱو غريبن لاءِ ٿيو،
جن لاءِ پُوڪار ٿي، تن کي ٿي سرڪار جهليو،
پوءِ ويندي ويو، آفيسر عام وٺان.

آفيسر ويو عام وٺان، رحمدل سو انسان،
صاحب شال سڏاري، ڏاڙيلن ڏيئي ڏيان،
سيني جا سالڪ چئي، عمدا رهن ارڪان،
چور کنهين چوگان، شل 'ڏائڙ' ڏسجن کينکي.



# دلن جي تڙ واري مسجد جي مرمت*

(چيل صابر درس**)

[اٽڪل سترهن ارڙهن سال اڳ 'دلن جي تڙ' مڪان سنگراسي تعلقي ڇاڇري جي جامع مسجد شهيد تي پيئي پر ڳوٺ جي ماڻهن ان جي مرمت ڏانهن ڪوبہ ڌيان ڪونہ ڏنو. هڪ دفعي شاعر صابر درس جو انهيءَ ڳوٺ ۾ ڪنهن ڪم سانگي وڃڻ ٿيو، جڏهن نماز پڙهڻ لاءِ مسجد ۾ ويو تڏهن مسجد جي زبون حالت ڏسي ڪيس ڏاڍو افسوس ٿيو ۽ اتي جي ماڻهن کي مسجد جي اڏاوت لاءِ همٿائي پاڻ موٽي ويو. سندس نصيحت تي عمل ڪندي ڳوٺ جي ماڻهن مسجد کي نئين سر نهرايو. مسجد جي ديوارن تي ڏاڍا رنگ روغن ٿيا ۽ سنگمرمر تي چوڏاري چٽڪاري ڪئي ويئي. مسجد جي اڏاوت ۾ آجب پٽ مصري ۽ عبدالله پٽ گلو تمام گهڻي دلچسپي ورتي. مسجد جي جڙي راس ٿيڻ کان پوءِ پنج وقت نماز سان گڏ ٻارن کي ڪلام مجيد جو درس پڻ ڏنو ٿي ويو. شاعر صابر جو جڏهن ٻئي دفعي اتي وڃڻ ٿيو تڏهن مسجد جي اها رونق ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انهي وقت هڪ بيت چيائين، جنهن ۾ انهن سيني ماڻهن جو ذڪر ڪيو اٿس جن مسجد کي مرمت ڪرڻ ۽ آباد رکڻ ۾ ڀهرو ورتو. اهو بيت هتي ڏجي ٿو.]

اللہ جلّ جلالہ، ڏني سيّد کي سرداري،
مديني جو مصطفيٰ، آهي اُمت آڌاري،
چار ئي يار رسول جا، صدقو سرداري،
امام حسن حسين، مِنا محبتداري،

---

* هيءَ روايت خود شاعر جي زباني قلمبند ڪئي ويئي.
** سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه ص 69.

دَل، دليرن راڄ ۾ ڏنم هڪ مسجد موچاري[1]،
لاکا، دَل لکين هئا، پر 'آجباڻيءَ' اُجاري[2]،
اُت پڙهيم فرض نماز جو، پيَم سُڌ ساري،
عبدالله پٽ گُلوءَ جي، ڪئي مدد موچاري[3]،
'جمعي' راڳي روبي، ڪئي راڳي روپاري[4]،
سنگمرمر پهڻ جي، چُٽچ چوڏاري،
سايون نيلون نُوراني، عجب اُپاري،
جهرمر جهانجهر سون جي، جلوي جوهاري،
شمع شمعدان بجليون، قنديل قنڌاري،
دريون ۽ دروازا، تن جا ڪڙا قيمتداري،
'سومار' تنهن سِڪ مان، سهڻي سينگاري[5]،
جنهن 'ايوب' پيءَ اُجاريو، تنهن کي ملي بهشت
جي بهاري[6]،
'عَلو' الله اُجاريو، جنهن بانگ بہ ٻُڌڪاري[7]،
لوليون لبّيڪ جون، سنجهي صبحاري،
پيش امام، صفون سُبحان، اُن پڙهي سُنت سڌاري،
علم پڙهن ڪُتابي، ڪَر چَتُن چينگهاري،
'ياسين' سڳوري ذڪر زاري، ڪن طالبن تنواري،
دَل، سميجا، سما، نمازي نيڪداري،
"صابر" در الله جي، ڪئي منٿ موچاري،
"درس" دين ايمان جي گهُري گلزاري.
لا اِلٰه اِلا الله مُحَمّد رسول الله

ﮫﮫ

---

[1] دَلن جو ترُ. (2) ڳوٺ جا چڱا مڙس ۽ ان ۾ رهندڙ ذاتيون: آجباڻي = آجب پٽ مصري لاکو دل، ڳوٺ جو چڱو مڙس ۽ زميندار هو. (3) آجب جو پوٽو، جو حال حيات آهي ۽ يونين ڪميٽيءَ جو ميمبر آهي. (4) جمعو پٽ دل لاکو، اڃا حيات آهي. (5) سومار پٽ ايوب دل، حال حيات آهي. (6) ايوب دل، سومار جو پيءُ، جنهن رات ڏينهن مسجد جي خدمت ڪئي، وفات ڪري ويل. (7) عَلو پٽ هارون لاکو دل، گذاري ويو.

# سنبت 1999 ۾ ملڪ جي حالت

(چيل حاصل فقير وسائي پوٽو*)

[سنبت 1943/1999ع ۾ سنڌ مان قدرت طرفان اها پلائي ٿي جو هڪ طرف فصل تمام پلا ٿيا جنهنڪري اَنن جا اَنبار لڳي ويا، ته ٻئي طرف وري انگريزن ۽ جرمن واري ٻي عظيم جنگ سبب جنسن جا اگهه چوٽ چڙهي ويا، تنهنڪري ملڪ ۾ پئسو تمام گهٽو ٿي ويو. غريبن ۽ هارين نارين جا قرض مرض ميٽجي ويا، ڏکين سکيو ساهه کنيو ۽ آسودا ٿي پيا. سينيون گيهه ۽ ٻئي واپار مان شاهوڪار ٿيا، ته سوداگرن وري چوپائي مال جي سؤدي مان جاوا ڪيا. حالت اها ٻڻي جو اُٺ انوٺن اگهن تي پئي وڪاڻا ته ڏِڻن جو واپار جڻ ڏارا هٽي (ڇيڪــي راند جُوا ڪري) ناٽو ميڙڻ جو مثال هو. اهو دؤر هرهڪ ڪڙمي ڪاسبي، غريب غربي لاءِ خوشحاليءَ جو دؤر هو. پر اهي هيون جنگ جون ابتدائي حالتون. سال کن ۾ ئي مُلڪ جو ڦِرڪو ڦري ويو. اهي ڪارخانا جي ملڪي توڙي غيرملڪي صنعتن ۾ رُڌل هئا سي ته بند ٿي ويا، يا ته جنگي ضروريات جو سامان ناهڻ لڳا. گهٽو ڪري سموري پيداوار جنگ ۾ ڪم اچڻ لڳي، جنهنڪري عوام جي ضروريات زندگيءَ جون شيون ملڻ کان مهانگيون ٿي ويون. ڪٽڪ تي ڪنٽرول پئجي

---

* حاصل فقير ولد فضل وسائي پوٽو چانڊيو، اسلام ڪوٽ ضلعي ٿرپارڪر کان ڇهه ميل ڏکڻ طرف 'ڪاڪٽهار رحم علي' ۾ سنه 1331هه/ 1912ع ۾ ڄائو. سنڌيءَ جا فقط ٽي چار درجا ۽ قرآن شريف جو هڪ سيپارو پڙهي، ٻڪريون چارڻ لڳو. باقي قرآن شريف ٻڪريون چاريندي ئي پڙهي پورو ڪيائين. نهايت ئي خوش طبع ۽ گفتي جو ملوڪ آهي. ڪلام گهٽو ئي چيائين، جن مان سنڌس پيشنگوئي جا بيت ۽ زماني جي حالت تي چيل بيت مشهور آهن.

ويو، ۽ ڏيپن ذريعي مقرر ڪوٽا ماڻهن کي ملڻ لڳي. گاسليٽ بہ گم ٿي ويو، جو پڻ ساڳيءَ ريت ڏيپن تان ملڻ لڳو. ماچيس جهڙي رواجي شيءِ بہ نٿي ملي سگهي، نتيجي طور ماڻهن باهہ پيدا ڪرڻ لاءِ چقمق پهڻ ۽ رُڪ ڪان ڪم ورتو. اَمل انين رپئين تولو وڃي لڳو، چرش ۽ گانجو بلڪل بند ٿي ويو. ڪپڙي جي پنيان بہ باهہ ٻري ويئي. اول تہ مليو ڪونہ ٿي، پر جي مليو ٿي تہ بہ ڪين جهڙو سو بہ ڏهوڻي اگهہ تي. ڪپهہ جا اگهہ وڌي ويا. سوڊا ڪار صفا ڪانہ ٿي ملي. چاندي ۽ سون پڻ مهانگا ٿي ويا. سون ۽ چانديءَ جي سِڪن بدران نوٽ عام جام ٿي ويا. حد ٿي ويئي جو ريزگاري ۾ اٽاٽ پئجي ويئي، سرڪاري ڏي وٺ ۾ ريجي بدران لفافا ۽ ڪارڊ هلڻ لڳا. لکڻ لاءِ ڪاغذ نٿي مليا. اهو سمورو احوال سگهڙ حاصل فقير پنهنجي هڪ بيت ۾ بيان ڪيو آهي. جيئن تہ حاصل فقير ضلعي ٿرپارڪر جو رهاڪو آهي، تنهنڪري هن بيت جي مُنڍ ۾ ئي پنهنجي ٿر (ٿر) جو احوال ڄاڻايو آهي، پر ان وقت سڄي ملڪ جي حالت اها هئي. شاعر وري اها بہ اميد ڏيڪاري آهي تہ، شايد سنبت 2000 ۾ اهي تڪليفون دور ٿي وينديون ۽ وري حالتون اصلوڪو رخ اختيار ڪنديون. شاعر انهن تڪليفن ۽ ملڪي حالتن ڪان متاثر ٿي دشمن (جرمن يا تڪليف پيدا ڪندڙن) جي دفع ٿيڻ جي آرزو ڏيڪاري آهي، سگهڙ جو اهو بيت هتي ڏجي ٿو.]

سنہ اٺيهہ نوانوي ۾ ڪيا سڀاڄهي سڪار[1]،
ٿيا گهٽيئي ٿر ۾، گاهن جا گلزار،
ٻنيون ٻارا پلا ٿيا، اَنن جا اَنبار،
قرض مرض ڪاٽجي ويا، ٿي آزادگي اظهار،
ڏُکي، سُکي ٿيا، اها مهر ڪئي مختيار،

---

(1) سنہ 1999 سنبت: هندو دڪاندار عام طرح پنهنجو حساب ڪتاب سنبت سنہ ۾ لکندا هئا، سنبت ٻهراڙيءَ ۾ عام مروج هو، تنهنڪري حاصل فقير بہ اهو سنہ ڪم آندو آهي.

سوداگرن کي سنو ٿيو، ولايت جو واپار،
ڏکن ڏارا هٽي چڙهيا، "حاصل" چئي هيار،
گهوڙن تہ گهٽيئي نماڻو ڪيو نروار،
اُٺ تہ وڃي انوٽا وڪاڻا واپار،
گيهہ جو فائدو گهٽو ڪييو، سينين شاهوڪار.
ڪنٽرول تنهن ڪٽڪ تي، اچي ٿيو اظهار،
ڪنڊ تي پُتو پئجي ويو، ليي ڪانہ لاچار،
گاسليٽ گهر تي ويو، جنهن جي لِک نہ ليي لار،
دُرجن ڏکِي ويا، باڪسن جا بار،
'پٽڙي' ۽ 'ڪَڙي' جو، وِهايو واپار،
'اَمل' جو انين رپئين تولو، مُنا خريدار،
چرس ۽ گانجي جو، پُتو ٿيو بيزار،
ڏني باهہ "بلوچ" چئي، ڪپڙي کي ڪلتار،
ڪپهہ وغيره ورڌي جا ويا واپار.
مطلب تہ شيءِ سڀ مهانگي ٿي، رکي رکٽهار،
ملي ڪانہ شهر ۾ صفا سوڍا ڪار.
سڀاجهو سهنج ڪندو، ڏيهن جو ڏاتار،
سوئِڪي ۾ سهانگائي ڪندو عالم جو آڌار[1].
چاندي سون چڙهي ويا، جن کي هٿ نہ رسي هار،
هليو ويو "حاصل فقير" چوئي، سُهج ۽ سنيگار،
مُهر هلي ٿي ملڪن ۾، نوٽن جي نروار،
'ريجي' بدران لفافو ۽ ڪارڊ ڪيائون ڪار[2]،
ڪاغذ ملي ڪونہ ڪو، لکٽي کي لاچار.
سچا سڀ ڪوڙا ٿيا، اڄ ڪوڙن جي آهي ڪار،
ڍرو رسو دشمن کي، ڏنو آهي ڏاتار،

[1] سوئڪو: هڪ سؤ (يعني سنبت 2000). (2) ريجو = ريزو، ريزگاري.

پٽي پٽي جاءِ ايندو، پوءِ ٿيندي پُڪار،
موڙي ڪندا مهند ۾، گندي کي گرفتار،
اجا جنگ لڳي پئي آ، ڏاڍي سان ڌهڪار[1]،
اجا نہ ڪئي آهي دشمن سان، صفائي سرڪار،
عالم جا آڌار! ڪجئين ٻاجهہ "ٻروچ" تي.



(1) انگريز ۽ جرمن واري ٻي عظيم جنگ.

## عزيزالله ڪلهوڙي جو پوليس جي پهري مان ڀڄڻ*

(چيل عزيزالله ڪلهوڙو*)

[عزيزالله ڪلهوڙو، پني عاقل شهر کان هڪ ميل جي مفاصلي تي، ”بچو ڳوٺ“ جو رهاڪو هو. جيئن ته سندس پيءُ ملاّ عبدالرحيم هڪ عالم شخص هو، تنهنڪري هن پنهنجي ٻنهي پٽن، عزيزالله ۽ عبدالقادر کي نيڙهيءَ جي مشهور مدرسي ۾ فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم پرائڻ لاءِ داخل ڪرايو. ان وقت انگريزي حڪومت جي خلاف جملي سياسي جماعتون سرگرم عمل هيون، انهن جو مرڪز اڪثر ديني مدرسا هئا. نيڙهيءَ وارو مدرسو پڻ انهيءَ تحريڪ جو هڪ مرڪز هو.

هنن ٻنهي ڀائرن، ’درس نظاميه‘ جي نصاب موجب فارسيءَ جي تعليم پوري ڪري، عربي پڙهڻ شروع ڪئي. مدرسي اندر سياسي سرگرمين کي ڏسندي ۽ انهن ۾ حصو وٺندي هنن جي دل ۾ پڻ انگريزي حڪومت جي خلاف نفرت پيدا ٿي، جنهنڪري هو تعليم کي اڌ ۾ ڇڏي، مدرسي مان ڀڄي نڪتا ۽ عملي طرح انگريزن خلاف

---

* هيءُ روايت اُتر (تعلقي ميرپورماٿيلي) مان محمد حسن ”مشتاق“ کان ملي.

* عزيزالله ڪلهوڙو ولد ملا عبدالرحيم، پني عاقل کان هڪ ميل مفاصلي تي ’بچو ڳوٺ‘ جو رهاڪو آهي. 28- مئي 1917ع ۾ ڄائو. سندس وڏا نهايت ئي برگزيده عالم ٿي گذريا آهن. ننڍي هوندي عزيزالله پنهنجي ڀاءُ عبدالقادر سان گڏ فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ’نيڙهيءَ‘ جي مدرسي ۾ داخل ٿيو. جتي ٻئي ڀائر تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ انگريزي حڪومت خلاف سرگرم رهيا، جنهنڪري عبدالقادر گرفتار ٿيو. ان بعد عزيزالله ٻه ڏاڙا هڻڻ لڳو ۽ ’اجنو ڏاڙيل‘ جي نالي سان مشهور ٿيو. آخرڪار 1944ع ۾ گرفتار ٿي سزاياب ٿيو. آزاد ٿيڻ بعد ميان حمادالله هاليجوي جي صحبت ۾ درويش صفت بنجي ويو. هن وقت پنهنجي ڳوٺ جي مسجد جو پيش امام آهي ۽ غريبي حالت ۾ زندگي گذاري ديني خدمت انجام ڏيئي رهيو آهي. سندس ڪلام گهٽوئي چيل آهي.

ڪارروائين ۾ حصو وٺڻ لڳا. عبدالقادر پنهنجو مرڪز پنهنجي ئي ڳوٺ کي بڻايو، باقي عزيزالله پنهنجي هڪ ٻئي دوست بهار ڪلهوڙي، ويندل عالماڻي لڳ پنوعاقل، سان گڏجي انگريز حڪومت کي نقصان پهچائيندو رهيو.

حڪومت طرفان هنن کي گرفتار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، عزيزالله ۽ بهار تہ هٿ اچي ڪونہ سگهيا باقي عبدالقادر کي پنهنجي ڳوٺ مان ئي پوليس گرفتار ڪري ويئي. ياءُ جي گرفتاريءَ کان پوءِ عزيزالله هيڪاري مچرجي پيو. ريل گاڏين کي ڪيرائڻ ۽ ڦرڻ جا ڪيترائي واقعا سندس هٿان ٿيا. انهيءَ وقت ۾ عزيزالله بدران 'اجني' جي نالي سان مشهور ٿيو.

آخرڪار سنہ 1944ع ۾ 'اجنو' ۽ 'بهار' گرفتار ٿي پيا. ميرڪوش تعلقي اوباوڙي ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر وٽ سندن حاضري هئي. حاضري ڏيئي جڏهن واپس ٿي موٽيا، تڏهن ٻئي جنگ جوان، پوليس جي حوالات مان، ڪاٺئن رائفلون ڪسي ڀڄي ويا. ان بعد 'اجني' جي گرفتاريءَ لاءِ ستاويهہ هزار رپيا انعام آچيو ويو هو. بهار انهيءَ وچ ۾ مري ويو، باقي اجني کي سندس دوست ۽ صوبدار چانڊئي، تعلقي گهوٽڪي جي هڪ ڳوٺ مان گرفتار ڪرايو.

جيل مان آزاد ٿيڻ بعد عزيزالله ڪلهوڙو، ميان حمادالله هاليجوي جي هدايت ۽ صحبت سان پنهنجي ڳوٺ جي مسجد جو مُلان بڻجي ويو ۽ اڄ بہ پنهنجي مسجد جي پيش امامي ذريعي ديني خدمت انجام ڏيئي رهيو آهي.

عزيزالله خود بہ هڪ سنو شاعر آهي، پنهنجي حياتيءَ جي انهيءَ سموري ڪشمڪش کي هڪ بيت ۾ بيان ڪيو اٿس، جو هتي ڏجي ٿو.]

ساراهيانم سچو ڏڻي، ساراهيان سبحان،
تہ بادشاهي انگريز جي، جنهن جا تاب وڏا طولان،

هڪڙا قيدي رکي قيد ۾، پيا نوڪر وڏا نيشان،
قرب مان ”ڪلهوڙو“ چئي، آگو ڪندو احسان،
پاءُ تہ منهنجو دادلو، سورهيہ هو سلطان[1]،
مجي امر الله جو، وڃي قيد ٿيو هو جوان،
ظاهر ڪيان نري ۾، مان پنهنجو بات بيان،
تہ برابر ’بچي ڳوٺ‘ ۾، ٿيا گهوڙن جا گهمسان،
چوڏاري چؤرنگ ٿيا، تاب وڏا طولان،
هٽي ڪڙيون قرب جون، آنڌئون جيل جوانءُ،
اچي پني ۾ پڌرو ٿيو، عزيز الله انسانءُ،
لکي بنا پريت جا، ڪيئون ’سکر‘ جا سُرگانءُ،
سنيري هليا سکر ڏي، ٿيو عشق جو امتحان،
ڇهہ مهينا چوهہ ۾، منهنجو گُوندر هو گذران،
مشهوريءَ سان ’ميرڪوش‘ ۾، ٿيو اسان جو امتحان،
ڊپٽي ڪليڪٽر ڪيو، پيهر اچڻ جو امڪان،
آيا سي ’اُباوڙي‘ ۾، فائق وڏي فرمان،
من ۾ مونکي مونجهہ گهٽي، نيڻن ۾ ننڊ ڪانہ،
اُداسي ارواح ٿيو، پڇڻ لئي بيران،
سنگتي منهنجو سورهيہ هو، وڏو جُنگ جوان،
پرهہ ڦٽيءَ پريات جو، اچي مانجهي ٿيا مستان،
آيو جوش منهنجي جيءَ کي، ٿؤسين وڏي تان،
ڪسيم ’رائفلان‘ رمز سان، ڪيم چالاڪي چالان،
سنياري تنهن سيّد کي، ڪيم ڏڌڪارا دوفان،
قرب مان ”ڪلهوڙو“ چئي، مونکي ڏٽيءَ ڏنو دان،
جوان ڇٽي ويا جيل کؤن، پتنگ جيئن پروان،
پوءِ راضي ٿيو رحمان، اُداسي عزيز الله تي.

ᏅᏕᏅᏕ

(1)

# ڪانيوءِ راڄي جو جهيڙو*

(چيل محمد صديق بنگلاڻي⁕)

[تعلقي عمرڪوٽ ضلعي ٿرپارڪر جي ٽيپي صوفي ۾ بنگلاڻي ذات جا ڪي ماڻهو رهندا هئا، جي 'حيدر شاهه' جا هاري ۽ مريد هئا. هڪڙي ڏينهن 'راڄي خان' ٻروچ جي ٻڪرين جو ڌڻ سندن ٻنيءَ ۾ گهڙي آيو ۽ ٻنيءَ تي ان وقت عمر، ڪانيو، فتح علي ۽ چِندو، مڱڻهار ڪمدار سميت موجود هئا، جن ٻنيءَ مان ٻڪريون هڪلي پنهنجي قبضي ۾ ڪيون. ان بعد ڪمدار اهي ٻڪريون ڍڪ تي موڪلڻ لاءِ ڪانيوءَ کي ڏنيون، ۽ ڪيس فيءَ ڪن لاءِ ٽڪو ڪاهراڻي طور ڏيڻو ڪيو. راڄي خان کي جو اها خبر پهتي سو ڪهاڙي ڪڍي اچي ووٺن ۾ لڪي وينو. ڪانيو ڌڻ ڪاهي جڏهن سندس پر مان لنگهيو، ته هن هڪل ڪري مٿس حملو ڪيو، پر ڪانيو ڪهاڙيءَ جي وار کان پاڻ بچائي ساڻس ڳنڍجي ويو. ٻنهي ۾ جهيڙو شروع ٿي ويو، ڪڏهن ڪانيو هيٺ ته ڪڏهن راڄو؛ وڙهندا ڪرندا اچي ڪمدار تائين پهتا. اها ماجرا ڏسي ڪمدار پاڻ ٻڪرين جو ڌڻ ڪاهڻ شروع ڪيو. تنهن تي راڄو سندس اڳ جهلي بيهي رهيو، فتح علي ۽ عمر، ڪانيوءَ تي الرون ڪيائين، جنهن تي چِندو خان کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي، راڄي کي چماٽ وهائي ڪيڊائين ۽ ساڻس ڳنڍجي ويو. اهڙي طرح راڄو اڪيلي هجڻ جي باوجود حيدر شاهه جي پنجنئي هارين سان وڙهندو

* هيءَ روايت ٿرپارڪر (تعلقي عمرڪوٽ) مان "معمور" يوسفاڻي کان ملي.

⁕ محمد صديق ولد مالڪ خان بنگلاڻي سنه 1904ع ۾ ڳوٺ ڪاروڙو تعلقي عمرڪوٽ ۾ ڄائو. سندس پيءُ صوبيدار هو جنهنڪري هن ڪيس تعليم ڏيارڻ جو چڱو بندوبست رکيو، پر معمولي تعليم کان وڌيڪ حاصل ڪري ڪين سگهيو. سندس اڪثر ڪلام هجويه ۽ واقعاتي آهي، جو سنڌي ۽ سرائڪي ۾ چيو اٿس. 23- جون 1959ع تي وفات ڪيائين.

رهيو. راڄي جي دليري ڏسي هنن پاڻ ۾ گڏجي صلاح ڪئي ته هي بروچ مڙندو اصل ڪونه تنهنڪري ڪيس ٻڪريون موٽائي ڏجن. آخر راڄو ٻڪريون ڪاهي ماڳ موٽيو.

راڄي جو سوٽ 'رضو' هڪ ڪرڙو زميندار هو، جڏهن ڪيس اها خبر پيئي ته ڏاڍي ڪاوڙ آيس ۽ پنهنجي سوٽ جي بدلي ونڻ لاءِ ٻڪريون ڪاهي حيدر شاهه جي ٻنيءَ ۾ آڻي ڇڏيائين، پر اُتي هڪ سوار محمد صديق اچي پهتو ۽ رضوءَ جون ٻڪريون ڪاهي وڃڻ لڳو، جنهن تي رضو ڪيس هڪل ڪئي ۽ ٻنهي جي وچ ۾ سخت جهيڙو ٿيو. شاعر محمد صديق بنگلاڻي اهو سمورو واقعو پنهنجي بيتن ۾ بيان ڪيو آهي. پڇاڙيءَ واري بيت ۾ انهيءَ واقعي ڪي بيتن ۾ چوڻ جو سنه 1364هه ڄاڻايو اٿس. اهي بيت هتي ڏجن ٿا]

واڪاڻ واحد جي ڪريان، جو سڀاجهو سٽار،
جوڙي جوڙ جهان جي، تو قدرت سان ڪلتار،
جِنَ، ديو، پريون، پکي، مڇيون، انس اپار،
مُلڪ مالڪ جوڙيا، هادي ڪئين هزار،
عرب، عجم، ايران، ۽ چائنا چوڌار،
هندستان، حبش، ڪابل ۽ قنڌار،
پر سائو ملڪ سنڌ جو، سونهي سان سينگار،
اُت ضلعا ان ۾، ڪيا انگريزن اختيار،
ٿرپارڪر انهن ۾ هڪ ضلعو زوردار،
عمرڪوٽ ان ۾، هڪ تعلقو تيار،
تپو 'صوفي' تنهن ۾، پڻ صوفي شاخ سنيار،
رهندڙ اتي راڄ آهي 'بنگلاڻي' بسيار،
مرشد پير تن جو 'حيدر شاهه' هڪوار،
'معشوق پوٺو' مشهور سو، چؤطرف چوڌار،
مقاطعو 'مير' ڪنيو، ان تپي ۾ تڪرار،

هاري 'حيدر شاهه' جا، ڏاڍي سان ڏهڪار،
هاڻ خوب خبر چار، سڄو سندن ڳالهڙي.

سڄو سندن ڳالهڙي، قصو قرارا،
هاري 'حيدر شاهه' جا همه هيجارا،
پوکيئون پريت مان ٻنيون ڪئين ٻارا،
ٻاري بخت پلو ڪيو، پوک ڏنن وارا،
هاري ويچارا، پرتئون گھمن پوک تي.

پرتئون گھمن پوک تي، ڪنيو ڪلهي تي ڪوڏر،
گھمرا ڏيو گھيڙن تي، تا ساريو ڪين سَر،
پوکِي ٻني پريت مان، هئي 'ڪانيو' منجهه ڪلر،
هلي گھمي حرص مان، قري ساڻ فخر،
سڄ هاڻ خبر، وڏي جهيڙي جنگ جي.

وڏي جهيڙي جنگ جي، سڄ خبر ساري،
هڪ ڏينهن هليا هيج مان، 'حيدر شاهه' جا هاري،
عمر، ڪانيو، فتح علي، جِنڊو جنساري،
آيو ڪمدار اوچتو، مگٺهار ماري،
اچي وينو ادب سان، ڪيائين ڪَچاري[1]،
تاسين آيو مال اوچتو، ڪيائين وڻن تي واري،
ٻڌي ٻيبڙاٽ ٻڪرين جا ۽ چڙيون چوڌاري،
هارين حيدر شاهه جي، ڪئي تنهن دم تياري،
سيئي اتي سنوان تيا، ڪرڻ نظرداري،
ڏسي ٻڪريون ٻنيءَ ۾، ٻوڙيا تنهن واري،
پوءِ هيبت سان هاري، ڪاهي ڪمدار وٽ آئيا.

(1) ڪَچاري = ڪچهري، رهاڻ.

كاهي كمدار وٽ آئيا، ساري سپيئي،
مال تہ 'راڄي خان' جو آنڌائون اتيئي،
ڪمدار چيو 'ڪانيو' کي: ڪاهہ مال مڙيئي،
ڏيندس ٺڪو ڪاهراٽي، جي رسائيندين نيئي،
پوءِ اها ڪل پيئي، وڃي راڄي خان کي.

وڃي راڄي خان کي، پيئي اها خبر،
ڪاوڙجي ڪهاڙي ڪٽي، هليو سو هيڪر،
اچي وينو واٽ تي، ڏيئي ووٽن اندر ور،
ڪاهي ڪانيو نڪتو، ٻڪريون ۽ ٻڪر،
هليو آيو هيج مان، وارينڊو ولر،
اچي ڪيائين اوچتو، اتانهين گذر،
جتي راڄو لڪل هو، پنهنجيءَ پوک اندر،
نڪتو راڄو رُوڙ ڪري، ووٽن مان وسيهر،
اچي واريائين ٻڪريون، منجهان ڏاڍ ڏمر،
ڪانيوءَ ڏي ڪهاڙي ڪٽي، ڪئي ڪاهہ ڪيهر،
ڪانيو بہ گهٽئي کُڏيو، پر مهندان هو منڪر،
وڙهندا آيا واٽ ونيو، ڪندا هل حشر،
هڪڙيون هڪلون هل، ٻيو ڪاڙهو، ٽيون ڪلر،
وڏي جنگ جهيڙو ٿيو، ڏاڍو شور ۽ شر،
انهيءَ ساڻ آڏر، وري ڪاهي آيا ڪمدار ڏي.

ڪاهي آيا ڪمدار ڏي، وڙهندا واٽن تان،
هڪبئي کي هٽندا آيا، ڪٽيو پتر هِتان هُتان،
ڪنهن وقت ڪانيو خان هو، ڪٿر راڄي ڪان،
تہ ڪنهن وقت راڄو هو، ڪانيو جي متان،
انهن اهجاڻن سان، ڪِري ڳل خراب ٿين.

ڪِري ڪل خراب تين، ماندا ٿيا مردار،
اچي پهتا اتهين، جت هاري ۽ ڪمدار،
جن پڇي خبر هنن ڪان، تہ ڪهڙو ٿيو تڪرار؟
تڏهن ڪانيوءَ قسم کڻي چيو تہ: سڄو خبر چار،
ڪاهيو ويس ٻڪريون، لالچ جيءَ لغار،
ملندو تڪو ڪاهراڻي، تيندس شاهوڪار،
پهرين وننڊس پريت مان، ککڙ ڪارونيار،
نفعا ٿيندا ان مان، بنبس نامدار،
ڪاهيو ويس مال کي، انهيءَ سان آڌار،
ڪڏهن چڙيان ها ڪينڪي، پر ماريس هن پچار،
جو راڄو آيو رڙ ڪري، هل ڪري هيڪار،
کڻي ڪهاڙي ڪلهي تي، ڪيائين شور شرار،
سنيريو اچي سهڪندو، ڪريو وڙهڻ جو وهنوار،
ٻولائي ٻروچ چيو تہ: پڇي تيءُ بيزار،
نہ تہ هٺي ڪهاڙي ڪنڌ تي، ڪندس ڌڙ
سسيءَ ڪان ڌار،
پوءِ وڙهندا اچون ڌڻ واريو، ڪاهيو وٺ ڪمدار،
اهو سماچار، آهي اسان جي حال جو.

پوءِ ڪمدار ڪاهيون ٻڪريون، جوش
منجهان جولان،
ڪاوڙجي ڪارو ٿيو، دانگيءُ جيئن دوران،
ڪاهيائين وڏي ڪست مان، ڌڻ ڪري دهمان،
’دائم‘ سندي دهشت جو، ٿيو هل هُگان،
تڏهن راڄو اٿيو رڙ ڪري، گوڙ ڪري گهمسان،
وڏو شور شرّ ڪيائين، شومي ٿي شيطان،
هڪل ڪيائين هيبت مان تہ: يڄ پري ٻي ايمان!

مگھار مردود! مرين تو، موذي تون مروان!
نڪر هتان نادان، نہ تہ لنگھا! مرين تو لت سان.

لنگھا! مرين تو لت سان، چورا! تون چالاءِ؟
ائين چئي اٿيو، ’راڄو‘ مٿي راھہ،
ڪري هڪل هيبت مان، ڏاڍو ڪيائين ڌڪاءُ،
ڪري اوڪو ’عمر‘ ڪي، ڪيائين ’ڪانيوءَ‘
مٿي ڪاھہ،
ڦري آيو ’فتح عليءَ‘ ڪي، واڪو ڪري واھہ!
موڳو ڪري مگھار ڪي، سوڙھو ڪيائينس ساھہ،
راڄي ڇڏي راھہ، هُنن جي بند ڪري ”بلوچ“ چئي.

بند ڪري ”بلوچ“ چئي، ڇڏيون راڄي سڀ راهون،
ڪنيو ڪھاڙي، گار ڏيو، ڪري ڪست
منجھان ڪاهون،
مهندان راڄي خان جي، ٻڌيون ٻروچن ٻانهون،
تن ڪيون منٿون ميڙيون، عرض ۽ آهون،
ڪري سوال تڪي پيا، ڪيائون درد منجھان،
دانهون پر مڙس مُڙي تو ڪينڪي، پيو اڇي اوراهون،
تڏهن چِندو اٿيو جوش مان، ڪري هيبت هلائون:
تہ راڄا! ڇڏ تون ريڙھ پيڙھ، هل پٽيا! پراهون،
نہ تہ هاڻ اندا! آءٌ، مارينديسئين مُڪَ سان.

مارينديسئين مڪ سان، ڪري جنگ جدل،
ايئن چوندي اٿيو، چِندو منجھان جل،
هنيائين چماٽ راڄي ڪي، واري مٿي ڳل،

وجهي هٿ وارن ۾، ڏنائينس اڇل،
هٽيو ڌڪ ڌڪو ڏيو، ڪري هيبت منجهان هل،
مردن جي ميدان ۾، هئي هور هڪل،
هاٿي ٻُنديا پاڙ ۾، هاڻ ڪير ڪري تن جهل!
ڪانہ هلي تي ٽل، ٻين جي ٻروچن سان.

ٻين جي ٻروچن سان، ڪاري ڪانہ آهي،
وڙهندي وچڙندي جندي ڪان، ويو راڄو چڏائي،
پوءِ ڪٽيو ڪهاڙي ڪلهي تي، اُيو پاڻ پاڻ پڏائي،
گاريون ڏيو، گوڙ ڪريو، پيو ٻروچ ٻولائي،
ڪير اچي هن ڪيهر ڪي، ويجهو واجهائي،
ناهي مٿ ڪو مرد جو، ڪير اچي ڪاهي،
پوءِ سيني ڪي ساهي، وري موٽيو مگٽهار ڏي.

موٽيو مگٽهار ڏي، ڪري ڪاھ ڪِيهر،
وجهيو هٿ وارن ۾ پيو، گوڙ ڪري گينور،
هنيائين لت لنگهي ڪي، منجهان ڏاڍ ڏمر:
تہ ڪاهيين ڪتا! ڪيئن تو، ٻڪريون ۽ ٻڪر؟
مال تہ راڄي خان جو، جنهن ڪي چوٽ چپر،
ڪاهڻ وارو ڪونہ سجهي، مونکي ميربحر!
پوءِ ڏنائين تي مار مگٽهار ڪي، ڪيري منجھ ڪار،
پر ڪريو اچي ڪاوڙ مان، ٻروچ ٻوٽ پر،
پوءِ اڙ ڏيئي آڏر، اٿيو پهلوان پٽ تان.

اٿيو پهلوان پٽ تان، ڪيائين فتح علي تي قيرو،
ڪهاڙي ڪٽي ڪاهي آيو، چٿو ڪر چيرو،
جلي ويو جوش مان، جوان سندو جيرو،
چئي: ڪين چڏيندس ڪڏهن، ڪوهي ڪندس ڳيرو،

ڪٽائيندس ڪِتل ڪي، ڳوٺ منجهان ڏيرو،
وڙهي هن ويريءَ سان، ڪندس نبيرو،
پر لائي زور تڪي پيو، خان تيو ڪيرو،
پوءِ ڪِري جيئن ڍيرو، تئين راڄو ڪريو راهه تي.

راڄو ڪريو راهه تي، اُٿيو اتاهين،
ڪري ڪاهه ڪانيوءَ ڪي، چٺو چيائين،
ڏيئي گار گوڙ ڪري، وجي ٻڪ وڌائين،
چڏي کهاڙي چوٽ ڏيئي، وجي وار جهليائين،
ڏاڍي ڏک ڏمر مان، تي ڌڪ هنيائين،
وجهيو چپ وات ۾، چريو چڪيائين،
لاهيو زور ذري ذري، ڌميو ڌمڪيائين،
ڪِرندي ٽڙندي ٽاٻڙندي، تي گاريون ڏنائين،
ڪانيو گهٽئي قياس ڪيو، پر ڪين ڇڏيائين،
پوءِ ڪانيو ٻه کهل ڇڏي، وجي چوٽ ڪاڏائين،
ماندو ڪري مردار ڪي، ڏاڍو ڏپيائين،
ڪٽي اڇليائين، راڄي ڪي رستي مٿي.

راڄو خان رستي تي، ڪا مدت هئو مئل،
تهان پوءِ اٿيو، ڪري حشر هل،
ڪيائين وڏي آواز سان، عمر ڪي هڪل:
تہ ڪريل ڪاروڙائي! مرين ٿو، توڪي ڪنيو آهه اجل،
نڪر نادان اوچ مان، ترس نہ هتي تل،
نہ تہ مارينديوسئين مڪن سان، ڪندس ڪين ڪهل،
راڄي خان بلوچ سان، ڪانہ هلندئي ٽل،
پوءِ اهڙيءَ سان اٽڪل، ايو گينور گوڙيون ڪري.

أيو گينور گوڙيون ڪري، ڪريو ڏاڍي ڪاھ،
چٽڪ ردِ چڙي پئي، ھاڻ ڪيي ڇڏيندي لاھ،
ڏسي اھو ڏمر ۽ بلوچ سندي باھ،
سيني گڏجي پاڻ ۾، ڪئي ھيءَ صلاح،
تہ ڏيو ٻڪريون ٻروچ کي، تہ رمي ونئي راھ،
اھڙي ھل ھڳاءُ، ڏنائون مال مردود کي.
ڏنائون مال مردود کي، ٻڪريون ۽ ٻڪر،
تہ بہ مرد مڙي تو ڪينڪي، پيو گاريون ڏي ھر ھر،
تڏھن جندو اٿيو جوش مان، ڪري چوٽ چڪر،
تہ: راڄا! ميرين تون مفت تو، ھاڻ مون ھٿا ھيڪر،
کھڙي ڪاوڙ ڪتا! تون پيو، گوڙ ڪرين گرگر،
وات وڄائين تو پنھنجو، تون ٻلا! ڇڏيو پر،
جي وريو ونئين تو وارن مان، تہ ڪير ڪندئي واھر!
پوءِ انھيءَ سان آڌار، راڄو مس روانو ٿيو.

رھندڙ انھيءَ ڳوٺ ۾، آھي ’رضو‘ راھدار،
وڏيرو پئنچات جو، ظالم زميندار،
سوٽ تہ راڄي خان جو، سياڻو سالار،
راڄي سندي ويڙھ جي، پيس خبر چار،
چئي: ڪين ڇڏيندس ڪڏھن، ويرين کي وھنوار،
ڪندس جنگ ’جندي‘ سان، ماريندس ’مڱٺھار‘،
اوکو ڪري ’عمر‘ کي، ڪندس ’فتح عليءَ‘ تي
قتڪار،
ڪري ڪاھ ڪانيو تي، ڪيندس ڏاڍي مار،
ڪڏھن ڇڏيندس ڪينڪي، اھي ماريندس مردار،
عمر، ڪانيو، فتح علي، جندو مڱٺھار،
ھاري حيدر شاھ جا، پل ھجن لک ھزار،

تہ بہ مڙڻ، موٽڻ مهٽو، هٿ ڳنيا هڪوار،
جو سؤٽ منهنجو سلڇٽو، هنن ماريو آهي موچار،
اهو ارادو اصل کان، هو ڪيو ان قهار،
پوءِ ڪاهي هليو ٻڪريون، دودو تي ڏٽار،
آيو ’صوفيءَ شاخ‘ تي ڪاهي مال مڪار،
ڪاهي شاخ اڪاريائين، اتي اوير پار،
پاسي محمد صديق جي، ٽي چاريائين چوڌار،
اصل هئو ان ڪي، اهو پروسو بسيار،
تہ ڪير ڪاهيندو منهنجيون ٻڪريون، مان آهيان مختيار،
تہ آيو متان اوچتو، سنيري هڪ سوار،
محمد صديق پٽ ماٺڪ جو، ناليرو نروار،
ڪيائين هڪل حشمت مان، هل ڪري هيڪار،
لوڏيائين مال رضو جو، ڪري لوڏڻ جي للڪار،
ڪاهيائين ڪست مان، پيئي ٻڪرين ۾ ٻاڪار،
هلندو وجي هُل ڪندو، دڙڪن جو ڏڏڪار،
ڪيائين مال اڳ ۾، ڪرائي قطار،
وجي ڪاهيندو ڪپ ڏيو، ڪندو ترت تنوار،
اچي ٽپائين شاخ مان، اتي اولهہ پار،
تڏهن پيئي رڙ رضو ۾، ڪيائين ڪوڪار:
محمد صديق! مرين تون، ننر هيڏي نهار،
ڪندس توسان ڪست رکي، آءٌ جٺ جبري يار،
ڪڏهن ڇڏيندس ڪينڪي، توکي وير وهنوار،
پاٺهين پوندين پيش مون، ڪري تون ڪوڪار،
ڪيائين اچي اتي، پلپل اها پچار،
وڌائين ڏپ ڏيجڙو، اندر ۾ آزار،
اها ڳالهہ اوهان کي ”بروچ“ چئي ٻهار،

تہ قصو ڪانيوءَ راڄي جو، جڙي ٿيو تيار،
سنو، سهڻو ۽ سچو، بيتن منجهہ بهار،
ڳجهي رهي هئي ڳالهہ، ڪيئن اچي ٿي اظهار!
پاٽان ٿي پيئي پڌري، ناول جيئن نروار،
مشهور ٿيو مردن جو، سنڌ ۾ سماچار،
صوفي، صاحب تڙ چوان، پنجوئيءَ ۾ پچار،
ڏيڀو ۽ ڏورو نارو، پيئي ساڌر اها سنيار،
ساپو، ڪونجيلي، ٻيرچن، هاڙهہ اندر هونگار،
جاگير، مانڌل، ماڪيارو، ٿي ڪاروڙي ڪينڪار،
ٻانڌو، چور، ٽيپري، ننيهن ۾ نروار،
سينهوئيءَ ۾ سنڪو ٿيو، اهريءَ جي آڌار،
ٻهڙائيءَ ۾ بروچن جي، پيئي وجي پچار،
ساريٽي ۽ سونپور ۾، ڪائٽ اها ڪوار،
پڌيلي، بودرفارم، پيپو ڏگوءَ ۾ ڍهڪار،
وهرو، جانهيرو، ڪيجراڙي، چيلاڙي چوڌار،
چيلهہ، نبي سر، ڪنري، ٿي نهٽي ۾ نروار،
سرو، لاڙ، وچولو، نارو ۽ ٿر سنيار،
ڪَرُو، پپ، ڪارونجهر، هاڙهو ۽ هالار،
مٺي، ڇاڇرو، ڏيپلو، ٿي ننگر ۾ نروار،
عمرڪوٽ، سامارو، ڊگهڙيءَ پاسي ڪيائين ڊار،
جيمس آباد، ڪپرو، ميرپورخاص ٿي سانگهڙ
پاس پچار،
دادو، نواب شاهہ، خيرپور، ٿي سکر پاس سڌار،
جيڪب آباد، لاڙڪاڻو، منجهہ ڪراچيءَ ڪوار،
حيدرآباد سنڌ ۾، هلي اها هونگار،
پنجاب، پاڪپٽ ۾، پيئي اها پچار،

بڙودي، بنگال ۽، بيڪانير ۽ بهار،
جوڌپور، جيسلمير ۽ اڏيپور آڌار،
دهلي، دکن، مدراس ۽، منجهه آگري اسرار،
آسام ۽ برما ۽، ڀوپال منجهه بسيار،
چين، جپان، جاوا ۽، سائبيريا سنيار،
سمرقند، بخارا، ڪابل ۽ قنڌار،
اصفهان، عراق ۽، عرب ۽ ان پار،
مڪي مقدس ملڪ ۽، طائف ۾ تڪرار،
ترڪي، استنبول ۽، مصر ۾ ميار،
حلب، حبش، حوران ۽، جدي ۾ جنسار،
ايشيا، يورپ ۾ پيئي اها پچار،
آسٽريليا، آمريڪا، منجهه آفريڪا اسرار،
جنَّن، ماڻهن، ديون ۽، پيئي پَرين منجهه پچار،
حيوانن، مڇين ۽، پکين ۾ پوڪار،
ڳالهه اها ڳائين پيا، پپيها ۽ پرمار،
ڇٻون، چيها، چمڙا، چُتُن ۾ چينگهار،
آڙيون، ابابيل ۽ جهرڪن ۾ جهونجهار،
چنڊول، مور، موسڙا، ليلن ۾ للڪار،
بلبل، بدڪون، باز ۽ پيئي پکين ۾ پچار،
هُما، هنجرون، هنج ڪئين، هُد هُد لک هزار،
ڪانگ، ڪبوتر، ڪبرون، ڪونجن ۾ ڪوڪار،
ڳجهون، ڳيرا، ڍينگ ۽ ڍيلون ڊوڙ سنيار،
سانهيون، سرٽيون، شيهٽيون، سانباها پڙ سار،
ڳٽي ڳٽيان ڪيترا، تيا مرغ بيشمار،
ڳائين ڳالهه اها پيا، جملي جاندار،
ته مرد وڙهيا تي پاڙ ۾، جنگ ڪري جهونجهار،

هڪڙو تاءُ تراڙين جو، ٻيو ڪاڙهو ڪارونپار،
ڪلر تتو، تاءُ ٿيو، تہ بہ مڙيا نہ موچار،
شاباس اهڙن مردن کي هجي هزارين بار،
ٻلي ڳائجي ڳوٺن ۾، تن سورهين سماچار،
جوڙيو مون جوش مان، تڏهن ڪري تڪرار،
سچو قصو سيگهہ مان، ٿيو ترت تيار،
اسان گهٽايو ڪينڪي، قبوليندو ڪلتار،
جو مالڪ ملڪن جو ڏٽي، ڏينهن جو ڏاتار،
جو ماري جياري سڀ کي، آهہ صانع ۽ ستّار،
ويهين تاريخ شعبان جي، مون ويهي ڪيو ويچار،
هئو ڏينهن جمعي جو، ڀلارو بسيار،
تيرهن سؤ چوهٺ جو، سهٺو سنہ سنيار،
جڙي قصو راس ٿيو، اڳينءَ جي آڌار،
هاڻ ڪندو ڪرم ڪل تي، ملڪن جو مختيار،
بخشيندو ”بلوچ“ چئي، سو ڳتل گنهگار،
قبوليندو ڪرم سان، دعائون دلدار،
محابي مرسل مير جي، جو مڙني ڪان موچار،
سبب سيّد سردار جي، ڇٽندا عاصي عيبدار،
ٿيندا ساٿي سچ ۾، چوڪا چارئي يار،
پاڪ پنجن تنن جو، آءٌ درس ڪندس ديدار،
ٻيو ناهي اجهو آسرو، آءٌ آهيان عيبدار،
ڪلمي جي آڌار، ڇٽندا سڀ ڇيهن ڪان.

لا اِلٰه اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

ﮦﮧﮦﮧ

# لعلو رائنڪ جو ڌاڙو*

(چيل ولڻ ولهاري*)

[سنہ 1945ع ۾ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ بروهي ڌاڙيل ساماڻا، جن ملڪ ۾ ڏاڍو ڏهڪاءُ مچايو هو. شهر لعلو رائنڪ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ اچي ڌاڙو هنيائون، تنهنڪري اتي جا هندو ۽ ٻيا رهاڪو سخت پريشان ٿيا. شهر جي بازار ۾ سُج لڳي ويئي ۽ ماڻهن رڌو پڪو ڪاچ ڇڏي ڏنو. اهو حال ڏسي شيخ غلام حسين ۽ قائم خان ماڻهن کي همٿايو تہ: توهين ڪوبہ خوف خطرو نہ ڪريو، اسان گڏجي چورن جو مقالو ڪنداسون. پوءِ پنهنجا همراهہ ساڻ ڪري وڃي موريءَ تي بيٺا. انهن مان دائم نالي هڪ شخص بروهين کي ايندو ڏسي ونئي ڀڳو، جنهن تي قائم خان کي ڪاوڙ آئي ۽ هن سزا طور ڪيس ماڻهن کان جُتَ ڪرائي، پر جڏهن ڌاڙيل اچي پهتا تہ ڪيس بہ همت ڪانہ ٿي جو سندن مقابلو ڪري. هڪڙي ڌاڙيل شيخ غلام حسين ڏانهن بندوق چوڙي جا گُسي ويئي، پر ڊپ ۾ غلام حسين جي تيڪ وهي ويئي ۽ ونئي ڀڳو. شيخن کي ڦُرڻ کان پوءِ ڌاڙيل چانڊين جي ڳوٺ ڏانهن وڌيا. رستي ۾ ڪين محمد خان چانڊيو گڏجي ويو جو ان وقت موٽر ۾ شڪار لاءِ نڪتو هو. محمد خان جي ساٿي سوني خان بروهين کي واٺهڙو ڄاڻي ڪانئن نالو نشان ۽ ذات پڇي، جي پورو جواب نہ ڏيئي هلندا رهيا. ان تي محمد خان چانڊئي، راڄ کي ڄاڻ ڪرڻ لاءِ هڪڙي مڪراني کي هڪ تيز رفتار اُٺ تي سندن پٺيان روانو ڪيو، ڌاڙيلن بندوق هڻي ان جو اُٺ کي ماري وڌو، پر پوءِ بہ چانڊين جي ڀاري لشڪر کان بچي ڪونہ سگهيا ۽ آخر پڪڙجي پيا. سگهڙ ولڻ ولهاري پنهنجي ڪلام ۾ هن واقعي کي بيان ڪندي سردار غيبي خان چانڊيي جي ساراهہ ڪئي آهي.]

---

* هيءَ روايت اُتر (تعلقي وارهہ) مان غلام رسول جتوئي کان ملي.

* فقير ولڻ ولهاري، معارفاڻي چانڊيو ويٺل ڳوٺ ڳاڙهي جاگير تعلقو وارهہ، سنہ 74-1875ڌاري ڄائو. فقط قرآن شريف پڙهيل هو. سندس ڪلام گهڻو آهي، جنهن مان ڪافيون، بيت، معجزا ۽ مداحون مشهور آهن. سنہ 1954ع ڌاري وفات ڪيائين.

ساراهيان سبحان ڏٺي، وئي بروهين ڳالهہ وٺي،
ڦري ڦُريائون سنڌ گهٽي، ’لعلو‘ مان ويا ڏاڙو هٽي،
مايا ملڪيت خوب ڪٽي، مَهتن ڪي پئي موت ڦٽي،
هِندو هيٺا ٿيا هيڪاري، ’تونين‘ ڪانہ ڪين پوئواري.

بازر لعلوءَ جي تي جهُني[1]، پينچن ڪانہ چاڙهي هئي ڪُني،
ماءُ سُکي جي رت پئي رني، ويجهو ’وارهہ‘ جي هن مُني،
چو نہ تني کي پوليس پُني، سوار چڙهي آيا سرڪاري،
تن بہ همت ڪانہ ڏيکاري.

غلام حسين پنهنجاشيخ سڏاري، آڪڙ عالم کي تو ڏيکاري،
هلو هلي ڪيون ويڙهہ وڪاري، مان بيهندس موريءَ ڏاري،
ڏاڙيل ڪُل وجهندس ماري.

اُت ڏنائيس بروهين وارو، تيو پُٽ ’دائم‘ کي دهڪارو،
ساهہ سُکي ويس بلڪل سارو، موت متئون جڻ بينس مارو،
ڀڳو لُچ ڏيئي لامارو، مُکِڻَ وڃايو پنهنجو مانُ،
ڪارو ڪيو اتس ’قائم خان.

بندوق بروهين ڏٺہ هڪ چُڙي، غلام حسين ويومنهن ڪان مُڙي،
تِيڪ بہ وڃي ورتس ڪڙي، ڀڃي مُکڻ تيو آ مياري،
ڪيائين قبر ’قائم‘ جي ڪاري.

قائم چيس هيئن ڀُڃو ڏيئي، ٿل لعنت وجهوس سيئي،
اڃا دشمن هو نہ پريئي، توڪان تِيڪ اڳي چو ويئي؟
غرق ٻچي ڪيئي پانچا ٻيئي، ململ جو نہ وڃايئي تانءُ،
ڪارو ڪيو تي ’قائم خان‘.

ڏس انصاف بروهين وارو، نہ ڪا نوبت نہ ڪو نغارو،

---

[1] جهني = جهوني، پراڻي.

سنڌ سڄيءَ مان هٽي نعرو، شهر قريائون 'لعلو' وارو،
ڪياءُ 'شيخن' جو منهن ڪارو، هاڻ ڏيو تا وجن چارو،
خوف وڌو اتن 'چاندين' وارو.

اُتان موٽر 'محمدخان' جو آيو، شوق شڪار جو روح ۾ رايو،
ڏاڙيلن اُت اچي ڏڪايو، سڏي 'سوني خان' پڇايو،
تہ ڪير آهيو،پنهنجي لنت ٻڌايو؟ بروهين ڪيو هو پڄڻ جو سعيو،
'مڪرانِي' ڪي تن موٽايو، واڇوڙي جان اُٿ وهايو،
اولهہ طرف اُڏاڏو آيو.

اُتيو ڪيهر شينهن ڪَرَ ساهي، جنهن جي اوٽ احمد آهي،
وڌائين گوليءَ سان اُٿ ڏاهي، ٻيا پيي صوبا سورهيہ جوان،
هت بروهين جي حاجت ڪانہ.

پڳا جبل جي ڏيئي ڪَنڌي، ٻہ تہ وڌائون ٻَنگِـي ٻڌي،
"ولڻ"صفت ڪر 'چاندين' سندي، اهڙا چور ٻڌائون چنبي،
ٻيا پيي صوبا سورهيہ جوان، هت بروهين جي حاجت ڪانہ.

لشڪر چاندين جو آ ڀاري، 'گوهي غيبي' جي سرداري،
جن ڪي پاڪر پيرن واري، تن ڪي ڏاتر سوپ ڏياري،
آهي ڪُل ئي ڪلادار، منهنجي سوپ ڪئي سردار.

سدا سوپارا آهن 'مرزاڻي'، سيّد آهي تن سان ساٿي،
قائم هوندا قيامت تاڻي، دشمن جي شل آگ اُجهاڻي،
شعر چيو هي. "ولڻ فقير"، ماڙ مدت ڪر مرسل مير!

ঙ৪ঙ৪

# جانهري وارو ڌاڙو*

(چيل خانو پهنور♣)

[ڳوٺ جانهرو تعلقي عمرڪوٽ ۾ ڪُنري کان چار پنج ڪوهه ڏکڻ طرف آهي. پندرهن سال کن اڳ حُرن جي ٻي تحريڪ واري زماني ۾، جڏهن سڄيءَ سنڌ سان "مارشل لا" لاڳو هو، ان وقت ڌاڙيلن جي هڪ ٽولي هن ڳوٺ تي حملو ڪيو هو. ڌاڙي واري ڏينهن تي انهيءَ ڳوٺ ۾ بادل نالي هڪ شخص جي گهر ۾ ڇنيءَ جي رسم ملهائجي رهي هئي، پتن جون ديڳيون چڙهيل ئي هيون تہ ڌاڙيل اچي ڪڙڪيا، جن ايندي سان بندوقن جا هوائي فير ڪيا. انهيءَ ڳوٺ ۾ ساند قوم جا گهڻا ماڻهو رهندا هئا، ازانسواءِ ٻين قومن جا پڻ ماڻهو رهندا هئا. ڊپ وچان سيني ماڻهن ڀڄي جند ڇڏائي، ۽ ڌاڙيل تمام سولائيءَ سان سڄي ڳوٺ کي ڦري هليا ويا.

شاعر انهيءَ ڌاڙي جو احوال پنهنجي ڪلام ۾ بيان ڪندي ٻڌايو آهي تہ، بادل جي پٽ جو گرانهہ بہ ڪنهن کي نصيب نہ ٿيو. ويهڻ ۽ وڙهڻ جي پيٽي نہ ڏسي، سيئي ماڻهو گهر ٽڙ ڇڏي، لوڙها ٽپي وچي پٽن ۾ لڪا. سچ لٽي جي مهل هئڻ سبب هر ڪنهن جي گهر ۾ رڌو پڪو تيار هو، ماڻهو ڪُنا چلهين تي ڇڏي ڀڄي ويا. ڪي ماڻهو ڪُندن ۾ ڪونگڙا تي لڪي ويا تہ ڪي وري لوڙهن مان لانگها ڪري ڀڄي ويا، پر ڀڄڻ ۾ ساند سيني کان گوءِ کٽي

---

* هيءَ روايت خود شاعر جي زباني قلمبند ڪئي ويئي.

♣ خان محمد پٽ واڳهہ ذات پهنور، ڳوٺ جانهرو تعلقي عمرڪوٽ جو ويٺل آهي. هينئر سندس عمر اٽڪل 50 ورهيہ کن آهي، جنهن موجب سنہ 1911ع ڄاري ڄائو. هي قرآن شريف ۽ ابوالحسن جي سنڌي ملا مڪتب ۾ پڙهيو. سنڌس جوڙيل واقعاتي بيت مشهور آهن.

ويا، اصل سيراڙو پئي ويا. اهو وقت اهڙو هو جو مائٽن پنهنجي اولاد کي ئي ڇڏي ڏنو. ڪنيار، لوهار، واڍا وغيره سيئي پنهنجا گهر تڙ ڇڏي وڃي لڪا. توري ئي وقت ۾ ڳوٺ جي حالت اهڙي ٿي ويئي جو ماڻهو نالي ڪي نظر نٿي آيو. گهرن جا در ڪليا ئي پيا هئا، چوپايو مال وٿاڻن ۾ ٻڌو پيو هو، ڳوناٺا سيڪجهه ڌاڙيلن جي حوالي ڪري ڀڄي ويا. شاعر جي چوڻ موجب ان وقت سرڪاري عملدارن ۽ واڻين جي حالت ڪِل جهڙي هئي. بندوقن جي آواز سندن حواس خطا ڪري ڇڏيا. بس منيون پيڙي وني ڀڳا ۽ منهن سامهون جيڪو ڳس آيو سو ڪٽي ورتائون.]

جمال سان جانِهري ۾، جهيڙا ٿيا جهڳڙا،
سڄ لهي سانجهي ٿي، جهليئون مَنهن مُهڳڙا،
ڪن جا چڙهيا چلهين تي، ڪن جا دميا ديڳڙا،
ڪن وَڏي واريا وات ڏي، تيسين پريان اچي پُڳڙا،
اُهي پئي ٿانوَ تڏا ٿيا، اچي لُوهِن ۾ لَڳڙا،
ڇُٽيون باهه بندوقون، پيا راڄن ۾ رَڳڙا،
ويهڻ وڙهڻ هو ڪو نه ڪو، هئا وڃڻ جا وِڳهڙا،
ڪري لانگها لوڙهن مان، ٿيا ڪندن ۾ ڪُنگڙا،
ستت ويا سِگهڙا، اهڙا هئا سِراڙا سائَدَن جا.

اهڙا سِراڙا ساندن جا، جهليئون پُري پاساڙا،
هنيا ٻِڙنگ باگراٿين، سي راڄن جا راڙها،
ٻاهران ڪيا ٻُهن جي، جِهر وارن جهاڙا،
پيو مونجهارو ماڻهن ۾، ڏنئون دَڙي تي ڌاڙا،
ڏوڙي ڏڙي ڏڪٽي پئي، اُن سهڪي سِراڙا،

لوٽي هاري لطيف جي، پرِ، سوئا مان ساڙها،
ڪي رهڙجي رت ٿيا، ڪي ڳاڳجي ڳاڙها،
ڏٺين ڏِڪيا ڪينڪي، نہ ڪي ٽاٽيائون تاڙا،
اگهڻ، هَٿ، اوتارا، رهيا ائين اگهاڙا،
پر ساندن جي سوائي ڪي، پڄن ڪين پاڙا،
عجب اُپڙڻ تن جي، ڏنئون ڪانن جا ڪاڙها،
اهڙا هجن آدمي، اهڙي جهنور جِيواڙا،
جو نہ مجي سو ماپي ڏسي، ڏئي اُبتا اُهاڙا،
هئا مُنا مُهاڙا، اهڙا سِراڙا ساندن جا.

اهڙا هئا سِراڙا ساندن جا، بنا راهہ رمن،
ڪاڪا چڙيو ڪندين ۾، پيا پائٽيا پڄن،
ڪونهي وس ڪمال جو، چڙيو سڄڻ ڪي سين،
ويري اچي ويا ويڙهن ۾، ڪنهن ڪي پوڙها پارتِن،
ڏني پاڄ بچائي، اُتيو تان نہ اوٿِن،
ٿوٿين ڪيئن ٿوڙائي مِٿي مائٽن!
عُمر پريون اوسيئي، گنڏيون ساڻ گِگن،
پيو ڪڙڪو ڪنيارن ۾، ڪتان سُوٽاڙ سهن،
لالو لڳي لاچاري ٿيو، ڪيڏانهن ويچارا وڃن،
ڪري خاصوڙا ڪبڙن ۾، ڏنا وَراڪا وادِن،
اُبتا ٿيو آوِيَن تان، پيا ڪنيار ڪِرن،
يَت بڇي پيو بادل جو، ڳِنو ڪونہ ڳِٽن،
ڪاڄ رڏائون خوشيءَ مان، چني جو چڙين،
پَسُونڻ چڙيو پينگهن ۾، هيون مُنهَنڻ رَکيون متن،
ڏڙ ڏڙ پيئي هئي ڏاريئي ۾، جنهن ڪي چينيو چور چهٽن،
پريان پهر پلين جي، جي ويناالا ورهين،

الله واريا، الله واهي، اها محمّد چئي من،
صرف نہ سهڪو سارو ڪي، تا ڪسڪٽا ڪسڪن،
ڊورن وارو ڊڪ منشي، جنهن پوريا مال مسڪينن،
ٻيٽُو گڏيو ٿهڙين سان، ڏيئي پٽيوال پاسن،
پو جو ڪوڪٽ ڪارين ۾، ربيو، رڻيجيتو رڦن،
سوجي ڪي اڳي ساهہ گهٽو، آيو چنو منجهہ چوٽن،
ٽِٽ نہ بيهي ٽيئونءَ جو، متان واٽئي تي نہ ورن،
مُڏاٽي هئا متاراٽي، ڦيريون پاڇي جون پهنورن،
دل ڏڙڪي دوڏل جي، پيا عمر، اسحاق آدابن،
پئي ينواٽي ييلن ۾، مُحب هو منجهن،
رحم الله رائفلون ٻڌيون پري ڪان پلين،
ڏرسن جي ڏڙن تان، گوڏيون ٽيون گِسڪن،
يؤ ڪنيو هو يوڄـي ڪي، لانگوٽا نہ لڳن،
چاڙهيو چنبڙائي چيلهہ تي، ٻہ ٽُنبيا ڪين ٽڪن،
چرڪ پيو چَڪيـي ڪي، پيڙيو هو ييلن،
ڊاسَڻ تي ڊهندل هئا، چِڏيا مَنجا مريضن،
راٽيـي جهڙا ريٽن تي، اونڌا ٽيو آهوٽن،
ويندي ڪئي ونهياٽن، جهوتون ڏيو جهَرن،
سُمهيو دَميو ساهہ ڪي، تا پاسيرا پون،
ماٽهو مڙي موڳانيا، هاڻ تا مينگهواڙ مچن،
تن گُڏي وڏيون گهر ۾، ڪي مايون مينگهواڙن،
يُتل ڏسي يونگي ڪي، من اورانهن نہ اچن،
پراٽو گهر پيـيتي جو، جي پناهہ پنن،
’پير پٽورا! پت رکجئين‘، ساهہ وجي تو ساڏن،
ٻوٽ ٻوساٽيو ٻارن جا، تا ريهن ڪان روڪين،

سانڊن ۾ صالح چڱو تا چون،
ٻيڻ نہ ويو هو ٻارن ڪان، پنهنجو ڪڙم پاڻ سان ڪن[1]،
ٻيا تہ اڻندي ويا اولاد ڪان، نہ ٻڌايئون ٻارن،
ماڻهو مڙي مڙهن ڏي، ڀڳا ڏانهن پڻن،
ڀيون رِيڪون راڄن ۾، جئن ڇيڪارا ڇُٽڪن[2]،
اِمونءَ اُٽاريا، صديق سنبيريا، سي ٻَڇيا ڪيئن نہ پڄن،
ڪي ڪِتا گنهگارَ تان، ڪن ڪيو 'عقلو' اڪين،
ڪي تہ ڀڳا ڀنيوت تي، ڪي مَڏي ڏي مُڙن،
ڪي ڊِريا ڏَت ڏي، ڪي چارن ۾ جُڪن،
ڪي ٿريا ٿڪئي تان، ڪي تا ٿرائيءَ ترسن[3]،
ڪن جا ٿاهہ ٿَڏي مان، هَنيو ٿيپ ٿُنن،
ڪي اُتيا اصحابي تان، ڪي تا مورلَڪ مَٽن،
ڪي سمان سانِيڪي تي، تا ڏهرين ۾ ڏهڪن،
ڪن جا ٿاٽ 'ٿونڪيءَ' تان، وڃيو لڀيڙ لهن،
ڪي نڪتا ناڪَ تان، ڪي چَنهر چڙهن،
ڪي ڀيا پڙ تا، ڪي تا رائلي رهن،
ڪي ٻُٽ ٻِلَڪيءَ تي، ڪي ڏونري لَڪ ڏڪن،
ڪن جون مَنهيُون مُڇيءَ ڏي، تا ٻِڌڙيا ٻَٽن،
ڪي ڪانوڙي کُهنباڙ ڏانهن، ڪيون جايون جوانن،
ڪن جا نِيڻنگ نِڪرياني ڏي، ڪي تا جاڙين ڪي جاچن،
ڪي تہ لاريا لوڙهن جي، جَهڪا ٿيو جهُڪن[4]،
ڪن جهليا هئا جهِر ڪي، متان ڏاڍيءَ ڏي نہ ڏسن،
سيڙي ۽ ساڏوڙي وچ ۾، هو واڪو واقفن،
ڪن ڪنيون هيون ڪٽن تان، پڳون پوشيدن،

---

[1] ٻيڻ = ٻئي پاسي. (2) ڇيڪارا = هرڻ. (3) ٿڪئي = مساڻ. (4) لاريا = پنيان.

ساريءَ رات سَنڪو هو، ڏنيون لُوهون لاڪيٽن،
گهٽيون تن مان گهڻ ڪيون، جي سنديون سالڪن،
چوڻ نہ ائين چڱو هو، مِٺيون مون رڪن،
پر چا سٽايان ساندن جي، بس پوريون ڪيون پيرن،
اهي کهڙا بُل پيجن، اهڙا هئا سِراڙا سين جا.

اهڙا سِراڙا سين جا، سي پڳا من بيهن،
جيڪي جدا ٿيا جانُهِري ڪان، سي اڇي وِڇڙيا ويهن،
والي وارج وطن تي، من مند اُئي مينهن،
آگو رکي اَمن ۾، چيهي ڪان چيهن،
هادي ڏنيون همتون، نہ بڏاسين تہ ڪي بيهن[1]،
دعائون گهريون ديسن لاءِ، قلب ڪان ڪيهن،
منهنجون سي مقبول ٿين، رحم مٿي ريهن،
ستيا صبر سيي، "پنهور" چئي پين،
تہ ڏس بُڌو ڪنهن ڏيهن، تہ آهن سراڙا سين جا.

نہ آهن سراڙا سين جا، اڳينءَ سيڪو نڪتو نيرانو،
شاعر شاھ لطيف هو، جنهن جو دائم داستانو،
جائز سڀ جهان ۾، هليو حَقانو،
"خانو" گري خلق ۾، ٿيو بِنهي بيمانو،
ڏانيون ڏيندي ڏسجي ٿو، بدين بُهتانو[2]،
ڪنهن بيوس بندي پئو پوي، چئي: هي قِتو فلانو،
حراميءَ جو هميشه اِهو گِلا گذرانو،
ڪيائين گنج گناهن جو، ڪنيائين ڪوڙ بہ خزانو،
سنئين بيهندي ساهمي، نہ ڪاڻ ڪندو ڪانو،
رک خوف خدا جو، اٿئي راھ ربانو،

---

(1) بيهن = ٻپ. (2) ڏانيون = ڏنگ.

قبر ڪري ڪُوڪريا روز روزانو،
اَجل جي اچڻ جو اٿئي هردم هَوانو،
ماري ويندو موت توکي، ڏيئي بند! بهانو،
ويندين هليو هڪ ئپيءَ ۾، انهيءَ رستي روانو،
اها تُربت ڏادي ٿپٽي، جنهن ۾ ٽيڻ مشڪل مردانو،
نہ ڪو اٿئي چاڙهو چوڏهين سنہ ۾، اٿئي ظالم زمانو،
جن گيسيون ڪيون سي گس پيا، جن ٻريو جانو،
بخش بديون مون بدڪار کي، آهيان خطادار ”خانو“،
آهيان بندو الله جو، ٻانهُن ٻڌو ٻانهو،
رزق ڪائي رازق جو، ڪيو شاعر شُڪرانو،
ڪُونئرو قلب ڪريم جو، ٿيندو محبت مهربانو،
پوءِ ظاهر زبانو، ڪلمون چئون ڪريم تي.
لا اِلٰه اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

ঔ৶ঔ৶

# سکر براج وهڻ کان پوءِ ملڪ جي حالت*

(چيل خانو پهنور⁕)

[سنہ 1932ع ۾ سکر براج جاري ٿيو، جنهن جي آل جال پاڻي سنڌ جي سوين ميلن غيرآباد زمين کي آباد ڪيو. براج کان اڳ سنڌ جي آباديءَ جو مدار ڪوهن ۽ برساتن تي هو يا وري واهن تي هو: جي فقط اونهاري جا چار مهينا، جڏهن درياءَ جي پاڻيءَ ۾ چاڙهه ايندو هو، تڏهن وهندا هئا. تڏهن بہ موڪ ڪانہ لڳندي هئي باقي هرلا ۽ نار چاڙهي ماڻهو ٿوريون گهڻيون آباديون ڪندا هئا: جنهن ۾ وقت جي سيڙپ، تڪليف ۽ محنت گهڻي ٿيندي هئي ۽ پيدائش ٿوري. پر براج مان نڪتل واهن ۾ ٻارهن ئي مهينا پاڻي وهڻ لڳو، ۽ اُهو بہ موڪ. جنهنڪري هڪڙو تہ زمين کي سولائيءَ سان پاڻي ملڻ لڳو، ٻيو تہ آباديءَ جي سلسلي ۾ تڪليف گهٽجي ويئي. براج جو پاڻي اهڙن دوردراز هنڌن تي رسيو جتي آباديءَ جي ڪڏهن اميدئي ٿي نہ هئي. جتي برپٽ بيابان هئا، اتي باغ باغيچا لڳي ويا. زمين گهڻي آباد ٿي، ۽ ٻارهوئي پاڻيءَ جي موجودگي سبب پيداوار ۾ اضافو ٿيو. ملڪ ۾ خوشحاليءَ جو دور آيو. هاري توڙي زميندار سکيا ۽ آسودا ٿي ويا. سکر براج وهڻ کان پوءِ ڏهن ٻارهن سالن ۾ ملڪ جي اقتصادي حالتن تي جيڪو اثر پيو، سو سگهڙ خانو پهنور پنهنجي بيتن ۾ بيان ڪيو آهي. شاعر جي خيال

---

* هيءَ روايت خود شاعر جي زباني قلمبند ڪئي ويئي.

⁕ سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ، ص 307.

۾ چوڏهين صدي سنڌ لاءِ برڪت واري آهي، جنهن ۾ سکر براج جهڙي نعمت سنڌ کي عطا ٿي.

شاعر ڏٺي تعاليٰ، نبي ﷺ ۽ اصحابن سڀنن جي ساراهه ڪرڻ کان پوءِ بيان ڪيو آهي، ته سکر براج جي کوٽائيءَ لاءِ انگريزن ولايت مان عجيب قسم جون مشينون آڻي گڏ ڪيون، جن پري مار تي ڪيو. ڪئين مستري، واڍا، رازا ۽ هنرمند اچي گڏ ٿيا، جن ۾ سيني ذاتين جا ماڻهو شامل هئا. شاعر به اوائي سؤ ذاتين جا نالا ڳڻايا آهن، جي جڻ واهن ۽ شاخن کوٽڻ، توڙي بين ڪمن ۾ مشغول هئا. ان کان سواءِ انگريزن واهن جي بندن ٻڌائڻ لاءِ قيدين کي به آڻي گڏ ڪيو هو. سکر براج نهڻ سان جڻ ته ماڻهن جو روزگار کُلي ويو هو. انهن هنڌن جتي سُڃ پئي واڪا ڪندي هئي، مني پاڻيءَ جو نالو به نه هوندو هو، برپٽ ۾ بگهڙن جا مارا هوندا هئا، اتي وسنديون ٿي ويون ۽ گاهن جون گلزاريون لڳي ويون. اڄ اتي ڳوٺ ڳوٺن سان ڳنڍجي هڪ ٿي ويا آهن.

براج مان نڪتل وڏي واهه مان وري سوين ننڍيون وڏيون شاخون ڪڍي پوکن کي پاڻي پڄايو ويو آهي. انهن واهن تي هرهنڌ پُليون ۽ بنگلا ناهي چڙيا اٿن. پاڻيءَ ۽ واهن جي سنڀال لاءِ ڪئين انجنيئر، داروغا، آبدار ۽ مقدم مقرر ڪيا اٿن، جي رات ڏينهن انهن جي سنڀال ۾ مشغول آهن. ان بعد شاعر انهن ڳوٺن ۽ ديهن جا به اوائي سؤ نالا ڏنا آهن، جن تي سکر براج جي پاڻي پهچي سڪار ڪري چڙيا آهن. جهرجهنگ پاڻي هئڻ سببان پکي پکڻ پڻ خوش آهن، شاعر پکين جا نالا ڳڻيا آهن. چانورن جي نين جنسن ۽ پوکن جي فصلن جو ذڪر ڪيو آهي؛ ۽ آخر ۾ ماڻهن جي خوشحالي جو ذڪر ڪيو آهي ته جيڪي اڳ پيٽ پارڻ ۾ هلاڪ هئا سي سڪيا ۽ ساوا ٿي پيا آهن ۽ زميندار ويتر وڏيڪ پئسي وارا ٿيا آهن. انهيءَ ڪري انهن جي پوشاڪ، رهڻي ڪهڻي توڙي

خيالن ۾ ڦيرو آيو آهي. ڪي ماڻهو خوشحالي سببان ٿوٽي ٻنجي پيا آهن تہ ڪن ۾ مروت ۽ ماڻهپو گهٽجي ويو آهي.]

وصف ڪريان تو واحد جي، جو بادشاهہ بيشڪ باري آهي،
سڀ ڄڳاءِ صاحب ڪي، جنهن ڪي اڳ پوءِ جي اختياري آهي،
جنهن پيغمبر پيدا ڪيو، جنهن ڪي صورت سونهن آ پاري آهي،
ساراهيان سيّد ڪي، جنهن ڪي ملي ڪُل مختياري آهي،
مُحَمَّد مير مديني جو، جنهن جي عاشق اُمّت ساري آهي،
چوڪا چارئي يار هئا، جن جي مجلس مِڙ موچاري آهي،
حسن مير حسين جي، تہ ڳالهہ ئي نت نياري آهي،
فائق بيبي فاطمة، بنت رسولﷺ پلاري آهي،
پنجتن پاڪ پيارا، جن تي پاڪر پوتي ڊاري آهي،
بادشاهہ پير پلارو، ڪُل پيرن تي قدم قراري آهي،
قرآن ڪتابن ۾، اها صحيح سچ خبر ساري آهي،
پوري پوري ”پهنور“ چئي، اڳ پوءِ جي عام اظهاري آهي،
ٿيندو مدد مڙين جي، جنهن تي سيني جي سرداري آهي،
چوڏهين سنہ ۾ چوان ٿو، ڪئي صاحب ربّ ستّاري آهي،
جنهن بَر ۾ لڳائي بهاري آهي، تو ساراهيان سبحان ڪي.

ساراهيان سبحان ڪي، جو ڪيا سهنج ستّار،
جو واليءَ وارو ورايو، آڳي جي اختيار،
ٿيو سعيو سکر باريج جو، اچلايئون اخبار،
انگريز آڻايون انجڻيون، تي مشن ڪري مار،
گوڙ گاج ڪري تو فيس ڀري، ٿيا دونهن جا ڌڌڪار،
ڇا لکون ڳالهہ لپي جي، جنهن ۾ بي ميا هئا بار،

مستري، ماڻهو، مالچي، ڪندا ڪَل متي ڪم ڪار[1]،
بتيون، بٺريون، بجليون، هيون هٿن منجهه هزار،
چيپ چپيلاٽي، بِجلاٽي، صاحب، سرويلا، ڪندا هئا دوربينن تي ديدار[2]،
بُترِيل پيڙا بورچي، جن جا پورهيا تيا پگهار،
ماڻهو پنهنجي مرضيءَ تي، بينا نهي نيڪيدار،
طرف ونئي تونسلا، بينا جڙي جمعدار،
سي ڪاٽي ڪٽن ڪامڙيا، نہ هو ڏلهن جو ڏڪار،
قِيت، قُوٺ، گَرن تي، نہ غصب تئي گار،
پورهيو پُورو پلئي پر، تو ڏياري ڏاتار،
ڪي سِر، ڪي سگهرا، هيون ذاتيون اُت اظهار،
ڪي ديسي ڪي پرديسي، هئا بنهين بيشمار،
پلي، پنجابي، پهوڙ، پاڙها، پتافي، پناڻ، پهنوار،
پالاري، پِراڙ هئا، بيا پُسيا، پيسڪ، پليجا، پڙهيار،
ساند، سميجا، سما، ساهڙ، سومرا، سوڍا، نڪر، سنگراسي سنيار،
سِڪَ، سَهتا، سيال، سونارا، سينهڙا، سامٽ، سانڏاڻي هئا بيا سولنگي، سينار،
ڏهري، ڏيتا، ڏوهتا، بيا سنجراڻي، سُونهاڙ سار،
هوت، هگورجا، هاليپوتا، حبشي، هوليا، حاجاڻا هئا، هئي حجامن جي هونگار،
ڪلر، ڪلوئي، ڪالُرو، ڪاريا، ڪولاچي هئا، بيا ڪورائي ڪاتيار،
ڪَڇي، ڪَبري، ڪهيري، ڪِراڙ، ڪاچيلا هئا، بيا ڪلهوڙا، ڪنيار،

---

[1] مالچي = ڪم ڪندڙ ماڻهو. (2) چيپ = چيف انجنيئر؛ چپلاٽي ۽ بجلاٽي بہ هندو انجنيئر؛ سرويلا = سرويئر.

ڪوري، موچي، ڪوچڙا، ڪيريا هئا، هئي ڪولهين جي ڪنجهڪار،
لُند، لشاري، لغاري، لَنجا، لَنجواڻي، لورير، لهريچا، لاڪا، لانگها، لوهاڻا، لوهار،
ڏَل، ڏانڌل، ڏونڪائي، درس، دَستي، دايا، دميا، ڏؤر، دوداڻي، داسڙا، دوراڻ هئا، ٻيا دائيداڻا، دلواڻي، ڏڏپار،
نڪرچ، نُهڙيا، نُوحاڻي، نِداماڻي، نوتڪاڻي، نُوند، ننتو، نُون، نوداڻي ، ئي، نورنگ، نواب هئا، ٻيا نوناري، نوتيار،
جهُلڻ، جهِنجهي، جهانجهڻ، جَت، جمالي، جويا، جِسڪاڻي، جلباڻي، جوڪيا، جتوئي، جڪرا، جاڳا هئا، ٻيا جوڻيجا جروار،
اُنڙ، آريسر، آرائين، اُڍيجا، اَبڙا، آهيڙي، اَهَپن، عمراڻي، آجڙي، آدماڻي، اَٽلا، اعواڻ هئا، ٻيا اونڙ، اوڏ اَپار،
راڄڙ، رهما، روُنجها، راهُوڪا، رانوڙ، رستماڻي هئا، ٻيا رند، رباري، راڄپار،
چند، چانديا، چانيها، چاچڙ، چارڻ، چانگ، چاڪراڻي، چنبڙا، چهواڻ هئا، هئي چوتين جي چيڪار،
پَنُد، پئي، پاٽ جاٽ، پُنا، پنيرا، بروهي، پرڳڙي، بنگلاڻي، ٻڙدي، ٻجير، ٻَجا، ٻهراڻي، ٻِلالاڻي هئا، ٻيا پيل، پَيا آهن پوڪيچا پٽڪار،
ٻَبر، ٻُٽا، ٻاڪڙ، ٻانيڻ، ٻاليشاهي، ٻوڪهٽا، ٻيا ٻگهيا هئا ٻهيار،
شَر، شيدي، شيخ، شَهاڻي، شڪاري، وسنوئن وساڻن جي وارووار،
زونُر، زنگيجا، زيندپُر، زرداري هئا، ٻيا ٽنگڙ، هئي ٽنگڙين جي ٽيڏار،
گوپانگ، گُرگيچ، گِشڪوري، گُرڙا، گُرگلا، هئي گُجَن جي گفتار،
ڪواجا، ڪوسا، ڪَتِيي، خاصخيلي، ڪاٺ، خاڪي، ڪِچي، ڪوجا،

ڪيبر، ڪاڪڙ، ڪتياڻ هئا، ٻيا ڪوڪر ۽ ڪڏهار،
مري، ماري، مهندا، ماڇي، ميراڻي، منگسي، منگل، مياڻا، مصر،
منڪلجا، مينگهواڙ، ميربحر، مُگيريا، ٻيا چاوڙيا هئا چمار،
مَهر، مير، مُلان، ميمڻ، ميڪراڻي، مستوئي، منگواڻا، ميرجت،
ملهيا، مَيئر، مزاري هئا، ٻيا مگريا، مگڻهار،
تهيم، تيٻا، ٿهنؤر هئا، ٻيا جوڳي، جوٻا ۽ جيپار،
گواريا، گُونيا، گلا گُجر هئا، ٻيا ٽُنيا، ٽپيوٽا، ٽُرڪ تيار،
ٿيا ڳهلڙا، ڳوڙها، شورا، چلگري، ڪي ڏنا تي ڏلهيار،
ماڻهو مسلمين هئا، ٻيو هيڪاندو هندڪار،
پر سيّد پير سين ڪان هئي ڪُل ڪان ذات ڪرار،
سي چئني ڏسن جا چڙهيا، هئي پورهئي جي پچار،
اُنهيانءَ وڏ انگريز ۾، هئي قيدين منجهه قطار،
پر ڏرتيءَ داخل دنگ نه هو، ڪيئي ڪونٽر ويا ڪنڌار،
سي ڳٽي ڳٽيندو ڪيترا، هي نهاري نت نروار،
ڪي ڪاغذ قلم قط تي، ڪن تي ڪهاڙيون ڪوڏار،
پورهيو پرور پيدا ڪيو، غريبن جو غفار،
پوءِ اهڙي سگهه نه آهي ڪا سرڪار، تا ساراهيون سبحان ڪي.

ساراهيون سبحان ڪي، جو ڪم ڪري قادر،
”خانو“ چئي ڪاري ڪان، اهو ڏنائون درياءَ ڪي در،
سائو وريو سهنج ٿيا، جنهن ۾ جام جهجهو جر،
سُڃو ملڪ سائو ٿيو، هو پينگ ٻنهين ٻر،
شل رات نه پوي رڻ ۾، هو حيوانن حشر،
ڪنڊا ڪرڙ ڪانڊيرا، ٻيريون ۽ ٻٻر،
ڪٻڙ ڪارا، اَڪ اَڪارا، ليون ڄاريون منجهه لمبر[1]،

[1] لمبر = نمبر زمين جو.

گدڙ بگهڙ لکين لُوڪڙ، سور مرون هئا سوئر،
ڏوُ ڪيا آهن ڏورن مان، نہ ڦري چٽن ڦر،
ماڻهو مال مارجي ويا، سسيون ڪاجي سِر،
وِيَرنِ واهين ويل هئا، هئي ايڏي اُڄ اُپر،
مِنو مُور نہ هو، سي هئا ڪارا ڪوهر،
پيا واجهائيندا هئا وسڪاري لاءِ، ڪري ٻن ڪڪر،
ماڻهو پکي مشتاق هئا، پيا جيت جناور،
انهيءَ پٽ هاڻ هٽ ٿيا، شوق منجهان شهر،
ڳوٺ ڳوٺن ۾ ڳنڍيو، لڳيون ليٽُون ۽ لشڪر،
پوءِ اهڙي ڏٽيءَ سوا ٻي ناهي ڏر، ٿا ساراهيون سبحان کي.
ساراهيون سبحان کي، جو ڪم ڪري ڪلتار،
وڏو وڏي واهه ۾، هو تکو پاٽي تار،
مُنهن منڍ موڪرو، ڳَر سڏ پنڌ سنيار،
اُتل جنهن جي آڪري، ۽ دهشت هئي ڏڏڪار،
سوين شاخون تنهن مان، ٿري ڪيائون ٿار،
سي مولِيُ آنديون ملڪ تي، تي سڪيون سڀ ڇمار،
نہ ڪي موريون، مٿن توريون، ناهي لنگهڻ جو لاچار،
بنائي بيهاري بنگليون، تنهن تي آندائون تار،
درجي درجي داروڳا، پيا آهن آبدار،
مقدم متي ڪم تي، پيا بيٺا بيلدار،
ديهہ ڏرتي ڏٽين جي، جا لٽي لمبروار،
نوان سنوان نڪتا، سي نالا ٿيا نروار:
ايڪڙ ۽ اَناس ٿيا، بيون چونڪڙيون چوڏار،
بلاڪ ۽ برانچون، وري واٽرن جي وار،
ريلن بيلن رستا ٿيا، اهي ڪلئي ڪم ڪار،

لاريون موٽر لهن تا، ٻي هوائن[1] جي هونگار،
لتي ٻک ٻَهاريو ملڪ، تيا الاهي اسرار،
پوءِ سگهه ڪنهن ۾ ناهي سار، تا ساراهيون سبحان کي.
ساراهيون سبحان کي، تا عالم ائين چون،
سُئاسين سماچار ساڱن[2] جا، جي وريون ولهارن،
سير ڪري تيون سکر ڪؤن، هوڪاريو هلن،
اُتر ڪان تيون ڏکڻ ڏي، اهي ساڱون سونهن،
سي لهريون لهن لهواريون، ويريون وڌ ورن،
ڪاٺِي، ڪاهِي، ڪــــپـــرو، تيون ٻائرلـــــي ٻُتجن،
پونو پاسو پٽورو، تيون پڙ متي پسجن،
ڪانگٽي، لنگٽي، اَڪڙي، وهيو وچ وڻن،
ڪـــن، ڪـــاٺـــي، ڪـــرڙو، اتيئـــي آهـــن،
ڏگهو، ڏوماٽو، پئي، پوساٽو، تيون ناري تي نهن،
تِمُون، ٽٻُوهيون، ڪنجهيجي، تيون ويراسر وهن،
لولان، ليلهان، لَيّاري تيون، بند متي برسن،
سونهي، سُوني، سامارو، تا چر متي چون،
موجن مِني، مانجهاڳر متي، تيون پٽري ساڻ پون،
ٻوستان ٻنهي ڪنڌين، تيون لَسُن تان لنگهن،
جهمڪي، جهمٽي، جئي لال تي، تيون ٽوريءَ سين ٽڪرن،
گوهڙ، گدڙچن، گوڙاهو، تيون ڇجڙيءَ تان ڇِڪن،
مارو آهي مورجهنگو، تيون ڌاراجاه تي ڌڌڪن،
ڍورو، ڍِڍرو، ڍينگرالو، تيون لــيـنڪي سين لڳن،
ميّت، ملهڻ سر، مهياري، تيون پيماسر پِرن،
سرينهه متان سانوريءَ، تيون ڏُنَيَرلي ڏسجن،

---

[1] هوائن = هوائي جهازن. (2) ساڱن = شاخن.

رهمور، راڻاواهہ متي، تيون ٽُل سان نهڪن،
شينهن ڪُن،شادڻ،شهيليءَ جي واءِ، شاهي جوتڙ تيون ماسر ڪو مَٽنَ،
ڪڪر ويڙهو، ڪن ڪارو تيون، اهوريءَ ڪان اچن،
ديهہ دڙيلو، ڪرچيلو، گابڙلو، تيون چَڪ چارتئون چڙهن،
ڏيئي، ڏاڏاهہ، ڏهنورو، تيون گدام سان گسن،
خيرپور، پُراڻ، پنگريو، تيون ٻنگار تي ٻجهن،
راضي شاهہ، راڄپار تي، تيون سيڙهيءَ تي سُڄن،
ڪلوئي متي ڪس وٽان، وڃي ڪنيئون ڪاڙڪن،
وچ وليهہءَ ولهارن ڪان، ويون، سي رحمڪي ڪي رسن،
ملڪ مڙيئي اهو موڪون تيو، تا پونا پَٽ پسن،
پيون ئيون پُراڻ ۾، ڪيو ڇيهہ چنڊڻ،
نئون ڪوٽ، نبي سر، عمرڪوٽ، متي چور چٽن،
ڊورو نارو، ڊيبوهو، تيون ڪونجليون ڪشن،
تي باجهہ بيرچَن تي، تيون پنجن تي پلٽن،
هاڙهہ، ڀموريءَ ڳوٺ متي، ڪنيو جاڳير ڪي جرن،
صابو، لانبو، صاحبن ڪوٽ، لڳيون مومل محليگن،
سون پور، سارنگي، سِپيلِي، تيون ڏهر ڏسن،
ڪرنا، ڪائٽ، ڪلريو، تيون ڊيڊ ڊئن،
ڪچولس، ٻوڪلي، ٻپائي، تيون گورسر گڏن،
يڙي، ياناٽو، يڏيلي، تيون چيلاڙيءَ چلڪن،
ڪيرهڏي، ڪيجراڙي، تيون ڪُونري ڪَرُن ڪن،
صاحب سر، سَتو سيڙي، تيون اوني تي اُتلن،
ڪراڙو، پڙهيارو، جهمر، جهانئيرو، تيا سهنج ساڏورن،
چوليون چرون ڇيچ تان، تيون ڪڏهرو ڪٽن،
پيچڙيون پراڻ جون، تيون هاڪڙي ۾ هٽن،
ڪُنيو چُتيو چيهہ تيو، تيون ڪاري ۾ ڪپن،

اهو سارو پاڻي سکر باريج جو، مٿان مُنهن مِليُن،
پر نارو سارو ٿيو، موهر ملڪ موچارو، جڏهن آئي موڪ مٿن،
ڪَتِي چيٽ ڪُل ٿئي، آڏائون ساڻ انهن،
ساريون، سائون، سٽي، سجاوتو، تا وڻڻ وجهن،
جوئر، ٻاجهر، جَوَ جيهين، تي ڪار گهڻي ڪٽڪن،
تِر، ٿُوئر، تماڪ، ٿُنبي، توريو، ٿُوريون، ڪيا جي قد ڪَدُن،
چيڙ، چؤنرا، مڪائي، ميها، مُگُ موچارا، چاهائَ تا چڻن،
گوار، گدرو، گجر، تومر، بصر، پوڪيائون پالڪ منجهه پُڙن،
سُئا، سَرنهه آ سيارو، ٻيا ڄانيا تا ڄمن،
ونگا،واڱڻ،مُوريون،مرليون،مريون مٽريون ٿيون درس ڏنتو ڏاڻن،
ڪورڙ، ڪرنگهه، ڪماند، ڪماندڙي، ٻيو چيٽو چڱي پوڪ چٽن،
اين. ٽي، ايل. سي، آهن آمريڪا، ٻيا سنڌي سارجن،
گنجا، موتيا گڏجي، رنگ رکيا رتڙين،
پاڪ، پشوري پچي پيا، ڪيا ڪڪر ڪارڙين،
لُلر، لوٽڪ، مريڙو، ٻيا ڪاڄا ڪنُوٺبا ڪُلن،
پَن، پرڙيون، پُواڙي، تي ٻُٽ هنيا ٻَرٽن،
ڪانهه، ڪَنگور، ڪَل گهڻي، ڏنا اوهيڙا اِڪڙن،
پر ناڙي نِڏا نه سمجهن سَنڏا، اهو ٿوپ ٻه ڪين ٽُٽن،
پوڪ مڙيئي اها پيدا ٿي، پيا ٻج ٻنين،
مڪا سي ساوا ٿيا، ڪيا جي ويس وٽن،
دک پنيان سي سک ٿيا، ڏيهون ڏيهه پڇن،
ڪائي سي خوشحال ٿيا، پريا پيٽ پڪين،
ڪي پکي پاڻيءَ جا، ڪي سُڪي تي سهڙن،
ڪانگ، ڪبوتر، ڪبرون، جاوا ڪيا جهرڪن،
چڙيون، چتون چوڏاري، ڪريو چاهه چُڳن،
هولا، ليلها، هُڙيا، ٻيا وهيا تا ورسن،

روڏيون، ٻوڙيون راضي تيون، ڪايو خوش رهن،
کُهنگ، ڪانهيرا، ڪيٽانيون، تڪيون تار ترن،
ڇيهيون، سانهيون، ڇيڪلا، تا ولر ڪيو وهنجن،
ٻگا، ٻولاهيون، ٻڏٽا، ڏيهه پريا ڏارين،
مُنديون، مُڪر، موراڪيون، هئا ميڙا منجهه مچين،
سهٽيون، سينگاريون، تيلهريون، پلا، پوپريون منجهه پاٽين،
ٻُوهڻ، بلائون، ڳوراٺون، هيون لوڙهيون منجهه لهرن،
جؤرون، جرڪا جارين ۾، تا گندڻ گڏجن،
کُميون، کُرڙا، کَچائوا، هيون ڏوڙيون ڏيڏرن،
ڪڏون ڪاما ڪري تيا، جهڪيون جڙيون جن،
زميندار، ڪمدار، هارين وري واهن وار، ڪرن خوشيون ڪن،
کَمي، کُنهنگائي، ڪانگتڙا، ڪيا پُور پورهيتن،
اپرو سيرو آسودو، اڄ ڏائو منجهه ڏون،
جن کي جُتي جڙي هئي ڪانہ ڪا، سي پُٽا منجهه بوٽن،
جن کي منگهو، مُني ملي ڪانہ ڪا، سي گهوڙن تي گهمن،
جن کي ڪيڙو مليو ڪو نہ ڪو، سي پَٽ تا پهرن،
جن ڏيو ڏنو ڪو نہ ڪو، اتي بجليون تيون پڙڪن،
جن کي تري نہ ملي تيل جي، سي مَرڪيو مشڪ مکين،
جيڪي پنيو پئي پُرندا هئا، سي پنهنجي پچائين،
جن کي رب ملي هئي رُوين سان، سي خشڪا تا کائين،
جن کي رکي رسي هئي ڪا نہ ڪا، سي پُلاءُ تي پرچن،
جن کي تنگي هئي طباح جي، سي ڏاڪن مؤن ڏُئن،
جن کي ڪوسو پاٽي ڪونہ مليو، اتي چانهيون تيون چڙهن،
جن پئي ٿُڏا جهليا تومر لاءِ، اتي ڪڪڙ پيا ڪسن،
جن کي ٻَنڪو ڪونہ بيڙي ملي، اتي سِيل سگريٽ سڙن،
جن کي کُوڙو چلو ڪونہ مليو، اهي سيئي منجهه سونن،

جن ڏنڍ ڏنو کو نہ کو، ڪنيون سوپاريون سپن،
جن کي ٽپ نہ ٽاري ملي، ان تي آ چانو چٽين،
جن عمر نہ عيش اکئين ڏنو، وٽ رِيھہ بہ رِڪاٽن[1]،
فونا، هارمونا، هئا، سُوسٽ سائيڪلن،
سکر بئريج آئي سپ سک ٿيا، ڪريو ٽِندِ ٽلن،
ماڻهن جا هئا مون حال ٻڌا، تہ اهڙا حال هئن،
پاڻيءَ آئي ”پنهور“ چئي، تي بهاري برن،
عالم آسودو ٿيو، ڪئي موج ماڻهن،
ربّ جڏهن آ راضي ٿيو، تڏهن مليو مسڪينن،
پوءِ اهڙي طاقت ٻي ناهي ڪن، تا ساراهيون سبحان کي.

ساراهيون تا سبحان کي، جو پاڻي ٿيو آهي پونن ۾،
وئي هاج هلاڪي هُرلن جي، جا لار ايندي هئي لوٽن ۾،
ذرو ظاهر زميندار کي، ڪونہ ڪٽو هو ڪوٽن ۾،
ديھہ ڏرتي ڏٽين وجائي، ٽوڙي چڏي هئي ٽوٽن ۾،
هاري هونئن هئا هاءِ ۾، سي چوڏاري هئا چوٽن ۾،
ٻُک بائنا پيٽ گهٽي، سارو ڏينهن هئا سوٽن ۾،
مُجيري ماڳهين مانيءَ جا، ڳپل آٽيندا هئا ڳوٽن ۾،
پورو پنهنجي پيٽ لاءِ، رلندا هئا روٽن ۾،
سي ساڳيا اج سُرها ٿيو، قِرن ڀٽا اج قوٽن ۾،
اڳيون آهي کو نہ کو، خيال وري کو ڪوٽن ۾،
ڪونہ ڪمائي ڪنهن وٽ تو، اج ناٽي ۽ نوٽن ۾،
اُپڙيو اَنْ اوٽن ۾، تا ساراهيون سبحان کي.

ساراهيون سبحان کي، وريو واهن جو وارو،
دڪيون، در دور ٿيا، جن جو ڏئين ڏڏڪارو،

---

[1] رڪاٽن = گراموفون جي رڪاربن.

جتان تتان جهٽ پوي، گهميو سو گهارو،
مينهن ملي تڏهن موج ڪري، جڏهن وري وسڪارو،
سو سگهي تو ڪو نہ ڪو، وجي سڄو سيارو،
ڳپي ڳجهي ڪينڪي، توڙي وجي آرهڙ اونهارو،
ڪو ڪو رهيو ڪٿهين، ٻنهيءَ ري ٻارو،
ٻيٺا ٻيڻ ٻنين ۾ تيو واهه جو واڌارو،
اڳئين ڪان آڪرو، نيٺ تيو اچي نارو،
موڪون مندل موهر ۾، ڪيو سائينءَ سُڌارو،
نہ ڪا ڪوٺ خدا ڪي، نہ ڪي تو آٽي اُڌارو،
رازق روز رسائي، ناهيس ويس ويسارو،
پر لکيو لکي ڪينڪي، هو قلم قرارو،
سو پَري، ڪين تري، جو اڳيون اشارو،
عقل، انصاف انگريز جا، جنهن تي سائين سيڪارو،
تنهن ڪُلُون ڪئين ڪمايون، بيشڪ ڪٽي ٻارو،
حڪم هن ڪي هو مٿان، ساهه ٻنان سارو،
سڪر ٻئريج سرڪار آندو، لٿي لهوارو،
دليئون دعائون دنيا ڪري، هوندئي جوڙ جنسارو،
پونا، پَٽ پڇي پيا، نہ لُٽي لاهيارو،
آڪڙ اُپر آرس ۾، نہ ڪري ڪو لائي لابارو،
ويتر وڌ وڌي پيو، خفو ڪاپارو،
جن ڪي جوڙو جڙيو ڪونہ ڪو، تنهن ڪيو هر ڪنهن هلٹ هالارو،
قرض مرض ڪل ئي ويا، سيڪو تيو پنهنجيءَ وارو،
تيا خوش خيال "خانو" چئي، تيو ملڪ ئي موچارو،
الله اهڙو احسان ڪيو، نہ هو اَڙلين جو آرو،
تي مدد مصطفيٰ جي، جو بيشڪ پلارو،
آخر اڳتي ڏينهن اُمت ۾ تيندو عربي اظهارو،

معاف مديون مرسل محابي، ٽينلو ڇنڊ چوٽڪارو،
هي صحيح سوپارو، تا ڪلمون چئون ڪريم تي.
لا اِلٰه اِلّا الله مُحَمَّد رسول الله



# ٿرپارڪر ۾ ماڪڙ جو حملو*

(چيل مارو مل♣)

[سال 2007 سنبت ۾ جام برساتين وسڻ سبب ٿرپارڪر ۾ ٻاجهري، گوار ۽ ٻيون اناج جون پوکون ڏاڍيون پليون ٿيون، جنهنڪري ڪڙمي ۽ آبادگار ڏاڍا خوش هئا، تہ اوچتو اپرندي کان ماڪڙ اچي حملو ڪيو ۽ سموريون پوکون ڪائي چٽ ڪري ڇڏيائين. ماڪڙ اچڻ کان اڳ ڪاتر (جيت) پڻ اچي پوکن تي پيو، جنهن هنداڻن ۽ گدرن جون واڙيون ڪائي چٽ ڪري ڇڏيون هيون، جن تي چوپائي مال جو مدار هو: رهي کهي ڪسر وري ماڪڙ پوري ڪري ڇڏي. ماڪڙ پوکن کي بلڪل تباهہ ڪري ڇڏيو، ٻنين ۾ هڪ داڻو بہ اناج جو نہ بچيو ۽ ويچارن غريب ماڻهن لاءِ پيٽ پارڻ بہ مشڪل ٿي پيو. انهيءَ واقعي تي شاعر مارومل پنهنجي بيتن ۾ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ جي حالتن جو بيان ڪندي ٻڌائي ٿو تہ اڳ ۾ هندو سيٺيا هوندا هئا، جي اهڙن موقعن تي ماڻهن کي اناج ۽ ڏوڪڙ وغيره قرض تي ڏيندا هئا، پر پاڪستان جي قيام کان پوءِ انهن بہ لڏي وڃي ڀارت ۾ واسو ڪيو. هاڻي ويچارن غريب ماڻهن کي جتان ڪتان ڌڪا ڏيو لوڏيو ڪڍن ٿا، انهن ويچارن جي حالت ڏاڍي سقيم ٿي ويئي آهي].

ساراهيان سچو ڌڻي، ساراهيان ستار،
سال هن ستين جا پڇو تہ ڏيار پار[1]،

---

* هيءَ روايت ٿرپارڪر (تعلقي ساماري) مان رائچند کان ملي.
♣ مارومل هن وقت ضلعي ٿرپارڪر ۾ پرائمري ماستر آهي.
(1) ستين = سنبت 2007.

ماڻهن پاڻيو ملڪ ۾، ٿيندو اَنَ انبار،
پهرين پلنڻ پيدا ٿي، ڪاترن جي قسمدار[2]،
گاهه، گوار سڀ ڪي، چٽ ڪري ويئي چوڌار،
فصل جو فيصلو ڪري، لڳي ٻاجهريءَ ڪي ٻي وار،
نڪي ڳئو خلقت ۾، ٻاجهر جهڙو جهاڙ،
گهٽا مينهن ملڪ ۾ پيا، سائو ٿيو سنسار،
ٻاجهر ته ٻهڪندي آئي، ٽڙي هنيائين ٽار،
ڳناڳڻ 'ڪاترن' جا، لٿو ٻارانيءَ تان ٻار،
هڪليائون ٿي هوش مان، جهرڪيءَ جهڙي جهار،
خوشحال هئا خوشيءَ ۾، ماڻهو سڀ موچار،
اوچتي آئي اپرندي ڪان، مڪڙن جي مار،
ڪائي ويئي ڪيٽن ڪي، ڪري داڻو داڻو ڌار،
روئن ۽ رڙيون ڪن، پلپل ڪين پار،
تڏن اسان سان تعدي ڪئي، مري ويندا ٻار،
اسان لڳو انتظار، جڏهن مڪڙ آيا ملڪ ۾.
مڪڙ آيا ملڪ ۾، ڪائي ويا سڀ ڪيٽ،
داڻن ڌاران ملڪ ۾، ملڻ ڏکيو آهي ميٽ،
ڏکيو ٿيو هن ڏيهه ۾، پارڻ پنهنجو پيٽ،
مهتا هئا ملڪ ۾، وڏا شاهوڪار سيٺ،
پئسو ڏيندا هئا پت تي، لڳي ويندي هئي ليٽ،
گهرندا هئا گهر اچي، چلي ويندا هئا چيٽ،
اهڙي عادت انهن جي، نيت موچاري نيٽ،
پڄي ويا پارت ڏي، وڃي ٽاٽا ڪيائون نيٽ،

(2) ڪاتر = جيت جو هڪ قسم، سوڀٽ جهڙو، رنگ ڳاڙهو ۽ هيٺو ٿئي. هنداڻن ۽ گدرن جون وليون ڪائي ناس ڪري.

هاڻي وجڻ سان ويچارن کي، چون ”گيٽ آئوٽ گيٽ[4]“،
ماڻهن جي ملڪ ۾، حالت ٿي ويئي هيٺ،
محبت سندي ميٺ، مري ويئي ”مارو“ چئي.



[4] يعني تہ ويچارن غريبن کي هاڻي ٻيا پئسا وارا چون تہ ”گيٽ آئوٽ“ (get out) يعني هليو وڃ.

# پاڪستان جو قائم ٿيڻ

[هندوستان جي وڏي حصي تي انگريزن جي قبضي کان پوءِ هتي جا باشندا انگريزن جي غلاميءَ مان آزادي حاصل ڪرڻ جي جدوجهد ڪندا رهيا. سنہ 1857ع ۾ پهرين آزادي جي جنگ لڙي وئي جنهن ۾ انگريزن، قومي فوجن کي شڪست ڏني. ان بعد ڏينهون ڏينهن آزاديءَ جي تحريڪ اندروني طرح زور وٺندي رهي، ڪئين سياسي جماعتون وجود ۾ آيون. مولانا عبيدالله سنڌي پهريون مجاهد هو، جنهن پنهنجي رفيقن سان گڏ 1916ع ۾ ڪابل پهچي اتان انگريزن خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو.

هندوستان جي رهاڪن جي سياسي سجاڳي ۽ تحريڪ آزادي کان مجبور ٿي، بالاخر انگريزن هندوستان کي آزادي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو، ۽ انهيءَ سلسلي ۾ هندوستان جي برک سياسي ليڊرن ۽ انگريزن جون لنڊن ۾ ڪانفرنسون منعقد ٿيون، جي ڪنهن بہ فيصلي کان سواءِ ختم ٿي ويون، ڇاڪاڻ جو اتي هندو ليڊرن طرفان اهو مطالبو پيش ٿيو تہ هندوستان ۾ فقط هڪڙي قوم (هندو) رهي ٿي، جنهن جي نمائنده جماعت ڪانگريس آهي، تنهنڪري آزاد حڪومت جون واڳون بہ انهيءَ جماعت کي ملڻ گهرجن. مسلمان اڳواڻن طرفان انهيءَ مطالبي جي سختيءَ سان مخالفت ڪئي وئي ۽ انهن هندوستان ۾ رهندڙ مسلمانن کي هندن کان علحده قوم ڄاڻائي، هندوستان جي آزاد حڪومت ۾ مساوي نمائندگيءَ جو مطالبو ڪيو ۽ مسلم ليگ کي هندوستان جي مسلمانن جي نمائنده جماعت قرار ڏنو.

متعدد ڪانفرنسن جي ناڪامي، ڪانگريس جو مسلمانن کي علحده قوم ڪري نہ مڃڻ ۽ ڪين حڪومت ۾ مساوي

نمائندگي ڏيڻ کان انڪار ڪرڻ، سڀان مسلمان اڳواڻن هڪ نئون پروگرام مرتب ڪري انگريزن کان مطالبو ڪيو تہ متحده هندوستان ۾ مسلمانن جي ثقافت، تهذيب ۽ مذهبي حقن جي حفاظت ممڪن نہ آهي، تنهنڪري مسلمان اڪثريت وارن صوبن کي علحده ڪري مسلم رياست قائم ڪئي وڃي.

انهيءَ تجويز کي قائداعظم محمد علي جناح جي اڳواٽي هيٺ مسلم ليگ جي لاهور 23 مارچ 1940ع واري ساليانې اجلاس ۾ آخرين طرح بحال ڪري آزاد مسلم علائقن جو نالو "پاڪستان" رکيو. ٻئي طرف هندوستان جي سياسي ڪشمڪش ۽ ٻيءَ عظيم جنگ جي تباهہ حاليءَ کان مجبور ٿي انگريزن هندوستان کي آزادي ڏيڻ قبول ڪري 1946ع ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کي چونڊن ڪرڻ لاءِ چيو تہ جن صوبن ۾ مسلم ليگ اميدوار اڪثريت ۾ چونڊجي ايندا، اهي صوبا پاڪستان ۾ شمار ڪيا ويندا. چونڊن جي نتيجي ظاهر ٿيڻ کان پوءِ مسلمانن جي گهُر موجب مسلم اڪثريت وارن صوبن کي پاڪستان ۾ شمار ڪري 14- آگسٽ 1947ع تي آزادي ڏني ويئي

قومي آزادي ملڻ بعد لکين مسلمان هندوستان مان هجرت ڪري پاڪستان ۾ آيا ۽ پاڪستان مان هندو ۽ سِک لڏي هندوستان ڏانهن روانا ٿيا. سنڌ جا هندو گهڻو ڪري جوڌپور ڪڇ، بيڪانير ۽ گواليار رياستن، ۽ بمبئي، اجمير ۽ دهلي جي وڏن شهرن ۾ لڏي وڃي وينا.

پاڪستان قائم ٿيڻ، سنڌ ۾ مهاجرن جي اچڻ ۽ هندن جي لڏپلاڻ تي سگهڙ دائود جوکيي، خان محمد کُوريي ۽ الهڏني فقير بيت چيا آهن، جي هتي ڏجن ٿا].

## ( 1 )

# دائود جوکيي* جا بيت*

سارا‌هيان سچو ڏٽي، سونهين واحد کي وڏائي،
قدرت ڏسي قادر جي، اتر اندر مان ڳالهه آئي،
جوڙي ڏنائين ’جناح‘ کي، بنائي بادشاهي،
جنهن صلاح اچي سموري، پنجابين سان بچائي،
وجهي ڳالهه وزيرن ۾، کئي صوبي صفائي،
اندر ۾ اسلام جي، هئي سُهٽي کي سچائي،
’پاڪستان‘ ڪري پنهنجو، جنهن حڪومت هلائي،
ويهاري ڳالهه وڏن جي، کئي تي امير آچائي،
ميمبر گهرائي ملڪ جا، ڪيائين وزير وڏائي،
رکي زور زميندارن تي ڪونايائين ڪيترائي،
ميٽنگ منجهان مِڙن کي، ڪامياب ڪيائين،
پارت سين کي پاڪستان جي، ڪراچيءَ ۾ ڪيائين،
لکپڙهه تي ’خان لياقت علي‘ کي واهه جو ويهاريائين،
ماڻهو اُن جو ’مسعود‘ ڪليڪٽر ڪيائين.
عملدار اهڙو نه هيو، ڪامورو ڪيائين،
عزّت ’ايوب کهڙي‘ کي، ڏاڍي ڏنائين،
پناگهير پاڪستان ۾، اُمالڪ آندائين،
دير نه ڪيائين ”دائود“ چئي، سيني کي سڏيائين،

---

*هيءَ روايت وچولي (تعلقي موري) مان ڏٽي بخش جوکيي مان ملي.

* دائود پٽ محمد يعقوب جوکيو، ڳوٺ چام منو خان جوکيو تعلقي موري ضلعي نواب شاهه جو ويٺل آهي. سندس ڪلام جي شروعات پاڪستان ٺهڻ واري وقت کان ٿي، جنهن تي پاڻ بيت چيا اٿس. سندس ڪچهري سگهڙ عبدالرحيم ڏاهري سان اڪثر ٿيندي رهندي آهي.

پوءِ تن کان پڇيائين، احوال هت اچڻ جا.
احوال هت اچڻ جا، حاڪم! ٻڌ هينئر،
سڏڪا پري سک جا، ڪئي پرديسين پچر،
حقيقت هندستان جي، هاڻ خان! ٻڌ خبر،
وينل هئاسون وطن ۾، الله جي آ در،
آڏيل هئاسون اوڏاهين، گوشائتا گهر،
روز اسان کي رازق ڏنو پئي، ڏهاڙي ڏاتر،
هڪڙي ڏينهنن هندستان جا، متجي آيا منڪر،
مڙن اسان جي مارڻ لاءِ، وڏا ڪيا وَرَ،
ملڪ ڇڏي مڙئي آياسون، نياڻيون ڇڏي نتر،
پهتا آهيون اچي پاڪستان ۾، نعرا هڻي نر!
آندو هِت اسان کي، ڏولائي ڏُکر،
راشن ڏنو روز اسان کي، ڪارڊ تي ڪٿر،
جيسين پير جهليون پنهنجا، هتي ڪاهي هَر.
هيءُ ٻانهو ٻاجهہ گهري، پني تو پاڪر،
”جوکيي“ کي جنت ۾، هلي رسجان تون رهبر!
ڏٺي! ڪجان ”دائود“ تي، ننگي تون نظر،
پناهہ ڏجان پرور، موليٰ تون مِڙن کي.

# ( 2 )

# خان محمد♣ جا بيت*

ساراهيان سچو ڏٺي، صاحب ربّ ستار،

---

* هيءُ روايت وچولي (تعلقي ٽنڊي الهيار) مان ولي محمد طاهرزادي کان ملي.

♣ خان محمد ولد الهڏنو ڪوريو پٽاڻ، ڳوٺ الهرکيي پٽاڻ تعلقي ٽنڊي الهيار جو رهاڪو آهي. اندازاً سنہ 1920ع ڌاري ڄائو. ٻہ چار درجا پڙهيل آهي. مذاقيہ ڪلام گهڻو چيو اٿس.

(1) گورنر. (2) پائي = پائين = واٺين.

عجب رنگ الله جا، بنائي قدرت قادر،
آخري زمانو اچي ويو، پويون آهي پهر،
توبهہ ڪري تائب ٿيو، ڇڏيو تڪبّر،
رکو خوف خدا جو، پئي پڪاري قبر،
ڪيئن هليا ويا ڪيترا، سوين سڪندر،
وير وارو وڄائي ويا، نعرو هٽي نر،
انگريز بادشاهہ هو ملڪ ۾، ناصارو نرڙ،
سو بہ وڃي ٿيو 'لنڊن' ۾، وٺي لاءُ لشڪر،
پيو هو ڪنٽرول ڪپڙي تي، ظلم هو ظاهر،
ڪئين ڦرجن رستن تي، پيا مارجن مسافر،
ڪئين ڪُنا آهن ڪيترا، ڳاڏين ۾ گونر[1]،
پئي آهي پڃ پائين ۾، پيا اگاڙين اوڏر[2]،
اهڙي تي ڪانہ ڪا، جهڙي ٿي هينئر،
وس ڪنهن جو ناهي، اهو آهي ڏاتر جو ڏمر
مومن! ٻڌو مون سان، "خان محمد" جي خبر،
هندو مڙيئي هيڪر، وڃي جمع ٿيا جوڌپور ۾.

جمع ٿيندا جوڌپور ۾، اهي پاڻِي سيئي پيڙا،
مُلهہ ڏنائون مسلمانن کي، گهر ۽ گهوڙا،
زر، زمينون هٿ رهيون، بنيون ۽ ٻُوڙا،
هندو وڃي هندستان ۾، سيئي ٿيا سوڙها،
ڪن کي پيتيون پنن تي، ڪن مٿن تي مُوڙا،
روانا ٿيا ريل ۾، نِنديا ۽ پوڙها،
هاٽي ساريو هن سنڌ کي، پيا ڳاڙيندا ڳوڙها،
ڪئين لِکيئُون تي لڪئُون، ڪاغذ کي ڪوڙا،

”خان محمد“ قادر جي قدرت جا، ڪم آهن ڪهڙا!
پوءِ عجب رنگ اهڙا، ڏناسون سائينءَ جا سنڌ ۾.

ڪم سائين جا سنڌ ۾، آهن هڪ سؤ هزاري،
’سِڪ‘ هليا ويا سنڌ مان، وٺي حڪم سرڪاري،
تہ لڏيو، ملڪ ڇڏيو، هي بادشاهہ آتائوَ ٻاري!
”خان محمد“ خاوند ڪي، سڌ آهي ساري،
پوءِ هندو هڪواري، هليا ويندا سنڌ مان.

هليا ويندا سنڌ مان، اهي هندو هندستان،
غريبن ڪي گوڏون، تہ هو سيٺ بنيا سلطان،
وِ اجخور واڻيا، ڪٽيو بنديون بيهن بي ايمان،
ڪئين بيلدار بندن تي، پر داروغا ديوان،
ٺڪاڻا هئا ٺنبي ۾، مڙهيون ماڳ مڪان[1]،
پوءِ هليا ويا ڪيترا، جايون ڇڏي جوان،
رهندو نانءُ ڏٽيءَ جو، آهي صفائي جو ميدان،
خاوند! ”خان محمد“ تي ڪج، عربي! ڪو احسان،
جنهن بنايو پاڪستان، سو يلي آيو بادشاهہ.

ڪييو مهتن ڪي ملڪ مان، ڪنهن لکيي انگر اکر!
’ڊاسوڙي‘ مان لڏي ويا، ڪٽي ٺنبي مان ٺپر،
ويهو پئنچ پاڻ ۾، ڪن خلاصي خبر:
ڪيئن ڪريون، ڪيڏانهن وڃون؟ آيو الله جو امر،
نيئي پوءِ نيلام ڪيا، گهٽا واڻين گهر،
صندل، صندوقون، ٽرنڪ، ٿجوڙيون، جاين
جا گربر[2]،
ڪٺون، ڪٺولا، هنڌ، هندورا، هزارين هنر،

[1] ٺنبو الهيـر. (2) گاربر. Girder

ڪي واپاري، ڪي پساري، ڪي وڏا آفيسر،
مستري فونن جا ۽ ڪاشيءَ جا ڪاريگر،
ڪي ويا ڪي وڃن پيا، ڪي وينا ڪن وَنُيَرَ،
زميندار، شاهوڪار ۽ جهلين پاندن پر،
ڪن ٽپڙ ٽيشن تي، ڪي پاڙي ڪن موٽر،
گڏجيو چڙهن گاڏيءَ تي، واٽا ڪيو ولر،
هي سائل آهي سنڌ ۾ گولو گداگر،
تنهن ڪي عربي ڄام آڻايو، وير! ڪري واهر،
خطا بخش "خان محمد" جي، پاڪ ڏٽي پرور!
پوءِ ڪلمي جي آڌر، ڪجان لاڏاٽو لوڪ مان.

( 3 )

## الهڏني فقير* جا بيت*

پناهگير پٽن ۾، پڪڙي آهن پيا،
هندو جي هن هنڌ جا، سي واٽيائي ويا،
وڃي ٽانيڪا ٽيا، ڪنهن راجا جي رياست ۾[1].

راجا جي رياست ۾، خالصا آهن ڪوڙ،
پاڪستان پري ڪيا، ڪري هڪل هوڙ،
نرين پيهو نهروءَ ڪي، گبر ڪن ٽا گوڙ،
لڙن ٽا لُچ تيو، جُملا ڪيو جوڙ،
اهي تحت ٽرائي توڙ، وڙهن ٽا واٽين سان.

---

* خود شاعر جي زباني قلمبند ڪيو ويو.
* سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه ص 276.
(1) جوڌپور رياست.

# وڏيري ڪرڙ درس جو ڪاڄ*

(چيل خان محمد ڪوريو⁑)

[ڪرڙ درس، ذات ٽيٻو وينل ڊاسوڙي تعلقي ٽنڊي الهيار جو ناميارو زميندار هو. ڪيس وفات ڪئي چار پنج سال ٿيندا. ڏهاڪو سال کن اڳ سندس پٽ جي شادي ٿي هئي. انهيءَ موقعي تي زبردست ڪاڄ ڪيو هئائين. ڪيترن ڏينهن تائين ته شاديءَ جو چنو پئي نهيو. هن ڪم لاءِ ڪيترائي ڪاريگر اچي گڏ ٿيا، جن هڪ وڏي ميدان تي شاديءَ جو چنو ناهي تيار ڪيو، جو رنگ برنگي جهنڊين سان سينگاريل هو. وڏن زميندارن ۽ خاص مهمانن لاءِ ڌار طنبو هئا، جن ۾ آرام لاءِ کٽون ۽ ڪرسيون وڇايل هيون. مهمانن جي پاڻي پيڻ لاءِ ڪيتريون ئي منجهون رکيل هيون، جن تي ٿڌي پاڻي جا مٽ رکيل هئا. بجليءَ جا گرلا پڻ گهڻي تعداد ۾ هئا، جن جي بروقت مرمت لاءِ خاص مستري موجود هئا. مهمانن جي مانيءَ لاءِ به عاليشان انتظام هو، ٻڪرين جو ڌڻ هر وقت ذبح ٿيڻ لاءِ حاضر هو. ڪاسائي به پنهنجا ڪات تيار ڪيو ويٺا هئا، رڳو حڪم جي دير هئي.

وڏيرو ڪرڙ ڏاڍو خوش هو. سندس ڀائر ۽ دوست احمد ڦهيڙ، علي ٽيٻو، حسن ۽ تاجن سڀ مهمانن جي خدمت چاڪري لاءِ موجود هئا. مهمانن کي ڪاشيءَ جي ٿانون ۾ ڏاڍي شان مان سان ماني کارائي پئي ويئي، جنهن کان پوءِ چانهه جو انتظام ڪيو ويو. رات جو وري سنڌ جي مشهور مولودين علي محمد جسڪاڻي، نوح

---

* هيءَ روايت وچولي (تعلقي ٽنڊي الهيار) مان ولي محمد طاهرزادي کان ملي.

⁑ سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه ص 358.

تيبي، دائم ۽ محمد رحيم مڱڻهار صبوح تائين پئي مولود چيا. فجر جي نماز کان پوءِ وري دهل دماما شروع ٿيا، مڱڻهارن کي چڱي گهور ملي. نيرن تي مهمانن کي مزيدار پيهون کارايا ويا. بهترين انتظام سبب هر هنڌ هن شاديءَ جي ساراهه ٿيڻ لڳي. سگهڙ خان محمد، جو پڻ انهيءَ شاديءَ ۾ مهمان هو، تنهن پنهنجو اکين ڏٺو احوال بيتن ۾ بيان ڪيو آهي، جو هتي ڏجو ٿو.]

ساراهيان سچو ڌڻي، ساراهيان سبحان،
قدرت ڏسو ڪريم جي، ٻيا آڳي جا احسان،
'وڏيري ڪرڙ' جي ڪاج جو، توهين سڻو بات بيان:
ڪي ڏينهن چنهي ٺاهڻ لئي، ميڙيائون ميدان،
ڪمي هئا ڪينرا، پوڙها ۽ پهلوان،
ڪيترا ڏينهن ڪانيون وڍي ڪيائون گدام،
ڪم سِنائن تي ڪيائون، نقش ۽ نيشان،
آيا هئا ڪيترا مرد وٽن مهمان،
هزارين هنڌ هئا، ٻيون سوڙون ۽ سامان،
ڪوڙ لڳي ويا ڪندن جا، ٻيا گولا ۽ گهمسان،
ڪاج ڏسي وڏيري ڪرڙ جو، عقل ٿيو حيران،
بيشڪ تو دلير ڪي، الله ڏنو ايمان،
"خان محمد" 'ڪرڙ وڏيري' جي. ڪاج جو ڪري پيو بيان،
سورهيہ تي سلطان، ڪم هلايو ڪاج جو.

ڪم هلائين ڪاج جو، ۽ ٻيا لکين سينگار،
ڪري جڏيا اُت ڪيترا، اُن جوان جنسار،
ڪاغذ ٽنگيل اچا ڳارها، ٻيا رنگ رنگيدار،

طنبو ڪوڙيائين ميدان ۾ ترتئون ٿيا تہ تيار،
ڪٽن تي فراسيون هيون، ٻي ڪرسين جي قطار،
وينل جن تي وڏيرا، ٻيا زور زميندار،
هر ڪنهن منجهه تي مٿ هو، پر ۾ ڪُونجي ڪلادار،
هوٽلون هٿ نڪري ويہ، بنجي ويئي بازار،
’ڪرڙ‘ ڪيو هو اُتي، جاٽ جهڙو جنسار[1]،
هڪڙا گهوڙا ٻيون گاڏيون، ٿيا مَيا مهري ڏار،
گولا ٻريا پئي گسن تي، چمڪيا تي چوڌر،
مستري مقرر هو، جنهن قِتل ڪيا تي تيار،
ڪاسائي بہ هئا ڪيترا، ڪاتين ساڻ قهار،
ٻيڪُون هيون ٻڪرين جون، ريهون ۽ رانياڙ،
”خان محمد“ ڪونہ ڏنم، اهڙو ڪو اسرار،
’ڪرڙ‘ جي ڪاڄ جي هئي، خاصي خبر چار،
خرچي خان هزار، ڪرائي مشهور ڳالهہ ملڪن ۾.

مشهور تي ملڪن، ڪرايا ’درس‘ لکين ديدار،
پائر جنهن سان پيڙا هئا، مڙئي مددگار،
ڪئين هئا ڪمن ۾ همراهہ ڪي هوشيار،
احمد ڦهيڙ، علي ٽيبو، حسن، تاجن هو تيار،
صابر جهڙا سوين هئا، صالح ڪئي سنپار،
دس لٿا تي ديڳين جا، ليکو نہ ڪو شمار،
حجام هو رڌ تي، ڪيائين طعام تيار،
پيل بہ بينا هئا يَت لئي، چرُن ڏانهن چوڏار،
سويلي شروع ڪرائي ماني، ڪرڙ زميندار،
شانۂ سيئي ڪاشيءَ جا جن تي چٽن جي چٽڪار،

[1] جاٽ = نصرپور ۾ هندن جو ميلو.

پوءِ ماني هلي مرد جي، ڪري چني ۾ چمڪار،
هڪڙو قورمون بي چاشني، پوڙ پلاءُ هو ڏار،
ماني ملي تي هڪجهڙي، وتي نہ هئي وار،
ڪائي هر ڪو خوش ٿيو، ڏنئون پي ڏاڪار،
ڪائي سيئي خوش ٿي، ويهي رهيا وينجهار،
چانهہ بہ هلي چاهہ سان، ڪنڌ سان خوشبودار،
حسين ڪٽلي ڪچ ۾، ڪوپن جي بہ قطار،
پياريئون پڙها ڏيو، هوش رکي هوشيار،
آيا شغل لاءِ مولودي، جن جو ڏيهن ۾ ڏهڪار،
علي محمد جسڪاڻي، نوح ٿيبو ۽ دائم هو دلدار[1]،
بي باريءَ ۾ وينل هو، محمد رحيم مگٿهار[2]،
سڄي رات ساراهہ تي، سندي سائين سردار،
مولود بہ ڳائيندي اچي اُسُر ٿيو اظهار،
وڃي نميا نماز ڪي، تي پرور جي تہ پچار،
”خان محمد“ ڪرڙ جي ڪاڄ جي، ڪري پيو خبر چار،
پرءِ مانجهي مٽيادار، پئي ڪئي رسائي راڄن جي.

ڪري رسائي راڄن جي، نالو ڪيئين نروار،
سڄ اُڀري سنئون ٿيو، تہ ٿيا دهلن جا دڏڪار،
شرنايون مُتا شروع ٿيا، بينون بيشمار،
گهور بہ ملي تي گهڻي، پُر ٿيا پينار،
شيدي اچي ويا شيل تي، ڪارا جن ڪَپار،
جيئن ٻيلائي گهمن ٻيلي ۾، چيتن جا چٽڪار،
مهل تي ويئي مانيءَ جي، نيرڻ تي نروار،
پهرين مليا پيهُون، جن ۾ ڪنڌ ڪڻ ڪٽدار،

---

[1] ضلعي حيدرآباد جا مشهور مولودي. (2) ٽنڊي الهيار شهر جو وينل مشهور مولودي.

ڪائي هر ڪو خوش ٿيو، ننڍو وڏو ٻار،
گھوٽ چڙھيا گھوڙن تي، سرگس تي وئي تيار،
وري ٻه شرنايون مُتا شروع ٿيا، اُهي دهلن ڏڏڪار،
نچڻ ٽپڻ وارا ڪئين فقير قيريدار،
اچي ويا مولودي ميدان تي، ساراھ ڪن سردار،
ڳائيندي وڄائيندي هلي سرگس، سڌي 'ڏاسوڙي' پار،
ٻه رڪعتون جامع ۾، پڙهيون پرتدار،
گھوٽ گھمي گھر آيو، ڪامل ماٺي ڪنوار،
وري ٻه ماني هلي مرد جي، ڪري چني ۾ چٽڪار،
شروعات ۾ شِيرو هو، ٻاڪرو پلاءُ ڏار،
ڪائي هر ڪو خوش ٿيو، اچي هلي پُوئـي جي پوڪار،
ڪي ياڙي پڃي ويا، ڪِن نوٽ ڪيا نروار،
اھڙو ڪاج ڪنهنڪان ڪين ٿيندو، ڪو حيلا ڪري هزار،
ننڍي وڏي نيڪي ڪئي، نہ ڪا گلا گفتار،
"خان محمد" وهواھ وهاڻءُ جي، ڪرائي 'ڪرڙ' زميندار،
هاڻ ڪلمون پريو يار! تہ مَرڪو ميڙي محمد مير جي.
لا اِله اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

ഒഇഒഇ

# گهوٽڪي اسٽيشن تي گاڏين جو ٽڪرجڻ

[11- رمضان 1371ھ (جولاءِ 1952ع) تي شام جو 5 بجي گهوٽڪي اسٽيشن تي هڪ پئسينجر گاڏي اچي بيٺي. ان ۾ مسافر تمام گهڻي انداز ۾ چڙهيل هئا، ازانسواءِ ڪيترائي مسافر انهيءَ گاڏيءَ ۾ اهڙا چڙهيل هئا، جن ۾ روزائتن جو وڏو تعداد هو؛ ۽ جي حج لاءِ سهي سنيري نڪتا هئا. گاڏي اجا پليٽ فارم تي بيٺل ئي هئي تہ هڪڙي مال گاڏي، جنهن جا 'بريڪ' خراب ٿي پيا هئا، اچي ساٽس ٽڪري. پوءِ تہ اسٽيشن تي هاءِ گهوڙا مچي ويئي. زوردار ٽڪر سبب ڪيترا گاڏا پچي پيا، ڪي پٽي تان لهي ويا تہ ڪي وري اونڌا ٿي وڃي ڪريا، جنهنڪري سوين ماڻهو موت جو شڪار ٿي ويا. ويجهڙائيءَ ۾ رهندڙ عزيزن قريبن کي جڏهن هن حادثي جي خبر پيئي تہ اُهي واويلا ڪندا اسٽيشن تائين پهتا. ڪيترا ماڻهو چرين وانگر پنهنجي عزيزن جي لاشن کي ڳولڻ لڳا. مائرون ۽ ڀينرون پنهنجي وارثن جي لاشن کي چنبڙي پار ڪدي روئڻ لڳيون. ڪن ويچارن جا لاشا بہ وارثن کي نہ لڌا. هن حادثي جي خبر پوڻ شرط ڪيترائي سرڪاري عملدار گهوٽڪي ۾ اچي گڏ ٿيا. زخمي ٿيل مسافرن کي اسپتال ڏانهن موڪلڻ جا انتظام ڪيا ويا ۽ لاوارث لاشن کي اُتي ئي دفنايو ويو. هن واقعي تي سگهڙ فريد خان گڏاڻي ۽ ماڻڪ خان ڪولاچي بيت چيا آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا].

## ( 1 )

# فريد خان گڏاڻي جو بيت*

ساراهيان سچو ڌڻي، جنهن بازي بڻائي،
يارهين ماهه رمضان جي، مون وٽ هيءَ خبر آئي،
تہ ’ٽپال‘ بيني ٽيشن تي، پوئيون مال گاڏي آئي[1]،
نوڪر هنيئين ناهي قضا ڪيرائِي،
”ڪل نفس ذائقة الموت“ جئن ڪوس ڪري ڪاسائي،
هڪڙا پورا تي ويا پٽر ۾، هڪڙا جاڳيا نہ جائي،
هڪڙا داخل ڪيائون درياءَ ۾، بيا ويا ڪائو،
ڪتا ڪائي،
ماءُ نہ مِلِي پُٽ سان، ڪئي جانبن جُدائي،
پيءُ نہ مليو ڌيءَ سان، ڀيڻ نہ ملي ڀائِي،
هڪڙا نادان ٻچيا نندڍ ۾، جيئن ٻليءَ ٻچا ٻچيا منجهہ آوي،
هڪڙا حاجي ويا پئي حج تي، تن جو حج بہ ٿيو سَجائي،
هڪڙا روزائتا هن ريل ۾، تن تي امر ٿيو اِلاهي،
اهو چاهہ چوڏهين سنہ جو، آهي پنهنجي گهٽتائي،
نہ نماز نہ روزو، آهي بيحد بي روائي،
پڙهو فرض ”فريد“ چئي، ڪيو ڪلمي جي وائِي،
پوءِ سيّد ڪندو سڻائي، سيني جي قادر ڏينهن قيام جي.

ઉઌઉઌ

* فريد خان گڏاڻي بروچ، ويٺل لڳ گهوٽڪي مشهور شاعر ۽ سگهڙ آهي. سندس عمر اٽڪل 85- 90 سال آهي، انهيءَ حساب موجب سندس جنم اٽڪل سنہ 1870ع ڌاري ٿيو هوندو. جوانيءَ واري وقت ۾ نڙ بہ وڄائيندو هو ۽ نڙ تي بيت بہ چوندو هو.

(1) ٽپال گاڏي = Passenger Train

## (2)

# ماڻڪ خان ڪولاچيءَ* جو بيت

ساراهيان سچو ڌڻي، صاحب ربّ ستار،
موٽي مون مسڪين جي، ڪا پرين! ٻُڌو پچار،
يارهين تاريخ ماهہ رمضان جي، هيءُ عجب ٿو اسرار،
پنجين بجي شام تي، مون ٻُڌي هيءَ پچار،
ٽُٽِي پيئِي ٽيشن تي، ڪا گاڏي تي ويئي غار،
'مِڪس' بيٺي هئي ماڳ تي، آئي 'مال گاڏي' مُردار،
ڏائڻ ڇٽي هُئي 'ڌهرڪيءَ' ڪان، پيس ڌمرجي ڏاتار،
منع ڪيائونس 'ميرپور' ۾، اڳتي نہ ڪر آر،
سُڃيءَ ڪي 'سرحد' ۾، ڌنائون جهنڊيءَ جي لغار،
پر ڪا لڳس باهہ 'بريڪ' ڪي، بيوس ٿي بيڪار،
چُٽڪي آئي چوهہ مان، ڪَيس گُنبتِي واري گفتار،
تہ ريل بيٺي اٿئي رستي ۾، تون سياڻا! سُرت سنيار،
ڊرائيور ويچاري گهڻا وسل ڏنا، پر قسمت جي اختيار،
ڪَل ڪنهن کي ڪانہ پيئي، جاڻي جاڻنهار،
ٿيو زلزلو ظاهري، ٿي ڪربلا واري ڪار،
ڪيئي لهي ويا لحظي ۾، ڪي ڳاري ڪيائين ڳار،
بابُو سڀ ڀَڄي ويا، پُڇن پوٽرن ڪان پار،
ڪوئيٽا وانگر ڪِيس ٿيو، پئي قهري هلي ڪوڪار،
ڪي تہ پيڙجي ويا پاسن هينان، ڪن جا ڌڙ سِسين ڪان ڌار،
ڪي وڇڙي ويا يارن ڪان، ڪي پائر ٿيا بيزار،

---

* ماڻڪ خان ڪولاچي، ويٺل ڳوٺ بهشتي ارباب شاهہ، تعلقو گهوٽڪي هڪ هنرمند شاعر ۽ سگهڙ آهي، ڏور ۽ ڳجهارتون چيون اٿس، پاڻ اجا زندهہ آهي.

ڪي ملڻ هليا پئي مارن سان، ڪي ماندا هئا منٺار،
ڪي روزائت هئا ريل ۾، ڪي گهايل گنهگار،
ڪي حاجي ويا پئي حج تي، ڪرڻ دلبر جو ديدار،
ڪي پرديسي پرديس جا، ڪن جا سولا هئا سنگهار،
ڪن سُنْڪِي پئي سَڏ ڪيا، اسان جا ڀڄڻ ڪتي ٻار!
ماءُ نہ مِلِي پُٽ سان، تيو ڏاڍي جو ڏهڪار،
رت وَهِي ريلا ڪيا، توبه استغفار،
گڏ تيا اچي ’گهوٽڪيءَ‘ ۾، ڪامورا قربدار.
سڀ دفنايائون ڏوڙ ۾، الله جي آڌار،
باقي ڪِيَس تن جي قريبن سان، ويا روئيندا زارو زار،
ڪي چون ”اسان جا موٽي ايندا“ ڪي چون
”ڪرڻ ويا واپار“،
ڪن جا لاشا لڌا ڪينڪي، ويا رڙندا زارو زار،
ڪي پيٽاً پنهنجن پائن ڪاڻ، ويون پٽي ڪنديون پار،
ڪي ماوانْ ڪُوڪن پٽّن لاءِ، جن جا در ڏيئي ويا دلدار،
زاري ربّ جي در تي، شل ڏمرجي نہ ڏاتار،
ڏوهہ ڪنهن جو ڪونہ ڪو، هي پنهنجا آهن پرڪار،
قسمت ائين ”ڪولاچي“ چئي، اها قلم وهائي ڪلتار،
مديني جا مختيار! اها اُمت تنهنجي آسري.

ꕥꕥ

# پير صاحب پاڳاري شاهه مردان شاهه ثاني جي مسند نشيني*

(چيل ناٿن شاهه**)

[پير صاحب پاڳاري سيّد صبغت الله شاهه جي گرفتاري سببان جيڪا ٻي حر تحريڪ شروع ٿي، تنهن انگريزن کي پير پاڳاري جي خاندان ۽ سندن حر جماعت خلاف ڪافي پڙڪايو. هنن آزاديءَ جي هن تحريڪ کي ختم ڪرڻ لاءِ پير صاحب پاڳاري کي ڦاسي ڏني ويئي، سندن ٻن فرزندن پير سڪندر شاهه عرف شاهه مردان شاهه ثاني ۽ پير علي مردان شاهه کي انگلنڊ موڪليو ويو ۽ حرن کي باعيال لوڙهن ۾ بند ڪيو ويو.

انگلنڊ وڃڻ وقت پير صاحب صغير هئا. انهن کي ولايت موڪلڻ مان انگريزن جو مقصد اهو هو ته آئينده جي گادي نشين نندڙن پير صاحبن کي هن ملڪ جي ماحول کان ٻاهر ڪڍي، پنهنجي اثر هيٺ تعليم ڏيارجي، جيئن حر تحريڪ توڙي آزاديءَ جي جنگ جو سنڌ مان هميشه لاءِ خاتمو ٿي وڃي. پير صاحبن جي تعليم ۽ تربيت، پير پاڳاري جي ڪوٽ مان هٿ ڪيل ملڪيت مان ٿيندي رهي.

آزاديءَ جي جدوجهد ۽ مجاهدن جي قربانين جو نتيجو جلدئي 1947ع "پاڪستان" جي آزاديءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿيو ۽ نئين حڪومت عمل ۾ آئي. جنهنڪري هتي جي باشندن، حرن جي وفاداري ۽ لوڙهن ۾ سندن ڪسمپرسيءَ واريءَ مظلوم حالت جي مدنظر

---

* هيءَ روايت وچولي (تعلقي سنجهوري) مان علي اڪبر لغاري کان ملي.

** سيد ناٿن شاهه اصل اُتر جو رهاڪو آهي، پر هن وقت شهر جهول تعلقي سنجهوري ۾ رهندو آهي. نهايت خوش مزاج شخص آهي، راڳ سان گهڻي دلچسپي اٿس. سندس ڄمڻ جو سنه اٽڪل روءِ 1325هه— 1907ع آهي.

پاڪستان سرڪار ڪان، حرن جي آزاديءَ پير صاحب پاڳاري جي گاديءَ جي بحالي جو مطالبو ڪيو، جو پاڪستان سرڪار قبول ڪري، پير صاحب پاڳارن جي گادي بحال ڪئي ۽ ڪين ولايت مان گهرائڻ جو انتظام ڪيو، ۽ ان ڪان سواءِ حرن کي به لوڙهن مان آزاد ڪيو.

آخرڪار 4- فيبروري 1952ع تي پير سڪندر شاهه ثاني، پير پاڳاري جي گاديءَ تي ويٺو. انهيءَ واقعي تي سڄيءَ سنڌ خوشيءَ جو اظهار ڪيو. خاص طرح حرن ڏاڍا شادمانا ڪيا. پير صاحب کي مريدن طرفان دعوتون ڏنيون ويون. اهڙي هڪ دعوت جهول ضلعي سانگهڙ ۾ تي، جتي هزارن جي تعداد ۾ مريد اچي گڏ ٿيا هئا. شاعر ناٿن شاهه پنهنجي بيتن ۾ انهيءَ واقعي جو ذڪر ڪندي، انهن حر فقيرن جي ساراهه ڪئي آهي، جي مرشد جي حڪم تي سِر ڏيئي سرخرو ٿيا هئا.]

ساراهيان سچو ڌڻي، صاحب ربّ ستار،
وڏائي تنهن واحد جي، آهي بيحد بي اپار،
نرمل پنهنجي نُور منجهان، ڪيائين محمّد مختيار،
پنجتن پاڪ پيارا، اڙين جي آڌار،
آهي اولاد علي شاهه جو، ’ڪنگريءَ ڌڻي‘ قربدار،
آيو ’سڪندر شاهه‘ سردار، لاٿائين ڏولاٿو ڏيهه تان.

لاٿو ڏولاٿو ڏيهه تان، سيّد سوياري،
مرد هئا مَڪيءَ ۾، جن کي هينئڙو ٿو ساري،
’محمد يوسف‘ فقير مرد هو، جنهن جي محبت ٿي ماري،
غازي گهڙي پيو گهمسان ۾، ڪئين منڪر ڇڏيائين ماري،
جن صحيحون ڏنيون سيّد تي، تن جا آڪاڙا ڇڏيئين اتاري،
پوءِ پنهنجي مرشد کي سنياري، مڙسن ملهايو ميدان کي.

ملهائي ميدان کي، اهي مرد ٿيا منصور،
اتي اچي نڪتا، جتي هو حاڪم سندو حضور،
ڏسي حالت ان وقت جي، انهن کي پلپل پيا ٿي پور،
سخن ڪيائون سر جو، تہ 'مرنداسون ضرور'،
پوءِ دانهن ڪنهن دستور، ڪاهي پيا ڪٽڪ ۾.

حيدر سندي هٿ جو، مونکي آهي سهارو،
آيو آهي سنڌ ۾، اسان جو پير پاڳارو،
سٺي سُڌ سيّد جي، پيجي ويو نصارو،
'لوڙها' سڀ لهي ويا، هنيو 'نادر شاهہ' نعرو،
ٿيو 'سڪندرشاهہ' سوڀارو، جنهن سک ڪيا "سيّد" چئي.

سُک ڪيا آهن "سيّد" چئي، پير پاڳاري،
جماعت اُن جوان جي، پئي راتو ڏينهن ساري،
تہ 'ڪنگري ڏٽي' قرب ڪري، اچي 'جهول' سينگاري،
جهول سينگاري ڊول 'سڪندر شاهہ' سونهاري،
هيءَ "ناٿن شاهہ" نماڻو پلپل پڪاري،
تہ وري شل قرب ڪري ڪار[1] کي، هيڏانهن هوڪاري،
پوءِ صورت ڏسي سيّد جي، هينئڙو ٺاري،
هاٺي سيّد سوڀاري، ملڪ ڪري ڇڏيو ماٺ ۾.

---

[1] ڪار = موٽرڪار.

# جهمپير وٽ خيبر ميل جو حادثو*

(چيل حاجي احمد ملاح♣)

[سنہ 1954/1373ع ۾ جهمپير وٽ 'خيبر ميل' جي ٽڪرجڻ ۽ سڙڻ جو دردناڪ حادثو ٿي گذريو، جنهن ۾ سوين ماڻهو سڙي مري ويا. هن حادثي جو تفصيل هن طرح آهي تہ: ڪراچيءَ کان حيدرآباد ڏانهن ويندڙ هڪ مال گاڏيءَ جو پيٽرول وارو گاڏو، هلندي هلندي اتفاق سان پٽي تان لهي وچي پر واري ٻئي پٽي تي پيو. اهو واقعو عصر جو پنجين بجي ٿيو. قضا سان 'خيبر ميل' بہ انهيءَ مهل حيدرآباد کان ڪراچيءَ ڏانهن ويندي انهيءَ هنڌ تي اچي پهتو. مال گاڏيءَ جي ڊرائيور ۽ گارڊ کي ايترو وقت ئي ڪونہ مليو، جو اُهي خيبر ميل جي ڊرائيور کي موقعي جي صورتحال کان آگاهہ ڪري سگهن. ازانسواءِ ريلوي لائين ۾ انهيءَ هنڌ ور هئڻ سبب ايندڙ گاڏي نظر نہ اچي سگهي. انهيءَ ڪري ڇا ٿيو جو عين وقت تي خيبر ميل اچي پيٽرول واري ڪِريل گاڏي سان ٽڪرجي اُٿلي پيو. پيٽرول واري گاڏي جي ڦاٽڻ ڪري ماڻهن وارن گاڏن کي اچي باهہ وڪوڙيو ۽ سڀ سارا اٺ گاڏا سڙي خاڪ ٿي ويا.

جيئن تہ عصر جو وقت هئو ۽ گهڻا مسافر منڙي ننڊ ۾ آرامي هئا، تنهنڪري اهي جيستائين سجاڳ ٿين ۽ پنهنجو بچاءُ ڪري سگهن، تيستائين ڪين باهہ وڪوڙي ويئي، ۽ سَوَن جي تعداد ۾ ويچارا سڙي مري ويا، ۽ حادثي واري جاءِ تي لاشن جا ڍير

---

* "گلزار احمد" مطبوع اسلاميہ پريس حيدرآباد سنڌ، سنہ 1957ع تان ورتل.

♣ سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيہ ص 207

لڳي ويا. خبر ملڻ تي ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد مان فوراً امدادي پارٽيون حادثي واري جاءِ ڏانهن روانيون ٿي ويون، جن باهه وسائي زخميلن کي اسپيشل ٽرين ذريعي ڪراچيءَ جي اسپتالن ڏانهن روانو ڪيو.

هن حادثي سبب سوين گهر برباد ٿي ويا ۽ هزارين گهرن ۾ ماتم مچي ويو. ڪيترين مائرون ٻچن لاءِ ٻاڪاريندي رهيون ۽ ڪيتريون زالون ور وڃائي بيواهه ٿيون. شاعر مولوي احمد ملاح هن واقعي تي جيڪو نظم چيو آهي سو هتي ڏجي ٿو.]

حادثي جا حال ڏسندي، ڏيل ڏڪيو ٿا وڃن،
جَر اکين مان جال ڏسندي، ڏيل ڏڪيو ٿا وڃن.
ڪوهه جاٽان قهر کهڙو وچ ڪراچي ڪوٽڙي،
'جُنگ' 'جهِمر' جنجال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو ٿا وڃن.
تي 'سٺيءَ' کان اڳ اسٽيشن موت جي سامهون صحيح،
اڳ نہ وڌيا وال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو ٿا وڃن.
ٿيا ڪراچيءَ جي عوض قابو قبر جي کوپ ۾،
منجهه مٺيءَ متوال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو ٿا وڃن.
جن اچا آسون گهٽيون اڳتي اندر ۾ سانديون،
ٿيا فنا في الحال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو ٿا وڃن.
ڪنور ڪيڪاٽيون ڪندي ڪئين ٿيا ڪڙمي ڪارا اگار،
پرٽيل پرسال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو ٿا وڃن.
آگ اٿ گاڏا سڄا ڪوڙي ۾ ڪيا قابو ڪٽي،
پوءِ پڌري ڳال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو ٿا وڃن.
باهه ۾ جيئري جلي قلهيار ٿيا قلهيار سان،
ڪوڪ ڪنڌ ڪنمال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو ٿا وڃن.

ڪي سُتي ئي ويا سڙي، ڪن ڪي تہ ساريو پيا سڙون،
ڪن بہ چا ڪنگال! ڏسندي ڏيل ڏڪيو تا وڃن.
گس تي گاڏو ’گِئس‘ جو پيو تنهن تان ’پاڪستان ميل‘،
ميل چاليهہ چال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو تا وڃن.
سؤ سڙي ويا سنڌ ۽ پنجاب، سرحد جا سوار،
تيا پُڄي پيمال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو تا وڃن.
وير ۾ ڪنهن ور وڃايو، پٽ ويا ڪن ڪان وياء،
ڪنهن جي ضايع زال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو تا وڃن.
ڄيپ ٻهر ڄيين ٻُهاريا مڙهہ متي ۽ هيٺ ڏين،
ساڻ چوڻ چوڻ چال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو تا وڃن.
لاش ڳوليندي لين ڪي ڪي ڪٽي ڪاريون هڏيون،
ايءُ اکين احوال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو تا وڃن.
ڪير ڪيريءَ ڪي سڃاڻي، ڪير هيءُ يا ڪيترا؟
مَت مُنجهي متوال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو تا وڃن.
ڪم خطائون يا خدا! نہ تہ خير ڪونهي خلق ۾،
شامتِ اعمال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو تا وڃن.
هر جماعت ۾ جمعي ڏينهن پڪڙيون خبرون خميس،
هي قهر ٿيو ڪال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو تا وڃن.
پرهہ ۽ پنجون ٻَجو نندڙا وڏا سڀ نند ۾،
لُوٺجي ويا لال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو تا وڃن.
سال تيرهين سؤ ٺيهتر ۾ سامهان سڙندا رهيا،
مرد، مايون، مال، ڏسندي ڏيل ڏڪيو تا وڃن.
اوچتو آين اجل نہ ”احمد“ پنيون آسون اندر،
رحم پئي رب شال! ڏسندي ڏيل ڏڪيو تا وڃن.

❧❧

## پورل شاھ ۽ مير علي مدد جي اليڪشن ۾ چٽاپيٽي*

(چيل خان محمد)

[سنڌ اسيمبليءَ جي 1955ع وارين چونڊن ۾ ٽنڊي الهيار جي اُترئين تڪ مان محمد حسن شاھ عرف پورل شاھ ۽ مير علي مدد جي چٽاپيٽي لڳي. مير صاحب هڪ دولتمند ۽ پهچ وارو ماڻهو هو، جنهنڪري وڏن زميندارن ۽ خاندان ماڻهن سندس ورڪ پئي ڪيو. ڪيترين موٽرون ۽ گاڏيون هر وقت سندس ڪم لاءِ تيار بيٺيون هيون. سندس مخالف اُميدوار 'پورل شاھ' ايڏو دولتمند ۽ اثر وارو ماڻهو ڪونہ هو، پر جيئن تہ اهي بيت هو ۽ ماڻهن سان سندس سلوڪ سٺو هو، تنهنڪري ان جي مقبوليت وڌندي ويئي. پورل شاھ جا ورڪر بہ اهڙا ڪي خاص ڪونہ هئا ۽ نہ ئي وٽن مشهوريءَ جو ڪو اهڙو اثرائتو طريقو هو. علي ٽلهو وچ بازار ۾ ويهي پيو واڪا ڪندو هو تہ، متان ميرَ جي مال تي هرڪجي سيّد جي سائِي پيتيءَ ڪي وساريو! هوڏانهن مير کي ڪي ٺڳ ورڪر ملي ويا، جن ڪيس آڏا اُبتا خرچ ڪرائي خوب پنهنجا پيٽ ڀريا. ووٽرن جو وري اهو حال هو جو ڀت تہ مير صاحب جو کاڌائون پر ووٽ ڏنائون 'پورل شاھ' کي. البت ڪُورين پناڻن شاھ صاحب کي مان ڪونہ ڏنو ۽ نہ ڪي پنهنجي مرشد "محمد زمان" جي سفارشي خط جو ڪو مرتبو سڃاتئون. پولنگ واري ڏينهن 'ڏاسوڙي' ۾ ڪليڪٽر، پوليس انسپيڪٽر، انجنيئر ۽ ٻيا سرڪاري عملدار اچي جمع ٿيا. شهر ۾ ڏاڍو ڇهڇٽو لڳي ويو. نتيجي نڪرڻ تي مير صاحب هارايو ۽ پرول شاھ کٽيو. هن خبر سبب شاھ جي طرفداري

* هيءَ روايت وچولي (تعلقي ٽنڊي الهيار) مان ولي محمد طاهرزادي کان ملي.

۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي ۽ انهن ڏاڍا شادمانا ڪيا. پورل شاهه جي بنگلي تي ووٽرن لاءِ شيرن، شربتن جو زبردست انتظام ڪيو ويو. هڪ طرف اهي شادمانا هئا ته ٻئي طرف مير صاحب جي گهر ۾ ماتم هو. مير صاحب جو پوڙهو پيءُ سندس هارائڻ جي خبر ٻڌي بروقت گذاري ويو. هن واقعي کي سگهڙ خان محمد پنهنجي ڪلام ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي.]

ساراهيان سچو ڌڻي، صاحب ربّ سبحان،
ساراهه ڪجي سبحان جي، جنهن جوڙيو جڳ جهان،
محمّد کي نور مان، جڙيو ربّ رحمان،
پرور جنهن لاءِ پيدا ڪيا، زمين ۽ آسمان،
سج، چنڊ تارا تنهن ۾، ٻيا نکٽ لک نيشان،
چارئي يار رسول جا، آهن پرين پهلوان،
اصل اهلبيتن کي، آهي شافع ڏنو شان،
لڙي پيا پاڻ ۾، هڪڙا جوڌا ٻه جوان،
هڪڙي پاسي 'مير' ٻيو 'پورل شاهه' سلطان،
ورڪ جنهن جي ۾ لکين، جنّ، ملڪ، انسان،
هڪڙا وڏيرا وچ ۾، ٻيا خاصا خاندان،
لکين جن جون لاريون، ٻيا موٽر مٿان ميدان،
'حسين علي شاهه' هلي اچي، ڏُرس ٻڌا دهمان،
ووٽ ڏيو 'پورل شاهه' کي، مڙئي مسلمان!
'علي ٿُلهو، اڳ وٺيو ڪري بازر منجهه بيان:
هليا اچو حسنين طرف، مومن مسلمان!
مٿان مڙو 'مير' ڏي، تيو ٻي ادب بيمانُ،
سائي پيتي اتو 'شاهه' جي، نظاري نيشان،

پوءِ سنڪو هو سائيءَ ۾، جئن وڏ ڦڙوئي ورنان،
مٿان مينگهه ملهار تي، ۽ گوڙ ڪيا گهمسان،
’حاجي گلو‘ بينو هو حُب ۾، در جهليو دربان،
ڪيڪاريائين تي خوشيءَ مان، گهڻو ڏيو مان،
’علي ڊورائي‘، ’شاهه‘ جو سنڀاليو تي سامان،
’ڪُوريو‘ بہ هڪڙو هو ڪم ۾، نالي ’عبدالله خان‘،
سايون ٽڪيٽون هئس هٿن ۾، جن تي نالن جا نيشان،
قطارون ’ڪُورين‘ جون ۽ ’ماڇي‘ هئا مستان،
ميڙاڪا ماڻهن جا، بندا هئا بي بيان،
خلقت گهڻو خوش هئي، تہ مرشد ڪي مليو مان،
”خان محمّد“بہ خوشيءَ مان، ڪري ٿو ’پورل‘جو بيان،
ڏس آڳي جا احسان، جو ماري ويو ’مير‘ ڪي.
ماري ويو ’مير‘ ڪي، ’سيّد‘ پاڻ سٽر،
سوين بينل سڪ ۾، هٿ ٻڌي حاضر،
لٿو اچي ’شاهه‘ جو لاهوتي لشڪر،
گولا ٻريا گسن تي، ٻجلين ڪيا ٻحر،
ڊپٽي آيو ’ڏاسوڙي‘ ۾، ۽ ڪئين ڪليڪٽر،
سوين صوبيدار آيا، ارڏا انسپيڪٽر،
شِيشَن وارو شور رکيو هو بانڪي بهادر،
چيف انجنيئر هو چُپ ۾، انگريز آفيسر،
گِٽمِٽ ٻول انگريزي، ٻي پئي تي ڪانہ خبر،
گوڙ متو هو گورن جو، ۽ متا تم ٽمچر،
سوين هئا سپاهي ۽ ڪرڙا ڪمشنر،
ٻيا پڻ هئا ڪيترا ٽِنڊريل ٽوپئر،
’محمد‘ آيو ميدان ۾، ’علي شاهه‘ انور،
سوپ لکيل سيّد ڪيّ، ڏيج ڏنا ڏاتر،

اهي پلايون 'پورل' تي، ڪيون پاڪ ڏٽي پرور،
"خان محمد"بيان 'پورل'جو ڪري، هوش رکي هيڪر،
پوءِ ڪامل ٿيو ڪٿر، البت 'اميرن' ڪان.
البت 'اميرن' ڪان، هن ڪي موليٰ ڏنو مان،
'پولنگ' تي پهريون نمبر، پرين پهلوان،
راضي جنهن مان راڄ هئا، هندو، مسلمان،
چئي: ڏيو ووٽ 'پورل' کي، تہ محشر ۾ ملي مان،
ماندو ٿيو 'مير' هو، جنهن جي جلي ويئي جان،
خرچ جنهن جو اجايو ويو، زر تي بہ زيان،
پر ڏنو ڪونہ 'پناڻن' هو، 'پورل شاهہ' کي مان،
'محمد زمان' جي مهر سان هو، هڪ خط نيشان،
نڪو مڃئون مرشد کي، نڪو آنڌئون ايمان،
ملڪن ۾ مبارڪون ٿيون، عيدون منجهہ آسمان،
حورن ڳايا هيج مان، سهرا سر سڄان،
صفت سٺو سيّد جي، ماٺ ڪري مهربان!
"خان محمد" خوش ٿيو، مليو مرشد کي ڏان،
وري ڏس آگي جو احسان، ملي سوپ سيّد کي.
ملي سوپ سيّد کي، هئي عام ڳالهہ اها،
'مير' تہ اصلي جو بادشاهہ بيپرواهہ،
هئي ڪانہ 'مير' کي، ووٽن جي ڪل ڪا،
'مير' ڏنو پئي ماڻهن جو، رايو ۽ ريا،
'دوست علي' جهڙا 'مير' کي، ويساهي وڙهيا،
پُر ڪيائون پنهنجا خانن پري ڪيسا،
'چوڌري فتح محمد' پڻ ورتا هئا پئسا،
چئي، مير بادشاهہ! توکي ووٽ لک ڏبا،

’ڪرڙ ٽيٻي‘ جهڙا، ’مير‘ جي هٿا ور ۾ ٻيڻا،
’ميهار‘ چيو ماڻهن کي: هلي ڪاٺو مير جا حلوا،
هڪڙيون تازيون ٿهريون، ٻيا ٻوڙ پلاءَ،
پناڻ، مير جي پت لئي، سنجهي مان سنيريا،
گهڙي نه ويهن گهر ۾، تِل نه ٽي ترسيا،
’دوست عليءَ‘ جي بنگلي ۾، وير وڃي ويٺا،
’فيضو‘ ٽيلهيون هٿن ۾، ڪري سڏن جا واڪا،
”ڪاٺي وڃو خوب طرح، پرواهه نه ڪجو ڪا“،
’صاحب‘ جهڙا سوين، اڇي جوان ويٺا جاننا،
’دينو مُلي‘ دل ٽي، ڏنا ٻوٽين کي ٻَرا،
ڪاڏائون اُتي پَت تي، وراڪو ڏيو ورا،
’مير‘ جي هئو مَن ۾، ٽيندا سڀ سچا،
ڪَوڙا ٽيا ڪيترا، قولن جا ڪچا،
ڪائڻ ويٺا ڪيترا، لوفر ۽ لچا،
ووٽ ڏين ’مير‘ کي، وڃي وجهن سائي پيتيءَ سڌا،
اهڙا ارواح ماڻهن جا، اڇي ماڳ منڌا،
خبر ”خان محمّد“ کي پئي، جڏهن نر جا لڳا نعرا،
پوءِ ماڻهو ’مير‘ وارا، هڙ لڄي ٽيا لوڪ ۾.

لڄي ٽيا لوڪ ۾، سڙيو پاسو سارو،
’دوست عليءَ‘پڇيو ماڻهن کان، هڪل ڏيئي هڪوارو:
”پت ڪاڏو اٿو ’مير‘ جو، سچو ڏينهن سارو،
مُڙي ويؤ ’مير‘ کان، قلب ڪري ڪارو“،
’چوڌري‘ رهيو چُپ ۾، ڏنئين ”سيّد“ سويارو،
ڪِلو لڳو ’ڪرڙ‘ کي، ڪيو ناٽي ناصارو،
’فيضو‘ هو فڪر ۾، چليو نه ٽي چارو،

’ميھار‘ ھو ماڻ ۾، جو نئون ھو پڳ وارو،
خرچ ڪپائي ’مير‘ جو، ڪنيئون غيبت گلارو،
ٻڌي مري ويو ’مير‘ جو، پيءُ ٻہ پيارو،
دم نہ ترسيو دنيا ۾، ويو وڃائي وارو،
عام ڳالھ اھا ھئي، اڄا لوڪ چئي تو سارو،
شاھن جو شان متي آھ، ڪنان امتي عزت وارو،
ڇا غريب گداگر پينو، ھجي پنڻ وارو،
مھر ڪندو مريدن تي، ’پورل‘ پلارو،
”خان محمّد“ خوش آھي، ٿيو ’سيّد‘ سوپارو،
ٿيو ڪامل ڪرارو، مشھور ديسان ديس ۾.
مشھور آھي ملڪ ۾، سرس سوايو،
سلاميءَ تي سيّد وٽ، ڪئين آيا ڪاھيو،
’پورل شاھ‘ بنگلي ۾، وينو بھاريون لايو،
ڪاڄ تن ڪي خوشيءَ مان، تي خان ڪارايو،
حرص منجھان تي ھرڪو، وڏي وٽس آيو،
شيرا، شربت ڪيترا، تي حلوو ھلايو،
چنگالي، چاشني، قورمون، تي رھبر رڌايو،
شرنائين شور مچايو، دھلن ڏمچر لايو،
ساز سرود ڪيترا، ڳائڻن تي ڳايو،
رسول ڪريمؐ جي زيارت، مون ڪي قادر! ڪرايو،
مديني ۾ مسڪين ڪي، گوھر گھرايو،
مرادون منھنجي من جون، پرور! پڄايو،
خاوند! ”خان محمّد“ جو، عرض ٻہ اگھايو،
ڪلمون پاڪ پڙھايو، مرڻ مھل مسڪين ڪي.
لا اِلہ اِلا اللہ مُحَمَّد رسول اللہ

ﮫﮬﮫﮬ

# 1955ع واري برسات*

(چيل مولوي حاجي احمد ملاح**)

[سنہ 1955ع ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ برسات گهڻي پئي. بدين، بنوري، ماتلي، ميرپور، ڪوٽڙي، ڪنري، ڪراچي، ڪاڪ، ڪنڊياري، تلهار ۽ ٻين شهرن ۾ ٻوڏ جهڙيون حالتون پيدا ٿي پيون. سارين ۽ ووڻن جا فصل تباهہ ٿي ويا. چوپايو مال ۽ جهنگلي جانور وغيره بہ گهڻي تعداد ۾ مري ويا. ڍنڍون ڍورا پاڻيءَ ۾ زبردست چاڙهہ آيو ۽ هالا، مٽياريون، نئي، دادو ۽ نوابشاهہ وٽان درياهہ جي بند ڀڄڻ جو خطرو پيدا ٿي ويو. هالن وٽان درياهہ پاٽڻ لڳو. درياهہ جي وڏنڍڙ ڪاڏ ڪي بند ڪرائڻ ۾ مخدوم محمد زمان ”طالب المولىٰ“ صاحب تمام گهڻي ڪوشش ڪئي ۽ پاڻ ڪلهي تي ڪوڏر کڻي ٻين سان گڏ ڪم ۾ حصو ورتائين. درياهہ ۾ ڪن هنڌان گهارا پيا، جنهن ۾ ڪيترا ماڻهو مري ويا. وڏچ واپار سڀ بند ٿي ويو. هاري زميندار ۽ پاڳيا سڀ برسات بند ٿيڻ جون دعائون گهرڻ لڳا.

شاعر مولوي احمد ملاح پنهنجي ڪلام ۾ برسات جي انهن حالتن بيان ڪرڻ کان پوءِ خدا کي عرض ٿو ڪري تہ: اي مولىٰ! هاڻي اهي برساتون ٻئي ڪنهن ملڪ ڏانهن موڪل، جتي انهن جي ضرورت هجي. تنهنجا بندا انهن برساتن کان ايترو تہ بيزار ٿي پيا آهن جو ”پيچ مولىٰ“ جي بدران ”بس مولىٰ“ پيا

* ”گلزار احمد“ مطبوع اسلاميہ پريس سنہ 1957ع تان ورتل.

** سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه ص 207.

پڪارين. شاعر جو هيءُ سڄو نظم گويا مناجات آهي، جنهن ۾ هو ڏٽي تعاليٰ کي برسات بند ڪرڻ لاءِ ٻاڏائي ٿو].

بخش بخشڻهار! وڄڙيون وار واري ٻي ولهار،
سنڌ سڄي تمتار، وڄڙيون وار واري ٻي ولهار.
هي 'بدينا' ۽ 'ٻنورو'، 'ماتلي' ۽ 'ميرپور'،
تعلقا سڀ تار، وڄڙيون وار واري ٻي ولهار.
ڪونڙي، ڪُنري، ڪراچي، ڪاڪ، ڪنڌيارو، ڪنڊو،
تار ٿي تلهار، وڄڙيون وار واري ٻي ولهار.
هڪ ته ڪارونيار ڪڙڪيو، ٻيو ڪڪر ڪارون ڪيون،
مينهن نايا نار، وڄڙيون وار واري ٻي ولهار.
ساريون سر سير ۾، وريو وٽن ووٽن مٿان،
غرق گل گلزار، وڄڙيون وار واري ٻي ولهار.
ڪجهه نه ٿئي تو ٻوڏ توٽي سوڪ ۾ سرڪار ڪان،
اي سدا سرڪا! وڄڙيون وار واري ٻي ولهار.
هڪ پريا ڊورا ڍنڍون، ٻيو ڊونڊي ڊورن ڍير ٿيا،
پئي مِرُن ۾ مار، وڄڙيون وار واري ٻي ولهار.
ڪولـﮩين تان خوب گهارا، روڪـﮩين تان روڻ بند،
بند پيا بيڪار، وڄڙيون وار واري ٻي ولهار.
هول ۾ 'هالا' 'مٽاريون'، دف 'نتو'، 'دادو' نواب،
گام گهر ڪئين غار، وڄڙيون وار واري ٻي ولهار.
'طالب الموليٰ مذڪر' گڏ ضرورت ۾ ضرور،
سر ڪلهن ڪوڏار، وڄڙيون وار واري ٻي ولهار.
ڪئين ٻچن ٻارن ٻُڏن جون اڄ پڪارون تا ٻتون،
اڄ اندر اڃنگار، وڄڙيون وار واري ٻي ولهار.

قوم جي ڪارڻ مون تي 'ڪاروان' اخبار ۾[1]،
ڪر ڪرم ڪلتار! وچڙيون وار واري ٻي ولهار.
مفت مايون ڦوڪ ڏيو مونکي "مئو پٽيانس!" ڪن،
چلهه مٿي چوڏار، وچڙيون وار واري ٻي ولهار.
هٿ ڪٽن هاري، زميندارن ۾ زاريون روءِ زمين،
ياڳيا بيزار، وچڙيون وار واري ٻي ولهار.
سر ڊڪي ڍاهين پيا ڪي در ڏيو دڪان ڪي،
ويو بيهي واپار، وچڙيون وار واري ٻي ولهار.
مِلڪ تنهنجي مُلڪ سارا، مينهن جا محتاج سڀ،
پُج، بمبئي، ملبار، وچڙيون وار واري ٻي ولهار.
"پج بادل" جي ٻجا ٻيوس ٻندا "بس! بس!" چون،
پُر ٿيا پينار، وچڙيون وار واري ٻي ولهار.
اڳ ٻہ ڪيا آگا! تو آگر عرض "احمد" جا سٺي،
ٻي ٻہ ٻڌ ٻاڪار، وچڙيون وار واري ٻي ولهار.



---

[1] روزاني اخبار "ڪاروان" حيدرآباد سنڌ مان نڪرندي هئي، جنهن جو مالڪ رئيس نجم الدين سريوال ۽ سندس عزيز هئا.

# 1956ع ۾ درياءَ جي اُٿل

[1956ع ۾ سخت برسات سبب، پنجاب ۾ ٻوڏ ٿي. جيئن ته پنجاب جي پنجن ئي ندين جو پاڻي سنڌ ۾ چوڙ ڪري ٿو، تنهنڪري سنڌو درياءَ ۾ زبردست چاڙهه ٿيو. پاڻيءَ جي دٻاءُ وڌڻ سبب ڪيترن ئي هنڌن کان گهارا پوڻ شروع ٿيا. سکر، سڪرنڊ، هالا، سجاول، سنجر ۽ ساڪري ۾ گهارا پيا، اٽڪل ٽيهه ڳوٺ ٻوڏ هيٺ اچي ويا. ٺٽي ۾ پڻ ٻوڏ آئي جو ماڻهن پنهنجا گهر گهاٽ ڇڏي وڃي مڪليءَ تي پناهه ورتي، پاڻي مڪلي ٽڪريءَ تائين وڃي پهتو. جهنگ جبل هر طرف پاڻي ئي پاڻي پيئي نظر آيو. ڪلياڻ بند ۾ ٽن ميلن تائين گهارو پئجي ويو. درياءَ جي هن اٿل جي خبر جڏهن حڪومت کي پيئي، تڏهن امير وزير هوائي جهازن ۾ چڙهي ٻوڏ هيٺ آيل ڳوٺن جو دورو ڪرڻ لڳا. هن واقعي بابت مولوي احمد ملاح ۽ دائود فقير جوکيي جو چيل ڪلام ڏجي ٿو. مولوي احمد ملاح پنهنجي ڪلام ۾ فقط حيدرآباد ۽ ٺٽي ضلعي جو ذڪر ڪيو آهي، پر دائود جوکيي هالا ۽ ٻين علائقن سان گڏ اتر سنڌ جي سکر ۽ سيوهڻ علائقن جو ذڪر ڪندي ڄاڻايو آهي ته اڙل واهه ۾ جڏهن گهارو پيو، تڏهن پاڻي گهوگهاٽ ڪندو ڳوٺن ۾ ڪاهي پيو، جنهنڪري ماڻهو پنهنجا گهر ڇڏي وڃي پيا، پر مهر قوم جي ماڻهن، جن جو اڳواڻ 'گلڻ ڄام' هو، تنهن سخت محنت ۽ جانفشاني سان واهه کي بند ٻڌو. بند سبب پاڻيءَ ڪچي طرف رخ رکيو. ڏنار درياءَ جي هن اٿل کي ڏسي مال ڇڏي وڃي پيا، ۽ زبردست اٿل سبب جهنگ ۾ هڪڙو جانور به باقي ڪونه بچيو. شاعر، ٻوڏ جي دردناڪ حالت کان متاثر ٿي خدا کي سوال ٿو ڪري

تہ: اي خدا! هاڻي سنڌ وارن تي مهر ڪري، مهراڻ جي مستيءَ کي گهٽ ڪر، جو ويچارن ماڻهن ۾ هاڻي سهڻ جي طاقت ڪانهي. مهراڻ ۾ سخت مستي هئي، جنهنڪري ڪيترن ئي هنڌن تي ٻوڏ تي. ماڻهو پنهنجا سر ڪٽي ڀڄڻ لڳا. هالن ۽ خانوٽ وٽ پڻ گهارا پيا. گهارن جي خبر ماڻهن کي سخت خوفزده ڪري ڇڏيو. دائود فقير ڪين پنهنجي ڪلام ۾ مشورو تو ڏئي تہ اهڙي موقعي تي ڀِٽائي تي لڏي وڃي پناهہ ونو، جتي عاشق اڳي ئي ڀِٽ وسايو وينو آهي، نہ تہ درياءَ جي اها اٿل ڪنهن کي بہ جيئرو ڪونہ ڇڏيندي.]

( 1 )

## دائود جوکيي جا چيل بيت*

ساراهيان سچو ڌڻي، جو آهي سين سان ساڻي،
بحر گهڻو باريءَ جو، 'پنجاب' ڏي پاڻي،
جَر اُماڻي تو جبل مان، مالڪ ڪري ماڻي،
هيءُ ٻُڏو هن سال جي، ڪيان تو ڪهاڻي:
سن چاهتر ۾ چوهو تي، پهتو اچي پاڻي(1)،
هندن بند ڪيو هيڪاري، 'پاڪستان' جو پاڻي،
مينهن وسايا موليٰ هت، گهڻو ڪري هاڻي،
هندو ڪل هيسجي ويا، جيئن وتي شيء ويڳاڻي،
نظر ڪري نهرُو کي، ڇڏيو صاحب سڃاڻي،
زور پڳو زمين جو، تي ست ڇڏي ساڻي،

* هيءَ روايت (محال ڪوهستان) مان ڌڻي بخش جوکيي کان ملي.
✿ سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه ص 333.
(1) سنہ چاهتر = 1376هہ.

دؤر ڪري درياءُ لٿو، سنيالي سانوٽي،
سٿو آيو ’سکر‘ تي، پَٽ پائي پاٽي،
وهندو آيو چڙهندو، اها وڏيڪ ڳالهہ واڪاٽي،
جوڙي ڏنائين جنگ ’جمن جَتيءَ‘ سان، سيّد
ڏسي ’سيوهاٽي‘،
دير نہ ڪيائين ”دائود“ چئي، جوش ڏيکاريئين جواٽي،
پاسا جهلي پاٽي، ڪيرائڻ لڳو ڪپرن کي.

ڪيرائڻ لڳو ڪپرن کي، هو اِلاهي بحر آيو،
سامهون پرسان ’سيوهڻ‘ جي، اچي واحد وهايو،
چڪر ڏئي چوڏاري، ’اڙل‘ ۾ آيو،
’جَتِي جُمن‘ جنهن کي، حڪم ساڻ هٽايو،
اٿل ڪري اورتي، اورينءَ ير آيو،
ڳلو ڏيئي ڳوٺن کي، جنهن لڪن کي لڏايو،
سٿو بيهي صفن کان، پاٽيءَ اچي پايو،
جتان زور زمين کي، اتان کنيو وجي ڪايو،
پيريون ڏيئي ير سان، چريو وجي چايو،
رَءُ ڪري ’رئيسن جي ڳوٺ‘ تي، اتر کان آيو،
لاڪيڻي کي لڏڻ جو، هو چڳن چوايو،
’ڏهريءَ‘ رکيو ڏاتر تي، تنهن کي موليٰ منجهايو،
قرب سان ڪيترن پئي، بند کي بنايو،
ڏاڍو ڪري ’ڏاهرين‘، بند کي پچايو،
پورهيو پهلوانن جو، وائيَ ڪين وڄايو،
بحر اهڙي کان بنگلن کي، باريءَ مچايو،
درياءَ کي ”دائود“ چئي، هو مينهن مچايو،
’غازي گلڻ چام‘ نہ گهبرايو، ڏسي پاٽي ڪُل پهاڙ جو.

پاڻي ڪُل پهاڙ جو، قدرت آندو ڪري،
هيٺ مٿانهين هڪجهڙي، ويو بحر ڪل پري،
جدا انهيءَ جاءِ ڪان، ويو پاڻي تي پري،
وهندڙ پاڻي ويو هليو، سڌي سير ڪري،
’ڪَڇِي‘ وارا ڪُل ئي، ڪديائين ٻاهر ڪري،
بحر ڏسي ٻيجي ويا، دانهون ڏنار ڪري،
جانور ڪو جهنگل ۾، چو هو ڪونہ چري،
مستيءَ سان مٿانهينءَ تي، پيو ڪُن ڪري،
هلندي وهندي هيڪاندا، ويو لانگها لک ڪري،
درياءَ اهو ”دائود“ چئي، پيو هاڻي وهي هري،
پتڻ ڪان پري، لنگهيو وڃن ’لال‘ تي.

لنگهيو وڃن ’لال‘ تي، ڪٽي سيٽاهہ سٽر،
ڪيرايو پئي ڪپر ڪي، درياءُ ڪري ڏڏڪر،
دل سان ڳالهہ درياءَ جي، ڪيان تو حقيقت هينئر:
چڙهي پيو چوڏاري، ڪرون ڇڏي ڪپر،
مستي ڪرائي ’مهراڻ‘ ڪي، جبلن سندي جَر،
ٻوڙيائين ٻيهي ٻيلا، ڏنائين ڪچي ڪي ڪٽر،
جلد پريائين جاگيرون، لهريون ڏئي للهڪر،
ٻنهي پاسي ٻوڏ گهٽي، ٻيهي ڪئي تي بحر،
زيان ڪري زوريءَ ڇڏيا، چرئي ڏئي چڪر،
وڻ ٽڻ ويران ڪري ٻوڙي ڇڏيئين ٻٻُرَ،
لڙهي سي لهوارا تيا، پچڙ ڏنائون پاندر،
پاڻي ڇڏيا پائيندڙ، واهڙ ڏيئي ور،
ياڻ ڇڏي ياڳيا ويا، سڪٽا ڪٽي سِر،
لوڙهي ڇڏيائين ٻوڙي، غريبن جا گهر،

ڪانہ رهي ڪَڇِي ۾، پهرئين ڏينهن پهرَ،
’ڪُنڊاهہ‘ ڇڏي ڪُل ئي، نڪري ويا ٻِترِ،
بيوسيءَ ڪان بند تي، ڇڏي ويا ڇَپرِ،
روز وسن پيا رحم جا، قدرتي ڪڪر،
مينهن وسايا تي موليٰ، رازق تنهن رهبر،
چونڊارو تيو چوڏاري، ڪنيو مال کي مڇر،
نعرا هٽي نڪري ويا، پڪي تي ’پنهور‘،
لڏي ويا لاچار ڪان، ڪري ويچار ولر،
دانهون ڪري ”دائود“ ئي، رڙندا ويا ريڍر،
بچاءِ هن بحر کان، ڪر ڪنڌيءَ تي ’قلندر‘،
دعا گهري دلبر! سوال ڪريو سائينءَ کي.

سوال ڪريو سائينءَ کي، هي واهڙ پيلي وهن،
بحر پيلي بادل مٿان مينهن وسن،
پاٽي آٽي پهاڙ جو، هي نيون سڀ نونِ،
جَر پيلي جام ٿئي، ڦوٽهڙا ڦُٽن،
هن سال جا ههڙا، من سک کي سمجهن،
ههڙا لڙها هن کي، وري الائي ڪڏهن چڙهن!
مستي موج هن جي، ڏيهہ پيلي ڏسن،
پچاري ٻِالهيون پاڻ ۾، ڪَڇِي جا ٿا ڪن،
دهشت ڏسي درياءَ جي، هاري ڪين هٽن:
خدا ڪري، سال نہ ڪري! اسان جون ٻنيون سڀ ٻڏن،
اهي جوڙي ٻِالهيون، ڪيون صلاحون سين،
چوليون ڪري چوهو تيو، ڪيا ڪڙڪا ڪُنن،
زور نہ هليو جانورن جو، ڇڏيو ڦِرڻ ڦاڙهن،
دير نہ ڪئي درياءَ، جنهن جو ير نہ جهليو بحرن،

هلي پڳائونس ’هالن‘ کان، بيني ڏنو بيلدارن،
ٻيو کنڌ وڍائونس ’خانوٽ‘ کان، کنيا ٽپڙ ڪيبرن،
ٻڌي ڳالهيون ٻوڏ جون، روج ڪيو راڄن:
سِر بچايو هن سير کان، متان مڙئي هت مَرن!
دانهون ڪُوڪريا ”دائود“ چئي، مڙي ڪيا ماڻهن،
ڪري ڳالهه هيءَ ڪن، لڏي وجو ’لطيف‘ تي.

لڏي وجو ’لطف‘ تي، ڪريو ’پٽائي‘ ڏي پر،
سانگو ڪيو ساهه جو، وڃي وٺو ڪنهن جو ور،
عاشق وينو آهي اُتي، پٽ وسايو ٻَر،
سيّد آهي صحيح، جنهن جو نالو نشانبر،
هت مارينڊو مڙني کي، جهنگل ۾ هي جَر،
ڪير نہ ملندو ڪنهن کي، دوست هجي دلبر،
لوڙهي چڙهيندو لهرين ۾، وڃائي وڳر،
اهڙي اٿل آهي انهيءَ جي، شل پئي نہ ڪنهن کي پَهر،
وٺي ويهو وليءَ جو، ”دائود“ چئي در،
پوءِ آن تي ڪرم ڪندو قادر، موٽي ايندو ماڳ تي.

( 2 )

# حاجي احمد ملاح* جو نظم

سنڌ سلامت رک تون سائين! مهر ڪر مهراڻ جهل.
هن مهل ٿي موهر تائين، مهر ڪر مهراڻ جهل.

* ”گلزار احمد“ مطبوع اسلاميہ پريس حيدرآباد سنڌ 1957ع تان ورتل.
* سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه ص 231.

تون اَڇو اُجهندن سندو، توري اُجهاٽل سپ اَجهور،
تون ڇپر پڻ تنهنجي ڇانئين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.
هول جهڙيون حالتوں، حيلا نہ هليا حاڪمن،
توکي سگهہ سيڪا سدائين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.
مِلڪ تنهنجي جنّ مَلَڪ سپ، مُلڪ مالڪ معاف ڪر،
ٻيو نہ ٺُرهو توڙ تائين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.
پرت مينهن مهراڻ پرتو، ماپ مهندين ڪان وڏيڪ،
ڏهہ ڏهين، نو فوٽ نائين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.
پِٽ پڳي ڪنهن پَٽ وٽي پَٽ، سر پٽن پَٽ يا پٽي،
جهوپڙي جوڙيون ڪڪائين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.
ڪنڌ ڪنڌوءَ کي ڪنيو، سونکو 'سکر' 'سکرنڊ' ۾،
هول ۾ 'هالا' هنيائين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.
سر ڪيا سيلاب 'سنجر'، پڻ 'سجاول' 'ساکرو'،
ملڪ مڙيا سر مٿاهين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.
ساهہ جو سونکو سپاهہ و شاهہ کي، ساهوءَ ڪنان،
تي پيا منهن تڪ مهائين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.
ٺڪرين سان ٺڪريو، ٺمٺار ڪيائين ٺيهہ ڳوٺ،
جهنگ جبل ۾ جهور جهائين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.
گوڙ 'گهلين' تي گهٽا، 'گهارو' گهٽي ۾ ويو ڪٽي،
ميل ٽي ميلن وڇائين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.
هيٺ هولن ۾ هزارين، هُو هوائيءَ ۾ سوار،
ٻوڙ ۾ ٻائين ڏڳائين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.
ڪڙ مٿان قابو ڏسڻ ۾، هيٺ ڪارونيار ڪُن،
آب اُڏمي تو اٿائين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.
بنڌ ڏاڍي ٻاهران، پائڻ لڳو پاتار ڪان،
روڪ يا رب رُوڻ رائين، مهر ڪر مهراڻ ڇهل.

تو چيو ’لا تقنطوا‘ پڙ، تو چيو کندس قبول.
جي کندا کو عرض آئين، مهر کر مهراڻ جهل.
عرض ”احمد“ جو تہ آگا! لاھ لاھو لاھ کي،
کج نہ منهنجي لات لائين، مهر کر مهراڻ جهل.



# هالن وٽان درياءَ جي اُٿل 1955ع

[1955ع ۾ سڄي سنڌ ۾ سڄي سنڌ ۾ برسات تمام گهڻي پئي. سکر، دادو، خيرپور، هالا، مٽياريون ۽ ٺٽي وٽان درياءَ ۾ گهارا پيا، جن پوکن ۽ ڳوٺن کي سخت نقصان پهچايو. انهيءَ وقت ۾ درياءَ جي سڀ کان خطرناڪ حالت هالن وٽان هئي، جتان ڪنارن جي ڪاڙ تمام تيزيءَ سان ٿي رهي هئي. هالن کان وٺي حيدرآباد تائين درياءَ جو پيٽ ٻن ميلن ۾ هو. بندن اندر ڪچي واري سموري ايراضي ٻوڏ هيٺ آيل هئي. جڏهن پاڻيءَ جو چاڙهه خطري واري نشان کان به مٿي چڙهي ويو، تڏهن بند جا محافظ ۽ عملدار مايوس ٿي پيا.

درياءَ جي اُٿل جي دپ کان هالا ۽ حيدرآباد تعلقن جي گهڻن ئي ڳوٺن جا ماڻهو لڏي، حيدرآباد، هالن ۽ ٻين شهرن ۾ وڃي رهيا. ڪاڙ سببان جن هنڌان بند ڪمزور ٿي ويو هو، اتان بند ۾ گهارا پوڻ شروع ٿيا. فقط هالن کان ڄام شوري تائين بند ۾ نوَن هنڌن تي گهارا پيا، جن مان وڏي ۾ وڏو گهارو 'ڪلياڻ' وارو هو. گهارن بند ڪرائڻ لاءِ هزارين مزور سرڪار طرفان گهرايا ويا. عام ماڻهن پڻ انهيءَ ڪم ۾ مدد ڪئي. انهيءَ گهاري کان سواءِ ٻين گهارن جي بند ڪرڻ يا ڪاڙ وارن هنڌن تي بند مضبوط ڪرڻ ۾ درگاهه مخدوم نوحؒ جي سجاده نشين مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ" تمام گهڻي سرجوشيءَ کان ڪم ورتو. اهو مخدوم صاحب ئي هو جنهن بي انداز خرچ ۽ وڏي ڪوشش سان درياءَ جا گهارا بند ڪرايا، نه ته ان وقت ڪافي ملڪ ٻڏي وڃي ها. انهيءَ واقعي تي مخدوم "طالب المولىٰ"، حسين بخش "خادم" ۽ محمد سومار ميمڻ جا چيل بيت ڏجن ٿا.]

( 1 )

# مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ" + جو چيل بيت*

دریاءَ پنهنجي دور ۾، کيو 'کندو' وٺان کوٽ(1)،
پاڻيءَ پنهنجي پَرِ ۾، چڙهي ورتو چوٽ،
سَرِوَرِنِ سيگهه مان، ڏنس کلمي سندو کوٽ(2)،
"طالب المولىٰ" مرد هئا، هڪڙو هڪڙو گهوٽ،
ننڍيو وڏو نوح جو، عاشق هو اٺموٽ،
وهواهه سندو ووٽ، فقراء کنيو فيض سان.

* هيءُ راويت وچولي (تعلقي حيدرآباد) مان اسدالله شاهه "بيخود" حسيني کان ملي.

+ مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ" ولد مخدوم غلام محمد، هالن جي مشهور درويش مخدوم نوحؒ جي خاندان مان آهي. سندس ڄمڻ جي تاريخ محرم 1338هه/ 26- سيپٽمبر 1919ع آهي. ديني خواهه دنيوي تعليم حاصل ڪيائين. اردو ۽ فارسيءَ تي ڪافي دسترس اٿس. سندس ڪلام سنڌي، فارسي، اردو ۽ سرائڪي ٻولين ۾ چيل آهي، جو بهار طالب، رباعيات طالب ۽ ڪچڪول وغيره مجموعن جي صورت ۾ ڇپيل آهي، علم ادب جي ترقيءَ ۾ سندس ڪوششون قابلِ تعريف آهن. "بزمِ طالب المولىٰ" کان سواءِ ڪيترين ئي ادبي انجمنون سندس همت افزائي جون مرهون منت آهن.

(1) تعلقي هالا ۾ هڪ ڳوٺ، جتان بند ٽٽڻ جو سخت خطرو هو. تي پتيون بند ڪاڇي چڪو هو. آفيسرن آسرو لاهي ڇڏيو هو، پر سروري فقيرن همت سان رات وچ ۾ بند ٻڌي ڇڏيو.

(2) سرورن = مخدوم نوحؒ جو خطاب "سرور شاهه" به آهي، ۽ "سرور نوح" به چون. هتي سروري جماعت ڏي اشارو آهي.

( 2 )

# حسين بخش ”خادم“+ جا بيت*

اول نام الله جو، عاليشان عظيم،
قادر، ڪريم، قيوم، رازق، ربّ، رحيم،
آگو عالم آسرو، اتم آهي عليم،
’ڪل شيءِ قدير‘ آهي، حاڪم پاڻ حڪيم،
قادر آهي ڪريم، ”خادم“ ساري خلق جو.
سدائين ساراهيان، صاحب ربّ ستّار،
مير محمّد ڪارڻي، اڙين جو آڌار،
چارئي يار رسول جا، سرسا منجهه سينگار،
علي شير امير آهي، محب منو مهندار،
حسن مير حسين آ محشر جو مختيار،
سائڻ سچي پاڪ آ، اُمت جو آڌار،
پنجتن کي پيارو آهي، نوح سخي نروار،
فائق ڏٽي فيض جو، ڪامل قلب قرار،
”خادم“ پنهنجي تي ڪندو، مهر سدا مننار،
پُر ڪندو پيار، دولهه دران پنهنجي.
چوڏِهين چٽو معجزو، ڪيو سخي سرورشاهه[1]،

---

* هيءَ روايت خود شاعر کان ملي.

+ حسين بخش ”خادم“ ولد پير بخش پنگر، ڳوٺ آراضي تعلقي سيوهڻ ۾ 14- شعبان 1346هه/1927ع ۾ ڄائو. فقط چئن درجن تائين تعليم حاصل ڪيائين. مخدوم محمد زمان ”طالب المولىٰ“ جي هٿ تي بيعت ڪيائين، سندس ڪلام نظمن، غزلن، ڪافين، بيتن ۽ ٽيهه اکرين تي مشتمل آهي.

(1) چوڏهين صدي.

بادل بَرهڙا ڪيا، دهشت ڪئي درياهہ،
پاڻيءَ ماڻهن جو ڪيو هوش عقل گمراهہ،
متس منهنجي پير ڪئي، قربئون ڪاهو ڪاهہ[1]،
بنهي طرفن جو اچي، سامهون ٿيو سپاهہ،
اچي لڳا پاڻ ۾، شان پريا ٻئي شاهہ،
بند پڳا نو ڪنڌ پيا، وهيا پراڻا واهہ،
اول ٻوڙي ٻنڌ کي، جتن تي ڪيائين ڪاهہ(2)،
ماڙيءَ کي مچ ڪري، ڳاهوٺ ڪيائين ڳاهہ(3)،
پڳائين پاٽوٺ کي، ۽ مياڻي تي تباهہ(4)،
تنهن واحد کي واهہ، جو حڪم ههڙائي ڪري...

بادل برهڙا ڪيا، درياءَ لاتي دڙ،
هو پيچي پيو بندن کي، هي ڪامل جهلي ڪڙ،
هو هتان پيچڻ جي ڪري، هي جاني هٽيس جڙ،
هو چڙهي پيو چاڙها ڪري، هي بند کي ڪري پڙ،
جڏهن والي ڪياوڙ، تڏهن هن حذر هالن ڪان ڪيو...

اوچتو ’ڪلياڻ‘ ڪان، پاڻي پيو ڪاهي،
ڪيبر، مٺياري، ڪنڊو، نوڙها پيو ڍاهي،
نوح ٿياڻي ڳوٺ جا، چڏيائين لاڳاپا لاهي،
پر پٺائي جي ڏيئي، واڙو پيو ڍاهي،
حڪومت ڪان هاڻ هي، ٻڌڻ جو ناهي،

(1) طالب المولىٰ. (2) ٻنڌ = هالا کان اولهہ طرف هڪ ديهہ ۽ ڳوٺ، هن وقت درياءُ پائي ويو. جتن جو ڳوٺ هالن کان ٽي ميل اولهہ طرف. (3) ماڙي = تعلقي هالا ۾ ”ماڙي محمد خان“ ڳوٺ. ڳاهوٽ = تعلقي هالا ۾ ديهہ ۽ ڳوٺ. (4) پاٽوٺ = تعلقي هالا ۾ سيدن جو ڳوٺ. مياڻي = تعلقي هالا ۾ اولهہ طرف چار ميل پري، درياءُ پائي ويو.

هلي آيا ڪلياڻ تي، ڪامورا ڪاهي،
دل ۾ ڏهلجي ويا، ته جاءِ اسان جي ناهي،
هلي آيا هيرآباد ۾، ڏس ڏنن ڏاهي،
مدد ڪر مخدوم! تون، جاءِ اسان جي ناهي،
دلبر دلاسو ڏيئي چيو، ڳالهه اها چاهي!
وڏي اميد اسان جي، الله ۾ آهي،
ڏک ڏولاوا ڏاڪڙا، سو لحظي ۾ لاهي،
ڪنئي سون چائي، تي ”خادم“ خدمت خلق جي.

هادي حيدرآباد ڪان هلي، هالن ۾ آيو،
اتي دوست علي ڪي، هو سرور سڏايو،
انهي دم عجيب هو، آچر آڻايو،
تن ڪي ڪنڊ ٻڌڻ جو، هن طرح سمجهايو،
ٻڌو سندرو همت جو ۽ ماٺهو گهرايو،
ٻن ڏينهن ۾ ڪلياڻ جو گهارو ٻڌايو،
حڪم هي حاڪم جو، تن هنئين هندايو،
آئي فوج فقيرن جي، جن قربئون ڪمايو،
محنت ساڻ ڪلياڻ ڪي، تن ماري مچايو،
نعرو هٽي نوح فقير جو، تن بند ته ٻڌايو،
لالڻ لانچ متي چڙهي، آيو ڪي آيو،
جوڌا جنگ جوان ٿيو، پير نه پوءِ پايو،
”طالب المولىٰ“ لانچ ۾، انهي دم آيو،
متان انهيءَ بند جي، هو پير پرين پايو،
فيض ڏٽي فقراءَ ڪي، هاديءَ همٿايو،
”خادم“ تي هي خيال جو، تو گلشن بڻايو،
سرور سوايو، مشهور آهي، ملڪ ۾...

مڙي مٺيارين بند تي، زميندارن ڪيا ميڙ،
هلو هلو همت ڪريو، ونئي اچو سڀ ڇيڙ،
ڏسي گهٽ ۾ گهيڙ، مرد سڀ موٽي ويا.

مرد سڀ موٽي ويا، ٿيا واپس ويچارا،
بند نه ٻڌبو يار! هت ڪونه چليا چارا،
هلو ته هالن ڏٺيءَ وٺ، ڪريون عرض اپارا،
سرور سونهارا! هاڻي ڪا همت ڪريو.

فقير پنهنجي فقراء کي، سڏي سمجهايو،
ٻڌو مٺياري بند کي، اوهين دير نه دم لايو،
وڃو مرد مانجهي! اوهين پير پڙ پايو،
حڪم مڃي حضرت جو، فقيرن سر نايو،
منهنجي مرشد مير کي، آهي مولىٰ مرڪايو،
سيني پرئين سرور، آهه سيني سوايو،
بند کي بندايو، لٿو ڏولائو ڏيهه تان.

اوچتو ئي اوچتو، پيو گهليان کي گهارو،
آفيسر عملدار هئا، ڇيائون وارو ڪيو وارو،
ملڪ آهي تباهه ٿيو سڄو ئي سارو،
مدد ونو مخدوم نوح ڪان، آهي مرد مٽيا وارو،
مخدوم محمد زمان آهي، سنڌ جو سونهارو،
”خادم“ منهنجو پير آهي، ڪامل ڪرارو،
پارس پاڳارو، ملڪن ۾ مشهور ٿيو.

ڪئين آيا بند تي، ڪمشنر ڪوٺار،
ايس. ڊي. آءِ هئا لکين آبدار،
ايس. پي، ڪليڪٽر ڪيترا، ٻيا سوين صوبيدار،

ڳٽڻ ڪان گهٽي هئي، قيدين جي تہ قطار،
مار ڪُٽ پئي ملڪ ۾، ڏسو چيڙون زميندار،
گهلياڻ جي گهاري سان، چلي نہ ڪنهن جي يار،
فقير پنهنجي فوج کي چيو، ٿيو ترت تيار،
سرور شاهہ سردار، سهرا ٻڌا سوڀ جا.

گهُٽي گهلياڻ بند کي، مرد ڪيو مارو،
هرجاءِ ڪان هليو، رهيو وهواهہ جو وارو،
محمد زمان محبوب آهي، مرد مٽيا وارو،
سرور سونهارو، سوڀارو ٿيو سنڌ ۾...

ڪائي ڪندو بند کي، ڪيو درياءَ ڏڪارو،
ڪلمي سندو ڪوٽ ڏئي، ٿيو سرور سوڀارو،
بچائي ڇڏيائين بحر ڪان، ملڪ مڙئي سارو،
سروري فقراء سان، ڪونہ چليس چارو،
هٽيو درياءُ پوئتي، ٿيو واپس ويچارو،
”خادم“ منهنجو پير آهي، بيحد پلارو،
مٿس راز رسول جو، آهي پنجتن کي پيارو،
ڪامل آهي ڪل ڪان، قريشي ڪرارو،
نر هٽي نارو، ملڪن ۾ مشهور ٿيو.

( 3 )

## محمد سومار ميمڻ+ جا بيت*

ساراهيان سچو ڌڻي، ساراهيان سبحان،

---

* هيءُ روايت وچولي (تعلقي هالا) مان حسين بخش ”خادم“ ڪان ملي.

+ محمد سومار ولد راول، اصل ويٺل سن جي آسپاس جو، گهڻي عرصي کان هالن نون ۾

نبي خلقيائين نُـور مان، سونهارو سلطان،
ملائڪن يي مُحَـمَّد تي آندو تي ايمان،
سهي پڙهيا صلواتون، جيڪو ڏاتر ڏنو هون ڏان،
ڪنهن کي ڇڏيندو ڪينڪي، هُو ضعيفن آهي ضمان،
پنجئي تَن پرينءَ جا، جن جي لاءِ جڙيو جڳ جهان،
سي عاشق هئا الله جا، تين راضي ربّ رحمان،
چارئي يار رسول جا، جن لاءِ هينئڙو آهي حيران،
سي چؤياريون ڪن پاڻ ۾، جن جو مدينو آهي مڪان،
اول ابابڪر صديق ڪيائين، جنهن کي مُحَـمَّد ڏنو هو مان،
انهي جي پيڙهي مان پاڳارو، تيو نظاري نشان،
سو تہ سونهارو سرور آهي، جنهن جو اوتارو آسمان،
نظر تنهن نوحؒ فقير جو، جيئن چنڊ ڦري چوغان،
انهيءَ جي پٽ مان پيدا ڪيائين، پاڳارو پهلوان،
سو ”طالب“ آهي ”موليٰ“ جو، جنهن ڪنبايو تي ڪفران،
اهو پنو پڙهي ٿو پرت مان، قلب سان قرآن،
”لا اِلٰه اِلا الله مُحَـمَّد رسول الله“ جيئن فرمائي ٿو فرقان،
جيڪو قِريو سو قُريو، ناهي هندو ناهي مسلمان،
مون تہ معجزو ڏنو آهي محمد زمان پير جو، جتي
ڪوڙين ٿيا قربان،
سرور شاهہ تي ”سومار“ چئي، آهي آڳي جو احسان،
بر وڻو بيبان، ويو ڏڪار اسان جي ڏيهہ مان.

ويو ڏڪار اسان جي ڏيهہ مان، تيو ميلو محبوبن،
راتو ڏينهان روح ۾، اٿم پچارون پرين،

---

رهي ٿو. اڻ پڙهيل آهي. سندس گذر سفر ٻنيءَ ٻاري تي آهي. مخدوم طالب الموليٰ سان سندس عقيدتمندانہ تعلقات آهن. هن وقت اٽڪل 45 سالن جي عمر جو آهي.

قدرت ساڻ ڪريم جي، هي بادل ٿيا برسن،
ڪارا ڪڪر اُڀ ۾، ڪنوٽيون ٿيون ڪڙن،
انڌلنيون آسمان ۾، گجگاهه ٻڌا گوڙين،
چانٺون وڏي چوهه سان، ٿيا اڙنگ منجهه اُبن،
ڪوڪون هيون ڪوئل جون، پئي تنواريو تاڙن،
اُٿيا اوهيرا اُتر ڪان، منڊل ڪيا مينهن،
اهي عجب رنگ الله جا، لکي چا لکجن،
ڏٺيون ڏورا ڀريا، ڪيون دهشتون دريائن،
تي موج مهراڻ ۾، ٿيا ڪڙڪا منجهه ڪُنن،
اوڏيون اُٿيون ۽ ڇڇڪا ڪيا ڇولين،
مڇ مانگر مهراڻ ۾، وَهه چڙهيو واڳن،
سور سِسر ڪيترا، پئي لڙهيا ۾ لهرن،
بگهڙ بلائون ڪيتريون، گوڙ چڙهيو گدڙن،
فڪر لڳو هو ڦاڙهن ڪي، جن ننڊ ڦٽي نيڻن،
ڪپر ڪريا ڪڙڪو ٿيو، لڳو درد داروغن،
سي پڙا ٿيو بند تي، تا هاتڪ هٽ هٽن،
پوري نہ پيا پاڻيءَ سان، جن کي منجهايو مِرن،
سي ڀڄي آيا پُوري پير وٽہ تہ ماٿهو تا مرن،
پوءِ 'طالب المولیٰ' تيار ٿيو، سر هو سان صوبن،
"نصر مّن الله و فتحٌ قريب" چيو تا بہ چڙهن،
بيلي ٻانها وني بند تي، ڪيو جهيڙو جهونجهارن،
دوست عليءَ کي دل سان، ڪيائين نروار منجهه نوڪرن،
مدد انهيءَ سان موليٰ علي، ڏنو آهي فيض فقيرن،
مريد محمّد زمان پير جا، آهن مانجهي منجهه مُلڪن،
عاشق اماڻيو هو آچر ڪي، تا چارئي ڏسيون چون،

هڪل ٻڏي حضرت پير جي، رکي محبت مريدن،
سي سلام ڪيو سرور شاهه جو، ڊول ڊيرن،
ٻُڌيو ڌڌڪا درياءَ جا، تا نعرا ئُر هڻن،
ڪنياڻ تن کي ڪيڪاريو، پيو ڪڙي منجهه قربن،
سي ذڪر ڪن تا ظاهري، چوريو چپ چون،
"لا اِلٰه اِلا الله مُحَمَّد رسول الله" اهو سبق پڙهيو سهڻن،
اتي سنيري بينو "سومار" چئي، محمّد زمان انهي ماڳن،
پوءِ تہ ڪڙڪا هئا ڪوڏرين جا، جيئن ڀالا پوينٽ ڪن،
ڏلڙهيا وڏي ڏانوَ سان، مورئون ڪين مڙن،
ملڪن منجهه "ميمڻ" چئي، هيون تنوارون منجهه تڙن،
ٻَہ تن مان ٻڏي ويا، ڪئي موڪلاڻي مردن،
"ڪل نفسٍ ذائقة الموت" پيو وڇوڙو وريامن،
انهن سر گهوريو هو سرور تان، تن کي ڏني موڪلاڻي مائٽن،
مهندان ڏينهن محشر جي، پلي ان کي حورون هار ٻڌن،
ڪلمون پاڪ پڙهن، ساري عمر سردار تي.

ساري جمار سردار جي، ڪيو پرور جي پچار،
هيءَ تہ نوئي ڪنڌ نمي پيا، لکيو لکڻهار،
منڍ پڳو هو ماڙي ڪان، ڪري ڪڪر ڪارونيار،
بيو پڳو بلالن ڪان، ڪري چولين جي چيڪار،
پڳو اچي پاڻوٽ ڪان، ءِ ٽيون ڪري ٿهڪار،
چوٿون پڳو چاهه مان، ڪري گهوٽاڻن کي گهار،
پنجون پڳو پيرن ڪان، لڏائين سالاري جي سار،
ڇهون ڪاتنو پيو ڪنبوءَ ڪان، ڪري ڪملاڻن کي ڪيڪار،
ستون پڳو ساگري مان، ڪري پاهڙ مان پلتار،
انون بہ اتاهين پڳو، هيس خاصخيلين تي خار،

نائون کنڊ نروار ٿيو، ڪري ڪلياڻ مان ڪُن پار،
جنهن ريلون رستا بند ڪيا، ٿيا لارين کي لاچار،
قدرت سان ڪريم جي، پئجي ويئي ڪوهن ۾ ڪوڪار،
اهي عجب رنگ الله جا، قلم لکيو قهار،
مال مڏيون مهراڻ ۾، هرهڪ بچا وڃيو ويو ٻار،
پاڻيءَ اتي پلتارون ڪيون، ملي نہ ڪا وهڻ کي وار،
ٻنيون ٻارا سڀ ٻڏي ويا، ٿيا ظاهر زميندار،
تن تارون ڪيون تڪڙيون، حڪومت کي هيڪار،
اي.سي؛ انجينئر؛ ايس.ڊي آ، ٿيا وزيرن کي ويچار،
سروير، داروغا سنڌ جا، ٻي هئي قيدين جي قطار،
هرڪو اچيو موٽيو وڃي، ٻڌيو درياءَ جي ڌڌڪار،
ڇيڪا آهن چولين جا، ٻي لهرين جي للڪار،
ڪڙڪا آهن ڪُن ۾، جيئن ديو ڪري ڌڌڪار،
موٽيو اچن ”ميمڻ“ چئي، هو ٺوُ ڇڏيو تڪرار،
اچي پيش پيا آهن پاڳاري کي، هيڪاندا حبدار،
منٿون مڃ ’محمّد زمان‘ تون، قريشي قربدار!
واري تن کي ورندي ڏني، منهنجي محب مڃي مننار،
اسان جو جهيڙو آهي انهن اٺن ئي سان، اوهين بندا! ٿيو نہ بيزار،
مال ڪنو ڪري موٽي اچو، ٻيا وڃ وڃي واپار،
سرور سهنج ڪندو، اڙين جي آڌار،
صدائون ٻڌجان ”سومار“ جون، محمّد زمان مختيار،
سين ڀرئين سردار، ڪئي آهي فتح فقير جي.

ঙ্গ ✻ ঙ্গ

# چئنل جي اُٿل*

(چيل حاميد خاصخيلي*)

[1956ع ۾ گھڻين برساتن سبب سنڌو نديءَ ۾ پاڻيءَ جو چاڙھ ٿيو جنھنڪري گھلين واري ھنڌ تي ٻه ميل موڪرو گھارو پئجي ويو ۽ پاڻي حيدرآباد جي ايرندي حصي ڏانھن وڌڻ لڳو ساند، سيال ۽ ھنڙيءَ جي ماڻھن ۾ سخت هراس پيدا ٿيو، عورتون ويچاريون پردي وغيره جو خيال نه ڪري پنھنجا سر بچائي ڀڄڻ لڳيون. پاڻي جي راھ ۾ مياڻي ٻيلو ۽ حيدرآباد ريلوي لائين وارو بند وڏي رڪاوٽ ھو ۽ اھو پڻ خطرو ھو ته متان ريلوي لائين کي يا مورڳو غلام محمد براج جي پل کي، جنھن تي 66 ڪروڙ رپيا خرچ ٿيو ھو، ٽوڙي ڇڏي، تنھنڪري پاڻي کي پچاري واھ ۽ ان وقت جي زير تعمير لائينڊ چئنل ۾ داخل ڪيو ويو. چئنل ماتلي ۾ وڃي ٽي ختم ٿيو، جنھنڪري ٻي ڪنھن واٽ نه ملڻ سبب پاڻيءَ اتي اٿل ڪاڏي. اٿل سبب انھيءَ علائقي ۾ تمام گھڻو نقصان ٿيو. ھزارھا روپين جون پوکون ٻڏي ويون. ماڻھو ويچارا پنھنجا گھرگھاٽ ڇڏي وڻي ڀڳا. چئنل جي اٿل جو اثر اٽڪل پنج ڇھ سو ميلن جي ايراضيءَ تي ٿيو. نورائي، ٽنڊي محمد خان ۽ خاناھ کي به ٻوڏ جو خطرو ھو. انھن حالتن کان متاثر ٿي سگھڙ حاميد خاصخيلي، خواجه خضر (درياءَ شاھ) کي عرض ٿو ڪري ته: ٻوڏ ماڻھن کي ڏاڍو نقصان رسايو آھي، جنھنڪري تون ملڪ کي

---

* خود شاعر جي زباني ٻڌي قلمبند ڪيو ويو.
* سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه ص 251.

معافي ڏي. تنهن تي خواجہ خضر جواب ٿو ڏئيس تہ: آءٌ هن ملڪ کي ڪيئن معافي ڏيان جو هتي تمام گهڻيون برايون آهن، مائٽ مائٽ جو دشمن آهي. ماڻهو سوٽ، ماسات ۽ پڦاٽ کي ڇڏي ڌارين کي پيا سڱ ڏين ۽ پراوا حق غضب پيا ڪن. زالون سينڌ سرما ڪيو ٽانگن ۽ جيپن ۾ چڙهي سئنيما ڏسنديون وتن. تنهنڪري هاڻ آءٌ چئنل کي ٿو چوريان تہ هو ملڪ کي غرق ڪري ڇڏي.

خواجہ خضر جي هن سخت جواب کان پوءِ سگهڙ حامد خاصخيلي 'چئنل' سان سوال جواب ٿو ڪري ۽ ڪيس چئي ٿو تہ: تون ڪو ملڪ جو مختيار ڪونہ آهين جو ماڻهن کي ٻوڙيندو وتين. تو نهڻ شرط اهي ظلم ڪيا آهن جو راڄن جا راڄ رنجائي ڇڏيا اٿئي، تنهنڪري هاڻي موٽي وڃي درياءَ ۾ چوڙ ڪر.

چئنل حاضر جوابيءَ کان ڪم وٺندي، سگهڙ کي جواب ٿو ڏئي تہ: تو اهي دڙڪا ٻارن کي ڏنا هوندا. آءٌ پاڻ نامڪنو آهيان جنهنڪري مون تي تنهنجي دڙڪن جو ڪو اثر ڪونہ ٿيندو. ماتلي وارا پلي منهنجي وڃڻ تي خوشيون ڪن، پر آءٌ سهتن کي وڃي سُتي ٻوڙيندس.

سگهڙ حامد انهن سوالن جوابن ۾ حاجي جان محمد، رئيس ڪڪي خان ٻروچ ۽ سندس يائرن جي همت کي ساراهيو آهي تہ هنن ڏاڍي همت سان چئنل کي بند ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي. مير بنده علي جي پڻ تعريف ڪئي اٿس جنهن پنهنجون ڪيتريون لوڊنگ لاريون ۽ سوين ماڻهو رئيس ڪڪي خان جي مدد لاءِ موڪليا. انهن ماڻهن لاءِ ٻوڙ پلاءُ، پڪوان، ايسٽائين جو بيڙي ماچيس جو بہ انتظام هو. انهن ماڻهن پاڻ ۾ صلاح ڪري "ٻاهولي واهہ" جو بند پڃائي ڇڏيو، جنهنڪري چئنل جي پاڻيءَ لير ڍنڍ ۾ وڃي چوڙ ڪيو. ليري ڍنڍ کان پوءِ پاڻي سيري ڍنڍ ۽ ڍانگر ڍنڍ ۾ وڃي اٿل آندي ۽ اتي پوکن کي تمام گهڻو نقصان رسايو.

چئنل جي پاڻي خاناهہ ڍنڍ ۾ پڻ اٿل آندي جتي ڳوٺ جي سردار احمد خان نظاماڻي ڳوٺ کي ٻوڏ کان بچائڻ جي تمام گهڻي ڪوشش ڪئي. ڪنيارن سُستي ڪئي جنهنڪري سندن ڳورا پاڻيءَ ۾ ٻڏي ويا. البت واڌا عقلمند هئا جي پنهنجا ٻار ٻچا ڪڍي ويا. منگهاڻن جڏهن اهو حال ڏٺو تڏهن پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪيائون تہ ڪنهن پٽ تي چڙهي جان بچائجي. سپر وٽ ڍنڍ واري علائقي ۾ ماڻهن خالقڏني شاهہ اولياء جي درگاهہ تي پئي شادمانا ڪيا تہ اوچتو ڍنڍ ۾ پاڻيءَ جا اٿل آئي، جنهنڪري ماڇي قوم جا ماڻهو خوف وچان اتي پڳا ۽ وڃي سومرن کي هوشيار ڪيائون. ان کان پوءِ پاڻي مليراهہ ڍنڍ ۾ وڃي چوڙ ڪيو. هن واقعي کي سگهڙ حامد.خاصخيلي هن طرح بيان ڪيو آهي.]

ساراهيان سچو ڏڻي، جو ساراهيو سين،
قصو خواجہ خضر جو، آهي جوڙيو ملوڪن،
سو سڻو سالڪ! ساهہ سين، ڪامل ڏيئي! ڪن،
هوءِ نيديون آهن نڪنيون، جي هيبتناڪ هجن،
سي داڏليون ڪِريون اچي درياهہ ۾، ڪي ڦهري منجهہ ڪُنن،
سائو پنهنجي سير چڏي، وڃي لڙيو ساڻ لڪن،
ويهي مصلحت پاڻ ۾، ڪئي ڪامورن ڪڙن،
پُل جهليندي ڪينڪي، جنهن تي لڳي چاهٺ ڪروڙن،
’گهلين‘ ڪان گهارو وڏئون، جيئن أپ چنو مَلڪن،
بہ ميل موڪرائي، اونهائي النگهن،

’انجنير‘ اچي اوڙاهه تي، وجي ڪريو پر ڪُلهن،
’سروير‘ پنهنجي ڪانچ پري، ڪا هنگي ساڻ هٿن،
’داروگِي‘ ڪي دل ۾، ڪي وڏا وهم پون،
سيني تي اچي سيئو چڙهيو، هو هڙئي پيا هڙڪن،
ڪٽي ڪنهڙي ڦهر جي، هاڻ پلٽيو منجهه پٽن،
چينو چيڪ چر ڪري، وجي ڪڙڪيو منجهه ڪُنبن،
ساند، سيال سج ڪري، هو هليو ڏانهن هوتن،
ڪيو حشر هنڙيءَ ۾، ماين توڙي مردن،
سي دانهه وينا دڙين تي، جي ماڻهن منهن نہ لڳن،
پيو روج راڻين ۾، جي ڪنديون هيون باجهه ٻچن،
ڳلها الائجي ڪيڏانهن ويا، اسان جي سُڪي تج ٽڻن،
”ڪل نفسٍ ذائقة الموت“ اهو لکيو هو منجهه ڪرمن،
”حاميد“ تنهن حبيب ڪان، هت قاضي پيا ڪنبن،
پوءِ هاڻ ڪر ڪا مهر مٿن، ڪٽي معافي ڏي ملڪ کي.

## پاڻي

ڪيئن معافي ڏيان مُلڪ کي، سڻ تون خلق جي خبر،
چوڏهين سنہ ۾ چوڏسين، تي ويا ڪيڏا ڏس ڦهر،
مٿن مائٽن وڏا وير پيا، جي جانب هئا جگر،
سوٽ، ماسات، پڦات پاڙي ۾، وجو سگ ڏين ڪي سبر،
ڏارين ڪي ڏيءَ نہ ڏجي، توڙي هجن تونگر،
پر ناٽا ونيو نياڻين تان، پيا ڪن گولاڙا گنر،
ماءُ ڏوتي ڏيءَ جي، ونيو ڪاٽي اچي گر،
سو ڪليو ويهي ڪٽ تي، جنهن ظالم ڏنو زر،
خوب خوشامند تنهن جي، ٻيا ترجن پيا تتر،
اک ڏسي مک ڳيهي، تنهن کي پوندو ڪونہ ڪٿر،

مڙس مرادي زال کان، بينو ساريو وني سوئر،
پيڻ پاءُ لاءِ ماني مڇي، هو وينو ڪمينو ڪائي ڪجر،
جن حق پراوا غصب ڪيا، سي ويندا تحت ثريٰ جي تر،
حلال کان حرام منو، اهو لکيو ڪهڙي دفتر؟
گڏ هيون قرن تيون گونھ تي، هو هينگان ڪيو حشر،
اڪيليون هلن پيون هُر تِڙيون، جن وساريا پنهنجا ور،
گهَريون پايو گهاگهريون، هلن ڪريو سيني کي سپر،
بيک جا برقعا پايو، وجيو مُنيون کن مکر،
ڪريو ويس وڏاندرا، هلن ناز منجهؤن نادر،
تيل سوئِرا، ڪجل ڦهري، ٻي کن پانن سندي پر،
سِيل سوپاريون صابڻ سرها، ٻيا مکين عطر مشڪ عنبر،
واھ واھ گل گلاب جا، تيا مُکرين ساڻ مجر،
هاڻ ٽڪاءُ ناهي ٽانگن کي، جن هر هنڌ ٻڌي هلر،
جام چڙهيو جيپن ۾، وجيو ڪيل ڏسن تيون کر،
سوين ڪوهن تي سپنڌ انهن جي، وجيو تين سوٽن ساڻ سڳر،
دانگي ملائي منهن تي، اجهي گهمي آيون گهر،
پرائي پنهنجي ماٺهوءَ جي، هو نانگيون کن نہ نظر،
هر مُلڪ هڪ نہ آهي، جن جو ڏاتار ڪنيو ڏگر،
”خاصخيلي“ چڏ تون خيال انهيءَ کي، اهو اجا واڌو آهي وکر،
نصيحت تن نادانن کي، ڪري ڪانہ اثر،
ڏهن ويا آهن مان مردن جا، ويا ڪُنڻ ڪٽي ڪسر،
ماءُ پيڻ پاجائي وئيو، اچيو کن آيلن جي آڏر،
وئي غيرت ملڪ مان، انهيءَ پار پٽر،
سا روئي نڪتي راڄن مان، ڪا جامَ وَهائي جَر،
حياءُ ادب شرم لڏي ويو، دانهہ پوري در،

محبت صحبت ساهه متي ويون، ديس چڏي دلبر،
بحري باز اڏامي ويا، کي پارس ڪري پر،
هاڻ ڪبر ڪانءُ ڪوڙين ڪانيرا، ٻيون چٻون ڪن چڪر،
هنجهه ۽ مور مري ويا، هو سائو چڏي سر،
پڙهو تسبيح توبهه جي، ٻيلي! ڏمريو آهي ڏاتر،
هٽڙا تنهن ”حاميد“ تي، رک تون پاڻ ڏٽي پرور!
اهڙي ساڻ اکر، هاڻ اسين ڏيون تا چانچ چئنل کي[1].

## حاجي حاميد

ڏي تون چانچ چئنل کي، پوءِ توتي ناهي ميار،
اسين هٽنداسون ميخون منهن تان، ڪو ڪري سڌ ستار،
سو ڪڏهن وهندو ڪينڪي، ڪن حيلا لک هزار،
انهيءَ ۾ ڪُل ئي پچنديون ڪٽڪون، ڦرندا ڪاراوا ڪمدار،
انهيءَ پڏي مان ياڻ ڪٽندا، کي ڪاريگر ڪنيار،
پوءِ چڏي لب پچار، هاڻ دُرڙا وج درياهه تون.

## چئنل

ويندس ورندس ڪينڪي، مونکي چڱي ملي آهي چانچ،
منهنجا ڪم ڪلاڪن تي، جيئن واٽر ڦري وانچ،
آءٌ نئون چڙهيو آهيان نوڪريءَ، ڪا تهتان پائي تاج،
ڪتياڻن جي خوشيءَ ۾، مون تي ماڳهون چڙهي آهي ماچ،
جمعي ڏينهن جهيجن ۾، وجي جنبي ڪندس جانچ،
پوءِ نخرا ڪري ناچ، آءٌ وري ٽڪندس وجي ٽندي ۾.

## حاجي حاميد

ٽڪندين وجي ٽندي ۾، پر ڪج سائو سچائي،

---

[1] چانچ = چارج Charge.

هو مرد ايندءِ ملاقات تي، تن کي ڏج مانُ بہ مولائي،
راضي ڪجانءِ تون رئيسن کي، ڪري نوڙت نهنائي،
پوءِ ڪڍي من جي مَنائي، تون صلح ڪج سکرن سان.

## چٺل

آءٌ صلح ڪندس ڪينڪي، جيسين اٿم ساهہ جي ساهي،
مون ڏانهن مدد مالڪ جي، اجها آئي ڪي آئي،
وسندا مينهن وڏ ڦڙا، ڪري وڄڙن جي وائي،
ٽيندي موج مهراڻ جي، ايندي اٿل اجائي،
پوءِ اهو رند وٺي راهي، آءٌ وجي ٻوڙيندس ٻروچن کي.

## حاجي حاميد

ٻوڙيندين ٻروچن کي، جو تنهنجي آهي ٻُرا بادشاهي،
حڪومت تي هَٺ ڪري، ڪيئي چٺل چريائي،
هو ڪڪو خان[1] آهي ڪرارو، جنهن جي عزت الاهي،
سوين هن وٺ صوبا آهن، وٺي لشڪر ڪندءِ لڙائي،
ڪڙمي هن وت ڪيترا، ڪندءِ وٺ وٺ جي وائي،
وجهندءِ ڪوڏارون ڪپار ۾، ٻي چتن ۾ چائي،
ٻارهين گزين ۾ ٻَنڌو ٻڌي، ڪندءِ دانهہ دلجائي،
سڻ هدايت "حامد" جي، پڇ مُنيون پيڙي پائي!
هاڻ ڪندءِ صاحب سڻائي، ٻيلي دادلا! وڃ درياهہ تون.

## چٺل

ويندس ورندس ڪينڪي، جو منهنجا خاناهہ[2] مٿي خيال،

---

(1) ڪڪو خان نظامالي، حاجي دودي نظامالي جو پاءُ، ڳوٺ ٽري تعلقي ماتلي جو ويٺل.
(2) خاناهہ ڍنڍ.

ڳليون قاڙي ڳنڍي جون، چڏيندس پٽي ڪري پائمال،
پهرين منزل ماتليءَ ۾، وڃي جر وهائيندس جال،
پر اتم خيال ڪتين جو، جن جي چوڪي آهي چال،
پٽ رڪجانءِ پاتولين جي، ٻيا پلا ڪجئين پال،
پيا ڪڙٻاٽ ڪنيارن ۾، جن هنيا ڇهن نرين جا چال،
لڳو چڪر چاڪين ۾، جن جو وڃي موري اڪتو مال،
تيو هُل حفيظن[1] ۾، جتي ڦهري رهن ڪلال،
آءٌ آيو هوس ملاقاتي مرد جو، سو ويو ڪوچ ڪري ڪال،
هاڻ ڪڪڙ، ڪتا، ٻوٻاٽ ٻلن جا، ويچارن حيوانن وڃايا حال،
مهمان مسافر ڪيترا، پيا فائق وڃهائين فال،
چانهه پاٽيءَ جو ٽيمر ٽري ويو، هاڻ پيا دايا وڃائين ڏمال،
جهجها نياز چئجو رئيس نور محمّد[2] خان کي، جنهن سان ٻئي
جي ناهي مجال،
هاڻ آءٌ ٻوڙيندس ٻين کي، ڪو ٽُوتر ٻڌي تال،
ڪندوسان قوت ڪُمين جو، هو ٻچڙيون آهن پتال،
لڳي ماٺ مهتن کي، اها پئي ماٺهن منجهه مقال،
پيا وڇوڙا ورهين کي، ڪنهن سائُوءَ لڌي نہ سنڀال،
اها خبر پئي خان محمد کي، جنهن کي صاحب ڪيو آهي سال،
سو مرد بينو آهي ميدان ۾، جو آهي لائق پريو لال،
هڪڙو هوس رعب راڄ تي، ٻيا نوڪر سندس نال،
تيسين اچي پيو ڪِڙواءُ ڪَنن تي، ڪو ارغيبي احوال،
تہ هي ماتليءَ ڪان مَٽي ويو، اهو خوني خرد جال،
ڏنائين مبارڪون ماڻهن کي، تہ هيءُ ڪو گهڙيءَ جو گهڙيال،
پوءِ سنجهي ڪري سنڀال، آءٌ وڃي سُتي ٻوڙيندس سهتن کي.

---

[1] آفيسن. (2) نور محمد خان نظاماڻي، ماتليءَ جو ويٺل آهي.

## حاجي حامد

سُتي ٻوڙيندين سهتن کي، جو تون آهين ملڪ جو مختيار،
اچڻ ساڻ حرامي، تو ڪاٽا رکيو خار،
ظالم چڙهيو آهين ظلم تي، ڪو نانگا تي نروار،
تو تہ رنجايو آهي راڄن کي، جن جا روليئي ٻچا ٻار،
هاڻي نوڪري تان توکي بہ لاهي ڇڏيندا، هت آهن زبر زميندار،
هاڻ سڻ حقيقت "حامد" جي، تون پويان پير سنڀار،
نقشا ڪٽي نِڪار، وري بہ تون دانهِ وڄ درياهہ ڏي.

## چئنل

ويندس ورندس ڪينڪي، آءٌ بہ چريو آهيان چئنل،
تو بہ دڙڪا ڏنا آهن ٻارن کي، آءٌ آهيئين نام ڪنيو ئي نل،
ڏڪيءَ ٻوڙيندس ڏڪ کي، ڪندس منشيءَ سين محفل،
ڪاٽو ڪاما خوب ڪري، پريندس مان پري منزل،
پڪو پٽيندو پلڪ ۾، اها آهي ٽريڪٽر کي ٽل،
ٻئي طرف تار وهندس، هاڻ مونکي موڪ ملي موڪل،
مڱٽهارن ماٺ ڪري، رکيا تازين متي تل،
لڏا ڪٽي لس پڳا، هو اکين ڏسي اُتل،
مون ڪوڙيا آهن ڪلا ڪانوڙ[1] ۾، ڪا هوڏ هٽي هڪل،
ڏيون ڏوريون هڪ ڪري، وڃي پُرس چڙهيو پينتل،
اسلام عليڪم رئيس وڏا، ڪڪو خان ڪنول!
وعليڪم سلام دادلا پير! هي توکي آيا ڪيئن عقل؟
هاڻ خبرون سٺاءِ مونکي خير جون، منهنجي آهي ملهڻ وارن سان ملهہ،
تڏهن پنهنجا پير پوئتي جهل، اڳتي ڪانهي واٽ وڃڻ تي.

---

[1] ڪانوڙ ڍنڍ.

## حاجي حاميد

اڳتي ڪانهي واٽ وجڻ جي، جو مهندان ٻروچن ٻڌائي آهي ٻنڌ،
يائر سيئي پيڙا هئا، جن ڪي واليءَ ڪيو آهي وڌ،
عزت انهيءَ جي اعليٰ آهي، جا لکي منجهه لاحد،
'حاجي جان محمد' جا جڻت ۾، ڪي حورن وچايا هنڌ،
'ڪڪو خان' ڪويسر، جو مڙيو ڪين مرد،
تنهن سين آئي مدد 'مير بنده علي' جي، جو بادشاهه آهي بلند،
لوڏون لاريون ڪيتريون، ٻيا ڪي پهلوان هئا پنڌ،
اچڻ سان "حاميد" چئي، اتي جوان ٿيا جلد،
جنگ لڳي جانگاهه ٿيو ۽ تار وڄايئون تند،
ماري ڪُتي مستان جا، ڪٺي سوگها ڪيائون سَنڌ،
ٻوڙ پلاءَ پڪوان جي، اتي روڪ نہ هئي رند،
ٻيڙي، باڪس، چانهه پاٽي، ٻيا تہ الاهي هئا آنند،
ڪري مصلحت پاڻ ۾، پڄايائون 'باهولي واهه' جا بند،
ڪيائين فون فتح جي، ڪا ڪامل موڙي ڪنڌ،
قتا! چڏ قند، هاٽي لڙهي وج تون 'لـير[1]' ڏي.

## چئنل

ڪيئن لڙهي وڃان آءُ 'لـير' ڏي جو اجان ڪندس سيريءَ[2] جي سنيار،
تڪڙا تي ترڪ پڳا، جن وجي لاتا ياندن متي بار،
تيسين پيو ٺاهه 'ٺوهن' ۾، سي نڪري ٿيا نروار،
تيسين ڏُري پيو 'ڏانگر[3]' ۾، جنهن ۾ سلو نہ چڏيائين سار،
ڪلندي پهتو 'خاناهه[4]' ۾، جتي طبل وڄايئين تار،
احمد خان[5] اڳيرو هو، سرهي ويو سنگهار،

(1) لير ڍنڍ. (2) سيري ڍنڍ. (3) ڏانگر ڍنڍ. سار = ساريون. (4) خاناهه ڍنڍ. (5) احمد خان نظاماڻي.

پر کهل نہ پيئي کنيارن جي، جن جا کيئين اڳڻ چُلهيون چکار،
وادا وڏا وڻجار هئا، جي ويا پنهنجا ٻچا وٺي ٻار،
'منگهاڻن[1]' پنهنجي مام ۾، کو ويهي کيو ويچار،
يجي چڙهو هلي کنهن پٽ تي، نہ تہ رينئي نہ ملندي وار،
'خالقڏني شاهہ[2]' سان خوشيون کري، اتهين وناهہ کنيو وڻجار،
سهرا ڳايئين 'سبڙوٽ[3]' ۾، کو سهج کري سينگار،
تيسين پاڻي وجي چڙهيو پيهن تي، اتي چولين کئي چيچکار،
ماٺ کري اتان ماچي ڀڳا، لڏا کٽي لاچار،
وجي سجاڳ کيائون سومرن کي، جن سان تي عليءَ جي آڌار،
ميندي رات 'مليراهہ[4]' ۾، تي چيرن کيا چمکار،
'شيخ محمود[5]' اتي موڙ ٻڌس، جو سيد آهي سردار،
هادي تنهن "حاميد" کي، کراءِ دلبر جا ديدار،
روضو پسان رسول جو، وجي ڏسان کي جانب جا جنسار،
پوءِ کلمي ساڻ قرار، وجي لائون کاڏئين تنهن لير سان.
لا اِلہ اِلّا الله مُحَمَّد رسول الله



---

(1) منگهاڻي ذات جا سومرا. (2) خالقڏني شاهہ اولياءُ جو مقام آهي. (3) سبڙوٽ ڳوٺ.
(4) مليراهہ ڳوٺ. (5) شيخ محمود اولياءُ جو مقام آهي.

# 1958ع واري مارشل لاءِ فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي صدارت

[قائداعظم ۽ قائدملت جي وفات بعد ملڪ ۾ سياسي چڪتاڻ شروع ٿي ويئي. سياستدان پنهنجا فرض ۽ ملڪ جون ضرورتون وساري اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ هڪٻئي جي خلاف گهات گهڙڻ لڳا. حڪمران طبقو پنهنجي اقتدار کي برقرار رکڻ لاءِ پنهنجي عهدن جو ناجائز فائدو وٺڻ شروع ڪري ڏنو. هنن پنهنجي مفاد ۽ مقصدن جي پورائي خاطر هڪ طرف عزيزن ۽ قريبن کي نوازيو، ته ٻئي طرف مخالفن لاءِ قيد ۽ بند جا دروازا کوليا. حڪومت جا انتظامي محڪما پڻ سياستدانن جي بچاءُ ۽ تحفظ جا ادارا بنجي ويا. انهيءَ بدامني سبب ملڪ ۾ ناجائز منافع خورن ۽ اسمگلرن جو هڪ گروهه پيدا ٿيو، جنهن کي پڻ حڪمرانن جي پٺڀرائي حاصل هئي. سياسي حڪمرانن ۽ ناجائز منافع خور تاجرن ملڪ جي اقتصادي حالتن کي تمام خراب ڪري ڇڏيو. عوام جو وڏو طبقو بک ۽ مفلسيءَ ۾ مبتلا رهڻ لڳو.

امن امان جون حالتون به نهايت خراب ٿي ويون. چورن، ڌاڙيلن ۽ اسمگلرن جو راڄ هو. غريبن جي نه جان محفوظ هئي نه عزت. رشوت جي گرم بازاري سبب غريب جي ڪهڙي مجال جو ڪنهن اثر رسوخ واري ماڻهوءَ جي خلاف چپ به چوري سگهن. شين ۾ ملاوت جو مرض عام ٿي ويو، جنهنڪري عوام جي صحت تباهه ٿيڻ لڳي. انهن حالتن جتي ملڪ جي مستقبل لاءِ سخت خطرو پيدا ڪري ڇڏيو، اتي ڪن محب وطن ماڻهن کي

موقعو ڏنو تہ اُهي حڪومت جون واڳون سنڀالي، ملڪ کي هن بدانتظامي ۽ بدحالي جي اوڙاهہ مان پار ڪن. آخر 7- آڪٽوبر 1958ع تي فيلڊ مارشل محمد ايوب خان مارشل- لا جو چيف ائڊمنسٽريٽر مقرر ٿيو ۽ 27- آڪٽوبر تي ”صدر پاڪستان“ جو عهدو سنڀالي ملڪ کي هڪ نئين دور جو نياپو ڏنائين.

’مارشل- لا‘ لاڳو ٿيڻ شرط ملڪ جون حالتون بدلجي ويون. چورن، ڌاڙيلن ۽ اسمگلرن کي گرفتار ڪري ڳريون سزائون ڏنيون ويون. حڪومت کي هزارين روپين جو سون ناجائز هٿ آيو. سياستدانن کان سندن ڪيل ڪارگذارين جي باز پرس ڪئي ويئي. ملاوت ۽ چور بازاري جي خلاف زبردست مهم هلائي ويئي. شهرن ۾ صفائي تي خاص ڌيان ڏنو ويو. غنډه گردي ۽ اخلاقي خرابين لاءِ ڳريون سزائون مقرر ڪيون ويون. رشوت ۽ اقربانوازي جي پاڙن پٽڻ لاءِ سرڪاري ملازمن جي ’اسڪريننگ‘ ڪرائي نااهل آفيسرن کي زوريءَ رٽائر ڪرايو ويو. عوام کي انصاف پلئي وجهڻ لاءِ فوجي عدالتون قائم ڪيون ويون. جاگيرداري ۽ زمينداري جو پراڻو قانون منسوخ ڪري، ملڪ ۾ نئون زرعي نظام رائج ڪيو ويو.

نئين حڪومت جي انهن انقلابي ڪارنامن ڪيس عوام ۾ ڏاڍو مقبول ڪيو ۽ هر طرف پاڪستان جي صدر فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي تعريف ٿيڻ لڳي. ڳوڻاٽن شاعرن مان رستم فقير رند، حاصل فقير وسائي پوٽي ۽ علي محمد ٻبر پنهنجي ڪلام ۾ ”مارشل- لا“ حڪومت کي ساراهيو آهي، جو هيٺ ڏجي ٿو.]

# ( 1 )

# رستم رند٭ جا چيل بيت*

راجائون رعيت سان، حاڪم هينئن نہ ڪن،
ڪوڙيون ڳالهيون ڪيتريون، ڪامل ڪن نہ ڪن،
چغل ٻڌاڪي ڪيترا، پر دانهہ دريافت ڪن،
'محمد ايوب' مسڪينن، جا، ڪيا غور غريبن،
ويل مال ورهين جا، مليا مسڪينن،
عالم سڀ آسودو ٿيو، دانهہ دعائون ڪن،
محمد ايوب مسڪينن جي، ڪئي عدالت اَڙين،
"رستم" چئي راڄ تي، ائين حاڪم هٿ رکن،
ڪجي غور غريب جو، اهي ڳڻ سيئي ڳڻجن.
پيڙهيون هن پدن تي، ويون ڳلري غريبن،
ڪانہ ٻڌيسون ڪنن سان، اهڙي عدالت انهن،
محمد ايوب مسڪينن جي ڪئي آزادي اشرافن،
لچ هنيائين لوڙهي ۾، ڪئين قابو منجهہ ڪرفن،
ڪائي غريب خوش ٿيا، دليئون دعائون ڪن:
عدلي بادشاهہ اسان جو، ٿيو محمد ايوب منجهہ مڙن،
واريئين حق ورهين جا، جي رنديا رشوائن،
ٿيون عيدون اشرافن لاءِ، چور چڪاسون ڪن،
آيو محمد ايوب ملڪ تي، چڏي لچائي لوفرن،

* هيءَ روايت وچولي (تعلي سنجهوري) مان جمال رند ڪان ملي.
٭ رستم فقير رند، ويٺل ڳوٺ محمد خان رند، تعلقو سنجهورو ضلعو سانگهڙ، مشهور شاعر بچائي فقير رند جو شاگرد آهي. سندس عمر هينئر اسي ورهيہ ڪن آهي. ڪلام تمام گهڻو چيو اٿس.

سختي ڏئي تو سزا جي، چوڏنهن سال چون،
پڳئين زور زميندارن جو، ٻيا پڪڙيا پوليسن،
ڪيو هلائون هيٺن جون، تي ويهاريون زالون زميندارن،
سي موٺائي مسڪينن کي، ڏنيون واري ويچارن،
ٻيا ٽاٽا ٽرتلي ۾، ڊنا عملدار آهن،
شيشن جج ششدر ٿيا ڪورٽون سڀ ڪنبن،
رشوت جي ”رستم“ چئي، عادت مٽي ان،
قيد ويهاريئين قابو ڪري، واڙي وزيرن،
ڦُري ملڪ ”فقير“ چئي، هئا تباهه ڪيا تن،
هڪڙي پٽ پردبسين جي، ٻي آهَ بہ يتيمن،
ٿيو ناحق نياٽين سان، چوٽون آهون اٽن اڙين،
پنجين مصيبت مال جي، ڇهون رنون ريهون ڪن،
ستان منڊا ملڪ ۾، اٺان ڪاٽا پيا ڪرڪن،
ربّ سائين! تون رحيم ڪجئين، پاڙون پٽين تن،
مٿان حڪم ٿيو ملڪ جو، اچي قادر ڪاوڙين،
پوءِ محمدايوب مٿن، آيو تالابين تخت تي.

آيو تالابين تخت تي، جنهن تي ٿيو رب ڏٺيءَ جو راءُ،
ڪري تو فيصلا حق جا، تو نر نبيري نياءُ،
آهي باب بادشاهيءَ جو، مالڪ ڪيس مباح،
تاري حق تنين جا، جنين جو وسيلو نہ واهہ،
لٽيون فوجون ”فقير“ چئي، ٿيو رعيت تي رحما،
اهي عدالتون محمدايوب جون، جن تي آٽي ڪونہ اُتلاء،
ڪري تو فيصلا حق جا، انصافي عدلا،
ڪئين تہ بادشاهيون گذري ويون،، هرڪو ويو پنهنجا سک ڪري سولا،
پر محمدايوب ملڪ تي، وير ڪئي وهواهہ،

رعيت جي ”رستم“ چئي، ڪنيئين دُرس دعا،
مالڪ ڏنس بادشاهي، سائينءَ سڪ ڪيا،
پلي آيو محمدايوب ملڪ تي، ۽ ٿيو رعيت جو راجا،
لٿو خوف ڪرن جو، جي تي هليا اجايا اوَلا،
تَنجيو چڙي تن ڪي، ڏيو چوڏهن سال سزا،
واري حق ورهين جا، جي هئا پيريءَ منجهه مليا،
مليا ڏُر ڏٽين ڪي، جي هُئن ناحق منجهه نِيا،
ٻڌا حق ”ٻروچ“ چئي، وجي ترت تريا،
آيو بادشاهه عدلي، جو رتي ڪري نہ ريا،
موجون ڪري تو ملڪ تي، جيئن ڪري درياء،
اتس رب ڏٽيءَ جو راءُ، تڏهن تو ڪري غور غريبن جا.

ڪري تو غور غريبن جا، توڙي نر هجن نوڙي ناريون،
ڪئين بادشاهيون بنگلا ويا، سرس ڪري سوايون،
ڪن واهڙ وهايا وير اتي، ۽ ويا ڏار ڪري ڏاريون.
ڪن حڪم هلايا پنهنجا، ويا مرد هلائي مُهرون،
ڪن جو هو ڏيل سڄي ڏيهہ تي ۽ ڪن هيون عام بہ اختياريون،
ڪن جا اُڙد چڙهندا ها انگلنڊ مان، ڪري صوبا سواريون،
تن جي ٻولي ٻيو نہ سمجهي، ڪندا ها گورا گينواروَن،
اهي بادشاهيون انگريزن جون، ويا ڪري ڪُڏڪارون،
شينهن ٻڪريون ”ٻروچ“ چئي، گڏ چرن ٽاريون،
پر مرد ڏنيون هيون مائن ڪي، عام بہ اختياريون،
پهري ويون پٽن تي، نہ وير ڪهين واريون،
ٻڌا حق ”ٻروچ“ چئي، ٻيو مسڪينن تي مارون،
جوان وڏائون جيل ۾، ٻين جون ڪن پرپٽ پچارون،
جنهن جي ڏسن زال خاشي، تن لاءِ کُلي بدمعاشي،
اهڙا ظلم گهٽا زاريون،

رنون تہ گهٽيون "رستم" چئي، پر ڪئين تہ ڪٽي
ويا ڪنواريون،
نڪاح ٻڌيون ناحق ۾، ڪيون ظالمن زاريون،
عدل ۽ انصاف جون، ويون بيهي بازاريون،
آيو محمدايوب ملڪ تي، جنهن ڪيون حق جون هوشياريون،
لٽيون فوجون "فقير" چئي، تهتا ڦريون تارون،
هڪڙا زميندار ضبطيءَ ۾، ٻيا ڪٽي واپاري واڙيئون،
هڪڙا رُشوا ۾ "رستم" چئي، ٻيون پريئون لچن جون لاريون،
هڪڙا ڪيا جوان حوالي جيل جي، ٻين تي سخت
مُڪئين سواريون،
پوءِ مرد ڪييون ملڪ تي، عام بہ اخبارون،
پيو ڏهڪار ڏيهہ تي، ويون چوريون چڪاريون،
ٽيون عيدون اشرافن لاءِ، جن جون ويون هيون
ناحق منجهہ ناريون،
ڀڳئين زور ظالمن جو، لٽيون مسڪينن تان مارون،
حق وارن کي حق مليا، ڪيون سائين سرداريون،
جن هلايون تي جهان ۾، ڪُڏايو 'ڪاريون'[(1)]،
ماريو مسڪينن کي، ڏنئون تي غريبن کي گاريون،
سي تہ وينا سَنٽَر[(2)] تي، اج ڪن پرين پسارون،
متان حڪم ٽيو مالڪ جو، اهي رب جون رضائون،
بانورا تي پيڪيون ڪيون، ٻيا تي حڪم هلايائون،
انهي تڪبر ٽڙايو هو، عزازيل اتاهون،
ڪجئين خوف خالق جو، جيڪو آهي مٿن متانهون،
ڪنهن مالڪ اتوَ موڪليو، اهو حاڪم هتانهون،
ٻڌن جون ٻانهون، پيو ڏئي موٽايو مسڪينن کي.

---

(1) موٽر ڪارون. (2) سينٽرل جيل.

موٽايو مسڪينن کي ڏئي، سو تيو محمد ايوب مور،
ڪري تو فيصلا حق جا، ظالم مٿي زور،
ڪاوڙ اٿس ڪوڙ تي، بيو شاهه رکي تو شور،
سچن سان سهولتون ڪري تو، محمد ايوب مور،
ياڙيا هٽي تو پن ۾، جيئن نهارن وينا نور،
ظالم هٽي تو زيل ۾، چغل بڻاڪي چور،
ڪورٽ هلائي تو قانون جي، ڪيو غريبن جو غور،
حرامي ۽ حلاليءَ مان، چُنديو ڪڍي چور،
رعيت جو ”رسم“ چئي، غازي ڪري تو غور،
آئي ڳالهه انصاف جي، تنهن مان پري نہ تئي پور،
داتا دين ايمان جو، هن کي ظاهر ڏنو آ زور،
محمد ايوب مور، ڏئي تو هٿ اشرافن تي.

ڏئي تو هٿ اشرافن تي، جنهن ڪان ڪورٽون سي ڪنبن،
رشوا جي ”رستم“ چئي، شل ڪُٽڪ نہ پوي ڪن،
بڏڻ ساڻ ”بروچ“ چئي، تا هائيءَ منجهه وجن،
ڪٽي هٿ حرام ڪان، چوري ڇڏي چورن،
خلل ۽ خرابيءَ جي، مَٽائي حرڪت حرامين،
پٽارين تان پوئتي، موٽيو مال وجن،
رول گهمن تا ”رستم“ چئي، ڪي ڏڻ بہ ڊراڙن،
لوفرن لوفرائين ڪان، ڪٽي چال ڇڏي چورن،
آيو محمد ايوب ملڪ تي، ٿي مدد مسڪينن،
ٿي ’مارشل لا‘ ملڪ تي، تا فوجي ڏار قرن،
حڪم تيو حاڪم جو، تا قاعديخور ڪنبن،
ست سال سزا، بي تا چوڏنهن سال چون،
ڦٽائي ڇڏيون ”فقير“ چئي، ڪونيون ڪنڌارن،
اجا بہ منافقي ملڪ ۾، روازي رکن،

رشوا جو ”رستم“ چٽي، چوريءَ جھٽ ھٽن،
متان خبر پوي خان کي، تا چوڏھن سال سجھن.
جيپون ھلايو جھان ۾، تي جلسا ڪيا جن،
پير نہ ڏين پٽ تي، ھو ريشم تي بہ رڪن،
ٻوڙ پلاءُ ۽ ٻڪرا، ھئو ڪاڄ سندو خاصن،
سي بہ ٿيا حقدار دال جا، اھو رازق روز ڏنن،
اھي بہ قدرتون ربّ ڪريم جون، ڦريو ڦيرا اچن،
ماري مال مسڪينن ڪان، ورتا ھئا وڏيرن،
پارٽيون ڪيو پاڙ ۾، ڪليو ڪير پيئن،
’مارشل-لا‘ ملڪ تي، اچي آدي رات اُتين،
نہ ڪا ھئي خبر خانن کي، نہ ڪا وير بہ وزيرن،
جيئن اچي ازل اوچتو، ائين پڪڙيا پوليسن،
متان حڪم ٿيو مالڪ جو، اچي ڏيھ ڏٽي ڏمرين،
ڪونہ ٻڌوسون ڪن، ٻيو اھڙو تالابين تخت تي.



## حاصل فقير وسائي* پوٽي جا بيت*

ساراھہ الله جي ڪريان، جنھن ڇڏيا عالم اُپائي،
اُبَ، پوين، لوح، قلم، ڇڏيا باريءَ بنائي،
سج، چنڊ تارا تنھن ۾، ڇڏيائين چوڌر چمڪائي،
”خلقت الجن والانس والشياطين والملائڪ“ ڇڏيا عالم اپائي،
جيت، جانور، پکي پرند، سيڪو تو ساراھي،

* ھيءَ روايت خود شاعر جي زباني قلمبند ڪئي ويئي.
* سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه ص 308.

وڏائي واحد کي، ئي جوڙئون جڳائي،
حيرت ”حاصل فقير“ کي، عجب اهو آهي:
تہ ويو نصاري نکري، چارج چُڪائي،
نجومين انگريز جو، چڏيو فوٽو ڦٽائي،
ڳالهہ سڄي ڳڙ ڪري، ويو گورو گڏائي،
انهيءَ ”رس ڪٽ“ رعيت کي، چڏيو ماڳهين مُسائي[1]،
سخت بندش اُن تي، اچائي تائين آهي،
خلافت ’خواجي‘ جي هئي، وينو واري وڃائي[2]،
عزت ايوب خان جي، آگي ڪئي آهي،
تڏهن وينو تخت تي، ڪمانڊر ڪاهي،
’مرزا‘ جي متي تي، آيو گنو ڪِنوائي[3]،
اچڻ سان اميرن وزيرن جا چڏيائين ليڪائي لهرائي،
عملدارن ۽ زميندارن جا چڏيائين چيڙائي چڏائي،
جاگيرن ۽ اسٽيشن تان چڏيائين ڦريو ڦيرائي[4]،
سون جي سوداگرن جون چڏيائين ترِيون تپائي،
گوليون گهٽن کي چُنہي چڏيائين لکين لنگهائي،
چورن ۽ چڪارن جون چڏيائين متيون منجهائي،
لوفرن ۽ لليجن جون چڏيائين بيڙيون بوڙائي،
ميڙن ۽ ملاڪڙن جون چڏيائين پاڙون پٽائي،
واڻين ۽ واپارين جون چڏيائين ڪيشميمون ڪڍائي[5]،
اهو سور سينن کي، اندر ۾ اهي،
اگهن ۽ ڳين ۾، چڏيائين ماڳهن مُسائي،

---

[1] رس ڪٽ = ڦوڳ، گندو ڳڙ. (2) خواجہ = قائداعظم محمد علي جناح. (3) مرزا = سڪندر مرزا. (4) اسٽيشن = Estates
[5] ڪيش ميمون = Cash Memo

پُٽ وڏائين جيل ۾، ”ڪيول“ جو ڪاهي[1]،
جو بيدريافتو ”بلوچ“ چئي، اجا تائين آهي،
سو ’شيواڏاري‘ جي سُور ۾، انڌو ٿيو آهي،
کهڙن کهڙن مڙسن کي، چڏيائين لاڪپ لنگهائي[2]،
ختمو تنهن ڪنڌي جو، چڏيو پناڻ پڙهائي،
ڪئين چڏيائين ڪيترا نانگا نچائي،
ڪئين چڏيائين ڪيترا خوني ڪڙڪائي،
ڪئين چڏيائين ڪيترا قيدي ڪڍائي،
پناڻ پاڪستان جا، چڏيا گُوتَنا ڪوڙائي،
چڏيائين ساريءَ سنڌ تؤن پاٽي پلٽائي،
واهه، واٽر، ڊنيون، ڊورا، چڏيائين يَڏا پرائي،
شڪل جنهن جي شهرن ۾، عجب جهڙي آهي،
ناموس نوڪندن ۾، ٿو سائِر[3] سٽائي،
هاٽي بيان بيت جو، مون چڏيو پورو پجائي،
ڪلمي سان ڪرائي، لاڏاٽو هن لوڪ مان.



## سومار ٻبر* جو بيت*

ساراهيان سچو ڏٽي، ساراهيان سردار،

(1) شهر اسلام ڪوٽ جو مکي ”ڪيول“ جنهن جو پٽ جيل ۾ پيو.
(2) لاڪپ = Lock-up، جيل. (3) سائر = شاعر
* هيءَ روايت خود شاعر جي زباني قلمبند ڪئي ويئي.
♣ سومار پٽ علي محمد ٻبر، پاڙو ٻڙدا، ويٺل ڳوٺ فقير حاجي محمد هاشم مڱڻهار تعلقو ننو. هن وقت سندس عمر اٽڪل پنجويهه سال ٿيندي. ڪافيون ۽ بيت پڻ چيا اٿس.

آخر نبي اُمت جو، محمّد ٿيو مهندار،
سنڌ ياران جنهن سر ڏنو، سو ڏنو سون 'ايوب' جو اختيار.
راضي توتي ربّ ٿيو، آهين حڪومت ۾ حقدار،
حڪومت هٿ ۾، ڏني توکي آهي ڏاتار،
راضي توتي ربّ ٿيو، موليٰ مددگار،
عدالت انصاف جا قاعدا ڪرين ڪار،
گفتا سٹي غريب جا، ڪرين دلبر تون ديدار.
ڪتي مير، ڪتي ماڙيون، ڪتي اُن جا اختيار!
حرام ڪائي جن هيٺ ڪيا هئا، سي ڪن ٿا جيلن ۾ جنسار،
اڃا بہ وچ وڏيرن وٺ ڪٽي، تہ لڳي پئي آهي
انڌي انڌوڪار،
دانهن نہ سٹن، داد نہ ڪن، ڪِلي نہ ڪن ڪينڪار.
چور سڀ چٽ ڪر، جن وڏي آهي مسڪينن تي مار،
دباءِ دڪاندارن ڪي، جن وڌايو آهي واپار،
لڪين لليجا هئا، جن ڪيو مزوريءَ تي مار،
دعائون توکي درويش هتي ڪن ٿا هزار،
هلندا جيڪي حق تي، الله تن جي آڌار،
قهر جي ڪندا، سي سُوريا نہ ٿيندا سوار.
مارشل-لا جو ملڪ ۾، اڄ ڏاڍو آهہ ڏهڪار،
سُکيا آهيون سنڌ ۾، الله جي آڌار،
رُنُب اڇن ٿا ريدين تي جوان جاگيردار[1]،
'وحده لاشريڪ له' ڏاڍو آهہ ڏاتار،
موليٰ! هن مسڪين جا، تون باري ڪٽين بار،
من سٹي سوال "سومار" جا، ڏيهہ ڏٽي ڏاتار،
اهو صاحب ربّ ستار، جنهن ڏني سوڀ صدر کي.

---

(1) رنب اڇن ٿا = بوڙندا اڇن ٿا.

# سردار علي گوهر مهر جي وفات

[سردار علي گوهر پٽ حاجي خان مهر، مهرن جي سردار گهر مان هڪ اثر رسوخ وارو سردار ٿي گذريو آهي. سندن پاڙو "سخيجو" هو، ۽ سندس پنهنجو ڳوٺ 'دڙو' تعلقي سکر ۾ هو. سردار علي گوهر سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر هو. سندس قوم جي ڪيس پوري پنيرائي هئي ۽ آفيسرن توڙي ٻين زميندارن ۾ چڱن سان سندس وڏي رهائي هئي. پاڪستان جو صدر فيلڊ مارشل محمد ايوب خان، صدارت کان اڳ سندس ذاتي دوست هو. جڏهين سردار علي گوهر 11- شوال 1378هه/ 1959ع تي ڪراچي ۾ وفات ڪئي ته صدر محمد ايوب خان سندس جنازو هوائي جهاز ذريعي سکر پهچايو، جتان ضلعي جي آفيسرن جي نگرانيءَ ۾ سندس لاش ڳوٺ آندو ويو.

سردار علي گوهر جي حياتي ۾ سندس اثر رسوخ سببان روهڙي ڊويزن جي عوام تي وڏو رعب ويٺل هو. هتي شاعر فريد گڏاڻي ۽ ماڻڪ خان ڪولاچي جا بيت ڏجن ٿا، جي هنن سندس وفات تي چيا.

( 1 )

## فريد خان گڏاڻي جو چيل بيت*

[هن بيت ۾ فريد خان گڏاڻي سندس ساراهه ڪئي آهي.]

ساراهيان سچو ڌڻي، صاحب ربّ ستر،
وٺ ڪنجڪ ڪريم جي، بي پڻائيءَ جي پَر،

* فريد خان گڏاڻي ٻروچ، ويٺل لڳ گهوٽڪي، عمر 85- 90 سال، نڙ وڄائڻ جو قابل ۽ سگهڙ ۽ شاعر آهي.

منهنجي لج لطيف تي، شل پاريندو پرور!
سُئوالِي ڪندو سخيجي جي، ڪانہ پوندس ڪَر،
آدي بنيادي سخي، عليءَ جي آڌر،
پيتو حاجي خان جو، نالو علي گوهر،
لقب خطاب سرداري، مُلڪن منجهہ مشر،
ننگر تنهن نيڪ جو، ائين هلي جيئن جال وَهي پيو جر،
’لانڊيون‘ لک لَهن، ڪو ’دڙو‘ آ دلبر[1]،
احمد يار اتي، پاڪ ڪيو آ پٽر[2]،
مسجد ڏسو مور جي، هلي نيلانءَ نشانبر،
موڙهن تي واٽون لڏيون، راهہ ڏسي رهبر،
ڪونهي غير ”گڏاٽي“ چئي، آهن محب منا مهر،
’دعا درويشان رحم اِلاهي‘، ڪندو ڏيهہ ڏٽي ڏاتر،
پوءِ هن ڪلمي جي آڌر، سولي ٿيندي ’سخِيجي جِي.

ﮔﮕﮔﮕ

## ( 2 )

# ماڻڪ خان ڪولاچي* جو بيت

[جو هن سندس وفات تي مرثيي طور چيو.]

ساراهيان سچو ڏٽي، صاحب ربّ ستر،

[1] سردار علي گوهر جو ڳوٺ ”دڙو“، پر ان کان اڳتي سندن ”لانڊيون“ جن ڏانهن اشارو.
(2) يعني مولوي احمد يار صاحب، جو هڪ درويش هو. سندس مسجد مشهور آهي.
* ماڻڪ خان ڪولاچي، ويٺل بهشتي ارباب شاهہ، تعلقو گهوڙڪي، هڪ گن وارو شاعر ۽ سگهڙ آهي. ڏور ۽ ڳجهارتون بہ چيون اٿس. هن وقت سندس عمر اٽڪل چاليهہ ورهيہ آهي.

بيهر هن ”بروچ“ جي، ڪا پرين پٽو پچر،
مشهور هو ملڪن ۾، سردار علي گوهر،
صوبو هو سنڌ ۾، مشهوري ساڻ مهر،
بخت تنهن بهادر ڪي، هُيو چوقبلو چوڌار،
مهر جي سال جي، آءٌ ڪهڙي ڪيان پچر،
ڪيئي ڪاريون هيون ڪامل ڪي، ٻيون ڇِپياڻ
هيون جيڪر،
گهوڙا تنهن گهوٽ جا، جن تي سنج سونا سراسر،
اُٺ تنهن عجيب جا، جيڪي سڄو لهن ٽر،
جنهن مهل ”سخيجو“ سواري ڪري، چڙ نعرو
هٽي نر[1]،
هڪ سُهڻو ٻيو سخي، ٿيو دعوتي دلبر،
ڪاهي پيو ڪامورن ۾، رکي الله جي آڌر،
سوين سلامي ”سخيجي“ جا، ٿيا گام پري گورنر،
دلبر سنبري ’ڏڙي‘ تي، ويا ڪاهيون ڪليڪٽر،
ٻيا ته سوين ڏناسون ”سخيجي“ وٽ، پر صحيح
آيو صدر،
رتا ڪيائين پئي روح ۾، پرٽايان علي انور،
”سخيجي“ سونارا گهرايا، چئي گهَڙيو وجي زيور،
دلبر درزي سڏايا، چيائين وڳا ناهيو ويتر،
ڪوهه ناهيان گهِ جو، جنهن تي لوٺيون وهايان جيڪر،
وڏيون رتاڻ هُيس روح ۾، پر پوريون نه
ڪيون پرور،
لڳيس بيماري بت ۾، صحيح ڪيائين صبر،
اُتهون لاڏلو لاهور ويو، اتهون پرين پشاور،

---

[1] يعني مهرن جو پاڙو ”سخيجو“، جنهن مان سردار گهر ٿيو.

اتي حڪيمن وڏا حيلا ڪيس، پر پيس ڪانہ ڪَر،
صدر سخيجي کي گهرايو، ڪراچيءَ ڪُونٽر،
چيائين ڳل نہ آهي قسمت جي، تون ڊار نہ تي دلبر،
اتي صدر، سخيجي کي، اهي چيا هئا اکر،
متان ضعيف ٿيو آئُ زمينن ڪاڻ، تہ رد ڪيون جيڪر،
محابي تي مهر جي، ڏيون ملڪ کي معافي منور،
وينگس اتي ورندي ڏني، سردار علي گوهر،
ادا! مون کي ناهي لالچ لوڀ جي، پر مهنجا پورا ٿيا پهر،
پارت اٿئي منهنجي پوين جي، مون ننڍا ڇڏيا نينگر،
دلبر منهنجا دادلا، جن کي ايڏي ڪانہ خبر،
ائين چوندي مهر موڪلائي ويو، ٿيس الله جو امر،
صدر سخيجي ڪاڻ، جهجها وَهايا جر،
چيائين خزانو سڄو خيرات ڪيان ها، جي معافي
ملي ها مهر،
صدر سيخجي کي، ڪنيو جهاز ۾ جيڪر،
صدر سخيجي کي، سٿو پهچايو سڪر،
ڪامل چيو ڪامورن کي، تہ ٻڌيا وجو نوڪر،
مان وٽ موٽي ايندو ڪينڪي، اهو سردار علي گوهر،
دلبر پهتو 'دڙي' تي، ٿي ويا هُل حشر،
راڄ رنا پئي 'راڻل ڪاڻ، ڪئي مونجهاري مهر،
پرور هن کي پُٽ ڏئي ها، جيڪو در لاهيس دلبر،
ڪونہ وسرندو "ڪولاچي" ڪؤن، سردار علي گوهر،
پوءِ مديني جا منور! شل جايون ڏيندينس جنت ۾.

# محمد اسماعيل خان نون جا انصاف*

(چيل سومار ٻيرُ*)

[عام شاعرن، انصاف پسند آفيسرن ۽ حاڪمن کي هميشہ ڳايو آهي. ”تروٽ (Capt. Tarwid) انگريز هو، پر انهيءَ هوندي بہ راڄن سان سندس چڱي سلوڪ کي ڳايائون. هن پوئين دؤر ۾، خاص اُهي ضلعن جا حاڪم، جن چورن جي پاڙ پٽي يا جن انصاف جهڙا ڪم ڪيا، تن کي شاعرن ڳايو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ’آغا شاهي‘ ٺٽي جو ڪليڪٽر ٿي آيو، جنهن چورن ۽ پاتاريدارن خلاف ڪارروايون ڪري ضلعي ۾ چوري بند ڪئي. ڌراڙ چوڻ لڳا تہ ”مان سان آغا شاهي آهي“ يعني تہ جهنگ ۾ جيڪو اسان جو مال پيو چري ان جو محافظ آغا شاهي آهي. سال 1960-1961ع ۾ محمد اسماعيل خان نون ٺٽي ضلعي جو ڊيپوٽي ڪمشنر ٿيو، جنهن پنهنجي سر چڙهي جانچ ڪري چورن خلاف ڪارروايون ڪري چوريءَ کي ٻنجو ڏنو؛ اهي ماڻهو جن رشوتون ڏيئي جاگيرن جون زمينون پنهنجي نالي ڪرائڻ ٿي چاهيون تن جي ڪاغذن کي رد ڪيائين ۽ زمينون حقدار هارين کي ڏنائين؛ ۽ ٻيا بہ اهڙا انصاف ڪيائين جنهن کان متاثر ٿي شاعر سومار ڪيس ڳايو.]

ساراهيان سچو ڏڻي، جو آهي صاحب ربّ ستار،
مرسل رهي تو مڪي ۾، جو آهي اڙين جو آڌار،
الله محمد اسماعيل کي ڪرين، حوض ڪوثر جو حقدار،
جايون ملنس جنّت ۾، حورون پائينس هار.

---

* هيءَ روايت خود شاعر جي زباني ٻڌي قلمبند ڪئي ويئي.
* سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه ص 425.

قادر توتي ڪرم ڪندو، پرور پاڪ دگار،
حق جو قلم هٿ ۾، آهي ڏنو توکي ڏاتار،
ضمانت ضلعي جي، آهي بوجو توتي بار،
ڪئين مسڪين مارجو اچن، دانهه! تنهنجي دربار،
الله ڪارڻ ان جو، ڪرين ٿو عدل ۽ آچار،
موليٰ تنهنجو ملڪ ۾، آهه نالو ڪيو نروار،
ڪونه موٽائيندو ڪو 'آبر' تنهنجو اختيار،
دعائون درويشن جون، ٿيندءِ چونڪي نگهدار،
اعليٰ عزت تنهنجي ڪندو، سونهن پريو سردار،
هادي! هُن حاڪم جو ڪرائين دلبر مون ديدار،
نوازيو آهي نِت 'نُون صاحب' کي، غني رب غفار،
دانهه! تنهنجي در تي، آيو آهي هي سوالي "سومار"،
تہ ڪو مدد مون مسڪين سان، آهيان لنگڙو لاچار،
صاحب ربّ ستّار، بيڙو اُڪاريندو ٻاجهہ سين.



# ضميمو



## شاهہ عنايت صوفي جي شهادت*

(چيل صوفي آسورام٭)

[ڪلهوڙن جي حڪومت واري دور ۾ ميان يارمحمد جي آخري زماني ۾ صوفي عنايت الله ؒ جهوڪ واري جي شهادت جو دلدوز واقعو ٿيو. هن شهادت جو سبب اهو هو تہ ان وقت شاهہ عنايت جي درس تدريس سبب عوام ۾ سندس مقبوليت وڌي رهي هئي، جنهنڪري بلڙي جي ساداتن ۽ مقامي زميندارن ۾، جن جا هاري شاهہ عنايت جي مريدن ۾ شامل ٿي رهيا هئا، شاهہ عنايت خلاف بغض ۽ ناراضگي پيدا ٿي. ان زماني ۾ مير لطف علي خان ٺٽي جو صوبيدار هو. جڏهن بلڙي جي ساداتن، نورمحمد پليجي ۽ حمل بن لاکي جت زميندارن شاهہ عنايت جي برخلاف سندس ڪن

* هيءَ روايت وچولي (تعلقي حيدرآباد) مان محمد صالح سپيي کان ملي.

٭ آسورام پٽ ڏاندومل ويٺل هالا پراڻا، ضلعي حيدرآباد سنہ 1271هہ/1854ع ۾ ڄائو. عربي ۽ فارسي جي بہ ڪجهہ ڄاڻ هئس. سڄي عمر ماستري ۾ گذاريائين. ننڍي هوندي کان وٺي فقيرن جي صحبت ۾ رهندو هو ۽ آخرڪار صوفي طريقو اختيار ڪيائين. سندس ڪلام ۾ نبي ﷺ جي بارگاهہ ۾ مناجات ۽ انهيءَ قسم جو ٻيو صوفيانہ رنگ جو مواد شامل آهي. فقير صاحب ڪيترا سلوڪ ۽ بيت چيا آهن. رسالو آسو، پريم غنچہ ۽ ديوان آسو سندس مشهور ڪتاب آهن. سنہ 1361هہ/15- فيبروري 1941ع ۾ هالن پراڻن ۾ گذاري ويو.

پريا تہ هن سندن چوڻ ۾ اچي حڪم ڏنو تہ صوفي شاهہ عنايت ۽ سندس درويشن سان جيئن وڻيو تيئن وجي فيصلو ڪريو. صوبيدار جي هن حڪم مخالفن جا حوصلا وڌائي ڇڏيا ۽ انهن شاهہ عنايت جي خانقاهہ تي حملو ڪري ڏنو. هن حملي ۾ شاهہ عنايت جا ڪيترائي پوئلڳ فقير شهيد ٿيا. جڏهن فوتي فقيرن جي وارثن دهليءَ جي حاڪم وٽ دعويٰ ڪئي تہ اعليٰ اختياري وارن کان حڪم پهتو تہ انهن بيگناهن جي خون جو معاوضو ڏياريو وڃي، جنهنڪري قاتلن جون زمينون مقتول فقيرن جي وارثن جي حوالي ڪيون ويون. حڪومت جي هن فيصلي سبب شاهہ عنايت جو وقار اڃا بہ وڌي ويو. تحفة الڪرام جي مصنف مير علي شير قانع جي لکڻ موجب ”اڪثر غريب ۽ عام ماڻهو هندوستاني عملدارن جي سختين کان ڏاڍو بيزار ٿي چڪا هئا، جنهنڪري اهي فقيرن جي پناهہ ۾ پهتا ۽ انهن وٽ ئي رهڻ لڳا.“ ان مان ظاهر آهي تہ صوفي شاهہ عنايت جي خانقاهہ غريب هارين ۽ مظلوم ماڻهن لاءِ هڪ پناهہ گاهہ بنجي چڪي هئي.

سنہ 1128هہ/1716ع ۾ جڏهن نواب اعظم خان ٺٽي جو صوبيدار بنجي آيو، تہ صوفي شاهہ عنايت جي مخالفن ڪي وجهہ مليو ۽ هنن نواب اعظم خان جا وجي ڪن پريا تہ صوفي صاحب حڪومت جي خلاف فقيرن جي هڪ فوج تيار ڪري رهيو آهي. اعظم خان سندن ڳالهين ۾ اچي خانقاهہ جي پر واري زمين تان معاف ٿيل ڍل جي بيهر وصولي جو حڪم ڏنو. صوفي صاحب جواب ڏنو تہ اهو ظلم آهي: جڏهن تہ بادشاهہ پاڻ اهي ڍلون معاف ڪيون آهن تہ توهان کي ان جي وصولي جو ڪو حق ڪونهي. اعظم خان کي سندس هن جواب تي سخت ڪاوڙ آئي ۽ هن مرڪزي حڪومت کي لکي موڪليو تہ صوفي شاهہ عنايت ۽ سندس فقير حڪومت جون دعوائون ڪري رهيا آهن ۽ خليفي جو

ڪوٺ حڪم نٿا مڃين. مرڪزي حڪومت ڪيس اختيار ڏنو تہ فتني کي ختم ڪيو وڃي، جنھنڪري اعظم خان سنڌ جي سرڪاري عملدارن، جاگيردارن، زميندارن، نوابن ۽ فقيرن جي مخالفن جي امداد حاصل ڪري حد زبردست لشڪر سان هاٿين ۽ توبن سميت جهوڪ تي حملو ڪري ڏنو. مقالات الشعراء جو مصنف لکي ٿو تہ: ”اعظم خان هڪ اهڙي فوج تيار ڪري فقيرن تي حملو ڪيو جا ڳڻپ کان ٻاهر هئي ۽ ماڪوڙين ۽ ماڪڙ کان بہ وڌي تعداد ۾ هئي. ’سبي‘ ۽ ’ڏاڏر‘ کان وٺي سمنڊ جي ڪناري تائين سڀيئي سرڪاري عملدار ان ۾ شامل هئا.“ هن زبردست فوج جي باوجود بہ اعظم خان فقيرن کي زير ڪري نہ سگھيو. آخر هن صلح جو ڪوڙو عهدنامو ڪري صوفي شاهہ عنايت کي گرفتار ڪري ورتو. گرفتاري کان پوءِ بہ شاهہ عنايت جي عزم ۽ استقلال ۾ ڪو فرق ڪونہ آيو. آخر 15- صفر سنہ 1130هہ مطابق 7- جنوري 1718ع تي کين شهيد ڪيو ويو. سندن گردن مبارڪ تي جڏهن تلوار جو وار ڪيو ويو تہ پاڻ تڪبيرون بلند ڪري پنهنجي جان جانِ آفرين جي سپرد ڪيائون.

صوفي آسورام پنهنجي ڪلام ۾ انهي واقعي جو ذڪر ڪندي چئي ٿو تہ جڏهن اعظم خان جهوڪ کي اچي گهيرو ڪيو تہ صوفي شاهہ عنايت پنهنجي فقيرن کي روڪيو تہ اُهي جنگ نہ ڪن، پر جڏهن شهيدن جي لاشن سان ست کوهہ پرجي ويا تہ پاڻ کين لاچار ڪاٺ جي تلوار سان وڙهڻ جو حڪم ڏنائون. جنهن مان جنگ ڪرڻ جو نہ پر فقط بچاءُ مقصد هو. فقيرن ڪاٺ جي تلوارن سان بہ ڪيترائي دشمن ماري وڌا. پر آخر خدا جي رضا ائين هئي جو مرشد شاهہ عنايت دشمنن جي هٿان شهيد ٿيو. شاعر لکي ٿو تہ صوفي شاهہ عنايت جي هن خون ناحق آخر رنگ لاتو ۽ يارمحمد

ڪلهوڙي جي حڪومت جون پاڙون پٽجي ويون. صوفي آسورام جا چيل بيت هيٺ ڏجن ٿا:]

ڪلهوڙي ڪاغذ لکيو، وجهي وچ الله،
ان تي پاڻئي پاءُ سان، آيو صوفي عنايت الله،
سجدي تان ڪونتر ڪُنا، ٿيو وڏو جنگاھ،
هوبهو شهادت ٿي، جهڙي حضرت حسين شاھ،
"آسو" ان قضيي جو، الله آهي آگاھ،
تنهن واحد کي واھ، پاڙ وٽنديون جو ڪري.

پاڙ وٽنديون جو ڪري، جيڪا سنديس گهر،
مڃيون سڀ مٿي تي، صوفي شاھ صدر[1]،
نہ تہ هڪل سان هيڪر، هوند ڪلهوڙو ڪٽجي وڃي.

ست ڪوھ شهيدن جا، پرجي ٿيا ٿمتار،
ڪاٺ جي تلوار جي، موڪل ملي لاچار،
جنهن لشڪر ملعون جو، ماري ڪيو مُردار،
صوفين سر نثار، صدقي مرشد تان ڪيا.

سر مرشد جو ڌار ڪيو، منڪر جي تلوار،
ڍلي تائين سِر مبارڪ جي، پيئي پئي ڏڪار،
هيءَ ٿي قيامت، ٿي تڪون تارون تار،
ڪلهوڙي جي ڪار، لعنت لاڳ پرائيو.

---

[1] يعني تہ صوفي شاھ عنايت جي والد صوفي صدرالدين اهي رب جون رضائون مڃيون، نہ تہ هو ولي الله هو ۽ ڏٺي ڪان دعا پني ها تہ دشمن دفعي ٿي وڃي ها.

منهن مبارڪ مرشد جو، پسي وزير وريا،
عبدالله شاهه، حسن علي شاهه، مريد ماڻ پريا،
قتل ڪان نه ڏريا، ماري وڌائون بادشاهه.

بصر جي ڳنبذ جو، پتو لاٿائون،
گدام ڳنڊين جو پتو لڌو، ائين آڪيائون،
مريدن ڪي ماٺ ڪرڻ جو، ڏسُ ڏنائون،
رضا مڃيائون، سِر تي ربّ پاڪ جي.

سختيون صغيرن تي، ڪيون هڇاري حاڪم،
ڪي ڏينهن گيڙو گم ڪيو، ملعونيءَ ماتم،
موليٰ لاٿا غم، وَسيا وَٺاڻ ونهين جا.

وسيا وٺاڻ ونهين جا، جيئن هو تيئن ٿيو،
'يارمحمد' ڪلهوڙي جو، چوڙو لهي ويو،
ڏاتر جو ڏيو، ٻريو ڏينهن قيام سين.

وسيا وٺاڻ ونهين جا، جيءُ جيءُ جئيڪار،
هر هنڌ ٿيا هُبڪار، ڪٿوريءَ خوشبوءِ جا.

پنهنجا ڪُهائي، دشمن پالي، الله بيپرواهه،
ڪُڇڻ ڪانهي جاءِ، حق ۽ ناحق جي.

سعيو تنهنجي وس ۾، سو ڪج نيڪوڪار،
حڪم سڀ هاديءَ جو، پڇو اِها پچار،
وس ٿنهن جو ناهه ڪو "آسو" الله جي اختيار،
صاحب جي سرڪار، توبهه زاري تون ڪجانءِ.

شربت شهادت جو، منو منجهه ميناج،
پيتو جن پريم سان، حاصل تين هاج.

”آسو“ أنَ احتياج، لئا سيئي لوڪ جا.

شربت شهادت سان، مٿ نہ جام جَم،
پيتو جن پريم سان، اُلهي ويو الم،
سو سدا خوش خورم، ”آسو“ بڻهي جهانن ۾.



# پُج ۾ ڌرتيءَ جو ڌٻڻ*

(چيل ميان الهڏنو♣)

[سنہ 1817ع/ 1232ھ شعبان مهيني جي 22 تاريخ خميس جي رات سج لٿي مهل اوچتو ڌرتيءَ ڌٻڻ شروع ڪيو. زلزلي جي اوچتي ڌوڏن ماڻهن جا اوسان خطا ڪري ڇڏيا. زالون ۽ مرد خوف وچان پنهنجا ٻار ڇڏي گهرن کان ٻاهر نڪري آيا ۽ توبهائون ڪرڻ لڳا. ڌوٻي، سونارا، لنگها، لوهار، ڌنار، موچي، مينگهواڙ، کتري، خوجا، جکرا ۽ ٻين ذاتين جا ماڻهو سخت پريشانيءَ جي حالت ۾ خدا کي ٻاڏائڻ لڳا. اهڙي وقت ۾ شاعر کين سندن ڪرتوت ٿو ياد ڏياري تہ اهو سيڪجهہ توهان جي پنهنجي عملن جو نتيجو آهي. خدا توهان کي هڪٻئي جي مدد ۽ غمخواريءَ لاءِ پيدا ڪيو پر توهان براين ۽ بدڪارين ۾ ايڏو تہ ڪاهي پيا آهيو جو ڌرتي بہ توهان جي وجود کي برداشت ڪري نٿي سگهي. ان کان پوءِ سگهڙ ملي شاهہ، جڙئي پير، عمر مئين، محمد مڪائي، يقين شاهہ کي مدد لاءِ پڪاري ٿو ۽ انهن جي ڪرامتن جو تذڪرو ٿو ڪري تہ انهن ڪهڙيءَ طرح اسلام جون خدمتون انجام ڏنيو آهن. سگهڙ ميان الهڏنو آخر ۾ ماڻهن کي هدايت ٿو ڪري تہ اهي ربّ جي درگاهہ ۾ توبهہ ڪن تہ آئنده نہ حرام کائيندا ۽ نہ ئي ڀنگ ۽ آفيم

---

* ڪتاب "روضہ الحسنات" مطبع مصطفائي پريس بمبئي 1332ھ تان ورتل. جيئن تہ هيءُ نسخو قلمي ۽ ناقص صورت ۾ دستياب ٿيو انهيءَ ڪري هي نظم بہ ناقص صورت ۾ شايع ڪيو ويو آهي.

♣ ميانجي الهڏنو "منري" (ڪڇ) جو ويٺل هو. هن نظم جو سنڌي قلمي نسخو ميانجي بن فقير محمد "سيج واري ماتام" وٽ محفوظ هو. جنهن تان پوءِ پُج جي مدرس مولوي محمد اسماعيل صاحب رنگريز پنهنجي مرتب ڪيل ڪتاب "روضہ الحسنات مع سوانح مصطفيٰ بابرڪات" ۾ شامل ڪري ڇاپارايو.

استعمال ڪندا. هن واقعي بابت سگهڙ ميان الهڏني جو ڪلام هيٺ ڏجي ٿو.]

ساراهيان سو ڏڻي جو اِلاهه عالمن،
جنهين جا جهان ۾ حڪم تا هلن،
خالق خلق خَلقِئي ڪارڻ بانهپن،
”وَمَا خَلَقتُ الجِنَّ والاِنسَ اِلا لِيَعبُدُوَنَ“،
مانَ سائين سُجاڻ،
تہ خالق هن خلق جو، شال پرور رکي پَن،
جيئن ڏِسيو ڏوهہ ڏيهاڻي، تا ڪوڙانَ ڪَرم ڪن،
ڪايو ناز نعمتون، تا مديون رکن مَن،
پسيو پاپ تن جا، تيون ڏرائون ڏُبن،
سي تورا ڏسا ڏِيهہ ۾، جيڪي حق هَلن.

ڏسو هاڻ ڏيهہ ۾، هي تا جهڙا ڪن ڪرتوت،
اُو لڪِي ويا لوڪ ۾، جي اڳوڻا آيدوت،
هاڻي هن .... .... .... ....
ساماڻ سالڪ چئي، ڏيهہ ۾ گهڻا ڏُوت،
حرام .... .... .... ....
سي تورا ڏيهہ ۾، حق جِني جا ڦُوت،
ڏسو هي .... .... .... ....
حيا چِڏيو حاڪمين، جيئن ڪنهين جي نہ رکن ڪان،
هليو پَسن .... .... .... ....
پَسو پوپيـــين وقت جا اهڙا ٿيا انسان،
سي تورا .... .... .... ....
سٹو سپ ساٿيا، هي قصو منجهان ڪوڏ،

سانجهيءَ وقت سَـ .... .... .... ....
تان آگي ڏني اوچتي، ڪا ڌرتيءَ کي ڌوڏ،
تي سڀ ڇٽي پَٽ پيا .... .... ....
ڏٻڻ پَسِي ڏاراءِ جو، لوڪن ڇڏئي لوڏ،
ساعت ۾ .... .... .... ....
توبهہ پريو تڏهن، تي ڦيٽيـــين ڇڏيا ڦيڻ،
وسري ويا .... .... .... ....
سا ڏاڍي هئي ڏيهہ مٿي، جڏهن ڏٻئي هئي ڏر،
ڪِريا .... .... .... ....
آيو زور زمين کي، جيئن چِلي ويا ير،
ڪيڙ ڇڏيو .... .... .... ....
ناري يَڄي نڪتي، ۽ ٿيا نماڻا نر،
سيني کي .... .... .... ....
ويساري ڇڏيا والدين، پنهنجا ٻچا پار،
سا سُئي .... .... .... ....
غريب غني گهر منجهان، ٻيگا تيّ تُجار،
ڪِني پڙهيا ڪلمان .... .... ....
ڪِني ڪڏي تي منهن منجهان، توبهہ جي ٿوار،
چگّا مَندا مڙئي .... .... ....
سِبڻ ڇڏيو سُرئِي، ۽ سُڪي ويا ’سُونٽار‘،
لڳو پوءِ .... .... .... ....
ڊنا گهٽا ڌوٻي، ٻيا ’سونارا‘ سنگهار،
ڏريا ’بوري‘ .... .... ....
’حجام‘ سڀ هَروڙيا، ’لنگها‘ ۽ ’ولهار‘،
اُيا روئن ريهون .... .... ....

’پهنوار‘ پڇي پاسي ٿيا، ڇڏي ڏڻ ڏٽار،
’سما‘ ’سهتا‘ .... .... ....
’ويسا‘، ’ڏسا‘، ’واٽيا‘ هئا، منجهه ويچار،
ڪن دانهون .... .... ....
’ڪَمي‘ ’ڪوڏي‘ ڪنبي ويا، ’موچي‘، ’مينگهواڙ‘،
’شورا‘، ’سوڍا‘.... .... ....
’ڪتري‘، ’خوجا‘، ’ڪهنباڙي‘، ڏُٻي ڀڳا ڏار،
پسي ڏؤر .... .... ....
’ميمڻ‘، مُلان مڙيئي هَيَلَ ٿيا هيڪار،
سامي، .... .... ....
.... .... .... .... نار،
’جکرا‘، ’جت‘، ’جوٽيجا‘، لُڇيا ’لاکيار‘،
.... .... .... .... ـزار،
’اُڍا‘، ’ڪَيُوَرَ‘، ’ڪوريجا‘، ڪَنبيا ’ڪنيار‘،
.... .... .... .... ٻيار،
’مَنترا‘، ’نوڙيجا‘، ’مگريا‘، ڪِسي ويا ’ڪينگار‘،
.... .... .... .... چنوار،
گوليين، ٻانهيين گولن تي، اچي وئي انڌار،
.... .... .... .... ’پَرهيار‘،
رکو تنهين رب جي، آئين يادگيري يار،
.... .... .... ڏيکاريا ڏاتار،
اِت اچلي وڏا، سيني هٿ منجهان هٿيار،
.... .... .... ويا ڪفار،
بُت پڇي پورا ٿيا، ڦاٽي منجهان ڦار،
.... .... .... اسان مٿي مار،

ڪيڏنو جو ڪافرن جا هٽي ڪني سہـين ڪار،
.... .... .... ڏارو ڏار،
سي ملي 'شاهه مراد' سين، تيا ولي پير وَهَار،
.... .... .... .... هزار،
پنترهن ڪنيائين پاڻ سين، سندائي پير سوار،
.... .... .... .... سماچار،
سو پلو چڙهيو 'پُج' منجهان، ڪري نرت نهار،
.... .... .... .... اسرار.
'جڙئي پير' جهوڙي وڏي، سندي ڪفر ڏار،
.... .... .... .... آڏار.
'عمر' ميون أتيو، اِيءُ سُٹي پير پُڪار،
.... .... .... .... سردار:
سي چڙهيا پير 'رڪن' سين، مڙئي پير منجهار،
.... .... .... ٺڪر واري ٺار،
چيو 'محمد مڪائي' کي 'يقين شاهه' يار،
.... .... .... هلي ڪرِيئر وهار،
بُتن کي اِن باتين جي، جڏهن پئي ڪن ٺوار،
.... .... .... سيتلا کي سار،
چئي يَج 'ڪٽيس گاوڙيا'، اِت تيندي ڪانه ٺار،
.... .... .... منجهه پاتار،
ماتا پَڳي مڙهه منجهان، ڪيائين پنڻ جي پچار،
.... .... .... رسيا ڪُندار،
پٺي ان پليت جي، سوڙهي ڪيڍيائين سار،
.... .... .... ڪرڻ جي أچار،
'ٺيڪر' پڳو ٺوٺہـي منجهان، پڙوئو يارو يار،

.... .... .... پريـــين پار،
پڳي 'پَوانِي' بيچرا، ايءُ سٽي سماچار،
.... .... .... آسار،
وڃائي ويو 'وانڪَل' کي، کِهڙِيو ڪيتر پار،
.... .... .... هالار،
نا تہ اچن تا 'امام مهدي' جا، ڪٽڪ بيشمار،
'مهاڏيو' ڇڏي ملڪ کي، پڇي ٿيو بيزار،
هاڻ 'رڻڇوڙ' جي راڄ ۾، ڪريان ڪيئن قرار،
......... رڙيون ڪري، سا پڻ پڳي ٻهار،
'ابليس'، جو اِنهين جو تنهن پڻ نہ ڪئي وهار،
.... سپ پڇي ڪري، اُڪري ويا 'انجار'،
هاڻ ڳاٽينڙي اِن ڳالهہ جي، وهلِي اِتان وار،
تہ ڏايو هئو ڏمر جو، ڪو پڇاڻي تي بار،
جيئن لَنجي وئي لوڏسين، سندي پُڄ بازار،
جنهين ۾ مري پيو، ماڻهن جو هڪڙو هزار،
هيڪڙو سَو ۽ سٺ ماڻهن اُتڙيا منجهہ 'انجار'،
ٻہ مئا سي 'مُنري' ۾، واٽيو ۽ ڪنيار،
آيو سٽي سڏڙا، سو گودڙيو گلزار،
مولي رکيو 'مُنري' کي، اولياءَ جي آڌار،
برڪت نبي ڪريم جي، سپ تري پيا پار.

ڪوهہ ڄاڻان ڪوهہ ٿيو، ڪو ٿيندو اجا عجبا،
تہ مڃي ربّ توبهہ ڪريو ڪنان حراما،
۽ توبهہ ڪريو ترت، ڪنان لاپَ جي ڪيٽا،
۽ توبهہ ڪريو پينگ ۽ افيون ڪيـــڻ ڪنا،
ڇئجا تہ جيڪو شخص نماز پڙهندو منجهہ دنيا،

تنهين تي نماز جنازي جي، پڙهڻ درست ناهہ،
۽ منجهہ مقام مسلمانن جي، دفن ان کي مَ ڪِجا،
ڏر ڏُبئي سخت، جو منجهہ ’ڪڇ‘ جي ملڪا،
ورهيہ هو ٻئيهون سو، تيرهين صديءَ منجها،
سندي تاريخ ٻاوهين، ماهہ شعبانا،
رات هئي خميس جي، ۽ وقت مغربا،
ڏٻڻ ٽيو ڏراء جو، منجهہ تنهين وقتا،
الٰهي ”الله ڏني“ کي، مرهيہين تون مولىٰ،
جو ساڪن شهر ’منري‘ جو، ۽ ڪري گذرانا،
ساڻ لذايــين ڪلمي، دنيا دار منجها.
لا اِلٰه اِلا الله مُحَــمَّد رسول الله

ƆƷƸƆƷƸ

# ونجهيري وارن پيرن ۽ ياٽوٽ جي سيدن جو جهيڙو*

(چيل ماجهي ملاح)

[انگريزن جي اوائلي دور ۾ پير عباس علي شاهه قريشي 'ونجهيرين' (تعلقو هالا) وارو هڪ زور وارو زميندار ۽ مريدن خادمن وارو هو. سندس خانداني رشتو ملتان جي قريشي پيرن سان هو. ٻئي طرف سيّد جمال شاهه جو پٽ سيّد نورشاهه ۽ سندس ڀائر، ياٽوٽ (تعلقو هالا) جا ٻه زميندار، مريدن خادمن وارا ۽ همت وارا سيّد هئا، سندن رشتو سن جي سيدن سان هو. ياٽوٽ ۽ ونجهيرين جي وچ ۾ ٽي ميل مفاصلو آهي. شاهه صاحب ۽ پير صاحب ٻئي جٽا دنگئي زميندار هئڻ ڪري هڪٻئي وٽ ايندا ويندا هئا.

هڪ ڀيري سيّد نورشاهه، پير عباس علي شاهه کان اُنيون خريد ڪيون. پئسن جو انجام رکيو ويو ۽ پوري انجام تي پير عباس علي شاهه، سيّد نورشاهه وٽ پئسن وٺڻ لاءِ ويو، پر شاهه صاحب پئسن ڏيڻ کان انڪار ڪيو. جنهن تي پير عباس علي شاهه چيس ته: شاهه صاحب! جيڪڏهن پئسا نه ٿا ڏيو ته آءٌ پنهنجون اُنيون واپس ڪاهي ٿو وڃان. اتي سيّد نورشاهه اُنين ڏيڻ کان ٻه جواب ڏنو. تڏهن پير عباس علي شاهه چيس ته: شاهه صاحب! هاڻي اُنيون مڙس ماڻهو ٿي جهلجانءِ. پير عباس علي شاهه پنهنجي ڳوٺ ونجهيرين ۾ پهچي پنهنجي مريدن ۽ خادمن، ماڻهن ۽ ڪامين کي گهرائي چيو ته: ٻيلي! شاهه پئسا به نه ٿو ڏئي ۽ نه وري انيون ٿو موٽائي، ان لاءِ آءٌ شاهه کي هوڪاري آيو آهيان

---

* هيءَ روايت جاڙي خان مريءَ جي زباني قلمبند ڪئي ويئي.

تہ أنيون توڪان ونئداسين. ان تي پير همت علي شاهہ همت وارا مڙس گڏ ڪيا. جن ۾ صادق نوحاڻي وڏو سورهيہ هو.

صادق نوحاڻي الله توهار ڪري پنهنجي ساٿين سان روانو ٿيو. ان وقت أنيون ڪڇــي ۾ پئي ڇَريون. ڏنار موجود هو، جنهن کي هڪل ڪيائين تہ: يار! پير عباس علي شاهہ واريون ٿوَ أنيون نوحاڻي ڪاهين ٿا، نورشاهہ نر کي وڃي ٻڌائين تہ پلي وڃي ٻڌاءِ. ڏنار ڀڳو، تنهن وڃي نورشاهہ کي پاٽوٺ ۾ خبر ڏني تہ نوحاڻي أنيون هنيو پيا وڃن. نورشاهہ اها خبر ٻڌڻ سان وڏيو، پاٽوٺ شهر توڙي آسپاس جي راڄن مان پنهنجا ماڻهو گڏ ڪري صادق ۽ سندس ساٿين تي حملي لاءِ موڪليا. صادق ان وقت أنيون آڻي ڪَڇــي پڪي جي سَنڌي تي ڪيون هيون. سيّد نورشاهہ جا ماڻهو بہ لنيئ ۽ گهوٻاٽن سان اچي پهتا. جهيڙو شروع ٿيو. صادق نوحاڻي گهوٻاٽن جو ياڪر پري بيهي رهيو، ۽ جنهن کي تي گهوٻاٽو هنيائين، سو وري ويجهو ڪونہ ٿي آيو. اهڙيءَ طرح مڙسن کي پليندو أنيون تڙيندو آيو. سيّد نورشاهہ جي لشڪر مان شهبازي وٺ شيشم جو سونٽو هو، جنهن اچي صادق تي ورايو. صادق هن کان اهو ساڳيو سونٽو ڪسي ڪيس نڪاءُ ڪرايو تہ شهبازيءَ کي سڄي عمر جو سبق اچي ويو. صادق أنين کي تڙي پير بلاولي جي اتر طرف پهتو. ان ڏينهن پير بلاولي جو ميلو هو. نورشاهہ پنهنجي ماڻهن کي صادق ڏانهن موڪلي، پاڻ ميلي ۾ وڃي ٻيا ماڻهو جهيڙي لاءِ موڪليائين، جيڪي اچي صادق سان مقابل ٿيا. صادق جا سونٽا ۽ گهوٻاٽا کپي ويا هئا، سو ڇا ڪيائين جو اجرڪ جو ٻڌل سندرو کولي ان مان نوڙ وٽيائين، ۽ پوءِ اهو جنهن کي تي وهايائين، تنهن کي ٻنهي پاسن کان ڦِري ٿي ويو. جيڪي نالي وارا پهلوان هئا تن بہ ٻوٿو ڪونہ ٻاريو. صادق سينو سپر ڪري، بيهي رهيو ۽ أنيون سندس ساٿي ڪڍي ويا ۽ وڃي ونجهيرين

پهچايائون. پر جهيڙي ۾ جو صادق سرسي تي ڪئي سا سيّد نورشاهه ڪي ڪانه وڻي. سيّد پنهنجا ٻيا ماڻهو آندا ۽ پاڻ بہ پنهنجي سر اچي پهتو. هيڏانهن مڙس گهٽا تي پيا ۽ هوڏانهن صادق واهر پليندي اڪيلي سر وڃي ٻچيو هو، تنهن ڪي مڙسن نيٺ وڃي ٻڌو. اتي پير عباس علي شاهه صادق ڪي ڇڏائڻ لاءِ پاڻ هلي آيو، اچي سيّد نورشاهه ڪي منٿ ڪيائين، ان ڪان پوءِ جهيڙو ٽريو.

شاعر مانجهي ملاح خود انهيءَ جهيڙي ۾ موجود هو ۽ سيّدن جي پاسي جو ماڻهو هو، پر جيڪي ڪجهه ڏٺائين سو بنا رياءَ جي بيان ڪيو اٿس ۽ صادق نوحاڻيءَ ڪي ساراهيو اٿس.]

ساراهيان سچو ڏٽي، ڏس آگي جي عبرت،
پير ۽ سيّد سودو ڪيو پاڻ ۾، روح ڏنن رخصت،
اُنين ياڻ ڪيو ياٽوٺ ۾، ڄِت جُوءِ ۾ گهمن جَت،
اُنيون نُوَ ڏي نہ تہ، آڻ يڪدم پيسا پاند ۾[1].

پيسا ڏيندس آجام تي، اهي بازيون ڇڏ ٻڙهہ،
آب ڪي لوچين پير 'عباس علي'، ڪڙڪي لنگهہ ڪڙهہ،
وڃي ڪر فرياد آفيس ۾، ڪاهي ڏينهن ڪڙهہ،
اهي بيداد دڙهہ، تو ناحق هٽين نَستُونَ جاءِ.

ناحق هئا نستون جا، جو ڪيم ڪانہ ڪَلا،

(1) پير عباس علي شاهه جا الفاظ. (2) سيد نورشاهه جو جواب. نستون جا = اجايا.

ايندس كين اوطاق ۾، وري تنهنجي ياڻ يلا،
اُهي ٻَڌا اتئي ٻين سين، ڏاهپ جا ڏلها،
آهر آءٌ الله، ويندس كنواڻن سوڏيون كاهيو.
ويندين كنواڻن سوڏيون كاهي، تنهنجي كهڙي
پانيان كاڻ،
وِهندُونَ كين ونجهيرين ۾، هن كان پوءِ هاڻ،
چَرن چئين طرفين، منهنجيون ڏاگهيون ريءَ ڏاڻ،
ناهي مجال ماڻهوءَ جي، اچي كو ٻُلِي منهنجي ياڻ،
سڄ اُيرئي سياڻ، پيندي خبر پانهنجي.
پيندي خبر پانهنجي، تنهنجو عهد ٻه آهي هيءُ،
آءٌ ايندوسئين آڏيءَ جو، ونئي مڙس ٻه ويهه،
مري تنهنجي مال تي، ٿيندا گلا ۽ گيهه،
تنهنجا ويڻ وَلهِي، وجان تو داغ ركيو دل تي.
وجين تو داغ ركيو دل تي، هاڻي كاهڻي اتئي سا كاهه،
'نورشاهه' هن نهري سان، تون وير وِهاءِ،
جي لڳئي تان لاءِ، اتئي ليكو هاڻ لكن جو.

نه كو ليكو توسان لكڻ جو، توڙي هجن خزانن جا كوهه،
سودو تو سيّد سان، كين كنداسون نُوح،
هاڻي هِيئن جانَ هُونئن، اتئي صفا راند سونٽي جي.
صفا راند سونٽي جي، مون وٽ آهي ڏهس كهاڙي ڏانگَ،
ركي پير ركيب ۾، وِير ورائي لانگ،
وِيهجان ويڙهين وچ ۾، تون نورشاهه كارا نانگ،
تيسين لاهه مَ تانگهه، جيسن آءٌ وجي ونجهيرين وري اچان.
وڃ ونجهيرئين، آءُ وري، كر ميرن وارو ميڙ،

ميڙي مريد پانهنجا، تون ڪوٽ تنين جو ڪيڙ،
ڪري ڪڙا وِڙ، آٽي ڪوڙ قناتون ڪوٽ سان.
ڪوڙيندس قناتون ڪوٽ سان، سيّد مَ سينو ساهه،
ڪا جا هن قريشن جي، تون سٽنڊُون سيّد سماءُ،
تو ڏيون پهري تاءُ، ويندیون وري ونجهيرين ۾.
ويندون وري ونجهيرين ۾، پر هتي ٻه چؤ رنگ اتئي چوڙا،
جنگ پٽ 'جمال شاهه' جا، اتئي سپ اهڙا،
هٽي تاڙي تاڙيءَ تي، ڏيهه چڏائيندئي ڏوڙا،
ٻاڙيندين ٻوڙها، ڏيو ياڄ ٻلڪئين.
چاچا! تيءُ نہ چهرو، نڪي اُدو لاهه امير،
اڻ مَيو منهنجي اُنين جو، تو آ ڪاڏو ڪير،
جيئري سهائيندس ڪينڪي، جيسين ساهه سرير،
نايون متي نير، تون صبح ٻڌندين سيڪيو.
نالو وٺ مَ نائيءَ جو، اتئي 'نورشاهه' نُوري،
ڪَنبُ قريشي! پر ڪلمون، اتئي سيّد وڏو سوري،
ڊِڳي دستگير جي، اتئي حڪم حضوري،
آءُ تہ چڪائين چُوري، تون اڄ چڙهي چوغام تي.
چيز چڪائج چُور مان، هليو ڪست ڪري سا ڪاهه.

وڃي پهه ڪيئين پهلوانن سان، سنجهي مؤن ٻہ صلاح،
پرهه قتي ۽ ڏينهن تيو، پئي ڏهرين ڏاري ڏاهه،
جيڪي هئا صدقي يائي ساهه، سي اچي تيا 'همت علي'
جي هٿ ۾.

هوڪاري همت عليءَ سان، هليا ناهيا نوحاٽي،
بانڪا چڙهيا بيچ تي، چاڻ اهو جاٽي،

پٽر پيئنداسون پانهنجي، هٿ پوءِ اچي پاٽي،
سيّد اها تو ڳالهه ڪري، ۽ نوَ اُنيون ناٽي،
حڪم سان هاٽي، هلي توڏيون تڙيون پانهنجون.
تڙيون توڏيون پانهنجيون، ڪريو وات اها وائي،
مڙيئي مريد منهنجا، تجو پالــي سان پائي،
ڪنهن ڪي ساعت مَ ڏجو ساهِي، متان راند ڦبي وجي
راءَ ڪي[1].

راند ڦبي ويندي راءَ ڪي، هو مِينهُن تو ڳولي مير،
هيٺي ٻول نہ حيدري! آهي ڪل زمين جو پير،
سو ڪيئن ڪسائيندو ڪير، جنهن ڪي خاوند ڏبئي آخوش ڪيو.

خاوند ڏيئي خوش ڪيو، پر هٿ وديئين جي هاڻ،
چڙهي تنهن چيلهــي تان، ڪشي ٻڌ ڪماڻ،
سهي سٽي تو سڏڙا، مرشد پريو ماڻ،
ڪريو هٿيار هٿن ۾، آڏو تيندي رڪ رهاڻ،
پيجي گهوباٽا پانهنجا، اوهين هٿ ڪريو سي هاڻ،
ڪا مَ رکجؤ ڪاڻ، اوهين ٻــيرا تجو ٻيلؤ[2]!

ٻــيرا تجو ٻيلؤ! پؤ متان پانيو،
اتو ڪلمون پاڪ رسول جو، چوٿون پير پايو،
هاٽي ونجهــيريءَ ورايو، وجي اُنيون انهيءَ امراءَ ڪان[3].

اُنيون تنهن اُمراءَ ڪان، ورايئون سي بہ وجي،
ڏيئي گهمرا گهوباٽن جا، آيا پاڪر ڪي بہ پيجي،
جن منٿ نہ ميڙ ميجي، سي هٽندا سڏيون سيّدن سامهيون.

---

[1] پير همت علي شاهہ، جو صادق نوحاڻي ۽ ٻيا مڙس ساڻ ڪري نڪتو، سو ٿو پنهنجن همراهن کي همٿائي. (1) ۽ (2) همت علي شاهہ جي زباني.

سڌيون سيّدن سامهيون، سُوسٽ ڪيو سٽجن،
جابر جُنگ جنگام ۾، سورهيہ ڪين سَنگن،
ڏيو تلهڙيون توڏن کي، أيا ويري ونگارون ڪن،
ري سَرواهيين سِپرن، چِنن هينئان چاڙيون.

چِنن هينئان چاڙيون، ويري بينا واگهہ،
نَوَ أنيون، هو پنج جڻا، ڏين نہ هڪڙي ڏاگهہ،
ماريو وجهن "مانجهي" چٽي، ڏيو پاسياري ڏانگ،
هوڏانهن 'نورل شاهہ' نُوري نهرو، جنهن ڪا ڪُنيا ڪارا نانگ،
ري سرواهيين سانگ، پهلوانن تي پلتا ڪيا.

سامهون بيهي سيّد کي، صادق ڪيو سلام،
گولو آهيان غوث جو، گاهِيَ مريد غلام،
ڪالهہ تنهنجي ڪچهريءَ ۾، هڪ قريشي ڪيو هو ڪلام،
اڄ ماهو سڀ مقام، ٿينداسون مري پنهنجي مال تي[1].

مرو، مارجو ڪيم ڪي، اوهان کي چاڪر ڪين چوان،
هي کهڙي ازل ڪاڻ، اوهان وڏو آ ملهالو "مانجهي" چٽي[2].
ملهالو وس الله جي، 'همت علي' باري همت،
اسين ڪائون پچايون پاٽهي، آهيون پالي پائي پت،
تڏهن پجندي پت، جڏهن أنيون نِيون اجوڪي ڏينهن ۾[3]،

أتِ تہ ڏيندس ڪانہ ڪا، نہ ڪا واڙي مان وچ،
اهي آڏا آمَهَنُ اٽئي اکين تي، ماها انهن جا مچ،
بيني ڪرايو بچ، اتي بَڏائين تو بين ڪؤن".

[1] صادق جي زباني. (2) سيد جي زباني. (3) صادق جي زباني. (4) سيد جي زباني.

ٻڌائين چو تو ٻين ڪان، ڪر ’قائم جت‘ سي ڪوڪار،
جو ٻٽو پيو اتئي هڙ تيو، ڏيو متي هيٺ مهار،
آڏو اچ مَ اسان ڪي، اتئي ازل جو اوٿار،
چڏي پر پاٽوٺ جي، اچي ياري ڪئي اتئي يار،
ملان، موچي، ميمڻ پنهنجي ملڪ جا، تو ڪوهه ڪُتائين ڪوٿار،
جي سودو سَئُ نہ آئيو، تہ توتي ملهہ جي ناهي مار[1]،
ڪريو ڪانہ پچار، نہ تہ اگهہ مڙني سان اهڙو ٿئي[2].

آهي ڪو امرائن مان، هي ٻول اپو ٻولي،
اتس آنگٺ پير عباس علي جو، آهي چڙهيو تنهين چولي،
نوحاٽي سر نمايو، آهي لَج لِيمڪ جي لولي،
هن غوث جي گولي، وجي گونريون گلہي سان گڏيون.

جنهن گونريون گلي سان گڏيون، ساڏيندو گس تان ڪين گري،
پجي گهوٺ گهوٻاڻن جي، ڪئي آ پاڪر منجهہ پري،
ڪديو چاڙپ ڪچ مؤن، تو ڪامَ هٽي قهري،
رِند، رونجها، راڄ رؤنشائي ڪيترا،پڳا ڏاهہ سٽي ڏهري،
سورهين جي سياءُ جا، ڪيا آگي ڪم اڪبري،
جن تي ڪاڏا طعام تهري، سي اڄ پڳا وجن پَوَ ڪان.

وڳو ٻگل پير بلائيءَ تي، ٻچ تي، ويا وري ويڙهين متئون وَت،
گهٽا ماٺهو هئا پاٽوٺ جا، گهاتا ڪؤن ٻہ يت،
پوءِ جهڙپ ڏيئي جهٽ، وجي ٻڌي چار ٻِلهائيا.

ٻڌي چار ٻلهائيا، اچا صادق پيو ساري،

(1) سي نہ آيو = پسند نہ آيو. (2) صادق جي زباني.

هڪڙو هٿ هٽي ٿو ڪينڪي، پيو اڳهين ألاري،
جيئن جهار جهرڪي جهنگ ۾، تيئن ٿو ڍيها ڍيڪاري،
جهرمر جهيڙا جهٽڪيون، ٿو جهانوَر جهونڪاري،
توڏيون تنواري، آيو پڪي ڪَڇڀي تي پڪڙي.

توڏيون ٽڙ نہ تڪڙيون. ڪا صادق ڪر ساڄاھ،
مہيس من جي "مانجهي" چئي، ماري چڙ مهماءِ،
سينا ڪش نہ شاهين سان، نڪي سينو ساھ،
پانڊو ڪيم پيڄاءِ، تون هٽي جان جبل سان.

جبل پنهنجيءَ جاءِ تيو، هي اهل نبيءَ جو اولاد،
سودو سَيَّ نہ آئيو، نڪي پوري پيڙو پاند،
اسان بہ ڪاڌو ڏاند، هاٽي ڏاچي ڏينداسين ڪانہ ڪا[1].

رڙا رڙا ڪري راند جي، وير ڪڍي آ ونجھ ورت،
هڪ جيڏا ۽ هڪ جهڙا، ايو صادق ساري ست،
ڪؤنر قلعي جو ڪوڏيو، ٿو هٽي ساڻ همت،
راڄن سوڌا رت، تون ڍِهلا چڏيندي ديوَ ڪان.

دهلا چڏيندي ديوَ ڪان، جنهن جو پئي ڌرتيءَ تي دهڪاءُ،
سيّد مثل اٿئي شمس جي، تپي ڪنڌئي تاءُ،
پر صادق سُوڙھ ڌڪاءُ، وڌو سٽڪو سپاهين ۾.

ڦهہ ڦهہ ڦوڙائين جي، نهہ نهہ پئي نڪاءُ،
ڳاڙها لال لوهوءَ مان، ٿِيَن ڌوپيو ڌاءُ منجهاءِ،
پر صادق سُوڙھ ڌڪاءُ، وڌو سٽڪو سپاهين ۾.

نورشاھ، نورو ڪؤنريجي ڪي، ڪري چڏيو تہ ڪاٺ،
بچل ڳالهہ بتلايو، ٿو وجي ڪهڙي واٽ،

---

[1] صادق جي زباني.

حاجي خاڻ نہ هيمايو، پڳس اُيي نوحاڻيءَ ناتہ
چپر وسي جيئن چاٽ، تو هٽي ساڻ همت جي[1].

هٽي ساڻ همت جي، ’نور شاھ‘ هنيو نارو،
ڪم پئي تي ڪل پوي، اڄ يارن جي يارو،
آٽي ڏنو آ ڏؤنڻ تي، اڄ ڏاچين ڏينارو[2]،
نرو تہ اٿو نارو، نہ تہ اهو مدعي ماريو.

اتي شهبازي لڪڻ شيشم جو، هنيو هو هيڪر[3]،
سو ڳسي ڳاري پر ۾، وڃي پرڙاٽ ڪري پيو پر،
سو ساڳوئي سوٽتو صادق هنيو، سنيالي حيدر،
شپڪو ٽيو شهبازيءَ ڪي، ڦهڪو متي ڦر،
شهبازي تو شڪرانا ڪري، هتئون توبهہ ڏٽيءَ در،
ڪي ڳالهيون ڪندو گهر، اچا ٻيا بہ پوڄ پٽن سان.

خيرو ڏسي ڪوڙ، چڙهي آئيو چاڙهيڪي تي،
بانشي ڏياريائين بانوليون، تي پير واھ پهوڙ[4]،
آٽي ڪوڙيس اوچتو، نوحاڻيءَ سو نوڙ،
ادا! ٻوهي اتئي خدا جي، مون ڪي ڪڄ لوٽيءَ لوڙھ،
ٻهون ٻانگي ٻوڙ، ڏيندس سيخون شاھ صدر جي نيت پون.

نظر پئي ’نور شاھ‘ جي، پنجو ڏنئين پهلوان،
دهشت سان آيو آهين دهلجي، تون آءُ جهلي ايمان،
موڪ پياريئين مصريون، ۽ مست لهندُون مان،

---

[1] نورو ڪونريجو، بچل ميربحر، حاجي خاڻ رند، ٽيئي سيد نورشاھ جي طرف جا پهلوان مڙس هئا، پر سوپ ڪانہ ڪيائون. نورو ڪي نور شاھ انهيءَ تي منهن تان لاهي چڏيو. (2) ڏؤنڻ = پونو. (3) شهبازي، پالوٽ جو مهاڻو ۽ سيدن جو ماڻهو. (4) خيرو پهوڙ سيدن جو بازدار هو، جو پيرواھ تي بانشن ڪي بانوليون ڏيئي اڏاريندو هو.

وڙهڻ جو ويريءَ سان، هينئر ناهي سامان،
اڇي ورايئين هٿ واڳهہ تي، جهڙو هو بہ جوان،
اڇي ڳڏيا پاڻ ۾، جيئن ماهيا ڳڏجن سانَ،
ڪڏي آيو ڳونريجو، اتي تيس ايمان،
ٻچل آيو ٻانورجي، وني آيو ’حاميد‘ ’حاجي خان‘[1]،
جيئن ماڪوڙا مناڻ تي مستان، تيئن پيا بہ ويڙهين جيئن وري ويا.
شابس شابس نور شاهہ ڪري، هاڻي اتو هاڙهي زور هڻيو،
پَڙِي پير پڻيو، دسجي تہ ڪا دلجاءِ ٿئي.

دسيو تہ ڪا دلجاءِ ٿئي، تي هوڙهہ هنيائين هنڌ،
جنهن ٿِـي سوڙهيون سيني سان ڪيون، نہ ڪي صادق ڪمايو سنڌ،
سو ڪيهر شينهن قابو ڪيئون، ڪونڌ ورائي ڪنڌ،
پير بہ پيئڙو پنڌ، ڪري سلام سيّد جو.

سلام تنهنجا سڪٽا، تڪڙ ڪئي هيئي تيز،
هنيون جنين جو هيج، آهن اُنيون اوڏانهين آئيون.

اُنيون اوڏانهين آئيون، هاجي منجهہ هجي،
اوهين سيّد سَنائي سڪيا، ڪسيو ڪائو سجي،
تنهنجي پوَ ڪان نيٺ پجي، تو جان بچايان پانهنجي.

پوءِ تہ پانئج ڪو مَ ڪو، بيهہ ونجهيرين جا وير،
پاڻ ڳڏجون تا پٽ تي، ڪا لاهيون سڪ اُڪير،
مارڻ لاءِ ”ملاح“ چئي، هن وس ڪيا هئا وير،
پر ’سمند‘ پَڳِي سينگار ڪان، جيئن هٿئون ڇٽڪي هير[2]،

---

[1] حاميد ڳنيير وينل پاٽوٺ. (2) پير عباس علي شاهہ جي گهوڙي.

هتي بينو حيدري، پنيان پڳو نه پير،
هو ستو ويو 'سارنگ' مان جيئن تکو وڃي تير[1]،
ڪري منهن مخدوم ڏي، موٽيو جو مهمير،
لتا دوڪا دل تان ”مانجهي“ چئي، پڙدو رکيئين پير،
سڀ لنگهندا سير، آهي ڪلمون جن قلوب ۾.
لا اِلٰه اِلّا الله محَمَّد رسول الله



(1) سارنگ، پاٽوٽ جي پر مان وهندڙ واهه.

# پتافين جو پوليس کي مارڻ

[انگريزن جي اوائلي دورِ حڪومت ۾ مَسُو ۽ پيربخش پتافي پائر، ڳوڙهيلي تي، ريتيءَ کان اولهه طرف ٻه ڪوهه ڪن مفاصلي تي وينٺل هئا. ٻئي پائر اشراف هئا. ڪنهن حاڪم جي چوري تي پر چور جهلجي ڪين سگهيا. پوءِ پوليس زور ڪري اچي هنن پتافين کي جهليو. گهنور لاشاري پيراڏو (پيري)، حاڪُو خشڪ ۽ ڪريمو چانديو چغل ٿيا، جي هنن مڙسن تي بيهي ويا. پتافين جي گهرن تي ڌنب چڙهي آيو. ان وقت هي مڙس گهر ۾ ڪين هئا. جڏهن آيا ته پوليس کي چيائون ته چوري اسان وٽ ڪانهي، اوهين زوري نه ڪريو. جيڪڏهن رشوتون ۽ وڍيون کپن ته اهي ٻه ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. پر پوليس هڪ به نه مڃي ۽ هنن کي ٻڌڻ لاءِ تيار ٿي بيٺي. پتافين ڏٺو ته عزت بچائڻ لاءِ هاڻي ٻي واهه ڪانهي، سو هي مڙس ٻه مقابلي لاءِ ڪمر ڪشي بيٺا: ٻه پوليس وارا ۽ هڪ نائڪ ماريائون. انهيءَ واقعي تي ڪنهن سگهڙ بيت چيا آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا.]

چورن آڻي چوري ڪئي، مَدائي ته ...ڏن،
چڙهي سوار سرڪار جا، پيري ڪَيو پَوَن،
نائڪ وڏو نر هو، چڙهيو ڪيو چورن،
گهَنور لاشاريءَ کي، لعنت لک ڏجن،
ڪريمو ڪمذات هو، چغل چانديــي چورين،
حاڪُو هِڪا ضد تي، اِهي چور ٻَجهن،
مَسو ۽ پيربخش ڌُرا ڌُنگ ٻجهن،
اچي لٿا هئا واهيٺــين، گهوٽن جي گهرن،

سي پي صوبا ڪين هئا، جن تي ڏاڍي پُل پُلن،
پيربخش پهلوان آيو، چيائين تہ ٻَڌي اسان وٽ ناهہ ڪا،
پَت جيڪي پُرجهن،
جيڪي منگو سر ڏيون، توڙي وڍيون ويهہ لڱن.

صوبن پاڻ ۾ صلاح ڪئي، تہ وڙهڻ بنا ٻي ڪانهي واهہ،
سَتي وڏائون سوار ڪي، پئي نائڪ جي نگاهہ،
ارڏو احمد خان آيو، ڪوپو ڪاهہ بہ ڪاهہ[1]،
هنيائين هٿ همٿ جا، وڙهڻ جنهين جو واهہ،
نينگر ڏنو سر نِيمڪ تي، جُڙي مٿي جنگَجاهہ.

گهنور لاشاري پڳو ڳوڙهيلي ڪوُن، ٽپيو سَٽ هِڪا ساهي،
پهتا اچي پليت ڪي، گوڙ ڪري غازي،
گاهہ لِتر هوس وات ۾، ڪري حيلو ۽ آزي.

خيرپور جي بازار جون، گهٽيون ورتيون گهوٽن(2)،
هيڏهون چڙا بہ چٽا، هوڏانهن سَوَ ٻُجهن،
ڪيئي ڪوٽ ڪفار جا ڪروڙين ڪنبن،
هندستاني حيرت ڪوُن پڳا پَۓ وجن،
مُزور ڪين ملهائيو مري مردارن،
اڳي گُرگيج ٽِپي گنديا، ٻي خانن ڪئي ڪوسن(3)،
لَٽيا رَند نوان ڪيا وري پيرا پٽافين،

---

[1] احمد خان نوجوان پوليس وارو. (2) خيرپور ڏهرڪي. (3) گرگيج، شهواليءَ ۾ انگريزن سان وڙهيا. شهوالي اُٻاوڙي کان ست ميل اُتر اولهہ ڏي آهي. ڪيهر، ميهر، ڪوڙو ۽ پيا ڪوسا "ماڪن شاهہ جي بستيءَ" جا ويٺل هئا، اُٻاوڙي ۾ صوبيدار سڏاين تہ چوري ڏيو. چيائون تہ اسان وٽ ناهي. انهيءَ تي صوبيدار چيو تہ ننڍ ڪري اٿان تہ اوهان جون ڏاڙهيون ٿو ڪوڙيان. هنن کي جو ويڻ لڳو، سي ويا ۽ وڃي زالون ٻار جهنور ڪري، اچي پوليس کي ماري پورا ڪيائون. پوءِ پلٽڻ آئي، اُن ۾ مڙئي مڙس مارجي ويا. ڪنهن شاعر انهيءَ واقعي تي چيو تہ:

خوب ڪڙچڙ ڪوسن ڪئي هئي فلنگي ساڻ لڙائي،
انگريز آون نال حڪم دي جٽ ڪٽ واڳان چائي.

جکراٽي کي جوان هئا، نانءُ نہ چاٽان تن،
سهسين ”سڀي جزارغان“ کو ٻولي ٻاروچن،
ماري پاڪ شهيد کيا، حوض ڪوثر تي هَن،
سيج پاتاريون پلنگ وهاٽا، جنّت جاءِ جُڙين.



# سيد محمد شاهه سنائي جي شهادت*

[هن واقعي تي شاعر سليمان ملاح جا چيل بيت صفحي 76 ۽ 77 تي ڏنا ويا آهن. ٻيءَ روايت ۾ ساڳئي شاعر جا وڌيڪ بيت مليا آهن، جي هتي ڏجن ٿا. هنن بيتن ۾ شاعر اهو ذڪر ڪيو آهي تہ ستابي شاهہ پنهنجن ماڻهن کي سڏائي، محمد شاهہ کي مارڻ جو حڪم ڏنو. پر هنن انڪار ڪري چيو تہ: اوهين ٻئي پاڻ ۾ مائٽ آهيو، تنهن ڪان سواءِ هو بہ سيّد آهي، اسين ان کي مارڻ جو گناهہ سر تي ڪونہ کڻنداسين. ان بعد ٻيا چار جٽا جبل ڪان گهرائين، جن وجي محمد شاهہ کي شهيد ڪيو.]

چا ڪريون تنهنجي هيري جواهر کي، ڪوءِ پوي تنهنجي ڪٽ،
اهيئَ جاني جگر آهيو پاڻ ۾، مير ٻئي مِٽ،
ٻيو جيڪو چُئہ‍ين سوماري اچون، سيّد ڏيئي سٽ،
سياڻو ويندو ڪينڪي، ڪنهن چرئي جي چٽ،
ڪافر تي قيام وجائي، هلي ويهي نِي هٽ،
حسن مير حسين جا، اڳئي آهن فراقن کي ڦٽ،
توڙين اٿيو لٺيون منجهان لٺ، تہ بہ اٿئون آسرو عليءَ ۾.

آهي آسرو عليءَ ۾، اچو نر کي نمائي،
منهنجو هي سِر آهنجو ضامن آهي،
آهين پاڻ چور چالاڪ آهيو، چا اوهان کي ستابو شاهہ سمجهائي.
ٻاون ٻولائي، وجي چوڙيو دس دونالين جا.

چوڙيون دس دونالين جا، تہ ڪامل وجايون قيام،

* واقعي جي تفصيل لاءِ ڏسو ص 99.

اهلبيت سنديءَ ذات جا، آهيون گولا ۽ غلام،
ڪونہ ويندو ڪو اوڏانهن، هئي اسان مان هام،
ٻيو جيڪو چئين مدعي سوماري چون، توٽي سگهٽا اچن سلام،
مير محمّد ڄام، هيئن فائق ڪين فرمايو.

فائق مون کي فرمايو، مون تي ورتو اوهان جو امتحان،
جيڪي مون سان ڪيو اتس پر ۾، ڪهڙو ڪريان بات بيان،
شهيد ڪري ايندس شير کي، ڪُل سڄي ڪوهستان،
ڪنڌيءَ ۾ ڪُوڪ پوندي، هو ٿيندا حيران،
جايون تنهن جُنگ جون، ڪري بنگلا ايندس بيران،
هونئن ٿا چئو توتان ڪامل آهيون قربان، پر اڄ
مون سيني کي سهي ڪيو.
تو سيني کي سهي ڪيو، جڏهن پاڻ چڏي اتئون همت،
چور چالاڪ آهيون، پر اهڙي ڪنهن جي ڪين ٻڌيسون
مصلحت،
مير پنهنجي ملڪ ۾، آهي اعليٰ مانُ عظمت،
جيئن ڪري ڏڌڪار دور درياءَ، تهڙي آ دانهہ جي دهشت،
هڪڙو آ صورت جو سهڻو، ٻيو آ قادر ڏنيس قوت،
سو مير ”ملاح“ چئي تو، سيّد سونهي سٽ،
غم چڏي غيرت، ڪِلي ويهہ ڪٽ تي.

ڪيئن ڪِلي ويهان ڪٽ تي، مونکي اچي نہ آرام،
ڪاڄ ڪائيندس ڪينڪي، طلبي ڪو طعام،
ڏيئي باهہ بندوق کي، وڃي ڪندوسانس سُتي لوڪ سلام،
جان آءٌ ڏسندس مقام، يا ڏيکاريندس ميرمحمّد شاهہ کي.

گهوريو مير مقام، ڪا رک نر نظر،

اَئين چئي هليا، سي دائهه هئا دلبر،
پير دستگير! متان اِهي ڪرين ڪم قهر،
ڪي وينا منجهه مڪان، سي ناقص هئا ناهر،
اڄ ڪي سنجهه سياڻ، پوندئي خان خبر،
گهٽا ڏينهن ڪيون آهن ڪورٽون ڪنديءَ ۾،
انهيءَ سيّد ستر،
وجون بہ ڪي وهلور تا، ڪل وٿونس ڪسر،
سي وينا هاڦون هٽن، ڪَٽِيل وڏا ڪنر،
”ملاح، چئي منڪر، هئا جماعتي يزيد جا.

آيا جماعتي يزيد جا، پسڻ پيو پاون،
ويري اٿم وڙهيا، اتن ڳاڙها ڪهاڙين ڳن،
ڪوڙ آيو آهي منهنجي ڪُوڌ تي، نڪري منجهان ’سن‘،
پوءِ دؤڙي دوڙي دستگير جي، وجي ورتي اٿم داون،
چئي متان مرين منهنجا من، امر الاهي آئيو.

امر الاهي آئيو، تنهن جي ڪري ڪاڻ اُپٽار،
ڪيڏو گمراهه ڪيو آهي، مونکي خواب خمار،
آيا جماعتي يزيد جا، وينا ڪن پاون وٺ پچار،
ڪٽي ڪهاڙيون ۽ ڪاتيون، ڪيائون هٿ هتيار،
پوءِ هٽي نيوالا هليا، سنبري تيا سوار،
سي ماڻهو هئا، ڪي ڪافر هئا، ڪي يهودين جا يار،
هڪلي آيا اُتي، جتي وَسُهن هُئي وينجهار،
بنگلو تنهن باريءَ جو، ڪيڏ گهٽي خنڪار،
محمّدشاهه مير جا هئا ڏيهن منجهه ڏهڪار،
رمضان مهينو روزن جو، هئي ملڪ سڀي سنسار،
روزي ۽ نماز جي هئي طالبن کي تار،

أُپيءَ ويل اَسر جي، تي پاون ڪئي پاسار،
ماري تنهن ملوڪ لاءِ، اچي وينا چاري تي چوڌار،
ڪڙڪا تيا ڪهاڙين جا، پيس نہ خبرچار،
ڪي سوڳها ڪيائين ”سليمان“ چئي، اُرھ جي آڌار،
وڌائين هٿ وانگوڙن ۾، وِنگا جهلي وار،
پوين پڇاڙي ڪري، ڪيو ڌڙ سسيءَ کان ڌار،
تنهن مرد بہ ناھ ميار، جنهن ترار ڪئي هئي تسبيح.

ترار ڪيائين تسبيح، تيو رانجهن راماڻو،
باقي سندي بنگلي مان، جنهن مير پنيان ماڻو،
ريلو ڏنائين رت جو، اُتي ڪامل ڪوماڻو،
صحيح سجاتائين سيّد ڪي، روئي هليو راڻو،
سڏ پنڌ تي سٿون ڏنائين، پرڻي وقت وهاڻو،
منهن ملي محبوب جي، اچي تو ڳالھ ڪري ڳاڻو،
ڪيو حاڪم هالاڻو، محمّد شاھ شير شهيد تيو.

۽ فرياد فرياد تيو، محلي اندر ماتام،
توبهہ زاري تي، ڪاري اتي قيام،
شهزادي شير جي، بيني جر وهايا جام،
ڏسيو صغير ڪي ”سليمان“ چئي، بينا ڪن هشام،
سيّد چڙي آ سام، آھر بہ الله جي.

ڪنڌي آزيون الک ڪي، تي پڙ ڪديائون پار،
محلن ۾ ماتام تيو، اوهير آئي اُچنگار،
ڪنڌيءَ ۾ ڪوڪ پيئي، مڙيا ماڻهن سَوَ هزار،
ڪئين صاحبلوڪ آيا، مُلڪ انهي مختيار،
پاڳا جهليو پٽين، ماڻهو مال ميهار،
جهونگاريندا اچن جهنگن مان، ڳالهيون ڪندا ڳنوار،

جن اسان جو شير شهيد ڪيو، تن ڪي موليٰ وجهندو مار،
سڏ ڪندا اڇن "سليمان" چئي، روئندا ويا ريڍار،
تو ريءَ مير محمّد شاهه، ڪونہ اسان جي سيّد لهندو سار،
پُهُون چڙيو پٽ تي، اڇن ٻاڪاريندا ٻڪرار،
ساريندا سونءَ سُکن کي سڀجي سڀ چمار،
رڻ ونيو روئندا اڇن، اُٺ چڙيو اونار،
اڄ لڏيو وڃين لوڪ مان، منهنجا ساٿيهه جا بہ سينگار،
سينگاري سردار ڪٽي خان رکيائون ڪٽ تي.

مُهڙ ڪٽ مقام ڏي، ڪٽي هليس خان،
ڪارا ڪري ڪپڙا، آيا مڙيئي مسلمان،
قدم قدم سان پڙهي ڏنائونس ڪلمي ساڻ قرآن،
هٿ ڪٽيو هڪلون ڪن، سمهايو سلطان،
سي اڄا ساريندا "سليمان" چئي، جي هئا ممبر سندا مزمان،
اڄ لڏيو جانب منجهان جهان، تو 'سن' سڀجي ٻانيان.

'سن' نہ سڀجي ٻانءَ، ٻانءَ سڀجي ڪانهاري،
ڪاهيو ماڻهو مال ايندا هئا، چوڪڙيون چري،
ڏراڙن جي ڏاڪي ڪان ويندا هئا پنيوال ٿري،
جي گوڙيون ڪندا هئا گونرن ۾، تن جي تي اڄ حجت ڏري،
اڳي وڃي ٻيلي ٻاهه ٻري، اڃا مرد نہ رسيو مقام ۾.

مرد رسيو مقام ۾، جنگ جڙي جاءِ،
لاشو لاٿائون لاڪيٽي جو، هئي هئي ڪري هاءِ،
ڏنائون سوجهرو سيّد جو، جتي انڌ هئي اونداهه،
مقبرو ناهيائون محبوب جو، ڪيائون ياد خداءِ،
تن ٻُنيان ٻرندي ٻاهه، جن شير شهيد ڪيو.

ڪانڌي موٽيا پوئتي، جن جو نہ ڪيائون شرو شمار،

ڪي ويا اُڪري، ڪي رهيا، ڪن وجي وٺج ڪيو واپار،
چوٿين چاڙهي اُماٺيائون ڪو گهوڙيسوار،
ٻارهين ڀڄڳڻ آيو، دعوت ڏيئي دلدار،
سڀڏاسي آنڊائون سيوهڻ مان، جن جو هوء پوي هڪار،
ٻڌون، پهرو پاڏا، جيئن هلي چوڙي ڏڻ ڏنار،
هليو عرس ڪامل جو، پيو سائن ۾ سڪار،
مٽين مال لهي پيا، تن تي ڪو وينو قابلڪار،
هلي ماني محبوب جي، ڏسي ديڳين جو ديدار،
تنهن جو ڪايو وجن ختمو، جنهن جو هئو ڏيهن ۾ ڏهڪار،
صدا ڪري "سليمان"، غافل گنهگار،
ڏئين پرور پاند پناهه جو، تون آهين جليل جبار،
جن جو ڪلمي تي اعتبار، سي هوندا پسندا مصطفيٰ.
لا اِلٰه اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

ශ්‍රී ශ්‍රී

# الکي ۽ صديق جو واڳونءَ سان مقابلو*

(چيل نالي چڳو پالاري**)

[الکو شورو وينل لوياچ ديهه ۽ صديق جاکرو وينل آچڻ ديهه، ڪوهستان جا ٻه مشهور ڏاڙيل ۽ پاڻ ۾ گهاٽا دوست هئا. الکي شوري جي، پنهنجي زال ساران سان ڏاڍي دل هوندي هئي. اها ٻه دلير عورت هئي. هميشه ساٽن گڏجي چورين تي ويندي هئي. سنه 1920ع جو واقعو آهي ته هڪ دفعي ٽيئي ڄڻا گهوڙاٻاري تعلقي جي ڪنهن ڳوٺ مان مال ڪاهي، سيٽاهون سنپالي اچي ’گليل جي تڙ تي پهتا. اوٽنيهين رات جي اونداهي ۽ زوردار برسات، درياءَ کي هيڪاري وڏيڪ خوفناڪ بنائي ڇڏيو هو. ڪنهن جي مجال جو درياءَ ۾ پير پائي! پر هي پهلوان نه ڊنا ۽ مينهن جي پڇن کي جهلي، درياءَ ۾ گهڙي پيا. وچ سير ۾ پهتا ته الکي کي اچي واڳونءَ ٽنگ ۾ وات وڌو. اها ڳالهه الکي پنهنجي دوست کي نه ٻڌائي بلڪ اکيلي سر واڳونءَ سان مقابلو ڪندو رهيو، پر جڏهن واڳونءَ وراکو ڏيئي ڪيس پيچ سان زوردار ڌڪ هڻي ڪڍيو، تڏهن دوست کي هڪل ڪيائين ته: ادا! اجل اچي چنبو هنيو آهي. تنهن تي صديق ترت اچي ٻهتس ۽ يڪي سر ڪيس واڳونءَ

---

* هيءَ روايت لاڙ (تعلقي ٺٽي) مان احسن جوکيي کان ملي.

** سگهڙ ”نالي چڳو“ ڪوهستان جي مشهور سگهڙن مان هڪ آهي. ذات پالاري (عليائي) ٽپي علو ڪوهر، مڪان ٽڪ، محال ڪوهستان ضلعي دادوءَ جو وينل آهي. هن وقت سندس عمر اٽڪل 70 سال کن ٿيندي. اجا تائين شادي ڪيل ڪانه اٿس. نهايت خوش طبع ۽ يوڳائي آهي. پاڻ بلڪل اٽپڙهيل آهي پنهنجي جوانيءَ جي عمر کان وٺي ڪلام چوڻ شروع ڪيائين.

جي وات مان ڇڏائي ڪنڌيءَ تي آندائين الڪي جي زندگيءَ جا ان وقت ذري گهٽ پويان پساهه هئا. صديق پوءِ الڪي کي ڪنڌيءَ تي سمهاري پاڻ پاسي ۾ ڪوسن جي ڳوٺ ڏي مدد لاءِ روانو ٿيو. پوءِ اتان ڪي ماڻهو ونيءِ، الڪي کي ڪٽائي اچي گهوڙاباري جي اسپتال ۾ داخل ڪرايائين. اتي الڪي جي مائٽن کي خبر پيئي ۽ اهي به اچي اسپتال ۾ پهتا، پر هنن جي پهچڻ کان اڳ ئي الڪو گذاري ويو. ڪيس اتي ئي قريشين جي پاڙي ۾ دفن ڪيو ويو. الڪي جي وفات بعد، ساران ڪجهه ڏينهن 'گليل جي تڙ' تي ويني روئندي هئي. آخر صديق ڪيس آڻي ڏيئي ڳوٺ ونيءَ آيو. هن وقت ساران ڳوٺ ابڙال تعلقي ميرپوربٺوري ضلعي ٺٽي ۾ رهندي آهي ۽ مردانا ڪارا ڪپڙا ڍڪيندي آهي. مڙس جي فراق ۾ لولي، مورو ۽ جمالو چيا اٿس. سگهڙ "نالي چگّي" پالاري انهيءَ واقعي تي ڪلام چيو آهي، جنهن ۾ دوستن جي وفاداري ۽ واڳوءَ سان ويڙهه جي تعريف ڪئي اٿس.]

ساراهيان سچو ڌڻي، جو سائين رب سچو،
رضائون تنهن ربّ جون، جن ڪلمون پاڪ پڙهيو،
پهريون انصاف پهلوان جو، مومن سڀ مڃو،
گهڙي هليا 'گليل' کان، لڪئـي لوڙهه هٽيو،
سوداگر تنهن ساهه جو، تي 'الڪي' ڏانهن آيو،
جو داڻو تنهن جوان جو، هو پاڻيءَ منجهه پيو،
واڳوءَ ويساهي، تنهن گهائي گهوٽ نيو،
عمر الڪي جو جڏهين، اچي پورن پهر ٿيو،
وهاڻي "نالي چگّو" چئي، پورن پهر ٿيو،
واڳوءَ وڪوڙي وير کي، وسيلو سڀ نيو.

واڳوءَ ڪَر ڪيو، تڏهن الڪي سڏيو 'صديق' کي.

الڪي سڏيو صديق کي: منهنجو ويريءَ باز پڳو،
جس هجي تنهن 'جاڪري' کي، جو هاتي ڪين هٽيو،
سورهيہ سِر سٽي، وجي واڳوءَ جو وڍيو،
تنهان وِير رت ۾ پاٽي، تي پاڻ ۾ گڏيو،
ساٽي تيو صديق سان، سائين ربّ سچو،
پير دستگير حضرت حامي تيو،
ويا سي ايمان سان، جن ڪلمون پاڪ پڙهيو،
ڪَر واڳوءَ ڪيو، تڏهن شير آيا شهادت ڏانهن.

شير آيا شهادت ڏانهن، ڪري يار اُلير،
سيٽاهون ڪٽي سامهون تيا، دانا دوست دلير،
خانن ڪهنبا ڪپڙا، چائيا منجهہ چڳير،
هاتيءَ صديق هڪل ڪئي، مانجهيءَ مرد متير:
اتم سر صدقو يار تان، ونان ويريءَ ڪان وير،
هڪڙا دور درياءَ جا، بي ڪاري رات ڪنڌير،
پوءِ ڏڪ هنيو دلير، سو پڙڏو وجي پيو پهرن ۾.

پڙڏو پهرن سو، وجي ڪوسن منجهہ پيو،
تہ يار، سر يار متان آهي قربان ڪيو،
سُڪيءَ سيڪو وڙهي، هي پتنگ پاٽيءَ وڙهيو،
نر نديءَ وچ ۾، سو تيو شير سچو،
سورهيہ سيڪو سڏائي: پر اهڙو انصاف ڪنهن نہ ڪيو:
مولو معاف ڪندو، پچاٽو تنهن صديق تان.

سورهيہ پٽ صديق، سو مَر تي ماءُ جٽيو،
سورهيہ سرير سِير ۾، سو تي لهرن لوڏيو،

ڪُن گهٽا، ڪاري رات، پر مانجهي ڪين مُڙيو،
سنگتي صديق جو تي ويريءَ وڪوڙيو،
سو يار تنهن يار مٿان تي گهوٽ گهڙيو،
مولانو تنهن مرد جو، تي چولي ۾ چڙهيو،
جانڪي جهونجهار جيءَ سان، زور ساڻ وڙهيو،
ڪڍي واڳوءَ جي وات مان، وڃي خان ڪٽيو،
الڪي پنهنجي ايمان سان، تي ڪلمون پاڪ پڙهيو،
صديق پنهنجي يار لاءِ، تي رويو راهه رڙيو،
پوءِ سورهيه سوپارو، اُڪري ويو ايمان سان.

اُڪري ويو ايمان سان، تنهن کي ڏني سوڀ ستار،
سچا سچن سامهون هئا، دليان دوستدار،
هاڪ هُلي وئي مردن جي، چوڏس ۾ چوڌار،
’الڪو‘ ۽ ’صديق‘ هئا جوان جوڙيدار،
جڏهن جوراٽي جدا ڪيو، تڏهن ڇجي تيا ڌار،
پوءِ پهتي وڃي پڪار، سا مديني جي مير کي.

مديني جي مير کي، وڃي پيغام پيئي،
يار چيو يار کي: هاڻ ڏي صلاح ڪائي،
ڪيئن ڇڏيان توکي، اي منهنجا دوست ئي!
ڪيئن ڏيان خبر تنهنجي، مان ڪوسن کي هلي؟
تڏهن ’الڪي‘ چيو، تہ ساهه سرير ۾ تہ ايمان اهوئي،
تڏهن وڃي ڪوسن کي، هن لڳيءَ هاڪ هنئي،
پڇيائون تنهن خان کان، حقيقت اهائي:
تہ جوان منهنجو جوڙيدار هو ’الڪو‘ اڳيئي،
ڪونڌر گهوٽ ڪُسي پيو، سوجهو راٽي جهو ريوئي،
جبل جدا تيو، اڄ ڏونگر ڏريوئي،

اجل آيو اوچتو، تڏهن واڳون تيو ڏوهي،
يار منهنجو هيڪلو، وينو درياءَ تي سوئي،
هاڻي هٿ ڪٽوئي،پوءِ ڳالهيون تينديون انصاف جون.

آيا ڄاڃي 'الڪي' جا، ڪوسا مڙيئي،
ڪنيئون گهوٽ گهر ڏانهن، مڪئون نياپا مڙيئي،
'الڪي' چيو مائٽن کي، ڪا خبر ڏجوئي،
ته جنگ 'الڪوئي' جي جيءَ سان، ڏاڍو ڏک لڳوئي،
ساڄن سات گهڙيءَ جو، آهي مهمان هاڻي هِي،
آيو سوداگر ساهه جو، تڏهن وَٽ هيءَ ويئي،
اوهين سڱهو موٽوئي ڏسو تنهن دوست کي.

منهن ڏسڻ معشوق جو عزيز ڪونه آيو،
سورهيه سوياري تنهن تي لاش ڪٽايو،
خان ڪٽائڻ جو هو، سورهيه ڪيو سعيو،
ته هوت صديق هٿن سين، سو لالڻ لڏايو،
جڏهن جو راڻي جدا ڪيو، تڏهن يارن موڪلايو،
اُهو ويريءَ مارايو، جنهن وڏو وڇوڙو وڇ ۾.

وڏو وڇورو وچ ۾ واڳونءَ ڪئي قضا،
سُڌ نه ساريائين سور جي، ڏاڍو تيس ايذاءُ،
سي مرد مجي هليا، جيڪا رب رضا،
هتان لڏيندو لوڪ سڀ، رهندو هڪ الله،
يار يارن کي به سي سر سارينداء
رنگ رهاڻيون جوڳيءَ جون، جوڳون ياد ڪنداء
'الڪي' جا اسپتال ۾، پويان پساهه رهيا،
هاڻ پورا تيا پساهه 'الڪي' جا اسپتال ۾.

'الڪو' مرد اسپتال ۾ ويو خان مري،

ڪريا قلعا ڏک جا، پيا ڏونگر چڙ ڏري،
ساهہ ويو سنگت چني، سو آيو ڪين وري،
ساراهہ تنهن سورهيہ جي، ڪندو”پالاري“ڪيئن پڙهي،
پيوس ڪلمون قرب مان، منجهان قلب رڙهي،
پوءِ چير سنڌ ساري، تي مجي تن مردن ڪي.

مجي تن مردن ڪي، سي مانجهي مرد جوان،
ڪئين مرد مري ويا، ڪهڙا بچيا خان!
ڏاڍي سان ڏاڍائي، ڪنهن جي هلي ڪانہ،
بهشت دوزخ دنيا لاءِ، جوڙيا ربّ رحمان،
جوڙيائين جنتون، حورون منجهہ بُستان،
شاعر ساريندو ڪيترا، بيتن جا بيان،
منا چارئي چاڳلا، چارئي پاڪ جوان،
منو نالو مُحَمّد جو، جو عالم جو اڳوان،
صدقي پنهل ان، سي أڪاريندو اڳ ۾.
أڪاريندو ڪلمي سان، عالم جو اڳوان،
ساراهيان سچو ڏٺي، سونهن پريو سبحان،
’صديق‘ سوياري تي ڪيو الله احسان،
مانجهي مُڙيو ڪونہ ڪو، الله ڏنس ايمان،
سينگاري راٺو سيج تي، ڪٽي هليا خان،
ڪٽي هليا ڪٺ تي، پڙهي ڪلمو قرآن،
تيو مومل جو مزمان، رهيو پاڙي قريشيءَ جي.

رهيو پاڙي پير جي، لنگهي سورهيہ سِير،
محي الدين معافي ڏيندو، صدقي پيران پير،
خان أڪاريندو خير سان، ڪي داناءَ دستگير،
ڪانڌي ڪامل ڪيترا، ڪي داناءَ يار دلير،

پڙهي ڪلمون صدق مان، سونهان ٿيا سڌير،
ڏيئي ڪلف قابو ڪري، وري آيا وير،
ستو راڻو سيج تي، ٿيو مومل جو مهمير،
پڇاڻو مَلڪ پڇندا، سي منڪر ۽ نڪير،
بت گڏيو پَنجُوءَ سان، مڙين سندا مير،
روح پرتو ربّ ڪي، ڦيريدار فقير،
آهيم سِڪ سيّد جي، تن من ۾ اُڪير،
جايون جوڙيائين جنّت ۾، پلي بهشت هِير،
پوءِ پڇاڻو پير، معافي ڪندو مردن تان.

سوياري 'صديق' جي، آهي خدا تي توڪل،
مانجهيءَ مرد مٿير جي، سُڄي هرهنڌ هڪل،
سلامي تنهن سورهيہ جا، آيا بوليءَ بَدل،
سنيري هليا سير ۾، هٿي نعرا ۽ نفيل،
درياءُ وچ 'الڪي' تي دهشتي ڪيا عمل،
مرد گهرايو مومل، سو ويو لڌي لَبّيڪ چئي.

꧁꧂

# 1929ع واري برسات*

(چيل پانڌي آريسر♣)

[سال 1929ع واري برسات سڄيءَ سنڌ تي خوب وسڪارا ڪيا. ڪراچي، حب، هاڙهي، ننگر ۽ ملير ۾ ٻوڙان ٻوڙ ڪرڻ کان پوءِ حيدرآباد، هالن ۽ مٽيارين تي وسڪارو ٿيو، جنهنڪري گهلو واهه ۾ گهارو پئجي ويو. ان کان پوءِ ڪوهستان، ٻڪيرن، ناري ۽ پٽوري تي ڏاڍو مينهن وٺو. پٽوري جي ميلي ۾ ٻوڏ جهڙيون حالتون پيدا ٿي پيون، جنهنڪري وا ري ڏاڍا اچي پريشان ٿيا. حلواين جا جليبين، توشن، پڪوڙن ۽ پڪوانن جا ٿالهه پاڻيءَ ۾ لُڙهي ويا. ناروءَ نالي هڪ دڪاندار جا نان ۽ پيسومل جا انب ٻڏي ويا. پاروءَ ويچاري جي هڪ ريوڙي به ڪانه بچي. هن مصيبت کي ٽارڻ لاءِ هندن سيتارام، هنومان ۽ پيرپٽوري کي پڪارڻ شروع ڪيو. مينگهواڙن جي پڻ حالت خراب هئي. ويچارا گپن ۾ گچي پيا جنهنڪري ماٿهو مٿن کِلڻ لڳا. بازار سڄي ٺپ ٿي وئي. پنجابي، پناڻ، چوڙيگر، موچي، ڪنير ۽ دڪاندار ڀڄي ويا. ڪيترن وڏيرن پنهنجي جان بچائڻ لاءِ ٻين هندن تي وڃي پناهه ورتي. برسات جي انهي واقعي کي سگهڙ پانڌي آريسر پنهنجي ڪلام ۾ بيان ڪيو آهي، جو هيٺ ڏجي ٿو.]

ساراهه ڪر صاحب جي، تون محبت رکي من،
ٻڌ سندرو سک جو، پرت رکي پنجتن،

---

* هيءَ روايت وچولي (تعلقي ٽنڊي الهيار) مان ولي محمد طاهرزادي کان ملي.
♣ سوانح عمريءَ لاءِ ڏسو حاشيه ص 222

من وجي ڦوڙائو فڪر، ڪٽي آگو ڪري امن،
من وجي ڏڪار ڏيهن، پلي ڏارون ڪي ٻه ڍرن،
مينهن وسائي ملڪن تي، پلي چڱو چئني ڏِسين،
مڪي مديني ملڪ تان، مِينهن ماندا‌ٺا ڪن،
وٺيو موڪل مُلڪ تي تا ڪڪر ڪاهون ڪن،
عرب، عجم، ايران تي، وجو اوريڪون وسن،
پنجاب ۾ ”پانڌي“ چئي، اوپڙ تا ايرن،
مير ملتاني تن، گوندر لاهيندو اگوندرا.

اِذن وني اتيا، ڪڪر ڪري ڪار،
اوهيرا اتي هليا، ڪري ڪراچيءَ ڌانهن قطار،
حب هاڙهو هوتن جو، وسي ننگر ٿيو نروار،
ملير مُلڪ ماڪي ٿيو، جبلن ڪيا جنسار،
ٺيون سَوَ پڳيون، نديون ٿي ڪيئون مانجهوءَ ڏي مهاڙ،
هلي حيدرآباد تي، گلن ڪئي گلزار،
لاڙڪاڻو وُنو، لکپت وُني، ڪيئين لاڙ مٿان للڪار،
سنڌ سڳوري وَليَن واري، ڪيئين هالن تان هُلڪار،
وِسون وسائي مٽيارن جون، لٿا ڏوٿين تان ڌهڪار،
گهارو وجهي گهلوءَ ڪي، ٺئي سَريءَ جو سينگار،
دوست پرين دلدار، سدا وسن سنڌ ۾.

سهائي رات سومار جي، گوڙن ڪيا گهمسان،
مهر منجهارا ملڪ تي، داور جا ٿيا دان،
ڪِون ڪِوٽيون ڪيل ڪو، آيا ڪڪر مٿان ڪُستان،
بادل چڙهيا شهر بڪيرن تي، ٿيو راضي ربّ رحمان،
پوک پچائي پرڳڻا، سو ڪيساني جو خان،
سري، سوپاري، سون واهه، ڌنئين ماريجي ڪي ماڻ.

سنڌ سڳوري صاحب ڪئي، وريو ناري تي نيشان،
پُر ڪيائين پٽوري ڪي، تڏهن هندو ٿيا حيران،
حلواين ۾ هُل هليو ٿي، ويا سي سِيرِي جا سامان،
مالپڙا منايون، ٿيا جليبين جا زيان،
توشا تري هليا، ٻيا پڪوڙا پڪوان،
بادامن جا بار ٻُڏا، ڪشمش رهين ڪان،
پيسومل جا انب ٻڏا، ٻيا ناروءَ جا سي نان،
رهين ڪان ريوڙي، ٻڏا پاروءَ جا سي پان،
پوڪاريئون ٿي ”پانڌي“ چئي، هڪل هٽي هَڙُ ومان[1]،
’سيتارام سيتارام هري هر هري هر‘، ڪن متي ٿان،
هٽ ٻڌي ويا هندن جا، پوءِ سنياريئون پڳوان،
مهاڙ ڪريو ماڙيءَ ڏي، چون اڄ پٽورا پهلوان!
مينگهواڙ سي منجهي ويا، رهي عزت انڌن جي ڪان،
گپ گاري ۾ غار ٿي، منجهي مئا مستان،
چوڙيگرن ۾ ڇهڇٽو ٿيو، ويا درزين جا ٻه دڪان،
سوچي، موچي، ڪمانگر، ٻجي ويا نپٽ پان،
ڪيئي ڪروڙين ڪوڙ ڪُٽيا، ٻيا پنجابي پٺاڻ،
نئن وهي تي ناتڪن تان، ڀڳا هاٿي پيلوان،
مردار مَڇليون مينهن منجهايون، تن مُنين وڃايو مان،
ٽڙ ٽڙ پئي ٽِڪرن ۾، ڀڳيون ڪُنيون ڪُنا قربان،
ڏَس ٻجي پيا دانگين جا، ڪري گهڙا ويا گذران،
ٽڪر ٽنگڙا ٽوپين جا، ڀڳا در متي دربان،
ڪل ڪنيارن قرب گهٽي سان، ويا ڪندا ذڪر زبان،
حقا هزارين برسات ڀڳا، پر صاحب رکين شان،

[1] هنومان.

ميڙو ڇڏي مڙسن وجي، ڪيو آهتين سان ارمان،
ڪانچون پرجي ڪلر ويون، تن جهونجهاري جوان،
ويس وڳا وڏيرن جا، پڄي ٿيا بيريان،
انهيءَ پر ”پانڌي“ چئي، ڪجن ڪهڙا باب بيان!
لکڻ طاقت ناهي ڪا، ڇا ڪندي لفظ لسان،
مينهن مهاڙ مُهراٽي ڏي ڪئي. انهيءَ پار پَرياڻ،
ڪاهُڙ مٿي ڪيل ڪري، ڪيون چارڻن پاس چوغان،
پوءِ سنجهه صبح سبحان، تون سارهه ڪر سجان جي.

ଔଔ

# هيبت شر جو جهلجڻ*

(چيل جانڻ مهر*)

[ٿيهه سال کن اڳ هيبت شر، پاڙو اٽلاٽي، تَرَلِيءَ تعلقي اُباوڙي جو ويٺل هو. هيبت شر کي ڪنهن مهٽو ڏنو جنهن تي پاجائيءَ ۽ پاٽئيي کي مارپائين، پوءِ پڳو ۽ گهوڙيءَ تي چڙهيو پئي گهميو. مُڏي ترار ۽ کهاڙو ساڻ هئس، ڪنهن کي ويجهو اچڻ نٿي ڏنائين، ٿي ڏينهن پئي جهنگ منهن ڪري گهميو. مڙس کي داٽو نکو پاٽي، پوليس کي همت نہ ٿي جو سامهون ٿئيس. پوءِ هڪ جاءِ تي وڃي لٿو. مڙس هو ٿڪل، سو وجهہ وٺي سبزل چانديي بہ اچي جهليس ۽ پوليس جي حوالي ڪيائين. انهيءَ واقعي تي شاعر جانڻ مهر، هيبت شر جي همت ۽ تعريف ۾ کي بيت چيا، جي هيٺ ڏجن ٿا.]

ساراهيان سبحان کي، ڏيهہ ڏٽي ڏاتر،
مير محمّد مصطفيٰ، ساڪي آ سرور،
لِکيي توُن لک لاهي ڪونہ، قلم کو ڪاريگر،
حاڪم فلنگي بالا بادشاهہ، هئو ظلمي زوراور،
ڪونہ مَچي تو ڪاٿهين، ڪونہ ساهي تو ڪر،
پر هو ننگي پرور ننگ هو، لڳس ننگ سندي نستر،
مهٽي تي تِي مٺريو، پيو ڪونٽر کي ڪَٽَر.

پوءِ ڪپي کهاڙين سان، ڪيائين ڏڙ سسيءَ کان ڌار،
رپورٽ ريتيءَ ۾ پڳي، ڏاهن وڏي ڏار،

---

* هيءَ روايت سگهڙ صابر شر، ويٺل ريتي (تعلقي اباوڙي) کان ملي.
* جانڻ مهر تعلقي اباوڙي جو ويٺل هو.

چڱا مهاندا گڏ ٿيا، آيا زميندار،
ٻر ڪڙو 'ٻرليءَ' ۾، ٻڌيو هيبت خان هٿيار.

هڪل هستيءَ سان ڏئي، پوءِ ڪافرن تي ڪڙڪاءُ،
اِنسپيٽر اِشڪنجي تي، ڏني بندوق کي باھ[1]،
گولي گُسي وئڙس، چُڪي وئڙس داءُ،
شل نہ هيبت خان کي، ڪوسي لڳي واءُ،
پير تہ شَر جي پٽ تي، آهن 'هيبت' جا همراھ،
اهڙا سورهيہ سدا هجن، مقرر جڻي ماءُ.

مقدر جي مهل تي، تي جاڻڻ رات لڪي،
هرڪو پوڳي پاڳ جي، ڪرمن جي چڻي،
'سبزل' تنهن چانڊئي کي، لعنت جُٺ لڪي.

سامهون نہ ٽئين ها شر جي، وڃين ها لغور لڪي،
هٿڙءِ ننگ ڳهڳهي جو، ٽئين ها سورهيہ جو سنگتي،
هجي ها هيبت وٽ ترار تکي، تہ پڇي ها پَئٽڻ ڪؤن[2].

ᗢᗣᗢᗣ

[1] انسپڪٽر. (2) پلٽڻ.

# سکر براج وهڻ وقت ملڪ جي حالت*

(چيل پانڌي آريسر*)

[سنه 1932ع ۾ سکر براج وهڻ ڪري پاڻي گهڻو ٿيو، جنهنڪري سرڪار هارين کي پوک لاءِ زمينون ڏيڻ لڳي. 'گور والي صاحب' ماڻهن کي 'فُل ريٽ' ۽ قسطن تي زمينون ڏنيون. انهيءَ بهاني سان ننڍن آفيسرن به خوب ناڻو ڪمايو. جيئن جيئن براج جو پاڻي، واهن ۽ نالين جي ذريعي ڏورانهن هنڌن تي پهچندو ويو؛ تيئن تيئن ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۽ مزاج ۾ ڦيرو ايندو ويو. ماڻهن جي ٻولي به بدلجندي ويئي. ووٽن ۽ ڦٽين جي ڪمائيءَ ڀاءُ کي ڀاءُ جو دشمن بنائي ڇڏيو. عزيز مائٽ هڪٻئي کان جدا ٿي ويا. عام جهيڙن جهڳڙن ۽ زميداري ظلمن ۾ اضافو ٿيڻ لڳو. هڪ طرف غريب هاري بکن ۾ پاهه ٿيڻ لڳا ته ٻئي طرف زميندار عيش عشرت ۾ هزارين روپيا خرچ ڪرڻ ۾ فخر پائڻ لڳا. مڙس ڏاڙهيون مُڇون ڪوڙائي ڇڏيون. ٻيڙي ۽ چرس جي عادت عام ٿيڻ لڳي. وڏيرا ۽ زميندار پنهنجي ڪمائي عيشن ۾ وڃائي مقروض ٿيڻ لڳا. ايستائين جو سرڪار طرفان سندن مال ۽ زمينون ضبط ٿيڻ لڳيون. انهيءَ اقتصادي بدامنيءَ سبب هاري ويچارا بکن وگهي مرڻ لڳا. انهن حالتن کي ڏسي پانڌي آريسر هڪ نظم چيو آهي جو هتي ڏجي ٿو]

صفت خدا جي ڪريو ڪريو، بار بيٺو آهي پريو پريو،
ڇا هتي توکي سريو سريو، رب ڏي تون وچ وريو وريو،

---

* هيءَ روايت وچولي (تعلقي ٽنڊي الهيار) مان ولي محمد طاهرزادي کان ملي.
* سوانح عمري لاءِ ڏسو حاشيه ص 198.

واهه وهيو پاڻي نئون نروار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
سنڌ سڏارا سنڌ تي، ڪمي ڪيائين بند تي بند تي،
عجب آبادي مند تي مند تي، چيٺ ڪئي آيو ڪنڌ تي ڪنڌ تي،
پوچ پٽن تي پوک تيار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
نئون پاڻي جڏهن آيو آيو، ’گور والـــي‘ ڏانءُ ڏايو ڏايو،
ناهه نڳيءَ جو ناهيو ناهيو، گوڙ غريبن اچي لايو لايو،
سڏيو زمينون ڏي سرڪار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
سٽي ماڻهو اهي ٻوليون ٻوليون،ٽڪا ٻڌي ڪري ٽوليون ٽوليون،
جهٽ پيري هليا جهوليون جهوليون،اڳيان ڪامورن ڪوليون ڪوليون،
گڏ ٿيا ڪئين لک هزار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
’ڦُل ريٽن‘ وارا ڦل ڦل ڪندا، پاڻهي پاڻان ڊل ڊل ڪندا،
قسطن لاءِ ٽل شل ڪندا، ڪٽت ڪاڙ چل ڦل ڪندا،
قابو ٿيا ڪي قرضدار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
وهيا واٽر ناليون ناليون، ماڻهن مٽايون چاليون چاليون،
ڪن ڳجهيون تا ڳالهيون ڳالهيون،وسري ويون سس ساليون ساليون،
ڪيسا خالي وچ بازار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
چون سٽو اوهين يارو يارو! ڪڏهن ونو واٽر تي وارو وارو،
هفتو گذريو سارو سارو، پاڻي ٻٽ تي پهرو پهرو،

ٻي سُڪي ويئي ٽيو لاچار،
هاري هر تي گڏي زميندار.

ماڻهو مٽيا ۽ مَٽي ٻولي ٻولي، ٿلهي ياراني لاءِ لولي لولي،
ريت رسم تن رولي رولي، ڇٽنگ ٻري منجهہ چولي چولي،
ڇني سياڪا ٽيا ڏارون ڏار،
هاري هر تي گڏي زميندار.

ڏسيو ووٽن جون ڦٽيون ڦٽيون، ڇني وينا سڀ مِٽيون مِٽيون،
ڏاڙهي مڇون ڪَٽيون ڪَٽيون، واڏٽيون تن ويهي وٽيون وٽيون،
وينا ڪوڙائي پنهنجا وار،
هاري هر تي گڏي زميندار.

ڪٽڪ تي جڏهن ڳاڙهي ڳاڙهي، پَٽڻ اُتيا تڏهن ڏاڙهي ڏاڙهي،
ليکي چوکي تي ڄاڙهي ڄاڙهي، قسمت اُسن ۾ ڪاڙهي ڪاڙهي،
تڪڙا سہيرڪيءَ تي تڪرار،
هاري هر تي گڏي زميندار.

ظلم زمينداري زورانَ زور، اُبتي اُتل سان توران تور،
چورت چغلي چورانَ چور، سِر تي پاٽي ٻوڙان ٻوڙ،
ڪَرت ڪهاڙا هٿ ڪمدار،
هاري هر تي گڏي زميندار.

يَٻَ وڏن وارا پيٽا پيٽا، ڏنبا ڏسو ڪر گهيٽا گهيٽا،
خلل گهٽا ڪن ڪيٽا ڪيٽا، يَٻَ ٻين ڪي پيٽا پيٽا،
رڳي گارين جي گفتار،
هاري هر تي گڏي زميندار.

ڪَهنڊ وجهن وري اَٽو اَٽو، ڏنگي ڪياڙي ڏاٽو ڏاٽو،
اُبتو ڦيريئون ڳاٽو ڳاٽو، پويان ڦٽل آهہ ٽاٽو ٽاٽو،

شينهن وينا ڪن گج گراڙ،
هاري هر تي گڏي زميندار.
جيڪو ڪڇي تو اَنّ ڪي اَنّ ڪي، مهڻ مروت ڪن ڪي ڪن ڪي،
مٿي مٿي ڪن من ڪي من ڪي، سِيٺ صفا آهي ڏن ڪي ڏن،
هٿ ته عزرائيل جو آزار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
دشمن ڦري ٿيا ڏاڙهي ڏاڙهي، ڪدڙن واري تاڙي تاڙي،
ڇيڙو ڇڳو هڪ ڇاڙي ڇاڙي، اَڏي واريءَ جي مَاڙي ماڙي،
سِينديون ڇپٽيون هٿ جا تار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
وات هٿ ڪَن ۾ ٻيڙي ٻيڙي، ٿن ڇئن پئسن جي ٽيڙي ٽيڙي،
پٽڪو نُوهي سان نيڙهي نيڙهي، قرضن پَٽ پڻ پيڙي پيڙي،
گانجو نشو پي ٿيا گنهگار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
ٿوڙي چني وينا سگڙا سگڙا، نلها هارين تي سڏڙا سڏڙا،
واڪا وريو ڪن وڏڙا وڏڙا، اوري هليو اچ: اَدڙا اَدڙا!
ڇيڙ نٿو ڏين تون ڪنهن ڪار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
پڪواز وڃي تي گهنگهرو ڇم ڇم، ٽيڙي اڪيون وينو ٽم ٽم،
وڏيرو وينو جهولي جهم جهم، ٻڏي پڳهر ۾ پيو شم شم،
نوٽن ڳاڙهن سندا سنڪار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
رقم وڃائيون شوقن شوقن، ڇَٽ تي آبادي گهوڪن گهوڪن،
موٽرون نلهيون پيون دوڪن دوڪن، ڪتا گهر ۾ پيا پونڪن پونڪن،

ڏل ڪُٺِي تان آيو تپيدار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
وجي وڏيرو ڪيڏانهن ڪيڏانهن، ڇڪتاڻ وارا هيڏانهن هيڏانهن،
پُٽو وتي تو تيلانهن تيلانهن، پيچ وڏيرا! هوڏانهن هوڏانهن،
مال ضبط وئي ڪاهي سرڪار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
هئي هارين سان زاري زاري، آيو وِہي لاءِ جي هاري هاري،
مُجيري اصلئون ڪاري ڪاري، ڇڏيو چا ٽوڪاري واري،
مڻ ٿنيون مڻ ڪٽڪ تيار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
خرچ اجايو ٽوٽا ٽوٽا، دل جا پليت کوٽا کوٽا،
نانءُ سڏائين موٽا موٽا، توري ٽئي ڦوٽارين ڦوٽا،
رڳي تڪبر جي تيز ترار،
هاري هر تي گڏي زميندار
ربّ سجانو هڪڙو هڪڙو، موت مٿي تي تڪڙو تڪڙو،
اک ۾ ڦري ويندو ڪڪڙو ڪڪڙو، سيڪو ٿيندو وسڪڙو وسڪڙو،
گور ۾ نيندو ڪري گرفتار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
اجل شتابي اچٹو اچٹو، هر هڪ هتان وڃٹو وڃٹو،
رنگ دنيا جو ڇڏٹو ڇڏٹو، موت مٿي تي مچٹو مچٹو،
ڪر ڪلمي جي "پانڌي" پچار،
هاري هر تي گڏي زميندار.
لا اِلٰه اِلا الله مُحَمَّد رسول الله

ﮞﮟﮞﮟ

# وفات سيد شفيع محمد شاهه*

(چيل بچايو فقير رند*)

[سيّد شفيع محمّد شاهه ولد مقيم شاهه بخاري، پنهنجي ڳوٺ شفيع محمّد شاهه، تپي مُتهلــي، تعلقي سنجهوري جو هڪ اثر ۽ رسوخ وارو زميندار هو. هو پنهنجي وقت جو هڪ وڏو سخي مرد هو. سندس بَنّي هميشه هلندڙ هئي. مهمان نه هوندو هوس ته ڪيس آرام ڪونه ايندو هو. هڪ بلوچ ڪان رنج ٿي منهن موڙي چڏيائين. هن ڪيترن ئي چگن منن ڪان ڪيس چوابو پر شاهه ساڻس نه پرتو. اتي شفيع محمّد شاهه جي طبيعت ڪان واقف هڪ خاص شخص چيس ته: جي هڪڙو ڪم ڪرين ته هوند شاهه توسان پرچي پوي. هيءَ مينهن جي مُند آهي. ڪنهن مينهوڳيءَ واري ڏينهن جڏهن شاهه وٽ ٻاهران ڪوبه مهمان آيل نه هجي، تڏهن پنجاهه ڪن جڻا وني سانجهيءَ ٽاڻي اوطاق تي وڃينس ته توسان پاڻهي پرچي پوندو. هن بلوچ ائين ئي ڪيو. اوطاق ۾ ويا ته شاهه اڪيلو وينو هو. همراهن ڪي ايندو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. اڳ ۾ ان بلوچ ڪي ڏسي ڪِلي ڏنائين ۽ چيائين ته: ادا! اڄ تو هيترا مهمان آندا آهن. هاڻي توسان ڪاوڙ ڪانهي،

---

* هيءَ روايت وچولي (تعلقي سانگهڙ) مانجمال رند ڪان ملي.

* بچايو فقير عرف البچايو پٽ بنگل خان رند، لڳ ڳوٺ آگهاماڻي تعلقي ماتلي ضلعي حيدرآباد جورهاڪو هو ننڍي هوندي ئي پيءُ وفات ڪري ويس، انهيءَ ڪري ننڍي وهيءَ ۾ ئي پيٽ گذر لاءِ مال چارڻ جو پورهيو ڪرڻو پيس. جوانيءَ ۾ ڪڙمت ڪيائين. بعد ۾ ڳوٺ محمد خان رند تعلقي جهول ۾ لڏي آيو، جتي سندس اولاد اڃا تائين رهي ٿو. سندس بيت مشهور آهن، جي نڙ سان ڳڏ چيا ويندا آهن. اندازاً اسي ورهين جي چمار ۾ 27- رمضان 1364ه ۾ وفات ڪيائين.

شفيع محمّد شاهه جو راڄن سان وڏو قرب هو. تنهن جي سيني چڱن مڙسن سان سندس لاڳاپو هو. ٻاهران راڻيپور جي پيرن، سن جي سيّدن، رئيس فقير بخش ڪاڇي، سيّد بقادار شاهه مٽياري ۽ ٻين خاندانن سان سندس دوستيءَ جو لاڳاپو هو ۽ اهي سڀ وٽس ايندا ويندا هئا. سيّد شفيع محمّد شاهه 1935ع ڌاري يا اجا بہ ڪجهه اڳيرو وفات ڪئي، جنهن تي سڄي ملڪ ۾ هاءِ هاءِ تي وئي. انهيءَ حادثي تي شاعر ٻچايي فقير رند بيت چيو آهي جو هتي ڏجي ٿو.]

ساراهيان سچو ڌڻي، جو صاحب ربّ ستر،
شفيع محمّد شاهه هو، مُلڪن منجهہ مَشر[1]،
هُو هو صوبو ساريءَ سنڌ جو، ۽ مَبَئي جو مَنّبر،
هن جو هلندو هو هميشہ، نُوراني ننگر[2]،
هُو هئو مثل ماڻهوءَ جي، هن کي سائينءَ ڪيو سڪندر،
ڪندو هو لائق لانديءَ سان، ۽ 'وساڻن' تي[3]،
هن جا تورا هئا 'ٿهيمن' تي، هو 'چاڳن' جو چپر[4]،
ڪندو هو ڪرم 'ڪلوئن' سان، لهندو هو 'خيري ڳوٺ'
جي خبر[5]،
ڪڻندو هو بار 'بوزدارن' جا، هو 'دلور' جو دلبر[6]،
هئو جام 'جراڙيءَ' جو، ڪندو هو 'محمّدخان' جي
ڳوٺ تي مهر[7]،
ٻيا هئا هن جا لهہ 'لياريءَ' سان، هو 'ڪٽن' جو ڪونٽر[8]،

[1] مشر = مشهور. (2) يعني سندس ٻني عام پئي هلندي هئي. (3) لانديءَ جي ڳوٺ لڳ وساڻ، تن تي مهربانيون ڪندو هو. (4) ٿهيمن ۽ چاڳن جا ڳوٺ ۽ راڄ. (5) خيري ڪلوئي جو ڳوٺ. (6) بوزدارن جو ڳوٺ ۽ دلور جو ڳوٺ. (7) جراڙي جو ڳوٺ ۽ محمد خان رند جو ڳوٺ. (8) لياري ۽ ڪٽن جو ڳوٺ.

ڪندو هو لائق ’لهڻي‘ سان، هو ’شاهه‘ جو سمر[1]،
هو عاشق ’عالي شاهه‘ تي، ڏيندو هو ’اپپور‘ کي آڌر[2]،
ڪندو هو ڪم ’ڪرڪلين‘ جا، هو ’ٻرڙن‘ سندو ٻر[3]،
ٻيا ڪندو هو لائق ’لغارين‘ سان، هو ’ميتلن‘ جو مُهر[4]،
ٻيو هن جو هو قرب ’ڪانيوءَ‘ سان، هو ’جانيءَ‘ جو
جنهنور[5]،
ٻي هن جي محبت هئي ’ملوڪ‘ سان بيحد ٻي اَپر[6]،
اشرافن جو اَجهو هو، چورن جو چپر،
انهن راڄن تي ”رند“ چئي، هئا تورا سندس تر،
سو چڏي ويو چورو ڪري، گڏي منجهه گونذر،
بخش گناهه ”بچايو“ چئي، سائين تون سرور!
’وڏل‘ هئو ور، ڪامل هن قلعي جو[7].



[1] لهڻو خان رند. (2) عالي شاهه سيد اپپور وارو. (3) ڪرڪلين ۾ ٻرڙن جا ڳوٺ ۾ راڄ. (4) ڳوٺ جعفر خان لغاري ۾ ٻيا لغارين جا ڳوٺ ۾ راڄ؛ ميتلن جو ڳوٺ ۾ راڄ. (5) ڄامر ڪانيو ۾ ڄامر جاني (جان محمد) جوٽيجا. (6) ڄامر ملوڪ جوٽيجو. (7) سيد شفيع محمد شاهه وڏو ڀاءُ هو (ننڍو ڀاءُ ميان محمد غوث) انهيءَ ڪري ڪيس ’وڏل‘ سڏيندا هئا.

# فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي صدارت*

(چيل صوف شر*)

[سنہ 1958ع ۾ فيلڊ مارشل محمد ايوب خان، پاڪستان جي سياسي ۽ اقتصادي بدحاليءَ کان متاثر ٿي انقلاب آندو ۽ 27- آڪٽوبر تي نئين انقلابي حڪومت جي اڳواٽي ڪندي "صدر پاڪستان" جو عهدو سنڀاليائين. ٿوري ئي وقت ۾ انقلابي حڪومت عوام جي بهبوديءَ لاءِ سڌارا آندا، جن کان ماڻهن کي نهايت خوشي ٿي. عوامي شاعرن مان ڪيترن ئي سندس ڪارنامن کي ساراهيو، جن مان ڪن جو ڪلام ص ص 416-426 تي ڏنو ويو آهي. هت شاعر صرف شر جو بيت ڏجي ٿو، جنهن ۾ هن صدر محمد ايوب خان جي ساراهه ڪئي آهي.]

ساراهه ڪريان سبحان جي، ساراهيام ستار،
الله ايوب خان جو ڪيو آهي ڏينهن ۾ ڏهڪار،
مرد چڙهي آيو ملڪن تي، واسي ٿو وٽڪار،
سو آهي گوهر گل خدا جو، جنهن کي سونهن ڏني سردار،
ڪري ٿو غور غريبن جو، وري ڪلي ڪري ڪينڪار،
بيشڪ جنهن جا بنگلا آهن، جوڙ چڱيءَ جنسار،
نونا جنهن ۾ ڦرن پيا، بي ڪَلَ ڪري ڪڙڪار،
پَٽ پلنگ پٽرٽيون، بيو آ سهٽي کي سينگار،
اهڙي پارين آدمي، ان کي مولىٰ ڪيو موچار،
صاحب ربّ ستار، هن جي بادشاهي بلند ڪندو.

---

* هيءَ روايت خود شاعر جي زباني قلمبند ڪئي وئي.

* صوف شر، ويئل ڳوٺ شر، لڳ شهر ڪاهي، تعلقو ڪپرو ضلعو سانگهڙ. هن وقت سندس عمر اندازاً پنجاهه سال ٿيندي. بيت چيا اٿس: ڪيس ٻين به ڪيترن ئي شاعرن جو ڪلام ياد آهي.

# واڌارا

”ڏؤنرن هگُورن جي مسجد جو جڙڻ“ (ص 43) واري واقعي تي حاصل فقير شر جي چيل بيتن جون وڏيڪ مصرعون مليون آهن، جي هيٺ ڏجن ٿيون:

صفحو 44، پهريون بيت:

سارهه ڪريان ٿو سبحان جي، جنهن جوڙي جوڙ جبار،
قسمت سان ڪم پنهنجي آيس، رند وٺيو تي راه،
”ڏونرن هگُورن“ جا اچي سيل ڏنم سَئُنسار،
عجب ماڙيون بنگلا، مستيون موچار،
موچاري مسيت ڪؤن، بيهي پچان تو پار:
جامع! اُنهيءَ جُڳ جي، تون ڏي مونکي خبرچار،
جن توکي جوڙايو، ڏيئي لک هزار،
اُهي ڪامل ڪير هئا، جيڪي ديهه متي دهدار،
هيا سما ڪي سومرا، ڪي هيا راجا راوَ،
ڪِي هئا قلعي ڪوڏيا، ڪِي هئا زميندار،
ڪي هئا بادشاهه ملڪ جا، ڪي هئا حاڪم حڪمدار،
اتي ڪر اظهار تہ، مسيت! مونکي معلوم ٿئي.

صفحو 45، ٽئين سٽ کان پوءِ:

تن وٽ گلم غاليچا، پلنگ پٽرٽيون، طول وهاٽا، سيج بندن سينگار،
تن تي پير وينا تي پاتشاه، سونهارا سردار،
هيون پوشاڪون پيرن ڪي، جان مٿئون جنسار،
ساز ڏڪڙ دف سارنگيون، چنگ وڳا چوڏار،
ڏيا شمر چراغ برپا پئي، ڏادي حسن هوشيار،
تن وٽ ناچن نوچن ناچ ڪئي، بڏي چيرين جا چمڪار...

صفحو 46، يارهين سٽ کان پوءِ:

تنهن ڪي چاڙهيون چيلان، سونيون نيلان، پڙهن نمازون،
ڪيو صفيلان، سي دائهه ديندار،
تنهن ۾ ملان قاضي، نيڪ نمازي، خاص خطابي، راجا راوت،
سخي سخاوت، ڪن عبادت، پيئي تي
هونگ ذڪر هوڪار،
پير فقير امير اولياء اتي هئا لال لڪياري، حسن هزاري،
پٽ پوشاڪون، جهنور جڙاتون، عجب اوطاقون،
سيد سقورند، مور مصر جا، لال ڪبوتر،
هئا ڪامل ڪلادار،
سي وجي ڪاڪ ڪنديءَ ٿيا، چڏي دارومدار،
ڪلمي جي آڌار، رسيا ميڙي محمّد جام جي.
لا اِله اِلا الله مُحَمَّد رسول الله



# انوکن لفظن جي پٽي

نوٽ: ڏنگين ۾ ڏنل انگ متن جا صفحا ڏيکارين ٿا. فعل جي اصلي صفحي کي ڏنگين ۾ رکيو ويو آهي.

( الف )

آجام (448): انجام- وعدو.
آچار (175): فيصلو.
آڊر (432): آرڊر- حڪم.
آڪرا (262): مهانگا.
آنَ (282): اوهان.
آبهَڻ (ابهيو 37): بيهڻ.
آبُون (173): ڪڪر.
آيڌُوت (435): فقير.
آيجڻ (أيجي 34): بيهڻ.
آيَڻ (أيي 36): بيهڻ.
آتَڻ (أتو 34): چوڻ.
آتڙيا (444): مٿا.
آتلاءُ (419): اعتراض.
آتيارڻ (أتياري 50): أتارڻ.
آتيانُ (108): اتوَ.
آنَڻ (أنا 38): وَسڻ.
آجهور (392): وٿاڻ. ماڳ.
آجهَندن (932): رلندڙن- ڀٽڪندڙن.
أڌام (79): أچل.
أڊو (450): ڪُنڪو- ڊپ.
أساس (216): آسائش- آرام.
أفسر (67): آفيسر- عملدار.
أڳتو (412): أڪريو- پار ٿيو.
اڳـيـر (161): اڳرائي.
ألگهڻ (407): أڪرڻ. انجام پيجڻ.
ألهَڻ (ألهي 438): لهڻ.
ألـيـر (73، 469): أحي.
أو (440): أهي.
اوتارَ (453): خيال.
اوٺن (334- 349): اگٺن.
اوچَ (322): ڳهَر- اونگهہ.
اوچانگ (271): ٽپ.
اوڌِ (402): واڌ. اوپڙ.
اوريڪُون (475): وسڪارا- اوهيرا.
اولَ (56): سا م.
اولاڪا (30): ڏاڪڙا- تڪليفون.
اولاٽِيَن (80): طعنن- مهٽن.
اولُون تيڻ (اولون تيو 193): رُلي وجڻ.
أهاڙا (333): أڏما.
اهنجو (461): اوهان جو.
آهين (461): اوهين.

( ب )

بانُورجڻ (باٽڪورجي 454): آڪرجڻ. ڪاوڙجڻ.
بَتلائڻ (بنلايو 454): بدلائڻ- ڦيرائڻ.

بُٽرِيل (341): خانسامان.
بَنيون (237): چُلهيون.
بَرهڙا 397): چاڙهه (پاڻيءَ جو) اٿل.
بِرِيهي (138): بروهي.
بَڙهه (448): بِناڪون- لافون.
بُغد ين (193): اُنن.
بَنبڻ (بَنبي 132): ٿُنبڻ. ڪُنڻ.
بَهِير (163): قطار- تولو.
بيران (462): سُڃ- ويران.
ٻيڪُ (409): ڏيڪاءُ.
بيمان (276): بي ايمان.

( ٻ )

ٻارهو تڙ (94): ٻارهن پاڙا.
ٻانگي ٻوڙ (455): ڪڪڙ جو ٻوڙ.
ٻَنا (40): ٻچا.
ٻُرڻ (ٻُري 278): وڃڻ.
ٻِلهائڻ (ٻِلهائيا 448): ويهارڻ.
ٻَندو (411): ٻند- بند.
ٻنگ (133): وارو- وجهه. ونگ ٻڪ.
ٻوڪرا (158): واڪو واڪاڻ.
ٻَهار (444): ٻاهر.
ٻَهپار (196): ٻنهپرن جو.
ٻَهڪارڻ (ٻهڪاري، 68): هُل ڪرڻ. دانهن ڪرڻ.
ٻَهُون (85، 455): گهڻي- جام.
ٻيرا (471): گيا- ٽڪرا.

( پ )

پاجوڙا (188): ٽڪر.
پارَ (199): پائر.
پاڻُ (449): ماڳ.
پُتو (310): پراٽو.
پرت (368): پريل.
پيريون (388): ڦيرا.
پَڙڪار (172): پڙڪا. تجلا.
پُلڪار (68): دٻ- هيبت.
پَلڪئين (450): روئندين.
پَنجُو (473): مِٽي.
پُٽڻ (پُٽا، پُٽا 68، 86): هلڻ.
پُورا (73، 216): گورا- انگريز.
پُوميا (127): سُونهان.
پيڙ (193): پٽ.
پيٽاڻ (370): پٽون.

( ت )

تازين (413): گهوڙن.
تاسِيرو (74) پاسيرو ڏڪ.
تاڪَ (130): تاڪيا- ٿانَ.
تِڏِي (149): ماڪڙ.
تَنجڻ (تَنجيو 420): ٻَڌڻ.
تُوتر (412): ڪوڙ. بهانو.
تِيرڻ (تِيري، تِير 71): تيڪڻ.

( ٿ )

ٿهِري (133): آرام سان.

( ٽ )

ٽَلَ (413): اٽڪل- تجويز.

تِنڊريل (379): پاڻيءَ جا گز ماپيندڙ.

( ٿ )

ٿُل (107): ٿالهه.

ٿهائڻ (ٿهايو 98): ناهڻ.

( پ )

پار (172): طرف.

پارو (132): طس.

پاسار (464): گهوم- پَسار.

پائڌُرَ (389): پُڇڙ وارا تاندورا.

پائو (34): پهلوان.

پاواڙا (56): گهمرا.

پاوَن (463): پهلوان.

پاهُونڻ (112): پوئتي.

پَٽر (450): ٽڏو.

پَٽولا (45): پَٽ- ريشم.

پَڏرو (269): ڇُڙيو پاڻي- واهن جو پاڻي.

پَڏن (418): ماڳن.

پَڙچ (95): ٽڏو.

پَرڏر (67): پهلوان.

پُرسن (70): مڙسن.

پرٽي وقت (464): فجر جو.

پَرياڻ (49): پهه- ارادو.

پَڙڏو (469): آواز.

پَڳي (139): پيري.

پَلتيدار (209): تلوارباز.

پُوچ (172): جام.

پُور (348): ڍؤ.

پُهرُن (469): ماٺهن.

پَهُون (465): پکريون.

پُٺا (83): پنيان.

پُٺاء (36): ڪان پوءِ.

پَٺُون (266): پير.

پيناگر (175): فقير.

پَينتل (204، 413) اَٿل. ڪنارو.

پينڊي (449): پوندي.

پيهڻ (پينا، پيٺي 39، 334): گهڙڻ.

( ج )

جاٺ (50): ذات.

جانگاهه (414): هُل- گهمسان.

جَتڻ (جَتي 166): قائم رهڻ.

جُڙڻ (جُڙي 238): مِلڻ.

جُڪس (84): شايد. چڻ تہ.

جَلڪن (151): جهرڪن.

جَنگاهه (436) : جهيڙو- لڙائي.

جوراٽو (166، 470): ڏاڍ- ظلم.

جوڪس (643): جيڪس- شايد.

جُوهَن (174): چوهن- وسڪارن.

جَئڪار (437): فتح- سوپ.

جِيپاڻ (429): جِيپُون.

( ڄ )

ڄائِڻ رات (479): ڄمڻ رات.

ڄُڪڻ (ڄُڪن 335): جهُڪڻ. لِڪي ويهڻ.

ڏانءَ ڏائڻ (ڏانءُ ڏايو 481): ڍنگ ڪرڻ.

ڏانگ (449): ڊگهي لٺ.

ڏانِي (213): ڏان. انعام.

ڏاهَ (64، 227، 450): هڪل. غلام. خبر. هل.

ڏُپَهرو (120): ٻهرون.

ڏر (132): ڊپ.

ڏند ڏيڻ (ڏنواچي ڏند 189): تڪرار ڪرڻ.

ڏڻ ڪائڻ (ڏڻ ڪائيا 49): ميدان ساڙي ڇڏڻ.

ڏُوت (440): دشمن. دئيت.

ڏوڙا (450): ٻيٽا.

ڏوڪو (30): اهنج- ايذاءُ.

ڏِهاٽي (224): ڏهاڙي- روزانو.

ڏهڪار (475): ڊپ- هراس.

ڏهلڻ (ڏهليا 73): چيرڻ- ڦاڙڻ.

ڏُناءُ (189): بيماري.

ڏينارو (455): ڏيکائي. خواب ۾ ڊيڄڙو.

ڏينِينُ (38): واقفن- سُونهن.

## (ڊ)

ڊائي (69): ڊپ.

ڊڊا ڊوڙ (70): گهوڙن جي هل هلان.

ڊُونڊا (278): جهُڪي.

ڏيهاڏيڪاري (454): هڪل ڏيو ڀڄائي.

ڊيئو (139) ڊاءُ- ڊپ.

## (ڍ)

ڍَرڻ (ڍري، ڍريا 83، 133): لهڻ. گهِڙڻ.

ڍِلائيون (259): عيب.

ڍُونگر (109): ماڪ.

## (ر)

راڄيا (39): راجا- حاڪم.

راڙ (194): دانهن.

راڱوڙا (188): قهر.

راماٽو (464): جهيڙو جنگ.

رانياهه (74): دانهون.

رائٿين (39): سينگاري.

راهِيون (268): پوکون. ڪرا.

رُشوائن (418): رشوتن

رُڪ رهاڻ (452): لڙائي- جنگ.

رُڪي (157): نلهي. خالي.

رَمڻ (رمي 158): هلڻ.

رَند (411، 459): پيچرو- گس.

رُويَن (348): مهٽن- طعنن.

روپاري (307): سونهن واري.

رُوڙ (318): ڪاهه- حملو

رِهائڻ (رِيهيس 28): وٺڻ. جائز هئڻ.

رَءُ ڪري (388): ڊوڙي. خيال ڪري.

رِيڊو (213): مئو.
رِيڪن (ريڪون 335): رڙيون ڪرڻ.
رِيلِي (194): وهڪري.
رِينگ (149): ٻاچ.
رِيهہ (349): دانهن.

( ز )

زِيل (422): جيل- قيد.

( س )

ساراهتا (158): واڪاٽيل- ناليرا.
ساڙاها (333): لوٽا- ڪير جا ٿانءَ.
سائر (236): ڪيڙيل زمين ڪي سٽو ڪندڙ تختو- ٿرَ- سيائر.
ساهوئن (126): سُورهين.
سَبڙ (290): سگهارو- سَير.
سُبڪارو (38): سُڏڪو- ٿتو ساهہ.
سِٽائن (363): رٿن- تجويزن.
سُپارڻ (سُپاريا 37): حوالي ڪرڻ.
سُجڻ (سُجي (473): ٻُڌجڻ.
سَجڻ (سَجيون 74): سٽو ڪرڻ. نشان ڏيڻ.
سَرامڻ (110): سانوڻ.
سَرواهيون (452): تلوارون.
سَڦُورند (46): عقلوند.
سَمهايو (465): ياد ڪيو.
سنيِيلَ (45): تيار ٿيل- سنيريل.
سَنڌَبڻ (سنڌبيو 279): پرواهہ ڪيڻ. خيال ڏيڻ.
سَگڻ سنگن، سنگي (53، 452): ڊچڻ.
سُنوالي (428): زياده- وڌيڪ.
سُٽَنڌُون (450): سٽنڊين- ٻُڌنڊين.
سوجهاڪو (128): پرهہ ڦٽي- فجر.
سُوريا (426): آزاريندڙ.
سُوڙهہ ڏڪاءُ (454): ڦهڪو- سٽ سٽان- وارو آواز.
سوئڪو (139، 392): ڊپ.
سُونگا (156): ڊبلا.
سونهريون (102): تلوارون.
سِياڪا (584): مائٽي- عزازت.
سپيريون (52): واٽون.
سِيل (409): سگريٽ.
سِينڌُون (483): سِيٽيون.

( ش )

شوغان (77): ٻٽاڪون.
شِيڪو (111): ڪراهت- ويچو.

( ص )

صفيليون (50): نيلون.

( ف )

فُريهَندار (48): پٽيون پڙهندڙ.
فِلنگي (478): فرنگي- انگريز.

( ق )

قاڏڙيا (80): تلوار باز.
قارُون (206): فالون.
ڦڪار (151): مڪڙن جا ٻچا.
ڦُوٽ (341): فوٽ.

( گ )

گار (201): غرق.

گِڏائتو (44): پانڌيڙو.

گرِي (453): اُتِ.

گِنات (133): برادري- پائيچاري.

گوگاءُ (74): غوغاءُ- هُل.

گُوندر (475): غم- ڏک.

( ڳ )

ڳالَ (222): ڳالھ.

ڳالهيين (49): ڳالهيون.

ڳانتو (482): ڳاٽو- ڪنڌ.

ڳِين (424): ڳوين. مال.

ڳلو (418): پَرِ. پاڪر.

ڳِيتارن (130): ڳائڻن.

( گھ )

گهَليون (56): ڌاڙا.

گهِٽيا (208): اُٺ.

گهوٽيا (78): گهوٽ.

( ل )

لاڳ لهڻ (لاڳ لڌا 32): انعام حاصل ڪرڻ.

لائِينَ (77، 393): گهَٽِ. بدي.

لَبَ پچار (410): ڳالھ ٻولھ.

لِتَر (459): پادر.

لمبروار (344): نمبروار- واري سان.

لوٽيءَ لوڙھ ڪرڻ (455): ڳاري چڏڻ.

لوڙھ هٽڻ (لوڙھ هٽيو 468): ڌاڙو هٽڻ.

لَڳڻ (263): لچڻ- افعال.

لُڳيون (281): لُنگيون.

لوهُو (454): رت.

لهنڌُونَ (455): لهنڍين.

لَينُون (344): قطارون.

( م )

مائجهي (472): سورهيھ.

ماوانَ (370): مائرون.

ماهو (452): موت. قتل.

مَتوال (376): سمجهُو.

مَنَڙيو (478): ڪاوڙيو.

مِٽيُون (271): مائٽيون. سڱاوتيون.

مَنِي (40): بَدِي- خرابي.

مُزرائي، مُزرو (167، 459): آفرين.

مِڙ (340): مِڙئي- ڪُل.

مُسائڻ (مُسائي 424): هيسائڻ.

مَشر (94، 217): مشهور.

مگر (38): باھ.

مِلڪَ (385): مِلڪيت.

مَلهالو (452): معاملو. مانڊاڻ.

مُنجڻ (مُنج 295): موڪلڻ.

مَنگڻ (منگو 459) گهُرڻ.

مُنهائين (80): منهن ڏئي. مقابلو ڪري.

مَواڙ (196): ٿُلها. مست.

مَهال (86): مهل.

مهائينءَ (392): پهلوان.
مِهت (37): مسجد.
مَهجڻ (140): هندو.
مَهماءِ (454): فخر.
مَهمِير (457): پهلوان.
مَهند (50): اڳ.
مَهنديار (210): اڳواڻ.
مَيا (172): مست ٿيا.
مَيت (246): لاش.
مـِيس (454): سَڌ.
مـِيهه (54): مهاٽا.

( ن )

ناڏ (193): گوڙ.
نارو (455): نعرو. هَڪل.
ناصارو (359): نصارو. انگريز.
ناهِر (463): بگهڙ.
نَريا (94): نرين واري ڇت جون سرون.
نرين پوڻ (نرين پيو 361): نراڪٽي وڙهڻ.
نِڪَنيُون (407): نامَڪنيون.
نُل (413): بدمعاش.
نِلائينءَ (81): گِلا.
نِوَنِ (390): نمن. وَهن.
نُونءُ (262): نَوَ (33).
نُهار (209): بگهڙ.
نِهارا (48): ناظرو. ڳوليندڙ.
نُهري (209): پهلوان.
نيمي (262): اڌ.
نِينڊِ (108): پُونو. پهت.
نِيَڻ (نِيو 452): وٺڻ.
نيوالا (463): گرانهه.
نيهنڊُونءَ (48): ڪوٽ ڏيندڙ.

( و )

واتوڙي (139): واتهڙو.
واڏر (215): وڏي وات وارو.
واڍوڙين (167): زخميلن- گهايل.
وارنڊ (68): وارنٽ.
وارو تار (48): هميشه تمام گهڻو.
وانڄَ (410): واڇ- گهڙي.
واويلو (177): واويلا- ماتم.
وَٿ (471): شيءِ.
وَڏاندرا (40): گهڻو. اڳرو.
وَڏاندرا (409): اُڇا- گهٽي ملهه وارا.
وَديُون (459): ڦٽڪا.
وَراڻ (49): لَٽو. ذات وارو.
وِرو (484): وِرءُ. ويلو.
وُڙهڻ (وُڙها 188): وهڻ.
وَسَنهن (463): وسندي.
وَڪاري (329): پنڊاري.
وَلَها (39): گهوٽ.
وَلِهي (449): وَلِي.
وَنا (39): گهوٽ.
وَنجهه وَرت (454): ونجهوَٽي.

وَنڪ، وَنڪا (50، 146): چمڪاٽ- تجلا.
وَنهيان (437): سُڪيا.
وَهارَ (133، 444): واهر- مدد.
وِهاڻو (464): ختم ٿيو.
وِهائڻ (31): پرائڻ.
وَهُريا (269): مواڙيا. مست ٿيا. آڪڙيا.
وَهِلي (444): جلدي.
وَهندو (40): ٿُرت.
وِهَنڌُونڻ (449): ويهنڊين.
وِياءُ (376): اولاد.
وِيَرَ (344): ننڍي ۽ ڪچي ڪوهي.
ويراڳا (40): ورهاڳا. ڀاڳا.
ويڙهيُن (456): وَليُن.

## ( ه )

هاڃي (456): نقصان.
هاڙهِي (456): همراهه. پهلوان.
هاڦُون (463): لافون- ٻٽاڪون.
هاڪ (470): هڪل.
هامَ (462): هائوڪار- اقرار.
هاٺُن (34): ڏاڙيلن.
هانُو (73): هر اس.
هائِي (422): آڙاهه. دوزخ.
هُرتِڙيو (409): خودمختيار. رُوءِ سُوءِ.
هُڙڪڻ (هُڙڪن 408): ڏڪڻ- ٿڙڪڻ.
هِڪا (459): هڪڙي.
هڪ ٿُپي (337): لحد قبر.
هِڪن (106): هڪڙن.
هِڪيون (48): هڪڙيون.
همڪاري (130): هڪلون ڏئي.
هَوانو (337): أفواهه- هُل.
هورو (30): خيال- فڪر.
هُوڪ (115): هيبت. عذاب.
هول (392): ڊپ- هراس.
هٿائين (31): موجب.
هوءِ (163): هجي.
هُيانِ (139): هُئن.
هيڄ (456): شوق.
هيِر (68): هينئر
هيٺي ٻولڻ (هيٺي ٻول 451): خراب وائي ڪرڻ. بزدلي ڏيکارڻ.



**SINDHI FOLKLORE & LITERATURE**
**BOOK-IX**

# WAQIATI BAITa

(COMPOSITIONS COMMEMORATING EVENTS)

**Compiled & Edited**
**By**

## Dr. N.A.Baloch

M.A., L.L.B. (Aligarh)
M.A., Ed.D. (Columbia, N.Y)
Director Sindhi Folklore Project.



**SINDHI ADABI BOARD**
**JAMSHORO, SINDH**
**2017**

# PREFACE

This is the Ninth book compiled under the Sindhi Adabi Board's Folklore and Literature Project. In 1956, the Board had approved this 5-year research project (1957-1961) for the collection, compilation and publication of Sindhi folklore and literature. The work was started in January 1957, and the first two years were devoted mainly to the collection of material. The compilation and publication work commenced from 1959. The material for the project has been collected both from the oral tradition of the village folk and the written record. The oral tradition was reduced to writing through a network of the filed-workers, one stationed in each taluka.

The project aims at publishing representative works pertaining to the following selected segments of Sindhi folklore and literature: (*a*) Fables and Fairy- tales, (*b*) Pseudo-historical Romances, (*c*) Tales of historical nature, (*d*) Folk-poetry, (*e*) Folk-songs, (*f*) Marriage songs, (*g*) Poems pertaining to wars and other events, (*h*) Riddles, (*i*) Proverbs, (*j*) wit and humour, and (*k*) Folk customs and super-stitions. It is expected that forty basic works will be compiled under the above categories by the end of 1962.

The scheme has been deliberately names as 'Folklore and Literature Project'. At the present stage, a considerable body of verse and tales is current through oral tradition among the village folk with which the educated and the intellectuals are not familiar. All this material in verse and prose is 'folklore' in the sense that it is popular and is preserved with the village folk; yet, a considerable part of it is 'standard literature', and will be recognized as such after it is published.

This volume contains poems composed to commemorate events, incidents and occurrences which have had a significant impact on the feelings of the village folk, or which influenced their way of life. Broadly, the topics of these compositions may be divided into the following categories: (*i*) Natural calamities and accidents, such as river floods (pp. 51, 191, 386, 394 & 405), heavy rains (pp. 170 & 383), locust invasions (p. 158), earthquakes (pp. 229 & 439), famines (p. 260), collision of trains (pp. 367 & 374) etc.; (*ii*) Personal and social events, such as founding of mosques (pp. 43, 47, 86 & 306), deeds of personal valour (pp. 154, 207, 468); (*iii*) marriage feasts (pp. 104, 362) etc., passing away of some good individuals (pp. 206, 478. 485), or murder of some prominent personalities (pp. 199 & 461); (*iv*) building of the barrages and

opening of the new canals and their impact on socio-economic conditions and the traditional way of life of the people (pp. 96, 264, 308, 338, 480 & 584); (*v*) scarcity of food-stuffs and imposition of controls on articles of daily use (grain, cloth, sugar, oil, etc.), during the World War II and the hardships suffered by the people (pp. 265, 275); (*vi*) events and occurrences of political nature which influenced public opinion for or against the Government and the administrative authorities, such as political murders (pp. 40, 436), the police terror during the British rule and the fight put up by the outlaws (pp. 55, 225); (*vii*) the national independence in 1947 and the large scale migrations (p. 359); and (*viii*) the imposition of Martial Law in 1958 and the stability brought about by President Mohammad Ayub Khan (pp. 418-119).

This variety of events and occurrences presents a panorama of social, economic, political and historical nature during the last 250 years. In composing these poems, the folk poet has, inadvertently, played the role of a historian for the masses. But he has composed about and event because he was impressed by it and not for the sake of recording facts or presenting any particular view-point. The village bard is just a folk poet and not a propagandist.

Compositions about seventy different events have been included in this volume. This does not exhaust the whole material of this kind. Compositions of this nature are current through oral tradition all over the country and it must require more time and efforts to attempt an exhaustive study. However, this volume contains a representative collection both geographically as well as chronologically. The first event dates to 1130 A.H./1716 A.D. and the last one to 1961. Most of the compositions are by the contemporary poets, 65 in all, who had either witnessed those events or had an intimate knowledge of them. The entire material included in this volume is being published for the first time and it provides some fresh information on social, cultural, economic and political aspects of Sind life from the early eighteenth century A.D.

University of Sind,
Hyderabad
November 15, 1961.

N.A. BALOCH,
DIRECTOR.

